# جهڙا گل گلاب جا

## (پهريون حصو)

# غلام رباني آگرو

**(ولادت 5 نويمبر 1933، وفات جنوري 5، 2011)**

پهريون ڇاپو 1991ع
ٻيو ڇاپو 2007ع



# سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

**بنام جهاندار جان آفرين**
**پيش لفظ : عبدالغفار صديقي**
**مقدمو (مصنف)**
**آئنسٽائن**
**علامه امداد علي امام علي قاضي،**
**بابا سائين عبداللطيف آڱرو**
**ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو**
**عثمان علي انصاري**
**سيد ميران محمد شاه**
**اسدالله شاه حسيني ٽڪڙائي**
**پير حسام الدين شاه راشدي**

# بنامِ جهاندار جان آفرين

ڇا نه ڏٺو تو ته ڪيئن بيان ڪيو الله مثال پاڪ ڪلمي (ڳالهه) جو جيڪو پاڪ وڻ وانگر آهي، جنهن جي پاڙ پختي آهي ۽ ٽاريون آسمان ۾ آهن. هر وقت پنهنجي رب جي حڪم سان ميوو جهليندو آهي، پنهنجي رب جي حڪم سان. ۽ بيان ڪري ٿو الله ڪيئي مثال ماڻهن لاءِ ته جيئن اُهي سمجهن ۽ نصيحت وٺن. ۽ بڇڙي ڪلمي (ڳالهه) جو مثال بڇڙي وڻ وانگر آهي، جنهن کي زمين جي مٿاڇري تان پٽيو ويو آهي. (اهو بي پاڙو آهي. ) ناهي ان کي ڪا مضبوطي.
قرآن مجيد (سورة ابراهيم آية 26

# پيش لفظ
# عبدالغفار صديقي
### سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ

هي ڪتاب – جهڙا گل گلاب جا – ادب ۽ احترام سان، سنڌي زبان جي پيارن پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو. ان جي مصنف سان منهنجي شناسائيءَ کي پريا چاليهه ورهيه ٿيا. تن ڏينهن ۾ اسان ٻئي ڄڻا سنڌ جي تاريخي درسگاهه مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ پڙهندا هئاسين، جنهن جو پرنسيپال هو منهنجو چاچو (مرحوم) مولوي شفيع محمد صديقي.

ادا غلام رباني مٺئين ڪنهن ڪلاس ۾ پڙهندو هو ۽ اسڪول جي ذهين شاگردن ۾ شمار ٿيندو هو، سو چاچا کيس گهڻو پائيندو هو. چاچا جي بدليءَ بعد اسان نوشهري مان هليا وياسين. ادا غلامربانيءَ مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي نوشهرو ڇڏيو ۽ حيدرآباد جي ٺليلي ڪاليج ۾ داخلا ورتي، سال به اتي رهي ڪراچيءَ هليو ويو، جتي اول سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ پوءِ ماهنامي نئين زندگي ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ نوڪري به ڪيائين ۽ تعليم به جاري رکيائين، جنهن جو

اشارتاً ذڪر سائين غلام مصطفيٰ شاھ واري مضمون ۾ ڪيو اٿس.
ماڻھوءَ جي شخصيت جو سانچو شايد ننڍپڻ جي نفسياتي اثرن موجب تيار ٿئي ٿو. پنھنجي والد مرحوم واري مضمون ۾ ھڪ ھنڌ لکيو اٿس تہ، ”امان چوندي ھئي تہ اسان جي گھر ۾ رڳو ھڪ شيءِ ۾ برڪت آھي – ڪتابَ.“
ادا غلام ربانيءَ جو ننڍپڻ ڪتابن پڙھندي گذريو. مون نوشھري ھاءِ اسڪول جي گرائونڊ تي ڪڏھن بہ کيس راند روند ڪندي ڪونہ ڏٺو. البت، ھاءِ اسڪول جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ ۾ گھري دلچسپي وٺندو ھو ۽ ان جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. ذھين شاگرد تي استادن جو راز ٿيندو آھي، سو انھيءَ ئي زماني ۾ ٻن استادن سندس ذھن تي بہ متضاد نظرياتي اثر وڌا: ھڪ مرحوم مولوي جان محمد پٺو، جو مذھبي خيالن جو ھو ۽ ٻيو اظھار ڪاظمي جو سوشلسٽ خيالن جو ھو. ادا غلام رباني ٻنھي جو ادب ڪندو ھو. ھو پڻ سندس گھڻو لحاظ ڪندا ھئا. ادا غلام ربانيءَ ھڪ دفعي ھاءِ اسڪول جي اسٽرائيڪ ۾ بھرو ورتو ۽ رسٽڪيٽ ٿيو. پر، مولوي جان محمد پٺي جي ڪوشش سان کيس ٻيھر داخلا ملي. اظھار ڪاظمي صاحب اڄڪلھ آمريڪا ۾ آھي.
ادا غلام ربانيءَ جي ساڻس عقيدت ھئي. پنھنجن افسانن جي مجموعي ”آب حياب“ جو انتساب ڏانھس ئي ڪيائين. اھي

افسانا 1955ع کان 1957ع واري عرصي ۾ لکيائين، جن مان ڪي بعد ۾ انگريزيءَ چينيءَ ۽ جرمن زبانن ۾ پڻ ترجمو ڪيا ويا. انهيءَ ئي زماني 1955ع ۾ ون يونٽ ٺهيو ۽ پندرهن سال پوءِ ان کي ڊاهيو ويو. اهو عرصو ادا غلام رباني سنڌ جي تحريڪ سان وابسته رهيو. ان ڳالھ جي جهلڪ هن ڪتاب ۾ اسان کي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ واري مضمون ۾ نظر اچي ٿي.

سنڌي ادبي بورڊ جي ملازمت دوران، قدرت کيس جن باڪمال عالمن جي صحبت نصيب ڪئي، تن جو هن ڪتاب ۾ وڏيءَ سڪ سان ذڪر ڪيو اٿس. هڪ لحاظ کان چئجي ته هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جو تذڪرو آهي. بورڊ جو صحيح معنيٰ ۾ پايو وجهندڙ شخص محترم محمد ابراهيم جويو هو. ادا غلام رباني سندس ئي تربيت يافته هو ۽ ان ڳالھ تي کيس هميشه فخر رهيو. جويي صاحب تي هن ڪتاب ۾ جيڪو مضمون لکيو اٿس، ان جو آخرين جملو ڪيڏو نه دل کي ڇهندڙ آهي. درحقيقت، سنڌي جي هنن پن فرزندن جا بورڊ تي جيڪي احسان آهن، سي وسرڻ جهڙا نه آهن. بورڊ جا سوين ڪتاب سندن ئي نگرانيءَ هيٺ ڇپيا. بورڊ جون موجوده عمارتون ادا غلام ربانيءَ جي ئي ايامڪاريءَ ۾ ٺهيون. بورڊ جا پراڻا ڪارڪن، پٽيوالا، ۽ چوڪيدار بلڪ وڻن جا ڪک پن ۽ گل گونچ جويي

صاحب ۽ ادا غلام رباني ءَ کي اڄ به سڪ سان ساريندا آهن.
سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملازمت دوران، ادا غلام رباني ڪجھ عرصو سنڌ يونيورسٽيءَ جو پرو- وائيس چانسلر مقرر ٿيو. پوءِ ملڪ جي ممتاز ادبي اداري، اڪادمي ادبيات پاڪستان جو ڊائريڪٽر جنرل ٿيو، جتي هاڻي کيس ترقي ڏيئي چيئرمين ڪيو ويو آهي. دعا آهي ته جتي به هجي، اتي خدا کيس خوش رکي:

بهر جا ڪه باشي خدا يار تو

محمد هميشه نگهدار تو

”جهڙا گل گلاب جا“ هڪ اهڙو ئي ڪتاب آهي جن جي سنڌي زبان ۾ وڏي ضرورت آهي. علامه آءِ. آءِ. قاضي فرمائيندو هو ته ”ڪو به ڪتاب سوانح حيات کان وڌيڪ اهم ڪونه آهي.“ علامه صاحب اسان پاڻ جي رهاڪن جو ته وڏو هو، پر سنڌ جي بيشمار اهل دل انسانن وانگر ادا غلام رباني ءَ کي به علامه صاحب سان وڏي عقيدت هئي. سندس ئي هدايت تي عمل ڪائين ۽ انهن قد آور علمي ۽ ادبي شخصيت جا سوانحي خاڪا لکيائين، جيڪي ويهينءَ صديءَ جي سونهن هئا.
ويجهڙائيءَ ۾، هن قسم جو هڪ ڪتاب سائين جي. ايم. سيد لکيو: ” جنب گذاريم جن سين،“ اهو به سنڌي ادبي

بورڊ ڇاپيو، ٻيو ڪتاب پير علي محمد راشديءَ”اهي ڏينهن، اهي شينهن“ نالي سان لکيو، جو به سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو ۽ هاڻي هيءُ ٽيون ڪتاب پڻ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪري رهيو آهي.

ٻين سنڌي عالمن ۽ ناشرن پڻ انهيءَ رنگ ڍنگ جا ڪيئي عمدا ڪتاب لکيا آهن. مثلا، تازو محترم علي احمد بروهيءَ ۽ محترم تنوير عباسيءَ ٻه اهڙا شاندار ڪتاب لکيا آهن. دراصل، سنڌ جي علمي ۽ ادبي روايت تمام شاهوڪار آهي. پر، سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ اقتصادي ڪشمڪش جي موجوده دور ۾ سنڌ پنهنجي علمي ۽ ثقافتي تشخص کي تڏهن ئي برقرار رکي سگهندي، جڏهن پنهنجي تاريخي ورثي ۽ ادارن کي محفوظ رکندي. برطانيا نه فقط ترقي يافته ملڪن جي صف اول ۾ سرفهرست آهي، پر دنيا جي مثالي جمهوريت آهي. ان جو هڪ مکيه سبب برطانوي عوام جي پنهنجي ادارن ۽ تاريخي ورثي سان بي پناه محبت آهي. سنڌ – لائق ۽ فائق اديبن کان اهائي توقع رکي ٿي ته - ايندڙ نسلن کي پنهنجن وڏن ۽ سندن قائم ڪيل تاريخي روايتن ۽ ادارن سان محبت سيکارين. هي ڪتاب اهڙي ئي هڪ قربائتي آهي.

جمعو عبدالغفار صديقي

12 – جولائي 1991ع سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ

# شڪر ادائي

(غلام رباني آگرو)

سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين، منهنجي محسنَ ۽ سنڌ جي سدا بهار شخصيت، مخدوم محمد الزمان طالب الموليٰ ۽ سندن نورِ نظر، مخدوم جميل الزمان، چيئرمين، اسٽينڊنگ ڪاميٽيءَ، هن ڪتاب جي اشاعت ۾ خصوصي دلچسپي ورتي. مان سندن قرب ڪي پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهان ٿو ۽ بورڊ جي سمورن معزز ميمبرن ۽ سيڪريٽري برادرم عبدالغفار صديقيءَ جو شڪريو ادا ڪريان ٿو.

2- برادرم حسين شاهه راشديءَ ڪتاب کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪي اهم تجويزون ڏنيون ۽ اڪثر تصويرون عنايت ڪيون. مسز روما ابوالڪلام جي تصوير موڪلي. عزيزم نفيس احمد ناشاد پيون ڪي اڻلڀ تصويرون هٿ ڪري ڏنيون. مير علي نواز سولنگيءَ مقدمي جي نقل نويسيءَ ۾ مدد ڪئي. ڀاءُ علي نواز پٽيءَ اهو مواد ٽائيپ ڪيو. ڪتاب جي ڪمپوزنگ جو ڪم سنڌ يونيورسٽي پريس جي فاضل رجسٽرار برادرم محمد صالح راڄڙ جي توجهه سان ميان محمد قاسم ٻيڙ فورمئن جي نگرانيءَ هيٺ خير خوبيءَ سان

پورو ٿيو. متن جي پروفن پڙهڻ جو سڄو ڪم مسٽر محمد دائود بلوچ اڪلايو ۽ مقدمي جي پروف ريڊنگ ۾ مسٽر الله بچائي يوسف زئيءَ هٿ ونڊايو. ڇپائيءَ جي پوين سمورن مرحلن تي برادرم نور احمد ميمڻ ۽ برادرم نور محمد پٺاڻ نگراني ڪئي. مان انهن مڙني مهربانن جو تهدل شڪر گذار آهيان.

3- محترم محمد دائود بلوچ ۽ عزيزم الطاف آگري هن ڪتاب جي اشاعت ۾ خاص دلچسپي ورتي. مون ڪتاب جي مقدمي ۾ اخلاق جي اهميت تي زور ڏنو آهي، جو منهنجي خيال موجب، انسان جي عظمت جو صحيح ماپو اخلاق آهي. قدرت محترم محمد دائود ۽ عزيزم الطاف کي انهيءَ نعمت سان بي حساب نوازيو آهي. سندن قربن جي شڪر ادائيءَ لاءِ مون کي لفظ ئي ڪونه ٿا سجهن. الله پاڪ شال سدائين کين باغ و بهار رکي.

غلام رباني آگرو

اسلام آباد، خميس
7 ذوالحج 1411ھ
20 جون 1991ع

# انتساب

شبير، الطاف، عزيز، مجيب،
نورجهان ۽ قرت العين ڏانهن

تا جهان باشد به نيڪي
در جهانت باد نام
- حافظ

Einstein was a strict determinist who believed that for every action there necessarily exists a cause and in line with Spinoza, he maintained: “Our actions should be based on the ever-present awareness that human beings in their thinking, feeling and acting are not free but are just as causally bound as the stars in their motions.”

-Jamie Sayen

“Einstein in America”

*** *** ***

Late in his life he wrote to a Brooklyn Minister: “The most important human endeavour is the striving for morality in our action. Our inner balance and even our very existence depend on it. Only morality in our action can give beauty and dignity to life.” Einstein was careful to emphasise, however,

that “moral conduct does not mean merely a stern command to renounce some of the desired joys of life, but rather a sociable interest in a happier lot for all men”.

Jamie Sayen

Einstein in America

# مقدمو

هي ڪتاب عيسوي ويهينءَ صدي جي اهڙن مشاهيرن جو تذڪرو آهي، جن مان ڪن جي زيارت ۽ صحبت، ته ڪن سان خط و ڪتابت جي سعادت، قدرت مون کي نصيب ڪئي. سندن روح مان، بسنت بهار جي خوشبو آيم، ان ئي نسبت سان ئي سندن تذڪري جو نالو رکيم: ”جهڙا گل گلاب جا.“

ڀلاري ڀٽائيءَ، اهي اڪر سر مومل راڻي ۾، سهڻن ماڻهن جي صفت ۾ ڪم آندا آهن:

”جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٽن ويسَ.“

انهن اعليٰ انسانن جي ابتڙ، زندگيءَ ۾ اهڙا ادنيٰ ماڻهو به عام جام ڏٺم، جيڪي ظاهر ۾ اڇا اجرا، پر باطن ۾ بگهڙ هئا. درحقيقت، دنيا ۾ اڪثريت، اهڙن ئي درندن جي هئي. آخر ڪوته سبب هوندو، جو خود ڀٽائيءَ کي به چوڻو پيو هوندو:

” چڪس سپ چڙئي، ماڻهو شهر ڀنڀور جا.“

رامائڻ ۾ تلسيءَ هڪ هنڌ لکيو آهي ته ”جڏهن راونڻ سيتا کي اغوا ڪري ويو، ته رام ۽ لڇمڻ سندس ڳولا ۾ نڪتا. ٻيلي ۾ ڪين رات پئجي وئي. اوچتو اڇي مينهن لڌو. هڪ ٻيلو، ٻيو مينهن ۽ ٽين ڪاري رات. هٿ نه ڏسي هٿ کي.

اوندھ ۾ جڏھن ڪنوڻ جو ڪو چمڪو ٿئي، ته وڪ اڳتي کڻن، نه ته ويچارا منجھي بيھي رھن. رام اھو منظر ڏسي، ننڊي ڀاءُ کي چيو:

”لڇمڻ، ھن ڪاريءَ رات ۾، ڪنوڻ ائين ئي چمڪي رھي آھي، جيئن ڪنھن ڪميڻي انسان جي روح ۾، ڪڏھن ڪڏھن اشرافت چمڪي.“

تلسيءَ جو مشاھدو ممڪن آھي ته اھو ھجي. پر مون اھڙا ڪارا روح به ڏٺا، جن ۾ اشرافت شايد ڪڏھن ڪانه چمڪي ھئي. سندن ڪرتوت ڏسي، آدم جي تخليق وقت، ملائڪن جي دانھن ياد ايندي ھئي:

”ڇا منجھس (ڌرتيءَ ۾) اھڙي کي ٿو پيدا ڪرين، جو فساد ڪندو ۽ ناحق رت ھاريندو.“

**جھانن جي مالڪ فرمايو:**

”جيڪي مان ڄاڻندو آھيان، سو توھان نٿا ڄاڻو.“*

بيشڪ، خدا ئي پنھنجو ڳجھ، پاڻ ڄاڻي ٿو. پر، اھل دل انسان، ھن دنيا ۾ جيڪي ڏسن پسن ٿا، سو ته ڏاڍو ڏکوئيندڙ آھي. چار سو ورھيه اڳ، مخدوم نوح جي نوراني نيڻن جيڪا سنڌ ڏٺي ھئي، تنھن ۾ اڄوڪيءَ سنڌ ۾ ڪل ڪيترو فرق آيو آھي؟

”ماڪ مَ ڀانيو ماڻھان، جا پسي پيئي پر پات،
روئي چڙھي رات، ڏسي ڏکوين کي“

* * *

گھڻا گھڻا سال ٿيا، ته ٽئگور يا ڪنھن ٻئي شاعر جو شعر پڙھيو ھئم ته ”انسان کي شينھن، چيتي ۽ واگھ ايترو ڪونه چيريو، ڦاڙيو ۽ ماريو آھي، جيترو خود انسان.“
تنھن ڏينھن وري، ڪنھن منگول بادشاھ جي خود نوشته حالات زندگيءَ ۾ پڙھيم ته ”اڄ فلاڻو شھر فتح ڪيم. مڙني مردن کي ڪھائي، سندن منڍين مان منارو ٺھرايم، ته پرپاسي جي ماڻھن تي دھشت پوي.“
تازو خليق انجم نالي ھڪ دوستَ، اسلام آباد ۾ ڊاڪٽر جميل جالبيءَ جي گھر ڳالھ ڪئي ته ”دھليءَ ۾ اھا جاءِ اڃا تائين سلامت بيٺي آھي، جتي ويھي، نادر شاھ ماڻھن جي عام ڪوس جو حڪم ڏنو ھو.“ ڏوھيءَ يا بي ڏوھيءَ جو ڪو سوال ئي ڪونه ھو. نادري حڪم ھو. شھر ۾ ٽن ڏينھن تائين، رت جا درياھ وھند رھيا. آخرڪار، مغل بادشاھ جي وزير کي عقل آيو. مٿي ۾ ڌوڙ ۽ ڳچيءَ ۾ ڳارو وجھي، نادر شاھ جي حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائينس ته:
”ھاڻي ته ھن شھر ۾ قتل لاءِ به ڪو انسان ڪونه بچيو آھي، سواءِ ان جي ته تون ڪٺلن کي جيئرو ڪرين ۽ وري کين ڪھائين.“

اهو ٻڌي نادر پنهنجي اگهاڙي ترار مياڻ ۾ وڌي، تڏهن وڃي بيگناهه انسانن جو ڪوس بند ٿيو.
ويهينءَ صديءَ ۾ دنيا جون ٻه مهاپاري لڙايون لڳيون. ٻيءَ مهاپاري لڙائيءَ جي احوال ۾ پڙهيم، ته هٽلر کي خيال آيو ته قيدين کي مارڻ لاءِ گولي هڻڻي پوي ٿي، ان تي جيڪو خرچ ٿئي ٿو، سو گهٽائڻ گهرجي، يعني ماڻهوءَ جو موت سستو ۽ سولو ٿيڻ گهرجي.
سندس خواهش پوري ڪرڻ لاءِ گئس چيمبر ايجاد ٿيا. اپاهڄن انسانن کي گئس چيمبر ۾ بند ڪري، بس رڳو هڪ ٻٽڻ دٻائڻ جي دير هوندي هئي. اهڙي ڪا گئس چيمبر جي اندر، داخل ٿيندي هئي، جو جهٽ پلڪ کان پوءِ، زنده انسان بدران خاڪ جا ڍير، ٻاهر نڪري ايندا هئا. هڪ ڪروڙ جيئرا جاڳندا انسان اهڙيءَ ريت، ٻاهر ۾ سڙي خاڪ جا ڍير ٿي ويا.
اڳتي هلي، هٽلر يا سندس ڪنهن ساٿيءَ کي خيال آيو ته انهن اپاهڄن انسانن مان ڪن کي سونا ڏند ڏنا ويا آهن. سو نئون حڪم جاري ٿيو ته”اپاهڄن کي چيمبر ۾ بند ڪرڻ کان اڳ، سندن ڏندن مان سون ڪوٽي، ڪڍي وٺڻ گهرجي. ازانسواءِ جانورن وانگر، خود انسانن جي هڏن ۽ وارن کي به، ته ڦٽين ڦٽوٽن، ۽ ٻٽڻ ٺاهڻ لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو. سو، گئس چيمبرن کي نئين سر ائين ٺاهڻ گهرجي. جو

منجهن انسانن کي ساڙي خاڪ ڪرڻ کان اڳ، سندن وار ۽ هڏا ڀڃڻ ۽ ڦٽين ٺاهڻ لاءِ بچي وڃن.“

* * *

انسان جي ٻين انسانن سان انهيءَ سنگدلانا سلوڪ سببان، قديم زماني کان وٺي، ڏاهن ۽ مفڪرن هميشه اهو سوال پئي اٿاريو ته انسان فطرتاً نيڪ آهي يا بد؟

مون ڪاليجي تعليم ۾ به موضوع ڪنيا هئا: علم سياست ۽ انگريزي ادب، علم سياست ۾ اسان کي ٻين ڳالهين سان گڏ هابس، لاڪس ۽ روسو جا نظريا پڙهائيندا هئا، جي انهيءَ علم جا مڃيل مغربي مفڪر هئا. هابس جو خيال هو ته انسان فطري طور، ٻين انسان ڏانهن خود غرضيءَ ۽ وحشانيت واري روش رکي ٿو. سندس چوڻ هو ته:

”ماڻهوءَ جي ٻئي ماڻهوءَ ڏانهن روش بگهڙ واري آهي.“

پر، عجب جي ڳالھ اها آهي ته خود بگهڙ جو ٻين بگهڙن سان، عام طور، صلح ۽ سانت وارو سلوڪ هوندو آهي!

**روسو ان خيال جو هو ته:**

”انسان فطرتاً نيڪ آهي. آزاد پيدا ٿئي ٿو، پر هي معاشرو مٿس زنجير وجهي، جڪڙي ڇڏي ٿو.“

ان نظرئي جي تشريح، ممتاز آمريڪي افسانه نويس او هينريءَ پنهنجي هڪ افساني ”عيسيٰ ۽ شيطان“ ۾ ڪئي آهي. ان جو تت هن ريت آهي:

هڪ فنڪار هو، جنهن جي زندگيءَ جي تمنا اها هئي ته
به بي مثال تصويرون ٺاهيان: هڪ ۾ اهڙو معصوم انساني
چهرو هجي، جهڙو حضرت عيسيٰ جو ۽ ٻيءَ ۾ اهڙو
شيطاني جهڙو خود شيطان جو. فنڪار سالن جا سال اهڙن
چهرن جي تلاش ۾ رهيو.
هڪ دفعي ڪنهن اسڪول اڳيان اچي لنگهيو، جنهن ۾
ٻارن صبح جي پرارٿنا پئي ڪئي. هڪ ٻار کي ڏسي گل
وانگر ٽڙي پيو. کيس چڻ ته عيسيٰ عليہ السلام نظر آيو.
ٻار جي استاد سان وڃي مليو ۽ منٿ ميڙ ڪري، ڪانئس
ڪلاڪ به موڪل وٺي، ٻارڙي کي اسٽوڊيو ۾ وٺي ويو.
سندس تصوير ٺاهيائين ۽ کيس انعام ۾ مٺايون ڏيئي،
اسڪول ۾ ڇڏي ويو. جنهن به نمائش ۾ اها تصوير رکندو
هو، تنهن ۾ اها انعام کٽندي هئي. ماڻهو ٻار جي تصوير
ڏسي چوندا هئا ته ڪهڙو نه معصوم آهي، جهڙو حضرت
عيسيٰ.
ان ڳالهه کي ڪيئي ورهيه وري ويا. فنڪار کي هاڻي
شيطاني چهري جي تلاش هئي. پر جيڪو به ڀيانڪ چهرو
ڏسي، ان ۾ کيس اشرافت جو ڪونه ڪو انگ نظر اچي
وڃي. نااميد ٿي وري اڳتي پنڌ پوي. ويهن پنجويهن ورهين
جي رولڙي ڪانپوءِ، آخرڪار، ڪنهن قيد خاني اڳيان، کيس
قيدين جو هڪ ٽولو رستي تي پٿر ڪٽيندي نظر آيو. قيديءَ

جي منهن ۾ ڪيس شيطان جو روپ نظر آيو. جمعدار وٽ ويو ۽ ڪنهن طرح ڪيس راضي ڪري، ڪلاڪ پن لاءِ انهيءَ قيدي کي اسٽوڊيو ۾ وٺي ويو. سندس تصويرٺاهيائين ڪجھ انعام اڪرام ڏيئي، واپس جمعدار وٽ وٺي ويس. موڪلائڻ مهل قيديءَ چيس ته ”مون کي ايتروته ٻڌاءِ ته تو منهنجي تصوير ڇو ٺاهي؟“
فنڪار چيس ته ”اهو ٻڌي توکي ڏک ٿيندو.“
پر جڏهن قيديءَ زور ڀريس، تڏهن لاچار ٿي، ڪيس سچي ڳالھ ٻڌايائين. قيديءَ ڳالھ ٻڌي چيس ته:
”منهنجي، منهن ۾ ڇتائي نهار.
مان اهو ساڳيو ئي ٻار آهيان،
جنهن جي تو ويھ ورهيه اڳ
تصور ٺاهي هئي.“
او هينريءَ جو مطلب آهي ته هي معاشرو ئي آهي، جيڪو معصوم ٻار کي عيسى مان شيطان بنائي ڇڏي ٿو.
مشرقي مفڪرن ۽ اديبن ۾ شيخ سعدي ان نظريي جو قائل هو ته ”تخم جو تاثير“ ماحول کان وڌيڪ اثر رکي ٿو. هن به او هينريءَ وانگر، افسانوي اندازم، ۾ پنهنجي نظريي جي وضاحت خاطر ”گلستان“ ۾ هڪ قصو بيان ڪيو آهي ته:
”ڪنهن جبل تي ڌاڙيلن جو ٽولو رهندو هو، جنهن خلق جي لاءِ وڏو آزار پيدا ڪيو. آخر، بادشاهه جبل تي لشڪر

چاڙهي موڪليو، جنهن ان ٽولي کي وچي ختم ڪيو. ذاڙيلن جو ڪو معصوم ٻار هو، جنهن تي رحم کائي، وزير، بادشاهه کي سفارش ڪري، موت کان بچائي ورتو ۽ پنهنجي گهر آڻي، پيار سان پرورش ڪيائينس. جڏهن اهو ٻار جوان ٿيو، ته سڌرڻ بدران، پنهنجي محسن وزير کي ماري، ساڳئي جبل تي پنهنجي پيءُ ڏاڏي وانگر وچي ذاڙيلن جي پاٿاري قائم ڪيائين.“

سياڻي سعديءَ، اوهينريءَ جي راءِ کي رد ڏنو آهي ته ماحول ئي انسان جو مزاج مٽائي ٿو ۽ حالتن بدلجڻ سان انسان جي چال چلگت بدلجي ويندي. هو ان راءِ جو هو ته ”بگهڙ جو ٻچو بگهڙ ٿيندو.“

**سنڌيءَ ۾ ٻه اهڙي هڪ چوڻي آهي ته:**

”ڏوپي منجهه درياهه، ته به اوجهه نه ڇڏي اوجهري.“

پر، ساڳئي وقت ان جي ابتڙ ٻي به هڪ چوڻي آهي ته:

”ڀلن پيٽان ڀلا ۽ ڀلن پيٽان ڀلا.“

اسان جي ڳوٺ ۾ هڪڙو هاري هوندو هو، منهنجو مائٽ هو. اسان کيس ادا ميرل ڪوٺيندا هئاسين. صفا اڻ پڙهيل، ڪورو چٽ هو. پر، ڇا ڇئجي سندس اعلى اخلاق. سڄي عمر ڪڏهن به ڪنهن سان جڏو ڦڏو ڪونه ڪيائين. نه وري ڪا ساهواري شيءِ کاڌائين. ٻاچي کائيندو هو، يا کير مکڻ ۽ لسيءَ مانيءَ تي گذر ڪندو هو. ٻيو ته ٺهيو، پر

ڪنهن جو ڪو مهمان ايندو هو، ته ڪڪڙ کي سير به ڪو نه وجهي ڏيندو هو.
اڪثر خاموش رهندو هو. پر زندگيءَ ۾ پرپور دلچسپي وٺندو هو. رات جو روزانو ڳوٺاڻي ڪچهريءَ ۾ ويندو هو. ڪل پوڳ تي مشڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ به هٽي ڪيندو هو. پر ڪو به ائين چئي ڪونه سگهندو ته ”ادا ميرل ڪڏهن ڪيس رنجايو.“ سڀ سندس نيڪي ڪندا هئا. زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾ پابنديءَ سان پنج وقت نماز پڙهندو هو.
حقو ڇڪيندو هو. سدائين سادي قميص ۽ موچڪي جتي پائيندو هو. مٿي تي اچو پٽڪو ۽ بت تي اجرڪ ويڙهيندو هو. هيڪر، مون ڪيس حيدرآباد مان نئون اجرڪ وٺي موڪليو. ڏاڍو خوش ٿيو.
سندس مزاج جي برعڪس، سندس والد مرحوم، پنهنجيءَ جوانيءَ ۾ ڏاڍو ارڏو مڙس هوندو هو. نه پڇجي ته ڇا ڇا ڪيائين؟ اهو پڇجي ته ڪهڙو ارڏو ڪم نه ڪيائين؟ پر سندس پٽ، ادا ميرل گلاب جو گل ٿيو. مٿس پنهنجي گهر جي ماحول جو اثر ڪو نه ٿيو.
چون ٿا ته هندستان جو هاڪارو حاڪم اڪبر بادشاهه به ادا ميرل وانگر اڻ پڙهيل هو. پر پورا پنجاهه ورهيه بادشاهي ڪيائين. ايڏي ته ذاڪ هئس، جو يوروپي قومون،

جن کي هاڻي اسان سفيد سياه جو مالڪ سمجهون ٿا، کيس ”مغل اعظم“ ڪوٺينديون هيون.
اڪبر بادشاه پاڻ وٽ داناءَ ماڻهو گڏ ڪيا، جن کي نورتن ڪوٺيندا هئا. اهي کيس عقل ۽ سياڻپ جون ڳالهيون ڏسيندا هئا. ائين کيس ”زندگيءَ جي بنيادي حقيقتن“ معلوم ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو، هلڪين سلڪين ڳاليهن تان ارواح ڪڇي ويو ۽ گنڀير مسئلن تي گفتگو ٻڌڻ جو شوق ٿيو. ”سچ ڇا هي؟“ ”حياتي جو مقصد ڇا هي؟“ ”موت ڇا هي؟“ موت کان پوءِ ڇا هي؟“ فتح پور سڪريءَ ۾ هڪ خاص جاءِ جوڙايائين. مقرر ڏينهن تي، مڙني مذهبن جي مفڪرن جا مباحثا ڪرائي، ”سچ“ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندو هو.
ائين پاڻ جيڪي بنيادي نتيجا ڪڍيائين، تن ۾ هڪ اهو هو ته ساه واريون شيون يعني گوشت مڇي وغيره کائڻ ڇڏي ڏنائين. هڪ دفعي ڏک مان چيائين: ”جيڪڏهن ماڻهن کي گوشت کائڻ جو ايڏو ئي شوق آهي، ته ڪاش، اڪبر جي بت تي ايڏو گوشت هجي ها، جو سندن پيٽ پري سگهي ها.“
گويا، اڪبر بادشاه به ادا ميرل وانگر، زندگيءَ جي آخري ايام ۾، ساهوارن يعني زندگيءَ جو احترام ڪرڻ سکيو، توڙي جو ٻنهي جو ماحول ساڳيو ڪونه هو، هڪ بادشاه هو ۽ ٻيو هاري. اڪبر بادشاه ته دنيا جي وڏن وڏن عالمن

جا وعظ ٻڌا هئا، پر ادا ميرل کي نڪي ته گوتم ٻڌ جي ڪنهن پوئلڳ زندگيءَ جو احترام سيکاريو هو، نه وري جين ڌرم جي ڪنهن ڏگمبر کان ڪو ويا کياڻ مليو هو.
ان جو مطلب اهو ٿيو ته اهو ضروري ڪونهي ته صرف ماحول ئي ماڻهوءَ جي مزاج کي مٽائي ٿو. پر، پنهنجيءَ جاءِ تي اها ناقابل ترديد حقيقت آهي ته ماحول ۽ مادي حالتن جو ماڻهوءَ جي مزاج تي وڏو اثر پوي ٿو. اهي سندس عادتن ۽ سندس نفسيات تي گهڻي قدر اثر انداز ٿين ٿيون.
انگريزن جي ڏينهن ۾ درسي ڪتاب ڏاڍا هوندا هئا. (اسان کي آزادي ڇا ملي، ڇڻ ته ڪم لهي ويو). انگريزي دور جي درسي ڪتابن ۾ عقل ۽ ڏاهپ جا نڪتا ڏنل هوندا هئا. هڪڙو سبق هو:
”گلن واريءَ ۽ ساٿياڻيءَ جي ڳالهه.“
ٻنهي ڇڻين جي پاڻ ۾ ساهيڙپ هئي. هڪ رات ساٿياڻي پنهنجيءَ ساهيڙيءَ، گلن واريءَ وٽ اچي مهمان ٿي.
پر ننڊ ئي نه اچيس. آخرڪار، اڌ رات جو سهيليءَ کي جاڳائي، چيائينس ته: ”ادي تنهنجن گلن ڦلن جي سرهاڻ ته منهنجي ننڊ ئي ڦٽائي وڌي آهي ڪا مڇيءَ جي گندي ٿوڪري هجئي، ته پلائي ڪري ڏينم ته مٿي جي پرسان رکي سمهان، ته من ائين ڪو ننڊ جو جهوٽو اچي.“

* * *

ساهوارن جي سائنس (Biology) جي نظريي ارتقا جي مڃيندڙن جو ته عقيدو ئي اهو آهي ته ذرتيءَ تي حياتيءَ جي شروعات هڪ سادي نموني جي ساهواري وسيلي ٿي. ماحول جي اثر ۽ تقاضائن موجب ان جون صورتون بدلبيون ويون. هر ڪو ساهوارو، وقت گذرڻ سان، ذرتيءَ تي نين نين حالتن موجب جياپي لاءِ پنهنجون عادتون بلڪ شڪل ۽ صورت بدلائيندو ويو. اڄ ذرتيءَ تي مختلف قسمن جا پکي، جيت، جڻيا، جانور، مڇيون ۽ مانگر مڇ موجود آهن، تن سڀني جي شروعات، لکين ورهين اڳ، ساڳئي نموني ۾ ٿي هئي. سڀني جو نقطه آغاز Starting Point ساڳيو هو. پر، وقت ۽ حالتن جي تقاضائن کين مجبور ڪري وڌو ته پنهنجي جياپي لاءِ نين نين حالتن تي پاڻ کي هيرائين ۽ پنهنجون عادتون بدلائين. ائين ڪندي ڪندي، مٿن جيڪي اثر پيا، تن جي ڪري سندن شڪليون به متاثر ٿيون. ان سڄي عمل جو بنيادي سبب وجود جو بچاءُ ۽ بقاءُ هو.

انهن عالمن جو چوڻ آهي ته بقاءَ جي جدوجهد ۾ سوڀ ۽ سرسي ان ساهواري کي نصيب ٿئي ٿي، جيڪو ٻئي کان ڏاڍو آهي. ڏاڍو سو گابو. ننڍي مڇي وڏيءَ مڇيءَ جو کاڄ آهي. فطرت جو اهو اصول روز اول کان اڄ ڏينهن تائين جاري ۽ فطري آهي.

شايد، ڏاڍو سو گابو واري نظريي هيٺ، اڳتي هلي، انساني سماج ۾ سرمايه دارانه نظام زور ورتو. ان نظام ۾ انسان جيڪو ڏک ڏٺو، ان کان باغي ٿي، هن سوشلسٽ نظام يا اشتراڪيت جو نظام ايجاد ڪيو. سوشلسٽ نظريي جا حامي ان خيال جا آهن ته ماڻهو پنهنجن حالتن جي پيداوار آهي ۽ خانگي ملڪيت ئي فساد جي اصل جڙ آهي. سندن چوڻ آهي ته جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ اشتراڪي يا سوشلسٽ نظام قائم ٿيندو ۽ خانگي ملڪيت ختم ٿيندي، تڏهن ان ملڪ جي رهاڪن کي انصاف پلئه پوندو. سوشلسٽ انقلاب ڪا سولي ڳالھ نه آهي، پر ناممڪن به ڪونه آهي. مثال طور، دنيا جي ٻن وڏن ملڪن روس ۽ چين، ۽ پوءِ ٻين ملڪن ۾ به اهڙو انقلاب آيو.

مون روس ڪو نه ڏٺو آهي، پر چين ٻه دفعا ڏٺو اٿم. پهرئين دوري ۾ هڪ ڏينهن چيني سونهون انسان کي ديوارِ چين ڏيکارڻ هليو. جڏهن موٽياسين ته رستي تي موٽر خراب ٿي پئي. جيسين ٻي ڪا موٽر ڪٽڻ اچي، تيسين هو رستي جي پاسي سان، ڪنهن هاريءَ جو گهر ڏيکارڻ وٺي هليو. هڪ پڪي ڪوٺي هئي ۽ ان جي اڳيان چڱو صحن هو. صحن ۾ هڪ ڳئون ۽ ان جو گابو ٻير جي وڻ هيٺان ٻڌل هئا. ڪوٺيءَ جي پاسي ۾، هڪ ڪکائون بورچيخانو ٺهيل هو. ان ۾ هاري، سندس گهرواري ۽ ٻه ٻار منجهند جي ماني

ڪائي رهيا هئا. ڪاٺ جي هڪ صندليءَ تي ٻه پيالا رکيل هئا، جن ۾ گوار جي ڦرين وانگر ڪا ڀاڄي هئي، جيڪا هو ڊبل روٽيءَ سان ڪائي رهيا هئا. هاريءَ جي وڏي ڌيءُ ڪوٺيءَ جي در تي ويٺي هئي. هٿ ۾ ريڊيو هوس، جو ٻڌي رهئي هئي. اسان جي سونهين چيني زبان ۾ ڪجھ چين، ان. تي ٽي ڪرسيون کڻي آيا ۽ اسان کي ٻہر جي وڻ هيٺان وجهي ڏنائون. ٽيئي ڪرسيون ڪاٺ جي تختي سان ٺهيل هيون، پر، نيون نڪور هيون. اسان کان کائڻ پيئڻ جو ڪجھ ڪو نه پڇيائون. گهڙي کن گذري، ته شهر مان ڪار اسان کي کڻڻ لاءِ پهچي ويئي. جڏهن ڪار ۾ ويٺاسين، ته اسان جي چيني سونهين چيو ته ”مان چاهي ٿي ته اوهان کي هاريءَ جو گهر ڏيکارڻ وٺي هليو هوس ته اوهان سندس رهڻي ڪهڻي ڏسو“ مون کيس چيو ته ”چين جي سمورن هارين جي رهڻي ڪهڻي ائين ئي آهي؟“ چيائين ته ”وچولي طبقي جي هارين جي رهڻي ڪهڻي ائين آهي.“ مون چيو ته ”مٿئين طبقي جي هارين جي رهڻي ڪهڻي ڪيئن آهي؟“ چيائي ته ”مثال طور انهن وٽ ريڊئي بدران ٽي وي هوندي، ۽ کاڌي ۾ ڀاڄيءَ سان گڏ مڇي هوندي.“ مون چيو ته ”هيٺين درجي جي هارين جي حالت ڪيئن هوندي؟“ چيائين ته انهن وٽ ريڊيو به ڪو نه هوندو ۽ کاڌي ۾ ڀاڄي ڪا نه هوندي. ماني چٽڻيءَ سان کائيندا.“ ان

تي مون چيني سونهين کان پڇيو ته ”تون ڇئي سگهندين ته جڏهين چين ۾ رات پئي ٿي، تڏهن سڄو ملڪ پرئي پيٽ سان سمهي ٿو؟“
چيني سونهون اول ته منجهي پيو. ڪجھ دير کان پوءِ، دٻيل زبان سان آهستي، چيائين ته ”شايد پهاڙي علائقن ۾ ماڻهو بکئي پيٽ تي سمهن ٿا.“ سوشلسٽ چين جي اها تصوير، چيني حڪومت جي ترجمان جي چوڻ موجب، انقلاب کان ڇاليھ ورهين پوءِ بيٺي هئي.
انقلاب کان اڳ جون حالتون ته شايد تمام سخت خراب هيون. ڪراچي ۾ نارٿ ويسٽرن هوٽل جو مالڪ، (مرحوم) آغا يوسف منهنجو بزرگ دوست هوندو هو. شانگهائيءَ ۾ سندس هوٽل هوندي هئي. ڳالھ ڪيائين ته ”انقلاب کان اڳ واري زماني ۾، چين تي يورپي قومن جو تسلط هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن درياھ جي ڪناري پڪنڪ ڪندا هئا. ماني کائي، جڏهن اوباريل ٽڪرا اڇلائيندا هئا، ته غريب چيني ماڻهو ڪتن ۽ ٻلن جي ڪٺڪن وانگر انهن جي مٿان وڃي ڪڙڪندا هئا.“
اهو منظر خيال ۾ رکبو، ته مڃڻو پوندو ته سوشلسٽ انقلاب چين ۾ خوشي ۽ خوشحاليءَ جي لهر آندي هئي. مون سڄي چين ۾ ڪو به ماڻهو پننددي ڪونه ڏٺو. نه ڪنهن کي پيرين اگهاڙو ڏٺو. ننڍيءَ عمر جا جوان مرد ۽ زالون، شهرن

توڙي ڀهراڙين ۾، سخت محنت ڪندي برابر ڏنم، پر ساڳئي وقت ڪنهن کي به بيروزگار ڪو نه ڏٺم. سندن غريباڻا گهر به ڏٺم. ٺيڪ ٺاڪ هئا. ڏوهن جون خبرون ڪي ورلي ٻڌڻ ۾ ٿي آيون. مرد ۽ عورت ۾، ان معنى ۾ ڪو به فرق ڪونه هو، ته ٻئي گڏ پوک ۾ محنت يا ڪارخاني ۾ مزوري يا ڪنهن آفيس ۾ نوڪري ڪري رهيا هئا. پنهنجي پنهنجي ڌنڌي ۽ ڪم ۾ مشغول هئا. پردي جو ته خير سوال ئي ڪونه هو، پر ڪنهن به جنسي بدڪاريءَ يا تشدد وغيره جي ڪا ڳالهه به اسان جي ڪن تي ڪانه پئي. مرد ۽ عورت پنهنجي مرضيءَ موجب، بنا ڪنهن رنڊڪ ۽ رڪاوٽ جي، فوراً شادي ڪري ٿي سگهيا. ڪين مسئلو فقط گهرَ حاصل ڪرڻ جو هو. جڏهن شاديءَ جو فيصلو ڪندا هئا ته گهر لاءِ درخواست ڏيئي ڇڏيندا هئا. واري اچڻ تي ڪين گهر ملندو هو، ته شادي ڪري ڇڏيندا هئا. اسان وٽ غلط پروپئگنڊا هئي ته سوشلسٽ نظام ۾ جنسي آزادي آهي. منهنجي مشاهدي موجب اهو دنيا جو وڏي ۾ وڏو ڪوڙ هو، جنهن جو حقيقت سان ڪو به واسطو ڪو نه هو. مون سوشلسٽ چين جي عورتن ۾ بي انتها حياءُ ۽ حجاب ڏٺو.
پر، ائين به ڪونهي ته ڪو سوشلسٽ انقلاب چين ۾ ڌرتيءَ تي بهشت آندو هو. غربت ”نوشته ديوار“ وانگر ماڻهن جي منهن تي لکيل هئي. عيش عشرت جنهن شيءِ جو نالو، تنهن

جو ته خير ڪٿي نالو نشان به نظر ڪونه آيو، پر ماڻهن جي منهن تي ڪا سرهائي ۽ خوشي ئي ڪانه هئي. هر ڪو چڻ ته پنهنجيءَ هڻ هٽان ۾ هو. پيٽ جي دوزخ کي پوري ڪرڻ ۾ پورو هو. مردن ۽ عورتن کي لباس ساڳيو هو. گرميءَ جي مند هئي، چئن رنگن يعني سفيد، سبز، نيري ۽ ڳاڙهي رنگ جون بشرٽون چوٽين ٻانهن سان ۽ پينٽون دڪانن تي هزارن ۽ لکن جي تعداد ۾ پيون لٽڪنديون هيون. مرد به اهو لباس پائي ته عورت به. بوٽ به ٻنهي کي ساڳيو. پيچنگ ۾ مون نوجوان زالن کي ڊبل ڊيڪر بس ڊرائيور ڪندي ڏٺم. جنهن هوٽل ۾ رهندا هئاسين، ان جي لفٽ آپريٽر هڪ جوان ڇوڪري هئي. سڄو وقت ڪوماڻل سائيءَ چاءِ جو ڪوپ پاسي ۾، وهڻ لاءِ لفٽ ۾ اسٽول. پورا اٺ ڪلاڪ ڳپي جي ڳولا لاءِ محنت ڪندي رهندي هئي.

آزاديءَ جي هوا جي به ڪافي ڪمي محسوس پئي ٿي. چڻ ته ڪا ذهني گُهٽ هجي. اديبن ۽ دانشورن سان اسان جون جام ملاقاتون ٿيون. چين جي اديبن کي لکڻ لاءِ مٿان ئي مٿان عنوان ۽ موضوع مقرر ٿي ملندا هئا. سو، مان ڪليل ڪلايو مٿن تنقيد ڪندو هوس ته اوهان وٽ پڙهڻ ۽ لکڻ لاءِ آزادي ڪانه آهي. مثلاً اوهان اختلافي امور تي لکي نٿا سگهو. اسان جي دوري جون جيڪي خبرون ڇپيون هيون،

تن ۾ مون کي اول ممتاز افسانه نويس ۽ پوءِ Critic
Rabbani from Pakistan لکندا هئا.
مان پنهنجي ملڪ جو ذڪر ڪندي چوندو هوس ته اسان جي اديبن کي پوري پوري آزادي آهي. جيڪي چاهين، سو لکي سگهن ٿا. نانچنگ ۾ انگريزي زبان جي استاد ۽ هڪ چيني اديب منهنجي انهي دعوا جي جواب ۾ مشڪي هڪ طنزيه محاورو استعمال ڪيو، جو اجا تائين وساري نه سگهيو آهيان. چيائين ته:
"Friend, you are talking of woollen heights."
چين ۾ سوشلسٽ انقلاب جي باني، چيئرمين مائوءَ پنهنجي سوشلسٽ نظريي موجب، چيني معاشري جي نئين سر اڏاوت شروع ڪئي هئي. هن هڪ دفعي، پاڪستاني اديبن جي هڪ وفد کي مشورو ڏنو ته "پنهنجي معاشري کي نئين سر اڏڻ گهرو ٿا، ته ان جي سرحدن کي غير ملڪي ثقافت جي اثر کان محفوظ رکڻ لاءِ سيل مهر ڪري ڇڏيو."
پاڻ ان ئي اصول تي عمل ڪيائين. نتيجي طور جيڪو چيني معاشرو تعمير ٿي رهيو هو، ان جي تصوير مون مٿي ڇڏي آهي.
اسان جي دوري وقت، مائو هي جهان ڇڏي چڪو هو. اسان بيچنگ جيMemory Hall ۾ سندس زيارت ڪئي. شيشي جي تابوت ۾ ادبي ننڊ ۾ هو.

اسان جو چين جو دورو پندرهن ڏينهن جو هو. ان مختصر عرصي ۾ ايڏي وڏي ملڪ بابت صحيح راءِ قائم ڪرڻ مشڪل آهي. پاڪستان ۾ هڪ چيني خاتون اردو سکڻ آئي. ساڻس دعا سلام ٿي ويئي. مون وٽ گهر ايندي هئي. ساڻس جيڪي مجلسون ۽ بحث مباحثا ٿيا، تن ۾، پوئين دور ۾، چيئرمين مائوءَ جي آندل ثقافتي انقلاب جون ڏکوئيندڙ ڳالهيون ٻڌم ۽ احساس ٿيم ته ثقافتي انقلاب مائوءَ جهڙي عظيم انسان جي وقار کي ڌڪ هنيو ۽ سڄي ملڪ کي لوڏي ڇڏيو.

مائيءَ جي ڳالهين مان پتو پيو ته مائو ملڪ جي مڃيل متبرڪ شخصيت اڃا به آهي پر چيني ماڻهو هاڻي وڌيڪ قدر ۽ عزت چو اين لائي جي ڪن ٿا.

مائيءَ جي ڳالهين مان اهو به پتو پيو ته مهانگائي اتي به ايتري آهي، جيتري پاڪستان ۾. ماڻهو خوش به ڪونهن. پر ملڪ ۾ بيروزگاري به ڪونهي، ۽ ننڍ وڏائيءَ جو به ايڏو فرق ڪونهي. هڪ ڏينهن کلي مون کي چيائين ته ”توکي جيتري پگهار يا ٻيون رعايتون موٽر، ٽيليفون وغيره حاصل آهن. اوتريون اسان جي ملڪ ۾ صدر يا وزيراعظم کي مس هونديون.“

خدا ڄاڻي ته حقيقت ڇا هئي؟ پاڻ بهرحال تعليم کاتي ۾ استاد هئي. پنهنجي پگهار جي اسان جي ملڪ جي استادن

جي پگهار سان پيٽ ڪندي، مون کي ٻڌايائين ته ”هتي جا استاد مزي ۾ آهن.“ چيائين ته اسان لٽي ڪپڙي تي ايترو خرچ ڪو نه ڪندا آهيون، جيترو هتي زالون ۽ مرد ڪن ٿا، پر پيٽ چڱيءَ طرح پري کائيندا آهيون. ائين به چيائين ته چين ۾ ڳوٺن جي رهاڪن جي اشتراڪي نظام ۾ پلائي ۽ بهتري ٿي آهي.

انهيءَ پس منظر ۾ مون جڏهن کوٽي کوٽي ڪانئس ڪي اونها سوال ڪيا، ته ائين پانيم ته سورهن آنا سچ ٻڌائڻ کان هٻڪي رهي هئي ۽ ڪن عيبن اوٽاين تي چاٽي ٻجهي پردو وجهي رهي هئي. ان مان سمجهيم ته توڙي جو مائوءَ تي سندس مخالفن طرفان آپيشاهيءَ ۽ سخت گيريءَ جو الزام آهي، پر سندس وفات کان پوءِ به چين ۾ ذهني طرح اجا به گهُٽ ۽ ٻوسٽ محسوس ڪئي وڃي ٿي.

پاڪستان ۽ چين جي وچ ۾ هڪ ثقافتي معاهدي هيٺ اديبن جا وفد سال بسال دوري تي ايندا ويندا آهن. جڏهن مان اڪيڊميءَ ۾ ملازم ٿيس، ته چيني اديبن جي وفدن جي دورن جا انتظام ڪندو هوس. انهن دورن ۾ چيني اديبن سان اشتراڪي نظام ۽ مغربي سرمايه دارانه جمهوري نظام بابت، علمي استفادي جي لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن بحث مباحثو ڪندو هئس.

چيني اديبن مون کي صاف صاف ٻڌايو ته، ”چين ۾ هونئن ته مائوءَ جي مرڻ کان پوءِ به سوشلسٽ نظام قائم آهي، پر هاڻي خانگي ملڪيت، ڌنڌي ۽ خانگي واپار جي عام ماڻهن ۽ خود ٻاهرين ڪمپنين کي وري اجازت ملي آهي ۽ سندن اثر ڪري چين ۾ سادگي ختم ٿي وئي آهي ۽ مغربي دنيا وارا نوان فيشن به شروع ٿي ويا آهن.

مائوءَ جي موت کان پوءِ سندس سياسي مخالفن کي اقتدار مليو. هنن پنهنجي عقيدي موجب، چين جون سيل مهر ٿيل سرحدون سڄيءَ دنيا لاءِ کولي ڇڏيون ۽ سندن پنهنجن لفظن ۾ Open Door پاليسي اختيار ڪيائون. تاويل اها ڪيائون ته بدليل حالتن ۽ وقت جي تقاضائن موجب ائين ڪرڻ کان سواءِ چين ترقي ڪري نه سگهندو.

نئين پاليسيءَ ڪري ٻاهرين ملڪن جي سياحن ۽ سيلانين جا ڪٽڪ چين ۾ اچڻ لڳا.

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”ڪارو وهي ڪبري سان، رنگ نه مَٽي ته عادت ضرور مَٽي“. غير ملڪي سيلانين ۽ سياحن جي آمد ۽ خود چيني نوجوانن جي ٻاهرين ملڪن ۾ تعليم ۽ تربيت رنگ لاتو. ڪجھ عرصو اڳ فار ايسٽ رسالي ۾ پڙهيو ته ”هانگ ڪانگ جي پرسان ڪئنٽن جي پاسي، ڏوھ وڌيا آهن. جينس ۽ ڪوڪاڪولا ڪلچر“ عام

ٿيڻ کان پوءِ رشوت، سمگلنگ، اگھاڙين فلمن، زنا، زوري زنا ۽ قتل جا واقعا عام ٿيا آهن.
اها بهرحال اخباري پڙ سڏ هئي. پر، گذريل سال (1989ع) ۾، ستن سالن کان پوءِ، چين کي پيهر پنهنجن اکين سان ڏسڻ جو موقعو مليم. هونئن ته سوشلسٽ نظام اڃا قائم هو، پر فرق واضح هو. ملڪ ۾ مهانگائيءَ جي عام دانهن هئي. شهرن ۾ فئشن شروع ٿي ويا هئا. سادگيءَ جو نالو نشان به ڪونه رهيو هو. زالن ۾ مغربي جينس يا ريشمي لباس ۽ مڪمل ميڪ اپ جو رواج عام ٿي ويو هو. پيڪنگ جي هوائي اڏي تي ڪتابن جي دڪان تان پاڪستاني سفارتخاني جي عملدار، هڪ رسالو خريد ڪرڻ لاءِ چيو. مون پڇيس ته ڪهڙي خوبي اٿس؟ چيائين ته کولي ڏس. سرڪار جي ثقافت کاتي جو ئي شايع ڪيل آهي. اڃا جو ڏسان ته سڄي رسالي ۾ خوبصورت چيني عورتن جون عريان تصويرون! کلي چيائين ته، ”سائين اوهان غلط موسم ۾ چين گھمڻ آيا آهيو. سردي شروع ٿي چڪي آهي. برفباري ٿيڻ واري آهي. ڪير به گھر کان ٻاهر نڪري ڪونه ٿو سگهي. گرميءَ جي مند ۾ اچو ها ته نوجوان مردن ۽ زالن کي باغن ۽ پارڪن ۾ ڪنهن ٻئي رنگ ۾ ڏسو ها.

مون سمجهيو ته هي يار وڏاءُ ٿو ڪري. پر، اروم‍چيءَ کان بيجنگ ڏانهن موٽندي. خود چيني سونهين چيو ته بيجنگ جي گلين ۽ گهٽين ۾ چيني طوائفون نظر آيون آهن. سوچيم ته سوشلسٽ انقلاب کي پريا چاليهه ورهيه گذري ويا. جيڪا عورت ان وقت ان ڏنڌي ۾ هوندي، ان جي عمر سترهن ارڙهن ورهيه ته ضرور هوندي. چاليهه ورهيه پوءِ اها پنجاهه ٺپي سٺ ورهين کي سٽائي ٿي هوندي. ان جو مطلب ته چيني سونهون جن طوائفن جو ذڪر ڪري ٿو، تن سوشلسٽ نظام ۾ ئي هن دنيا ۾ اکيون کوليون هونديون. ست سال اڳ چيني سونهين مون کي چيو هو ته، ”رڳو پهاڙي علائقن ۾ ماڻهو بکئي پيٽ تي سهن ٿا.“ پوءِ هاڻي بيجنگ ۾ طوائفون ڪٿان آيون؟ طوائف جو ڌنڌو جسم فروشي آهي. اهو ڪڏو ڪم ته انهي کان ٿيندو، جنهن کي جياپي لاءِ ٻي ڪا به واهه نه هجي.

وطن واپس پهتس ته مهيني _ ٻن کان پوءِ اروم‍چيءَ مان هڪ اديب جو دوست اسلام آباد آيو. ڪيس به ٿي دفعا گهر مانيءَ تي سڏيم. ڳالهين مٿي ڳالهيون نڪتيون. ٻڌايائين ته اسان وٽ به ٻهراڙين ۾ ماڻهو اڻ پڙهيل ۽ پيرين اگهاڙين آهن. پر، اميرن ۽ غريبن ۾ ايڏو فرق ڪونهي. پڇيومانس ته چوري آهي؟ چيئين ته عام آهي. مون چيو ٻيو ڏوهه؟ چيائين ته اروم‍چيءَ ۾ ماڻهو رات جو نوين بجي کان پوءِ

گهر کان ٻاهر نڪرن ئي ڪونه. مون چيو ته سنڪيانگ صوبي ۾ اها حالت آهي يا ٻين ۾ به؟ چيائين ته اسان جي پاسي واري صوبي ۾ ته تمام خراب حالت آهي. ڪي ماڻهو ته ويچارا بک وگهي مريو وڃن.
ڪجھ وقت اڳ اخبار ۾ پڙهيم ته چين ۾ آخرين ڪميون ختم ڪئي ويئي آهي. سوچيم ته ڪميون اکر ۽ ڪميونزم ساڳيءَ مصدر مان نڪتا آهن. ان جو مطلب ته سوشلٽ انقلاب ۽ ڪميونزم جو نظام به چين جو ڏک ڏور ڪري نه سگهيا.
تازو اخبارن ۾ خبر آئي ته روس ۾ لينن جا بت پٽيا اٿن ۽ مشرقي يورپ جي ملن ۾ سوشلسٽ نظام جي خلاف عام بغاوت آهي. جڏهن هي مقدمو لکي رهيو آهيان، ته آذربائجان جي علائقي ۾ به مسلمانن ۾ بغاوت پڙڪي اٿي آهي. هنن روس سان قطع تعلق ڪري، اتر ايران سان گڏجي ”اسلامي – ملڪ“ قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو آهي ۽ ڪميونزم کان توبھ ڪئي آهي.
چين ۽ روس جي واقعن مان اهو نظريو غلط ثابت ٿيو ته ذاتي ملڪيت ئي فساد جي جڙ آهي ۽ ماحول مٽائبو ته ماڻهوءَ جو خود غرضيءَ وارو مزاج به بدلجي ويندو.

سوشلسٽ نظام انسان کي بک، بيماري ۽ گناه کان نجات ڏياري ڪو نه سگهيو ۽ نه وري ڌرتيءَ تي بهشت قائم ڪرڻ وارو خواب شرمنده تعبير ٿيو!
سوشلسٽ نظام انسان کي بک، بيماري ۽ گناه کان نجات ڏياري ڪو نه سگهيو ۽ نه وري ڌرتيءَ تي بهشت قائم ڪرڻ وارو خواب شرمنده تعبير ٿيو!
سنڌ جي صوفي شاعر دريا خان، الائي ڪهڙيءَ ڪيفيت ۾ فرمايو هو:

شاه حُسَن تنهنجي شوق ۾ لاڳاپا ويا لهي لهي

بهشت دلاسو، دوزخ دڙڪو، ڏاه ويا سڀ ڏهي ڏهي

خود غرضي، خود مطلبي، ذاتي سک آرام ۽ خانگي ملڪيت سان محبت انسان جي مزاج ۾ شامل آهي، بلڪ ائين کڻي چئجي ته زندگيءَ جي بنيادي خصلت آهي.
ڳالھ ڪندا آهن ته ڪنهن بادشاھ پنهنجن درٻارين کان پڇيو ته ”دنيا ۾ سڀ کان پيارو ڪير آهي؟“ ڪنهن ڪين چيو، ڪنهن ڪيئن، هڪ وزير جواب ڏنو ته اولاد سڀ کان پيارو آهي. سڀني واھ واھ ڪئي. پر وڏي وزير اختلاف ڪيو. چيائين ته ساھ اولاد کان به مٿو آهي! آزمودي لاءِ درٻارَ ۾ هڪ پولي گهرايائين. ڳوڇيءَ ۾ زنجير وڌائينس ۽ زمين ۾ ڪلو کوڙي، ان سان ٻڌي ڇڏيائينس. چوڌاري واري وچايائين. پوليءَ کي ٻچو به ساڻ هو. جڏهن سج مٿي

چڙهيو ۽اس زور ورتو ته پولي پريشان ٿي. هيڏي هوڏي سٿون ڏيڻ لڳي. اس ۾ واري هيڪاري گرم ٿي ته پوليءَ جو ٻچو دانهون ڪرڻ لڳو. اهو ڏسي پوليءَ ٻچي کي هنج ۾ لڪايو. گهڙي کن گذري ۽ اس اچا به زور ورتو. جڏهن پوليءَ جا پير سڙڻ لڳا، تڏهن ٽپو ڏيئي، پنهنجي ٻچي تي چڙهي ويٺي.

خود غرضي، انسان جي خمير ۽ ضمير ۾ ڏاڍي ڪا اونهي آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ مير جو قصو پڙهيم، جنگ جي ميدان ۾ زخمي ٿي پيو. جان بچي ويس. ٿڪو ماندو، اڃيو، بکيو، رت ڳاڙيندو، واهه جي ڪپ تي پهتو. ٿڌو ساهه پري، پنهنجي پياري نوڪر کي چيائين ته، ”ابا، ڪو پاڻيءَ چڪو ته پيار“.

وفاداري نوڪر، اڃايل آقا کي پاڻي ته ڪونه پياريو. پر، سندس چيلهه ۾ ٻڌل سونيءَ ترار جي لالچ ۾، کيس گهٽا ڏيئي واهه ۾ ٻوڙي ماريو.

پير علي محمد راشديءَ جو خيال هو ته انسان انتهائي خود غرض آهي. جيڪڏهن ڪانئس ڪو به چڱو ڪم ٿئي ته اهو ڪو اتفاق سمجهڻ گهرجي. ”اهي ڏينهن، اهي شينهن ڪتاب ۾ انسان جي مزاج متعلق پنهنجو مشاهدو قيصر خان بوزدار جي قصي ۾ هنن لفظن ۾ بيان ڪيو اٿس:

”قيصر خان بوزدار زندگيءَ جو چارٽ ابتدا کان ئي اکيون کولي تيار ڪيو هو. اهڙو ڪوبه ماڻهو ڪونه هوندو، جنهن لاءِ ان چارٽ ۾ اڳواٽ ”ستيءَ“ ”پُڙيءَ“ جو انتظام ٿيل ڪونه هوندو؛ اهڙو ڪوبه حادثو يا اتفاق ڪونه هوندو، جنهن کان بچڻ لاءِ پيشگي بندوبست نه هوندو. جا دشواري آئي، علاج موجود! جو مقام آيو، ان کي اڪرڻ لاءِ تجويز تيار، نه منجهندو، نه پريشان ٿيندو، نه مقصد هٿان ڇڏيندو. سندس طريقه ڪار جي ترتيب ۽ تجويز ۾ انساني فرطت جي خصوصيت جو خاص خيال رکيل هو. وقت آئي، اڳلي مان ڪهڙيءَ طرح پنهنجو ڪم ڪيجي، سو ڪو ڪانئس سکي ها.

مقامي طرح سندس مقابلو پاڙي جي ٻن زميندارن سان هوندو هو. هڪ هو مرحوم خانصاحب دادڻ خان لُنڊ ۽ ٻيو چام پنهو خان. ٻنهي جون طبيعتون قيصر خان سان ڪونه ملنديون هيون. دادڻ خان سخن جو سچو ۽ دوستيءَ دشمنيءَ جو سخت پختو هو. جنهن سان ”هائو“ ڪيائين ته وري سندس واتان ”نه“ جو اکر نه نڪرندو هو. پل جانِ جي مٿانس ريلون وهي وڃن. پنهو خان سخت خوددار ۽ بهادر هو ۽ تنهنڪري اگريءَ طبيعت جو صاحب هو. ساريءَ زندگيءَ اندر ٿورن ماڻهن کيس ڪڏهن مشڪندي ڏٺو هو.

انهن ٻنهي صاحبن جا قيصر خان سان دائمي مقابلا ٿيندا هيا، پر هڪڙو دفعو به قيصر خان خلاف ڪامياب ڪونه ٿي سگهيا. جڏهن به دادڻ خان جي صداقت ۽ قيصر خان جي سياست جي وچ ۾ ٽڪر ٿيو، جڏهن به ڇام ڀنڀي خان جي خودي ۽ قيصر خان جي بيخوديءَ مابين تصادم ٿيو، ته فتح هميشه قيصر خان جي ٿي.

پير علي محمد راشديءَ ان قصي مان هڪ مطلب ڪڍيو آهي:

”هڪ فارسي شاعر چيو آهي ته يا اهڙي طبيعت ڏاريو جو دنيا سان ٺهي ۽ منجهس کپي وڃي، يا اهڙي همت جو مورڳو دنيا کان ٻاهر نڪري وڃو.

قيصر خان جو ويساهه پهرئين اصول ۾ هو. وقت بوقت زماني جي حالتن جو به سانچو ٺاهيو، هي ان ۾ کپي ويندو هو. برعڪس ان جي، دادڻ خان ۽ ڀنڀو خان بي غرضيءَ، خودداريءَ، سچائيءَ ۽ وفاداريءَ جي واٽ وٺندا رهيا، پر قيصر خان جي مقابلي ۾ تقريباً هميشه ناڪام رهيا.

دنيا جا اهي غمزا ڏسي، انسان غريب سوچڻ تي مجبور ٿئي ٿو ته آخر ”اخلاقي قدرن“ (Moral Values) ۽ ”قدرت جي انصاف“ (Natural Justice) متعلق جو آساني صحيفن (Holy Scriptures) ۽ انساني قرطاسن ايترو زور ڏنو آهي، تن جي اصلي حقيقت ڇا آهي ۽ انسان جي

عملي زندگيءَ تي انهن جو ڪهڙو اثر پيو ٿو؟ جيڪي ڪجهه هي اڪيون ڏسي رهيون آهن، سو عمومي طرح هن ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي ته چور چڻو ۽ پاڳيو ٻڌو وڃي ٿو، ڪوڙو تخت تي، ۽ سچو تختي تي نظر پيو اچي. ۽ جڏهن اهو نظارو سامهون ٿو اچي تڏهن هن مزيد فلسفي پيش ڪرڻ ڪان سواءِ ڪو چارو ڪو نه ٿو رهي ته:

”ڪي رند پروڙن راز
قضيي ڪربلا جو.“

پير علي محمد راشديءَ ”آسماني انصاف“ ڏانهن جيڪو اشارو ڏنو آهي، ان جو پڙلاءُ تيرٿ وسنت جي “جواهر جيونيءَ“ ۾ به ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اهو ڪتاب اصل ۾ انگريزيءَ ۾ آهي. تيرٿ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. مون پنجويهه ٽيهه ورهيه اڳ پڙهيو هو. ادبي بورڊ جي لئبرريءَ ۾ موجود هو. تيرٿ وسنت هڪ هنڌ اهڙو اظهار ڪيو هو ته:

”منهنجا مولا، تون رحيم آهين، ڪريم آهين. پر، رڳو هيترو ٻڌاءِ ته هن دنيا ۾ بدمعاش جي بازي زور چو آهي؟ اشراف سدائين موچڙن ۾ چو آهي؟“

ليڪن، تيرٿ وسنت ۽ پير علي محمد راشديءَ کان به وڌيڪ دلسوز دانهن، ونِ وودِ ريڊِ جي ڪتاب ”مارٽِدم آف مئن (انسان جي شهادت“) ۾ ٻڌم. هنڌ لکيو هئائين:

”فطرت جو ڪتاب اکين جي ڳوڙهن ۽ رت جي ڦڙن سان لکيل آهي. زندگي درد جو ڏکوهو داستان آهي ۽ تخليق آدم جرم آهي. جيڪڏهن گهڙيال جا پرزا صحيح نٿا هلن، ته ڪنهن جو ڏوهه آهي منهنجا مالڪ سائين – گهڙيال جو، يا گهڙي ساز جو؟“

* * *

سائنسدانن انسان کي حيوانن ۾ شمار ڪيو آهي. هر حيوان، ۽ ٻئي حيوان وانگر، جڏهن به پنهنجي مفاد کي ڪو خطرو محسوس ڪري ٿو ته فطري جذبي هيٺ فوراً سڀ کان اول ان جو تحفظ ڪري ٿو. اها ساهواري جي فطريي خصلت آهي، پر، انسان ئي اهو واحد ساهارو آهي، جيڪو ٻئي، انسان جي خاطر، پنهنجي مفاد جي قرباني ڏيئي، ڪس ڪسر ڪائڻ جي اصول تي عمل ڪري ٿو. سندس اهو عمل کيس ٻين جانورن کان جدا ڪري ٿو. ان عمل جو نالو اخلاق آهي. واٽرلوءَ جي جنگ ۾ ٻه سپاهي زخمي ٿي ميدان تي ڪري پيا. هڪڙي چڻي ”پاڻي“ پڪاريو. ٻئي سپاهيءَ پاڻي جي پنهنجي بوتل سندس حوالي ڪري چيو ته، ”دوست، تنهنجي ضرورت مون کان وڌيڪ آهي.“ ٻئي سپاهيءَ به ڍڪ پري جڏهن پاڻيءَ جي بوتل پهرئين سپاهي کي واپس ڏيندي چيو ته ”دوست تنهنجي مهرباني“ تڏهن سندس ساٿيءَ ڪو جواب ئي ڪو نه ڏنس. چٽائي ڏٺائين ته

هو ويچارو اڄ وڳهي ساهه ڏيئي چڪو هو. ان قسم جي واقعن تي ويچار ڪري ڏاهن ماڻهن اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته انسان ۾ رحماني ۽ شيطاني ٻئي قوتون موجود آهن. (ان ڳالهه جو ابن خلدون ”مقدمي“ ۾ خاص طرح وضاحت سان ذڪر ڪيو آهي). جيڪڏهن انسان جي مزاج ڪي متاثر آهي ته شيطاني قوت کي رحماني قوت اڳيان مطيع ڪرڻ جي ضرورت آهي، جو ته جي سندس رحماني قوت اپري ته هو اشرف المخلوقات جي پَدَ تي پهچندو. سچل سائينءَ چيو آهي:

”ملڪن فلڪن سجدا ڪيا ٿئي، واهه مٿي تنهنجو مُلهه.“

انسان فطرتاً اجتماعيت پسند آهي، هو ٻين کان اڪيلو يا جدا رهي نٿو سگهي. ان ڪري ڪس ڪسر ڪائڻ کان سواءِ اجتمائي زندگيءَ ناممڪن آهي. پر، ڪس ڪسر ڪائڻ جي اصول تي فقط اهي انسان عمل ڪن ٿا، جن ۾ اخلاق جي وصف آهي. جيئن ته سڀ انسان هڪ جهڙا نه آهن، ان ڪري اهي انسان جيڪي اخلاق جي وصف کان عاري آهن، سي ٻين کي ڏک ڏين ٿا. هو حيوان جي ليول تي حياتي گذارين ٿا. انفرادي توڙي اجتماعي زندگيءَ ۾ پنهنجيءَ غرض جا غلام ٿين ٿا. کين ”لذت پسندي“ جي عقيدي جا قائل سمجهيو ويندو آهي. سندن خيال موجب زندگي جو مقصد مزا ماڻڻ آهي، ان ڪري جيري خاطر ٻڪري ڪهڻ

۾ ڪابه خرابي ڪانهي. اهڙا انسان هر سماج ۽ معاشري لاءِ سپ کان خوفناڪ آهن. هو سونهن، ساز ۽ رنگ روپ سان سينگاريل هن دنيا کي دوزخ جي دونهين سان ڀري ڇڏين ٿا.

چترال جي پاسي هڪ قوم رهي ٿي جنهن کي ”ڪافر ڪلاش“ ڪوٺيندا آهن. ان قوم جون عجيب و غريب ڳالهيون ٻڌيون هيم. گذريل سال اکين سان وجي ڪين ڏٺم. مثلاً جڏهن سندن ڪو ماڻهو مرندو آهي، ته وڏو جشن ڪندا آهن، ڳائيندا وڄائيندا آهن، طعام رڌيندا آهن، ڇو ته سندن عقيدو آهي ته جيڪو هن دنيا مان ويو، سو عذابن کان ڇٽي پيو.

اسلام آباد ۾ جڏهن هڪ اديبہ سان اها ڳالھ ڪيم ته چيائين ته ”آفريڪا ۾ هڪ قبيلو آهي، جنهن ۾ ٻار ڄمڻ تي خوش ٿيڻ ۽ مٺائي ورهائڻ بدران ماتم ڪندا آهن، ڇو ته سندن عقيدو آهي ته ”هڪ بدنصيب روح دنيا جي دوزخ ۾ آيو.“

ڀٽائي بي سبب ته ڪو نه چيو هو:

”پينر، هن پنپور ۾، دوزخ جو دونهون“

* * *

تازو، آمريڪا مان هڪ اديب واپس وطن آيو. ڪائنس پڇيم ته ”جديد آمريڪي ادب ۾ ڪهڙا لاڙا آهن؟“ چيائين ته ”آمريڪا ۾ اڄڪلھ فن يا ڪاريگريءَ کي اهميت ڏين ٿا،

جو چون ٿا ته سهڻا خيال ته هر ڪنهن وٽ آهن. ڏسڻو اهو آهي ته خيال کي عملي صورت ڏيڻ لاءِ ڪاريگري ڪنهن وٽ آهي.

سندس اها ڳالهه ٻڌي هڪ ڳالهه ياد آيم. ويهارو ورهيه اڳ هڪ مشهور آمريڪي دانشور، اي. ايم انگر سال جو مضمون، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو هئم. ان ۾ هڪ هنڌ لکيو هئائين ته ”فن جو اخلاق سان، سڌيءَ طرح، ڪو به واسطو ڪونه آهي.“

اي - ايم انگر سال جي اها ڳالهه تمام اهم ۽ توجہ طلب آهي. ڪاريگر، فنڪار يا سائنسدان جو لاڳاپو برابر پنهنجي هنر ۽ علم سان آهي. بنسريءَ جي آلاپ جو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح اخلاق سان آخر ڪهڙو واسطو آهي؟ زياده کان زياده ائين چئي سگهجي ٿو ته اهو دل کي وڻندڙ آهي. فنڪار يا نقاش، ڪاغذ ۽ ڪاشيءَ جي سر تي گل ٻوٽا چٽي ٿو. پر، پنهنجي فن جي وسيلي ٻئي ڪنهن قسم جي تصوير به ٺاهي سگهي ٿو، جيڪا ماڻهوءَ ۾ حيوانيت يا انسانيت جو جذبو اڀاري. ڪن فلم ٺاهيندڙن عيسيٰ عليہ السلام جون فلمون ٺاهيون آهن، ته ٻين وري اگهاڙيون فلمون ٺاهيون آهن.

ساڳيءَ طرح، سائنسدان، هن ڪائنات ۾ عمل پذير قوتن جي علم معلوم ڪري، انهن کي انسان جي فائدي يا نقصان لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿو. مثلاً پيٽرول جي استعمال

وسيلي، هو اهڙا هٿيار ناهي سگهي ٿو، جيڪي انسانذات جي تباهي جو ڪارڻ ٿين، ته ان جي ئي استعمال سان هو اهڙيون انجڻيون به ناهي سگهي ٿو جيڪي انسان جي سفر کي آرامده بنائين.

سائنسدان يا فنڪار جي علم ۽ هنر جي سڌي طرح اخلاق سان ڪوبه واسطو نه به هجي، پر انسان، جيئن ته اجمتاعيت پسند ساهوارو آهي ان ڪري سندس سماجي وجود جي تقاضا اها آهي ته ٻين انسانن سان سک ۽ صلح ۾ رهي.

انڪري هر سائنسدان ۽ فنڪار انساني سماج جي فرد جي اها ذميداري قبول ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهي. ان معاملي ۾ ڪيس فعل المختيار قرار ڏيئي نٿو سگهي.

تازو، هڪ آمريڪي رسالي ”ڊائلاگ“ ۾ عمدو مضمون پڙهيم. مضمون نگار، نقشو ناهيندڙ ماهر جي مثال ڏيئي سمجهايو آهي ته سندس واسطو پنهنجي علم سان آهي. ڪيس اهڙو نقشو ناهڻو آهي، جو ان کي اڳيان رکي، ڪو به موٽر سوار يا سائيڪل سوار، پنهنجيءَ منزل تي پهچي وڃي. بظاهر نقشي ناهيندڙ جو ان ڳالھ سان ڪو به واسطو ڪونهي ته مسافر پنهنجو سفر ڪهڙي مقصد خاطر ڪري ٿو، ليڪن جيڪڏهن نقشي ناهيندڙ کي اهو معلوم هجي، ته مسافر هي سفر ڪنهن غلط مقصد خاطر ڪري رهيو آهي،

ته سندس فرض آهي ته هو ان مسافر کي نقشو ڏيڻ کان انڪار ڪري. پولي جي هٿ ۾ پريل بندوق کيئن ڏبي!
مضمون پڙهي مون کي ياد آيو ته ٻي مهاپاريءَ لڙائيءَ ۾ آمريڪن، جپانين جي مٿان، ناگاساڪي ۽ هيروشيما تي ٻه ائٽم بم اڇلايا. چون ٿا ته بس هڪ چمڪاٽ ٿيو، ڌرتي ڏڏي ۽ پوءِ ٻنهي شهرن جي مٿان ڪنپيءَ وانگر دونهين جا ڪڪر ڏسڻ ۾ آيا. اک چنڀ ۾ فقط ناگاساڪي شهر ۾ اسي هزارن کان وڌيڪ انسان اجل جو شڪار ٿي ويا. لکين زخمي ٿيا. ناگاسڪيءَ ۽ هيروشيما تي قيامت کان اڳ قيامت اچي ويئي!
آمريڪي اخبار نويس اها خبر ٻڌي، ٻوڙندا دنيا جي هاڪاري سائنسدان، آلبرٽ آئنسٽائين وٽ ويا ۽ دانهن ڏنائونس ته ”جيڪڏهن سائنس ۽ ٽيڪنالوجيءَ جا اهي هاجا جاري رهيا، ته اهو ڏينهن پري نه آهي، جو روءِ زمين تان انسانذات جو نالو نشان ئي مٽجي وڃي.“
**ڏکويل آئنسٽائن کين چيو:**
”مون آمريڪي صدر کي اڳواٽ چتاءُ ڏنو هو ته هي اوزار استعمال لاءِ نه آهي. دشمن کي رڳو ڊيڄارڻ لاءِ آهي. انسانذات جي مستقبل جو دارومدار سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي نه، پر اخلاق جي ليلول تي منحصر آهي.“
*　　　*　　　*

انسان جي مزاج کي تشڪيل ڏيڻ ۾ شايد سڀ کان اول سندس فطري تقاضائن، ۽ ان کان پوءِ ماحول ۽ معاشري جو اثر پوي ٿو. پر، سندس نفسيات کي تشڪيل ڏيڻ ۾ ٻيون به ڪي قوتون اثر انداز ٿين ٿيون ۽ بعضي ته انهن جو سندس ذهن تي غلبو وڌي وڃھي ٿو.

پاڪستان جي اترئين جابلو علائقي ۾ وڻ ٽڻ قد جا ڊگها ٿين ٿا ۽ سڌائي سڌا مٿي وڃن ٿا، مثلاً سرو جو وڻ. مون ٻڌو آهي ته ان جو سبب اتان جو جغرافيائي حالتون آهن. وڻن ٽڻن کي مٿي وڃي، هوا مان آڪسيجن وٺڻي پوي ٿي. ان جي برعڪس، ڏاکڻين ميدانن ۾ وري وڻ چڻيءَ وانگر شڪل وٺن ٿا. ٽڙ ٿورڙو مٿي وڃي، ڏارن ۽ ٽارين جو جھلو ٻڌي بيهي ٿو.اترين علائقن وانگر رڳو ڊگھو ئي ڊگھو مٿي ڪو نه ٿو وڃي. چون ٿا ته اهو به هيٺين مياداني علائقن جي جغرافيائي حالتن جي ڪري ٿئي ٿو. جغرافيائي حالتن جو وڻن ٽڻن وانگر جانورن ۽ ماڻهن جي مزاج تي به اثر پوي ٿو، جيڪي ماڻهو جابلو علائقن ۾ رهن ٿا، سي جفاڪش ۽ سخت جان ٿين ٿا. مياداني علائقن جا ماڻهو آرام پسند ۽ نرم مزاج ٿين ٿا

جاگرافيءَ وانگر، تاريخ به ماڻهن جي مزاج تي اثر وجھي ٿي. جيڪي علائقا تاريخ جي چوراهن تي آهن، سي

سختيون ڏسن ٿا. پر جيڪي پاسيرا آهن، سي نسبتاً امن ۾ رهن ٿا ۽ انهن جا رهاڪو صلح پسند ٿين ٿا.
برصغير جي تاريخ ۾، قديم زماني کان وٺي، خيبر لڪ مان، لشڪرن مٿان لشڪر، هڪ ٻئي پٺيان اول سنڌو ۽ گنگا ۽ جمنا ندين وارن ماٿرين ۾، وسندڙ شهرن تي حملي آور ٿيندا رهيا. شهر ڦربا، لٽبا، سڙندا ۽ ٻرندا رهيا. مرد موت جو شڪار ٿيا، زالون فاتح لشڪر جي جنسي هوس جو نشانو بڻيون. ۽ ٻار غلام ٿيا. اهو ظلم صدين جون صديون جاري رهيو.
انهن علائقن جي ماڻهن، ان ريت زندگي ۾ بي رحمي عام جام ڏٺي. رحمدلي ڪا ورلي ڏٺي. سو حياتيءَ باب جيڪو نظريو قائم ڪيو هوندو، سو يقيناً انهيءَ کان مختلف هوندو، جيڪو سانتيڪي علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جو هوندو. مظلوم علائقن ۾ هڪ نسل ٻئي نسل کي ٻڌايو هوندو ته سر جي بلا سر سان آهي. ڪير ڪنهن جو ڪونه آهي. ائين انهن علائقن جي رهاڪن ۾ سخت دلي عام هوندي. پنجاب جي هڪ عام چوڻي آهي ته ”راوي راشڪان، جهلم فاسقان، چناب عاشقان ستلج سالڪان، سنڌ صادقان.“
دنيا جي مشهور مورخ، ابن خلدون تاريخي ۽ جغرافيائي اثرن هيٺ مختلف قومن جو ڪردار مختلف بيان ڪيو آهي. صحرا – نشين ماڻهن جو مزاج شهري ماڻهن جي

مزاج ڪان مختلف ٻڌايو آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ته ڪيئن تاريخ ۽ جاگرافي ماڻهوءَ جي مزاج کي متاثر ڪن ٿيون.
پر، ابن خلدون ٻي به هڪ اهم ڳالهه ڪئي آهي. سا هيءَ ته انساني مزاج کي تشڪيل ڏيڻ ۾ عصبيت جو وڏو اثر آهي. عصبيت به تاريخ ۽ جاگرافيءَ وانگر، ماڻهوءَ جي مزاج کي بدلائي ڇڏي ٿي. ان حقيقت کان ڪو به انڪاري ٿي نٿو سگهي. پر، حيرت هن ڳالهه جي آهي ته ابن خلدون عصبيت کي ”منفي طرز فڪر، بدران ”مثبت طرز فڪر“ قرار ڏنو آهي. حالانڪه عصبيت انتهائي منفي ذهني لاڙو آهي ۽ انسان جي عقل ۽ اکين تي پڙدو چاڙهي ڇڏي ٿي. متعصب ماڻهو هر شئيِ کي پنهنجي نقطه نگاهه کان ڏسندو. گمبٽ ۾ هڪ پير هوندو هو. هڪ دفعي مائٽ شوڪت جماڻيءَ جي راڻيپور واري پيٽرول پمپ تي مليو. چيائين ته: ”ادا، هر ماڻهوءَ جي اکين تي عينڪ چڙهي پيئي آهي. جنهن کي ساون شيشن وار عينڪ آهي، تنهن کي ساري دنيا سائي رنگ جي نظر اچي ٿي ۽ جنهن کي نيرن شيشن واري عينڪ چڙهيل آهي، تنهن کي نيري رنگ جي نظر اچي ٿي.“
انسانن ۾ رنگ، نسل، قوم، زبان، مذهب، ثقافت يا ذات پات جا ڪي فرق ٿي سگهن ٿا. اهي فرق ئي ته هن دنيا کي رنگين بنائين ٿا. وحدت ۾ ڪثرت فطرت جو اصول آهي.

قدرت جي چمن ۾ مختلف قسمن جا گل ٽڙن ٿا. يڪ – رنگي فطرت جي منافي آهي. آسمان ۾ سڀ تارا هڪ جيڏا ڪونه آهن. ليڪن، متعصب ماڻهو هر شيءِ کي پنهنجي نقطه نگاهه کان ڏسندو ، تڪيندو ۽ توريندو. هو انصاف ڪري ڪونه سگهندو. هٽلر جي وزير، گوبلس جو مشهور مقولو آهي ته ”سچ اهو آهي، جنهن جي وسيلي جرمن قوم زور وٺي.“ يعني انسانذات، فضيلت جو معيار يا ڪسوٽي وڃي جرمن قوميت ٿي.

اهو ئي سبب آهي، جو اوائلي زمانن کان وٺي، انسان ذات جي محسنن، عصبيت کي ننديو ۽ آلبرٽ آئنسٽائن کان صديون اڳ، ”اخلاق“ کي ئي انسانيت جي ڪسوٽي قرار ڏنو.

(1) عيسائي مذهب جي پيغمبر حضرت عيسى عليہ السلام پنهنجن پوئلڳن کي اخلاق جي تلقين ڪئي. سندس تعليم اها هئي ته: ”پنهنجي دشمن سان به پيار ڪريو.“ ائين پڻ چيو اٿس ته ”ٻين سان ائين هلو، جيئن اوهان گهرو ٿا ته ٻيا اوهان سان هلن.“

(2) گوتم ٻڌ جو چوڻ هو ته ”انسان جي زندگي لڙائي، جهڳڙي، بي چينيءَ ۽ غم سان ڀريل آهي. ان ڏک جو ڪارڻ سندس هوس يا سَڌ چڏي ڏيڻ آهي. ڏک ڀري زندگيءَ

ڪان ڇوٽڪاري جو رستو آهي نرواڻ. نرواڻ معنى نجات، يعني هوس يا سڌي ڇڏي ڏيڻ.“

”نرواڻ جي حاصل ڪرڻ جو رستو آهي صحيح سوچ، صحيح گفتگو، صحيح توجہ، صحيح ڪوشش، صحيح عمل، ۽ صحيح طرز زندگي اختيار ڪرڻ يعني پاڻ ۾ اعلى اخلاق پيدا ڪرڻ.“

(3) زرتشت جي تعليم جو سڄو زور به اخلاق تي هو. ڪراچيءَ ۾ اسان جو هڪ دوست آغا شهريار هوندو هو. اصل ايراني هو، پر ايامن ڪان لڏي، ڪراچي ۾ گهر ڪري اچي ويٺو هو. مذهبي طرح، زرتشت جو پوئلڳ هو. سندس ڊرائنگ روم ۾، ميز تي ڪاٺ مان ٺهيل، پولڙن جا ٽي پتلا رکيل هوندا هئا: هڪڙو اکين تي هٿ رکي ويٺو هو، ٻيو ڪنن تي ۽ ٽيون وات تي. پڇا تي آغا شهريار ٻڌايو ته ”اها اسان جي پيغمبر جي تعليم آهي ته زبان سان بري ڳالھ نه ڪيو، ڪنن سان بري ڳالھ نه ٻڌو، اکين سان بري ڳالھ نه ڏسو.

*　　　*　　　*

پيغمبر اسلام جڏهن پنهنجن مخالفن تي سوڀ حاصل ڪئي، ۽ مڪو فتح ڪيو، تڏهن پنهنجيءَ تاريخي تقرير ۾، رنگ، نسل قوميت ۽ هر قسم جي عصبيت کي ننديائين. سڄيءَ انسانذات کي هڪ ڪٽنب جي ڀاتين وانگر قرار ڏنائين.

ٻئي ڪنهن موقعي تي ائين به فرمايائين ته: ”مان انسانن جو اخلاق درست ڪرڻ آيو آهيان ۽ ان کي مڪمل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهيان.“

---

* قرآن ڪريم جي آيتن جو سنڌي ترجمو از مولانا تاج محمود امروٽي

**حجته الوداع واري مشهور خطبي ۾ فرمايائين:**

”عربيءَ کي عجميءَ تي، عجميءَ کي عربيءَ تي، سرخ کي سياه تي ۽ سياه کي سرخ تي ڪا به فضليت نه آهي. فضيلت فقط ان کي آهي، جو پرهيز گار آهي، يعني بااخلاق آهي.“

اخلاق عربي زبان جو لفظ آهي، ان جو سولو سنڌي ترجمو لچڻ ٿيندو، عربي زبان جي استاد ۽ عالم، سائين غلام مصطفى قاسميءَ مون کي ٻڌايو ته ”اخلاق جو واسطو ماڻهوءَ جي بنيادي جبلت سان آهي ته سندس سوچ سان به.“ قاسمي صاحب جي ڳالهه جو مطلب اهو ٿيو ته سٺو اخلاق، سٺا لچڻ ۽ سٺيون عادتون تڏهن پيدا ٿينديون، جڏهن ماڻهوءَ جي سوچ ڦيرائبي. ماڻهوءَ جي سوچ تڏهن ڦرندي، جڏهن هو پنهنجيءَ سَڌَ يا خواهش کي قبضي هيٺ آڻيندو.

چون ٿا ته پيغمبر هڪ دفعي ڪنهن لڙائيءَ جي ميدان مان موٽي رهيو هو. پنهنجي ساٿين ڏانهن نهاريائين ۽ فرمايائين: ”اسان ننڍيءَ جنگ مان نڪري، وڏيءَ جنگ ڏي وڃي

رهيا آهيون. اها وڏي جنگ، اسان کي پنهنجي وجود سان وڙهڻي آهي.“
پيغمبر جو اهو قول مون هڪ انگريزي ڪتاب ۾ پڙهيو هو، انگريزي لفظ غالباً هي هئا:
We are returning from a smaller War to a Greater War, the War against our own Selves.
لفظ مختصر آهن، پر انهن ۾ معنى جو سمنڊ سمايل آهي.
پيغمبر شايد ائين ئي ڳالهائيندا آهن، تڏهن ته سندن سوچ انسان ذات جون تقديرون ڦيرائي ڇڏيندي آهي.
تازو ”بلال“ نالي هڪ ڪتاب پڙهيم. پيڪيجز لاهور شايع ڪيو آهي. ان جو اصل مصنف ايچ – جي – ڪريگ نالي ڪو انگريز آهي. هڪ هنڌ، بلال حبشيءَ جي زباني، لکيو اٿس:
”منهنجو خيال آهي ته مان (بلال) پيغمبر جو مطلب سمجهي سگهندو آهيان. هڪ دفعي اسان مسجد ۾ ويٺاهئاسين ته طوفان کان اڳ اچڻ واري تاريڪي ڇانئجي رهي هئي. ڪڪر احد جبل تي گڏ ٿي رهيا هئا، ۽ ڪڪڙيون، جن کي موسم جي اڳواٽ خبر پوندي آهي، سي پناهه جي جاءِ ڳولي رهيون هيون. مون پيغمبر کي هيئن چوندي ٻڌو:
”ماڻهو ننڊ ۾ هوندا آهن،

جڏهن مرندا آهن،
ته جاڳي پوندا آهن“.
پيغمبر جي ڳالھ جَرَ ۾ جاٿ وانگر اونهي هوندي آهي. ان جي تھ تائين هر ڪو پهچي ڪونه سگهندو آهي. هماءَ پکيءَ جو پاڇو ته ڪنهن ڪنهن بختاور تي پوندو آهي. هر ماڻهو بلال ٿوروئي ٿيندو آهي.
پنهنجي وجود سان وڙهڻ جو مطلب ٿيو پنهنجي خواهش کي قبضي هيٺ آڻڻ، تڏهن ته قرآن به چتاءُ ڏنو هو:
”ڇا تو پنهنجيءَ خواهش کي خدا بنائي ڇڏيو آهي؟“
پيغمبر ”پنهنجي وجود سان ويڙهه“ کي ئي ”جهاد اڪبر“ قرار ڏنو. سندن سوانح نگارن جو چوڻ آهي ته ”انهيءَ تعليم جي نتيجي طور جيڪي انسان پيدا ٿيا، سي مثالي اخلاق جا مالڪ هئا. سندن قول ۽ فعل ۾ ڪو به فرق نه هوندو هو. انصاف سندن اصول هوندو هو.“
انصاف معنى حق ۽ ناحق جي وچ ۾ ليڪو ڪڍڻ. شايد، سچو راز ليڪي ڪڍڻ ۾ آهي. ماڻهو هڪڙا ليڪا ٻاهر پٽ تي پائيندو آهي، ٻيا اندر منَ ۾ اسان جي ڪندياري تعلقي ۾ دلمراد فقير هوندو هو. سڄي عمر لوڙهي اندر گذاريائين، ان ڪري کيس ”لوڙهي وارو فقير“ ڪوٺندا هئا.
جڏهن رام لڇمڻ کي ساڻ وٺي، بن ۾ ڦل ڦول ڳولڻ ويو، تڏهن به ڪٿيا جي چوڌاري ليڪو پاتو هئائين ۽سينا کي

چتاءُ ڏنو هئائين ته ”هن ليڪي کان ٻاهر پير نه رکجانءِ.“ ستي سيتا به دلمراد فقير وانگر، ليڪي اندر رهي ها، ته راوڻ جي ور نه چڙهي هيا. هن دنيا ۾، وک وک تي، راوڻ ويٺو آهي ان ڪري قرآن انسان جي رهبريءَ لاءِ حدود الله قائم ڪيون. حدن اندر زندگي گذارڻ جو نالو آهي اخلاق.

* * *

اخلاق جا پيمانا هر دور ۾ بدلبا رهيا آهن، ڇو ته انساني سماج هميشہ بدلبو رهي ٿو. جيڪا ڳالھ ڪالھ سچ سمجھي ٿي ويئي، سا اڄ ٻيءَ طرح صحيح سمجھي وڃي ٿي. مثلاً ڪنهن زماني ۾ ڀانئبو هو ته سج اوپر مان اڀري هو، سڄو ڏينهن ڌرتي جي چوڌاري ڦرندو، شام جو اولھ ۾ لھي وڃي ٿو. پر، سوين سال اڳ اٽليءَ ۾ گئليلو نالي هڪ ڏاهو رهندو هو، جنهن چيو ته اها ڳالھ صحيح ڪانهي. سج ڌرتيءَ جي چوڌاري ڪونه ٿو ڦر، پر ڌرتي سج جي چوڌاري ڦري ٿي. ڏينهن ۽ رات جو ڪارڻ ڌرتيءَ جي ڦرڻ سببان آهي.
گئليلي تي مقدما هليا. ماڻهن چٺرون ڪيون. ڪفر جون فتوائون آيون. پر هو پنهنجيءَ ڳالھ تي قائم رهيو. هاڻي سڄيءَ دنيا سندس ڳالھ قبول ڪئي آهي ته ڌرتي سج جي چوڌاري ڦري ٿي.

گئليلي وانگر ٻئي ڪنهن دور ۾ ڪو ٻيو ڏاهو پيدا ٿيو، تنهن وري ڪنهن ٻيءَ غلط ڳالهه کي رد قرار ڏنو. اڳتي هلي دنيا سندس راءِ کي تسليم ڪيو. ائين انساني سوچ سدائين بدلبي رهي. ٻيو ته ٺهيو، پر ڪي اهڙيون ڳالهيون جن جي باري ۾ قديم زماني کان ماڻهن جي راءِ هر هنڌ ساڳي هئي، سا به وقت جي گذرڻ سان بدلبي رهي. ان جو هڪ چٽو مثال رت جي انتهائي قريبي رشتيدارن سان شادي ڪرڻ آهي. پر، مصر جي فرعونن ۾ پاءُ ۽ ڀيڻ جي شاديءَ جو رواج هو. مصر جي راڻيءَ قلو پطره پنهنجي پاءُ سان شادي ڪئي هئي، جنهن کي پوءِ مارائي ڇڏيو هئائين. ايران جي هفت اقليم تاجدارن کي به ان ۾ ڪو عيب نظر ڪونه ايندو هو. مانيءَ ۽ مزدڪ نالي ٻن پيشوانن ته مورڳو ان کي جائز قرارڏ نو. پر، سندن مرڻ سان گڏ سندن مذهب به مري ويا، ڇو ته غلط ڳالهه گهڻو وقت جٽاءُ ڪونه ڪندي آهي.

آمريڪي عيسائين ۾، پنهنجين سؤٽي سؤٽ سان شاديءَ جي اجازت آهي. اسلامي معاشري ۾ ان ڳالهه ۾ ڪابه ردوبدل ڪانه ٿي. ڇو ته قرآن هميشه لاءِ حد بنديون قائم ڪري ڇڏيون. مسلمانن ۾ سؤٽ، ماسات ۽ پڦاٽ جي شادي جائز آهي. پر، هندو مذهب وارا ان کي گناهه سمجهن ٿا. ٻئي طرف، اڳئين زماني ۾، خود سندن ئي مذهبي روايت موجب، درو پدي پنجن پانڊو پائرن جي گڏيل زال هئي،

يعني پنج ئي پائر ساڳئي وقت سندس پنج مڙس هئا. ان جو مطلب ته ويجهن مائٽن جي شاديءَ ۾ به جدا جدا هنڌن تي، اخلاق جا پيمانا، جدا وقتن ۾، بدلبا رهيا آهن.

عورت جي عصمت هر دور ۾ اعلى اخلاق جي نشاني سمجهي ويئي آهي. سنڌ ۾ ڪاري ۽ ڪاريءَ جي روايت اڃا قائم آهي ۽ غيرت جي نشاني آهي. پر، مغربي ملڪن ۾ عورت جي عصمت جي هاڻي اڳوڻي اهميت ڪانه رهي آهي. تازو، انگريزي اخبارن ۾ به هڪ دلچسپ خبر ڇپي. انگلستان ۾ هڪ مسلمان مرد پنهنجيءَ مسلمان زال تي ڪورٽ ۾ ڪيس وڌو، ته شاديءَ جي رات ڪنواري ڪانه هئي. ڪورٽ ڪيس هلائڻ کان پوءِ زال کي ڏوهي قرار ڏنو. مٿس ڏنڊ وڌو ۽ فتوا ۾ چيو ته ”جنهن معاشري سن هي زال مڙس واسطو رکن ٿا، ان ۾ اها ڳالهه برابر ڏوهه آهي.“ ان جو مطلب ته جيڪڏهن زال مڙس مسلمان نه هجن ها، ته ڪورٽ جي فتوا ڪا ٻي هجا ها. اها ڳالهه مغربي معاشري ۽ اسلامي معاشري ۾ مختلف اخلاقي پيمانن جو هڪ چٽو مثال آهي.

اسلام آباد جي هڪ سفارتخاني ۾ ڪنهن آمريڪي دوست ٻڌايم ته اتي اڄڪلهه ناجائز حمل جا واقعا ايڏا ته وڌي ويا آهن، جو اخبارن ۾ بحث هلي رهيو آهي، ته ناجائز حمل کي جائز قرار ڏجي ته مسئلو ختم ٿي وڃي. پڇيومانس ته

عيسائي مذهبي عالمن جو رايو ڪهڙو آهي؟ چيائين ته انهن
کي ليکي ڪير ٿو! آمريڪا ۾ ناجائز حمل کي قانوني طرح
جائز قرار ڏين يا نه، پر انگلستان هڪ عجيب مثال اڳيئي
قائم ڪري چڪو آهي.

اسان جو عقيدو آهي ته حضرت لوط جي امت تي عذاب
آيو، جو اها هم - جنس پرستيءَ جي علت ۾ ورتل هئي. پر
انگلستان جي پارليامينٽ، قانون منظور ڪري، هم - جنس
پرستيءَ کي جائز قرار ڏيئي ڇڏيو. پر، ان قانون منظور
ڪرڻ ڪري دنيا جي ڪنهن به ملڪ کين برو ڀلو ڪو نه
چيو آهي.

درحقيقت، مغربي ملڪن هاڻي جنسيات کي ”شجر
ممنوعہ“ سمجهڻ ڇڏي ڏنو آهي. اتي نازيبا تصويرن، فحش
ڪتابن ۽ فلمن سان مارڪيٽ ۽ دڪان ڀريا پيا آهن. ڪن
ملڪن ۾ ته اهڙي سامان جون باقاعدي نمائشون ٿين ٿيون.
جن ۾ نوجوان زالون دڪانن تي، خريدارن کي ربڙ ۽
پلاسٽڪ مان ٺهيل جنسي ضرورت جو سامان، ٻئي سودي
وانگر سمجهائين ۽ وڪڻن ٿيون. مغربي ملڪ فخر سان
انهي کي جنسي – انقلاب ڪوٺين ٿا.

مغربي ملڪن ۾، 1960ع جي ڏهاڪي وارو اهو جنسي
انقلاب هندستاني سماج تي ڪيتري قدر اثر انداز ٿيو آهي،
انهيءَ جي تصوير هڪ خط ۾ نظر اچي ٿي، جيڪو

مشهور امريڪي رسالي Time جي ڏهين سيپٽمبر 1990ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو آهي:
”يورپ ۽ آمريڪا مان گهرايل فلمن جي نمائش کان پوءِ ائين سمجهڻ لاءِ ڪوبه جواز ڪونهي ته هندستاني ماڻهو ”دٻايل ۽ پيڙيل معاشري ۾ رهن ٿا“ يا ”جنسي بکيا“ آهن. ولائتي اگهاڙين فلمن جي عام موجودگيءَ جنسي بکين ماڻهن جو تعداد گهٽي قدر گهٽائي ڇڏيو آهي.“
ولايت ۾ هاڻي پردو مڪمل طرح ختم ٿي چڪو آهي. عورتن ۽ مردن جو هڪٻئي سان ملڻ عام ڳالھ آهي.
شاديءَ ۾ عورت جي عصمت جي اهميت گهٽجي ويئي آهي. طلاق وڌي ويئي آهي. ريڊرس ڊائجيسٽ رسالي ۾ هڪ دلچسپ لطيفو پڙهيم ته انگلستان ۾ اڳي اها رسم هوندي هئي ته هڪ هزار ڪنواريون زالون، لندن جي شهر ۾، عصمت جي نشانيءَ طور سفيد لباس ڍڪي، ولنگٽن جي پٿر جي پتلي کي ان ڏينهن سلامي ڏينديون هيون، جنهن ڏينهن هن واٽرلوءَ جي ميدان تي نيپولين کي شڪست ڏيئي، انگلستان جي عصمت بچائي هئي. هاڻي حالت اها آهي، جو ورهين کان پوءِ، جڏهن ڪا ڪنواري زال، اتفاق سان، انهيءَ رستي سان اچي لنگهندي آهي، ته پٿر جو پتلو پنهنجو ٽوپلو لاهي کيس سلام ڪندو آهي.

مغربي ملڪن ۾ عورت ۽ مرد، هڪ ئي گاڏيءَ جا ٻه ڦيٿا ليکيا وڃن ٿا. عورت کي مرد کان ڪمزور سمجهڻ وارو تصور مدي خارج ٿي چڪو آهي. عورت پاڻ کي مرد جي برابر سمجهي ٿي ۽ مرد وارا سمورا حق ماڻي ٿي. منجهن تعليم ايتري ئي عام آهي، جيتري مردن ۾، عورتن ۽ مردن جي الڳ الڳ تعليمي ادارن جو وجود به تقريباً ختم ٿي چڪو آهي. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ عورتون، مردن سان گڏ زندگيءَ جي تقريباً سمورن شعبن ۾ گڏ ڪم ڪري رهيون آهن. خود مشرقي ملڪن ۾ به هن وقت جيتريون زالون مردن سان گڏ نوڪريون ڪري رهيون آهن، اوتريون پنجاه ورهيه اڳي ڪونه ڪنديون هيون، اسڪول، اسپتالون ۽ آفيسون ته ڇڏيو، پر تازو خبر آئي ته پي، آءِ، اي ۾، پائلٽ جهڙي اهم عهدي ته به ٻن زالن کي مقرر ڪيو ويو آهي.

مشرقي ملڪن، مغربي معاشري جي تصوير نه فقط قبول ڪئي آهي، پر پنهنجي معاشري جي تصوير ۾ به لاشعوري طرح ان موجب رنگ آميزي ڪري رهيا آهن، پنهنجن ٻچن کي تعليم ۽ تربيت لاءِ مغربي ملڪن ڏانهن موڪلي رهيا آهن، انڪري خود سندن معاشرو پڻ مغربي رنگ اختيار ڪري رهيو آهي.

پاڪستاني معاشري تي مغربي تهذيب جي اثر جو ذڪر ڪندي، پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڪتاب ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ جي ”پيش لفظ“ ۾ لکيو آهي:
”ستر ونديون چادرون چيري ٻاهر نڪري آيون. مڙسن سنهاريون صاف ڪرائي ڇڏيون. اڳ ڇڙا ڪدڙا نچندا هئا، پر ڦيري آئي، ته دولهه دريا خان ۽ هوش محمد جا جانشين به رمبا ۽ سمبا ۾ جنبي ويا.“
جديد مغربي سوچ اها آهي ته اخلاق جو تصور رڳو عورتن ۽ مردن جي شادين ۽ حقن تائين محدود ڪو نه آهي، اخلاقي قدرَ انسان جي سڄيءَ زندگيءَ تي اثرانداز ٿين ٿا، ان ڪري اخلاقي پيمانا انهي ڳالهه تي مدار رکن ٿا ته روز مره جي زندگيءَ ۾ عام ماڻهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪيتري مطابقت آهي. ڇو ته قول ۽ فعل ۾ فرق ئي خرابيءَ جو نياد آهي.
تازو، ڪراچيءَ کان اسلام آباد ويندي، هڪ هوائي سفر ۾، ڪنهن همسفر ٻڌايم ته آزاد ڪشمير جو ويٺل آهيان. پئرس ۾ ڪپڙن جي دڪان تي ملازمت ڪندو آهيان. مون چيس ته اتان جا ماڻهو ڪيئن آهن؟ چيائين ته ڏاڍا سٺا آهن. مون چيو ته مون ته ٻڌو آهي ته شراب پين، ناچ ڪن ۽ زنا ڪن. چيائين ته ڪي ڪندا هوندا، پر جن سان منهنجو واسطو پيو آهي، سي ته سٺا ماڻهو آهن ڪوڙ ڪونه ڳالهائن، ٺڳي ڪونه ڪن، دڪان تي رکيل شين جي قيمت

هڪڙي گراهڪ کي هڪڙي، ته ٻئي کي ٻي ڪونه ٻڌائن، رستي تي ڪو حادثو ٿي پوي، ته زخميءَ کي هڪدم اسپتال پهچائين، پوليس رشوت ڪانه وٺي، ماڻهن جي مدد ڪري، اسپتالن ۾ علاج سٺو ٿئي، اسڪولن ۾ تعليم صحيح ملي، کاڌي جي شين ۾ ملاوٽ ڪانه ٿئي.

سندس ڳالهه ٻڌي سعادت حسن منٽوءَ جو هڪ افسانو ياد آيم. لکيو اٿس ته هڪ دڪاندار پٽ کان پڇيو ته ڪٽيل ڳاڙهين سرن جو ٻورو مرچن ۾ ملايئي؟ چيائين ته هائو بابا. دڪاندار وري پڇيس ته پلا، پکڙن جي کلن کي رنگ ڏيئي چانهه جي پتيءَ ۾ ملايئي؟ چيائين ته هائو بابا. تڏهن دڪاندار چيس ته پوءِ هل ته هلي نماز پڙهي اچون، جو بانگ ڪڏهوڪو اچي چڪي آهي.

منٽوءَ جو مشاهدو ممڪن آهي ته اهو هجي، پر منهنجو مشاهدو ٻيو آهي. حيدرآباد جي هڪ اسپتال ۾ امڙ کي علاج لاءِ داخل ڪرايوسون. دوائون اسپتال جي سامهون هڪ دڪان تان وٺندا هئاسون. امڙ هي جهان ڇڏي ويئي. اڳتي هلي، دڪاندارکي پوليس پڪڙيو. خبر پئي ته نقلي دوائون وڪڻندو هو ۽ اساج جهڙن الائي ته ڪيترن مسڪينن کي يتيم بنائڻ جو باعث بنيو هو.

جيڪي مشرقي ماڻهو مغربي ملڪن جي معاشري جو گهرو اڀياس ڪري رهيا آهن، تن جو چوڻ آهي ته اتي

ماڻهن ۾ منافقي ڪانهي. هر فرد آزاد آهي. پابندي فقط اها آهي، ته ٻئي لاءِ ڏچو پيدا نه ڪري. انصاف ۽ ريت نيت جي ڳالهه ڪري. ٻئي جي آزاديءَ جو احترام ڪري. والٽيئر نالي هڪ دانشور اها ڳالهه هنن لفظن ۾ چئي: ”مان تنهنجي هڪ لفظ سان به متفق نه هجان، پر تنهنجي انهيءَ حق جي حفاظت ڪندس، ته توکي پنهنجي ڳالهه چوڻ جو پورو حق آهي.“

اها ڳالهه تڏهن ممڪن آهي، جڏهن هر ڪو حدن اندر رهي ۽ انصاف جو اصول قبول ڪري، ان ڪري – قرآن حدود الله قائم ڪرڻ سان گڏ، توازن ۽ انصاف تي زور ڏنو.

”ٻاجهاري الله آسمان کي بلند ڪيو.

انصاف جي تارازي قائم ڪئي،

هن لاءِ ته اوهان ماپ ۽ تور ۾ خيانت نه ڪيو.

(يعنى انصاف ڪريو).“

جارج برناربشا، پنهنجي ڪتاب (Apple cart) ۾ اهو نڪتو سهڻي نموني سمجهايو آهي ته سماج ۾ انصاف ڪيئن قائم ٿيندو. هو هاڻوڪي دور ۾ انگلستان جو وڏو اديب ٿي گذريو آهي، سندس هڪ ناٽڪ Apple cart ۾، ٻه ڪردار هيئن گفتگو ڪن ٿا:

امينڊا: بادشاهه سلامت، تون سلطنت جي مسئلن ۾ منجهي، مون وٽ اچين ٿو. مان توکي چڱي صلاح ڏيان ٿي. تنهنجي

راڻي ته رڳو اڳڙين جي گُڏِي آهي. مون ڏي ڏس. ڪيڏي نه سهڻي ۽ ڏاهي آهيان. مون سان شادي ڪر، ته جيئري ئي بهشت ٺاهي ڏيانءِ.“

بادشاهه: ”اميندا، هن دنيا جا انسان آسمان جي تارن مثل آهيون. ٻن تارن جي وچ ۾ رڳو بي پناهه ڪشش ڪانهي. اڻ ڪٿ مفاصلو به آهي. جڏهن ڪشش مفاصلي تي غالب اچي ٿي، تڏهن ٻئي تارا هڪٻئي سان پاڪر پائي ڪو نه ٿا ملن. زور سان ٽڪرجي، ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃن ٿا. انساني معاشري جو مدار به محبت ۽ مفاصلي جي توازن ۽ انصاف تي منحصر آهي. اعلى اخلاق کان سواءِ انساني معاشرو هلي ڪو نه سگهندو.“

* * *

اخلاق جي بدلجندڙ پيمانن جي باوجود، هر دور ۾، خوش اخلاقي، بداخلاقيءَ کان ائين ئي ٻڌري آهي، جيئن روشني اونده کان. بد اخلاق ماڻهو ڏک ڏئي ٿو، خوش اخلاق ماڻهو ڏک ڏور ڪري ٿو. ماڻهوءَ ۾ اخلاق تڏهن پيدا ٿئي ٿو، جڏهن محبت ۽ مفاصلي جو توازن قائم ڪري ٿو، ان جي سچاڻپ جي نشاني آهي ساڃهه.

سنڌ جي ڏاهي علامه آءِ آءِ قاضيءَ هيڪر اسان کي هيءَ ڳالهه ٻڌائي هئي: ”انگلستان ۾ هڪ ارب پتي امير هوندو هو. کيس هڪ ئي پٽڙو هو، جو واپار جي سانگي سان،

آمريڪا ۾ رهندو هو. پيءُ ۽ پٽ جي پاڻ ۾ ڏاڍي دل هئي. جڏهن بيڙي پيءُ جو پويون پهر آيو ته پٽ کي آمريڪا مان گهرايائين. پٽ پيءُ وٽ پهتو ته هو بيماري جي ڪري بيهوش هو. پٽ اپن پيرن بيمار پيءُ جي بستري وٽ بيٺو رهيو. پٽس اکيون کوليون. پٽس ادب سان چيو ته ”بابا سائين، مان اوهان جي حضور ۾ حاضر آهيان.“

پيءُ پيار مان پٽ ڏانهن نهاريو ۽ چيو: ”پٽ منهنجي دعا آهي ته تون خوش رهين. پر، هڪ وصيعت ڪريانءِ ٿو. زندگيءَ ۾ ساڃهه سکجانءِ“

پٽ ڳوڙهن پريل اکين سان بيڙيءَ پيءُ کي چيو: ”بابا، سائين، اوهان جي حڪم جي تعميل ڪندس. بيو ڪو حڪم؟“

پيءُ هميشه جي لاءِ اکيون بوٽڻ کان اڳ پٽ کي آخرين وصيعت ڪئي: ”پيارا پٽ، زندگيءَ ۾ ساڃهه سکجانءِ“.

علامه، صاحب، اسان کي اها ڳالهه انگريزيءَ ۾ بڌائي هئي. انگريز لفظ Graceجو ترجمو ساڃهه ٿيندو. ساڃهه ئي اعليَ اخلاق آهي. جنهن ۾ ساڃهه هوندي، سو ئي ريت نيت جي ڳالهه ڪندو ۽ بئي سان انصاف ڪندو. بداخلاقيءَ جو بنياد پرائو لوڙهو لتاڙڻ سان ئي پوي ٿو. ڳالهه وري وڃي دلمراد فقير جي لوڙهي تائين پهتي!

*　　*　　*

ساڃهه معنیٰ شناس، جنهن ۾ ساڃهه ڪانهي، سو اڻ سڌريل، جهنگ جو جانور آهي. بلڪ، حقيقت هيءَ آهي ته جانورن ۾ به ساڃهه آهي.
تزڪ جهانگيري ۾ يا ٻئي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو اٿم ته هڪڙو بادشاهه ڪنهن شخص تي ڪاوڙيو. حڪم ڪيئين ته هاٿيءَ جي پيرن ۾ اڇليوس. ان زماني ۾ ماڻهوءَ کي موت جي سزا جو دستور هڪ اهو به هوندو هو ته هاٿيءَ کي شراب پياري مست ڪندا هئا. پوءِ قيدي جا هٿ پير ٻڌي کيس پڙ ۾ ڦٽي ڪندا هئا. بادشاهه جي حڪم تي دروازو کوليندا هئا. مست هاٿي پڙ ۾ جهولندو ايندو هو. قيديءَ جي مٿان بيهي، پير مٿي کڻندو هو ۽ هڪ ئي داڦوڙي سان کيس پتڪون پتڪون ڪري ڇڏيندو هو.
حسب دستور، بادشاهه جي حڪم تي در کليو. مست هاٿي جهوليندو، بيوس قيديءَ ڏانهن وڌيو. وٽس پهچي، اڳيون پير مٿي کنيائين. پر قيديءَ جي سيني تي پير رکڻ کان اڳ سندس چهري تي نظر پئجي ويس. اهو قيدي بادشاهه جو ملازم هو ۽ ڪنهن زماني ۾ هاٿيءَ کي گاهه پاڻي ڏيندو هو. هاٿيءَ کيس سڃاڻي ورتو. پير پوئتي ڪيائين. فيلبان پري کان کيس گهڻيون ئي هڪلون ڏنيون. پر، هاٿيءَ قيديءَ کي مارڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجي وٿاڻ ڏانهن واپس هليو ويو.

اهڙو ئي ڪو قصو راڻي پرتاب جي گهوڙي لاءِ به بيان ڪندا آهن. راڻو جنگ جي ميدان ۾ گهايل ٿي پيو. گهوڙو ڪيس ميدان مان ڪڍي ڀڳو. مخالف، گهوڙا ڊوڙائيندا سندس پٺيان پيا. اڳيان پاڻيءَ جو وڏو واهه آيو. ٻي ڪا واهه نه ڏسي گهوڙي مالڪ کي بچائڻ لاءِ ٽپو ڏنو. ٽپي ويو، پر زخمي ٿي، ڪري پيو. مخالف واهه ٽپڻ جي همت نه ساري سگهيا، سي موٽي ويا. زخمي گهوڙو ڦٿڪي ڦٿڪي اتي ئي مري ويو. راڻي پرتاب بعد ۾ مٿس يادگار اڏايو.
امڙ ڳالهه ڪندي هئي ته مامي مرحوم اميد عليءَ وٽ به پلا ڏاندا هوندا هئا. جڏهن مامي رحلت ڪئي، ته ڏاند رنڀڻ لڳا ۽ رسا ڇنائڻ لڳا. سڄو ڏينهن نه گاهه کاڌائون، نه پاڻي پيتائون.
اسلام آباد ۾ رستي سان بسار ڪندي، هڪ دفعي، هڪ ڪتي، منهنجي پويان لڳي. گهر پهتس، ته گوشت جو ٽڪرو ڪڍي ڪيس ڏنم. خوشيءَ مان کڻي کاڌائين. ائين آهستي آهستي هري مري ويئي. بعضي به ٽي ڏينهن گم ٿي ويندي هئي ۽ اوچتو وري الائي ڪٿان اچي پيدا ٿيندي هئي. شايد ڪن انگريزن جي ڌاريل هئي. وٽن هلي ويندي هئي. اهو شڪ هيئن پيو، جو مان موٽر ۾ ويهندو هوس، ته ٽپو ڏئي پاڻ به پوئينءَ سيٽ تي چڙهي ويهندي هئي. شام جو ٻاهر پسار تي نڪرندو هوس، ته ڏاڍي خوش ٿيندي هئي. ٽپا

ڏيندي هئي، منهنجا هٿ پير چٽيندي هئي ۽ رستي تي منهنجي اڳيان پويان ڊوڙندي، گڏ پسار ڪندي هئي. اها عادت به شايد ڪيس انگريز مالڪن وڌي هئي. اسلام آباد ۾ ڪيترن ئي انگريزن، مردن ۽ مندمن کي ائين پنهنجن ڪتن سان موٽرن ۾ توڙي صبح ۽ شام جو رستن تي پسار ڪندي ڏٺو هئم.

ڪتيءَ جي هڪ عادت خراب هئي ته رات جو ڀؤڪندي هئي. چوڪيداري ڇا ڪندي هئي، ننڊ ڦٽائي وجهندي هئي! هڪ دفعي اڌ رات جو ڪاوڙجي اٿيس. ٻاهر ڇپر تي جيئن ڀونڪي رهي هئي ته ڪيس وڇي چڙٻون ڏنم. جيئن ڪو ماڻهو شڪي ٿئي، تيئن پڇ لٽڪائيندي، هيڏي هوڏي لڪڻ لڳي. مان موٽي اچي ڪوٺيءَ ۾ ستس. سڄي رات وري نه ڀونڪي، ته متان مالڪ ناراض ٿئي! ٻيءَ ٽينءَ رات وري ائين ڪيائين، ته منهنجو پٽ مجيب اٿيو. ڪيس ٻه ٽي دڙڪا ڏنائين ته چپ ٿي ويئي. سڄي رات وري نه ڀونڪي.

هيڪر عيد برات جو ڪو موقعو هو. گهر جا ڀاتي ڪو ڇيلو وٺي آيا، ته حلال ڪري گوشت ڪم آڻينداسون. ڪتيءَ جو اجنبي جانور ڏٺو، ته مٿس الرڻ ۽ ڀونڪڻ لڳي. منهنجن ٻارن کي خيال ٿيو، ته متان رات جو ڇيلي کي کائي. سو، رسي ڪڍي ڪتيءَ کي وڻ سان ٻڌي ڇڏيائون. ڪتي ٻڌڻ تي هريل ڪانه هئي. ڏاڍي ڦٿڪي. ڪڪ ٿي،

ٻارن کيس چوڙي ڇڏيو. پر، صبح جو ننڊ مان اٿي ڏسن ته ڪتي غائب. اوڙي پاڙي مان پڇا ڪيائون. پتو پيو ته اسان جي گهر مان نڪري، رستي سان وڃي رهي هئي. اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن. ڪتيءَ کي ماڻ ڪو نه مليو، نه وري نه موٽي، هميشه لاءِ اسان کان منهن مٽي ويئي.

اسان جي ڳوٺ ۾ شهاب الدين نالي هڪ غريب شخص هوندو هو. تازو گذاري ويو. چون ٿا ته وٽس هڪ ڪتو هوندو هو. هڪ دفعي ڪاوڙجي، ڪتي کي ڪنهن ڳالهه تان بجو ڏنائين، انهيءَ ئي ڏينهن، ڪتو نه رڳو شهاب الدين جو گهر ڇڏي ويو، پر ماڳهين ڳوٺ مان هليو ويو ۽ وري نه موٽيو.

سنڌ ۾ پٻي ٽوڙهي جبل تي ”ڪتي جي قبر“ سان به اهڙو ڪو داستان منسوب آهي.

اسلام آباد ۾ منهنجي پيڻ بدرالنسا، صبح جو ننڊ مان اٿي، رات جو بچيل مانيءَ جا ٽڪرا ۽ ڀاڄي گڏ ڪري، ڇپر تي پکين لاءِ رکندي آهي. اهي پکي هاڻي اهڙا هري ويا آهن، جو صبح سوير پٽ تي قطارون ڪيو ويٺا هوندا آهن.

جانورن ۾ شناس ۽ ساڃهه جون اهي عادتون ڏسي، مون کي ته ائين محسوس ٿيندو آهي ته منجهن به لڳ ڀڳ اهي ئي اوصاف آهن، جن سان قدرت انسان کي سينگاريو آهي. پنهنجن ٻچن سان پيار ڪن ٿا، ڳپي جي ڳولا لاءِ لوچين ٿا،

نر ۽ مادي هڪ ٻئي ڏانهن رغبت رکن ٿا، ڪي جاندار ته پنهنجن ساٿين سان بي انتها پيار ڪن ٿا، شل نه ڪا ڪونج ولر کان وڇڙي! پکين اها ساڃهه ڪٿان پرائي؟ جيڪڏهن انساني زندگيءَ کي هن جهان کان پوءِ به بقاءُ آهي ته جانورن ۽ پکين ڪهڙو ڏوهه ڪيو؟

قرآن ڪريم ۾ اصحاب ڪيف جي ڪتي جي وفاداريءَ جو بيان پڙهي، مون پاڻ کان پڇيو ته ”قيامت ڏينهن جڏهن اصحاب ڪهف بهشت ۾ داخل ٿيندا، تڏهن سندن ڪتو ڪاڏي ويندو؟“ جانورن ۽ پکين ۾ شناس ڏسي، خيال اچي ٿو ته انسان جيڪڏهن اشرف المخلوقات آهي ته پوءِ ٻئي انسان سان سندس سلوڪ ايڏو ڏکوئيندڙ ڇو آهي؟ چون ٿا ته هڪ دفعي نياز فتحپوريءَ تي هندستان جا مولوي اچي مڙيا. سبب اهو جو ڪنهن مضمون ۾ لکيو هئائين ته ”مولوين ۽ ناگن ۾ فرق رڳو اهو آهي ته سڀ نانگ زهريلا ڪو نه ٿيندا آهن.“ نياز فتحپوريءَ، غريبن مولوين کي الائي ڇو ڏوهه ڏنو؟ هندستان جي ورهاڱي وقت وارا فرقيوارانه فساد يا هاڻوڪا ڪراچي ۽ حيدرآباد جا نسلي فساد ڪيڏا نه ڏکوئيندڙ آهن!

انصاف جي ڳالهه ڪبي ته سوال اٿندو ته جيڪڏهن هڪڙي بگهڙ جو ٻئي بگهڙ سان سلوڪ ته صلح وارو آهي، پر، هنن فسادن ۾ هڪ انسان ٻئي انسان جي رت جو پياسي هو،

ته پوءِ بگهڙ ۽ ماڻهوءَ ۾ ا شراف ڪير ٿيو؟ ڏاهن جو اهو به چوڻ آهي ته ڪو به جانور بد ڪونه آهي، چو ته ڪائنس ڪو به گناهه ٿئي ئي ڪونه ٿو، هو ته پنهنجي قدرتي طبيعت موجب هلي ٿو. جيڪڏهن حقيقت اها آهي ته پوءِ اهو انسان ڪٿي آهي، جنهن جي حياتيءَ جو مقصد هن دنيا کي حسين بنائڻ آهي؟ شايد ”ساجهه، ”سونهه، ۽ ”سرهاڻ“ ڏاڍيون ڪي اڻلڀ نعمتون آهن!

*            *            *

هر بي قرار روح ساجهه سونهن ۽ سرهاڻ لاءِ سڪندو رهي ٿو. مون به گلابن ۽ رابيلن جي خوشبو جا خواب ڏٺا. چوندا آهن ته ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جا خواب سچا ٿيندا آهن، زندگيءَ جي صحرا ۾ خيابان ۽ نخسلتان به ايندا آهن، ڌرتيءَ تي بهشت جون سڪون لاهيندا آهن. شايد، پنهنجيءَ قسمت ۾ رڳو وج ۽ رج جو سفر لکيل هو.

رڻ ۾ پنجاهه ورهيه پنڌ ڪري پيرن ۾ لڦون پئجي ويون. پر، نه ملير مليو، ۽ نه اها مند موٽي، جنهن ۾ ڏکن جا ڏينهن ڪٽندا آهن، آسمان ۾ ڪڪر ڪارونپار ڪندا آهن، وارياسي تي وڏ ڦڙا وسندا آهن، وچڙيا محب ملندا آهن، پياسا نيڻ ٺرندا آهن ۽ رڻ جا راهي، انڊلٺ جا ست ئي رنگ ملائي، نوراني ويس ڍڪي، پرهه ڦٽيءَ مهل ڪيرتن ڪندا آهن:

ديدن ڪيا درسن

پلا سائين،
پيچ پنيءَ برسن
پلا سائين،
پيچ پنيءَ برسن.
رڻ ۾ هونئن ته ڪيئي همسفر مليا. پر، هر ڪو پنهنجيءَ حياتيءَ جي باري ۾ حيران پريشان، نرڙ کان پيرن تائين پگهر ۾ شل. ڪير ڪنهن جو ساٿي ڪونه هو. ائين ٿي لڳو ته:
مسافر هي مسافر هر طرف هين
مگر هر شخص تنها جا رها هي
ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي ته زندگي جي پراسرار سفر جي منزل مقصود ڪهڙي آهي؟ آخر هي هيڏو ڪشالو ڇا لاءِ آهي؟ ڳالهه کي چٽو ڪرڻ لاءِ هڪ مثال پيش ڪريان ٿو.
گهڻا گهڻا سال ٿيا ته عيد جي موڪل تي حيدرآباد مان ڳوٺ وڃي رهيو هوس. ڪاليج ۾ پڙهندو هوس. مڇن جي ساول مس آئي هئي. روڊ ٽرانسپورٽ جون هاڻوڪيون سهولتون، لاريون، بسون، ڪارون ۽ ٽئڪسيون اڃا عام ڪونه ٿيون هيون. مون جهڙي غريب کي ريل جي ٿرڊ ڪلاس (يا وڌ ۾ وڌ انٽر ڪلاس) ۾ سفر ڪرڻو پوندو هو. عيد تي ريل ۾ ڪا رش ٿيندي هئي! خدا جي پناهه! ان ڏينهن ته مزورن جا

ڪٿڪ اچي حيدرآباد مان چڙهيا. ريل ۾ ايڏي تي ڪلهي گيهه هئي، جو مان نه اندر وڃي سگهان نه ٻاهر نڪري سگهان. ساهه ٻوساٽجڻ لڳو. مس مس، جيئن تيئن ڪري، اندر گهڙيس، سڄو گاڏو اڳيئي ماڻهن سان سٿيو پيو هو. ڪٿي به پير رکڻ جي وٿي ڪا نه هئي. جيئن تيئن ڪري ٿيلهو پاسي ۾ رکي، ويهڻ جي جاءِ ڳوليم. ريل چٽي ته بينچ تي ويٺل ماڻهوءَ کي مون تي ڪهڪاءُ آيو. سري پري، مون کي ويهڻ لاءِ جائڙي ڪري ڏنائين. جڏهن ساهه پٽيم ۽ سامت ۾ آيس ته کيس چيم ”اڄ ته ريل ۾ ڏاڍي رش آهي.“



”هائو، چوطرف ماڻهو ماڪڙ وانگر سٿيا پيا آهن“ آگُر جو اشارو ڪري، چيائين ته ”هن ويچاري جي حالت ته ڏس!“
ڏٺم ته مون جيڏو ۽ مون جهڙو هڪڙو جوانڙو، پگهر ۾ شل، سامان جي ڳوٽين تي پير رکي، بينچ جي زنجير ۾ ٻئي هٿ وجهي، لڙڪيو بيٺو آهي. ڄڻ ته منصور صليب تي آهي. مون کانئس پڇيو ته ”ڪاڏي ٿو وڃين؟“
گاڏيءَ جي ڪڙڪي ڪري، غريب کي ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آئي سو، واڪو ڪري، پريشانيءَ مان پڇيائين ته ”ڇا چيئي؟“
مون پنهنجو سوال ورجايو.
جواب ۾ چيائين ته ”مون کي ڪابه خبر ڪانهي.“
دل ۾ چيم ته ”هي ڪو عجيب مسافر آهي. هيڏو ڪشالو ڪري اچي ريل ۾ سوار ٿيو آهي. کيس اها به خبر ڪانهي ته ڪاڏي وڃي رهيو آهي؟“
اڄ، پنجاهه ورهين جو پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن پوئتي نهاريان ٿو ته ائين پايان ٿو ته ڪيئي ڪارا رڻ جهاڳي آيو آهيان. وري جڏهن سامهون نظر ڪريان ٿو، ته انهن کان به وڏا وڻ اڳيان ڏسان ٿو. اهو منظر ڏسي، دل دهلجي وڃي ٿي. حيدرآباد ۾ ريل گاڏيءَ وارو نوجوان ياد اچي ٿو ۽ مون کان پڇي ٿو: ”تون ڪاڏي وڃي رهيو آهين؟ هي هيڏو ڪشالو ڇو ۽ ڇا لاءِ آهي؟

ڪو به جواب ڪونه ٿو سجهي! شايد سوال ئي اهڙو آهي،
جنهن کي وند، ضرب، جوڙ ۽ ڪٿ وسيلي سلي نه ٿو
سگهجي

# آلبرٽ آئنسٽائن

سن 1904ع جي ڳالھ آھي. سئٽزرلئنڊ جي برن شهر ۾ هڪ نوجوان، گهٽين ۾ هيڏي هوڏي ايندي ويندي، نظر ايندو هو، جو سدائين نوٽ بوڪ تي ڪي انگ اکر لکندو رهندو هو. اڳتي هلي انهن انگن اکرن کي گڏ ڪري، رسالي ۾ هڪ مضمون ڇپايائين. مضمون شايع ٿيو، ڇڻ ته دنيا ۾ زلزلو اچي ويو. فزڪس جي سائنس جي اڳوڻي عمارت ڊهي ڍير ٿي ويئي. روءِ زمين جا سائنسدان وائڙا ٿي ويا. سٽت نئينءَ عمارت جي تعمير تمام وسيع بنيادن تي شروع ڪئي ويئي. پر، ان تاريخي واقعي کان پوءِ نه ڪي ته هن جهان بابت انسانذات جو نظريو ساڳيو رهيو ۽ نه وري اهو نوجوان ساڳيو رهيو. سندس نالو هو آلبرٽ آئنسٽائين.

آئنسٽائين جڏهن سٺر ورهين جي عمر جو ٿيو ته هڪ نوجوان کيس خط لکيو: ”سائين، مون کي ٻڌايو ته منهنجي زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟ مان ڪير آهيان؟ مون کي هن جهان ۾ ڪنهن موڪليو آهي؟“

آئنسٽائين نوجوان کي سڌ ۾ سڌ ڏنو، لکيائينس ته ”مان زندگيءَ جو مقصد معلوم ڪرڻ واريءَ تنهنجيءَ جستجوءَ کان تمام گهڻو متاثر ٿيو آهيان. منهنجي راءِ موجب،

جيڪذهن اهو سوال ائين ئي ڪبو ته ان جو ڪو به معقول جواب(Reasonable Answer) ڪو نه آهي.“
دنيا جي هاڪاري سائنسدان، جنهن کي هاڻي انهن عظيم ترين سائنسدانن ۾ شمار ڪجي ٿو، جيڪي انسانذات هن جهان جي شروع ٿيڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين پيدا ڪيا آهن، پنهنجي نقطه نگاهه جي وضاحت ڪئي ۽ آخر ۾ نوجوان کي نصيحت ڪئي ته ”البت اهو ڄاڻڻ نهايت مناسب ۽ تمام ضروري آهي ته انسان هن دنيا ۾ پنهنجي حياتي ڪيئن گذاري؟ منهنجي خيال موجب کيس ٻين انسانن سان پنهنجا ناتا ۽ لاڳاپا، سوچ ويچار جي هم آهنگيءَ (Harmony) ۽ دنيا کي خوبصورت بنائڻ (Beautiful) جي جدوجهد جي بنيادن تي قائم ڪرڻ کپن.“
عيسويءَ ويهينءَ صديءَ ۾ يورپ وڏا وڏا سائنسدان پيدا ڪيا جن هڪ طرف آسمان ۾ نوان نوان سج، چنڊ ۽ تارا ڳولي ڪڍيا ته ٻئي طرف، واريءَ جي داڻي جو پيٽ چيري، ان جي اندران ڪيئي اسرار معلوم ڪيا. آلبرٽ آئنسٽائين جي سوچ ته ذرتيءَ کي ذوڏي چڏيو. هڪ دفعي ڪانئس پڇيائون ته ”هن جهان جي هيڏي علم هوندي، تون آخر ڇا ٿو محسوس ڪرين؟“ جواب ڏنائين ته “Sense of

”wonder حيرت! هي جهان بحر بي ڪنار آهي، ان جو ڪو انت ئي ڪونهي.“
آئنسٽائين جهڙا عظيم مفڪر، مغرب جي علمي مرڪزن مان مستفيد ٿيا هئا، جتي ڪنڪارڊ هوائي جهاز آمريڪا مان اڏامي ٿو ۽ هڪ ئي پرواز ۾، ست سمنڊ پار ڪري، يورپ ۾ اچي پرڙا ساهي ٿو. مون جهڙا مسڪين ته سنڌ جي سجن ڳوٺن ۾ ڄاوا، جتي اڃا مهن جي دڙي واريون بيل – گاڏيون رائج آهن.
اسان جي ڳوٺ ۾ اسڪول ڪونه هو. نالي ماتر ملا مڪتب هو. لئبرريءَ جو ته ڪنهن نالو ئي ڪونه ٻڌو هو. جڏهن اڪ پڻيم ته پهريائين پنهنجو وجود ئي سوال جي نشاني نظر آيم. پاڻ کان پڇيم ته ”تون ڪير آهين؟“ درسي ڪتابن ۾ سوال جو ڪوبه جواب ڪونه هو. فقط ايترو لکيل هو ته ”حياتيءَ جو مقصد وري پيدا ڪرڻ Reproduction “ آهي.“ يعني ماڻهوءَ ۽ ڍور ۾ ڪو به فرق ڪونهي. بس، گاهه کائي، وڏو ٿئي، ۽ پاڻي پئي، جڏهن ته ڦر چڙي مري وڃي. ”بابا ڏورا، ليکا پورا.“
جڏهن ڪتابن مان ڪڪ ٿيس، ته وقت جي علامن، عالمن مفڪرن ۽ مصنفن جا در ڪڙڪايم. پر، هن ”جهان جي ڳجهارت“ Riddle of the Universe کي ڪير به سلي ڪو نه سگهيو هو. ڪنهن کي خبر ڪانه هئي، ته هي سڀ

ڪجھ ڇا آهي، ڇو آهي، ڪٿان آيو آهي، ڪاڏي ويندو؟ مان ڪير آهيان، ڪٿان آيو آهيان، ڪاڏي ويندس؟ هر ڪو بي خبر هو. عمر خيام سان همنوا هو:

معلوم نه شد که در طربخانه خاک
نقاش ازل بهرچ آراست مرا.

هن جهان ۾ ماڻهوءَ جي ماڳ ۽ پاڳ بابت قاضي جاويد پنهنجي ڪتاب ”محبت ۽ انقلاب ۾ لکيو آهي ته

”اسان کي معلوم هئڻ گهرجي ته هيءَ ڪائنات اسان لاءِ ڪانه ٺهي هئي... اها پنهنجن حقيقتن جي پٽرن سان اسان جي خوابن کي زخمي ڪري ڇڏي ٿي... ليڪن ائين سمجهڻ ته حالتون سدائين ائين رهنديون پڻ صحيح ڪونه آهي... مادي تي ذهن جي ڪامراني، ان ڳالھ جي ثابتي آهي، ته زندگيءَ کي سهنجو بنائڻ لاءِ گهڻو ڪجھ ڪري سگهجي ٿو.“

قاضي جاويد سان لاهور ۾ مجلس ٿي ۽ خيالن جي ڏي وٺ جو موقعو مليو. هو نقاشِ ازل جي مصلحت جو قائل ڪونه هو. ان راءِ جو هو ته ماڻهو پنهنجي مقدر جو مالڪ پاڻ آهي.

اسلامي فڪر جي تاريخ ۾ معتزله نالي هڪ فرقو پيدا ٿيو، جنهن جو چوڻ هو ته انسان پنهنجن افعالن جو خالق پاڻ آهي، نه ته پلا مٿس جزا ۽ سزا ڪيئن واجب ٿيندي؟ (علامه

اقبال پڻ پنهنجي ڪتاب ”فلسفه عجم“ ۾ معتزله فرقي جو ذڪر ڪيو آهي.) معتزله فرقي جي نقطهءِ نگاهه موجب، ماڻهو پنهنجي قول ۽ فعل وسيلي، پنهنجي دنيا بدلائي سگهي ٿو. معتزله اهي خيال يوناني فلسفي مان ورتا هئا.
مدد علي سنڌيءَ، روزانه ”سنڌ نيوز“ ۾، ڊاڪٽر سورلي جو خط شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ چيل آهي ته ”جديد مغربي سوچ به اها ئي آهي ته ماڻهوءَ جا سڀ خيال پنهنجا پيدا ڪيل آهن. هو پنهنجي مقدر جو مالڪ پاڻ آهي. هيءَ دنيا گهڻو تڻو ائين ئي آهي، جيئن ماڻهوءَ ان کي ٺاهيو آهي. خدا تعاليٰ ته هڪ اهڙيءَ هستيءَ جو نالو آهي، جنهن جي اسان کي ڪابه ڄاڻ ڪانهي.“
مان ”نقاش ازل“ جي مصلحت جو قائل آهيان ۽ ”ڪن فيڪون“ تي ايمان اٿم. ڪشنچند بيوس جو هي ڪلام ڏاڍو وڻندو اٿم:
ساهه اندر جو ساهه ڪڇي ٿو
بيوس سائينءَ ناد وڄي ٿو
نوبت نينهن نقارا
سڀ ڪن تنهنجي ساره پيارا
پيارا قدرت وارا
ليڪن ان ڳالهه کان به انڪار ڪونهي، ته مادي تي انساني ذهن جي ڪامرانيءَ وسيلي، حالتن کي هڪ حد تائين

واقعي تبديل ڪري سگهجي ٿو. سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جون حيرت انگيز ڪاميابيون آخر مادي تي انساني ذهن جي ڪامرانيءَ جون ناقابل ترديد ثابتيون ئي ته آهن، ۽ ذرتيءَ جي ساهوارن ۾ فقط انسان ئي ته آهي، جو فخر سان چئي سگهي ٿو ته:

من آنم که از سنگ آئينه سازم

من آنم که از زهر نوشينه سازم

انسان، عقل کي امام بنائي، ريڊئي، وايرليس، ٽيليڪس، ٽيلي گرام، ٽيلي فون، ٽيلي ويزن، دوربين، خوردبين، ڪار، ريل، سامونڊي جهاز ۽ هوائي جهاز ايجاد ڪري، زمان ۽ مڪان جي جبر کي ٽوڙي ڇڏيو.

انسان، هزارين سال اڳ، ٻيڙي ٺاهي، طوفان نوح تري وڃڻ کان وٺي، اڄ راڪيٽ ٺاهي، چنڊ تي خيما کوڙي، ثابت ڪري ڏيکاريو  ته مادي تي انساني ذهن جي ڪامرانيءَ وسيلي گهڻو ڪجھ ڪري سگهجي ٿو.

پر، ھڪڙيون ڳالهيون انسان جي اختيار ۾ آهن، ٻيون ڳالهيون سندس اختيار کان ٻاهر آهن، ان ڪري ڪيس پنهنجي مقدر جو مالڪ قرار ڏيڻ سولي ڳالھ نه آهي.

انسان فقط پنهنجن پنجن حواسن وسيلي ئي تدبير تيار ڪري، تقدير جي سينڌ سنواري سگهي ٿو. ليڪن، ڪائنات جو سارو علم سندس پنجن حواسن ۾ سمايل ته ڪونه آهي.

ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيم ته، ”موت انسان جو آخرين دشمن آهي. ان کي ختم ڪرڻو آهي.“
حوصلو ۽ ارادو بيشڪ وڏو آهي. پر روز اول کان وٺي، اڄ ڏينهن تائين، اهڙو ڪو حڪيم، طبيب، يا ڊاڪٽر ٿيو آهي، جو موت کان پاڻ بچائي سگهيو هجي؟
ابن سينا چيو آهي:
از قعر گل سياه تا اوج زحل
کردم همہ مشڪلات گيتي را حل
بيرون جستم ز قيد هر مکر و حيل
هر بند کشاده شد مگر بند اجل
”ڪاريءَ گپَ جي ڏيڍ کان وٺي زحل تاري تائين دنيا جي سمورين مشڪلاتن کي مون حل ڪري ڇڏيو هر مڪر ۽ حيلي جي قيد مان پاڻ ڇڏائي آيس. سڀ ڳنڍيون کلي ويون، پر موت جي ڳنڍ کولي نه سگهيس.
سج روزانو صبح جو اوڀر مان اڀري ٿو ۽ اولهه ۾ لهي ٿو. ڪنهن به سپر پاور يا سيڪيورٽي ڪائونسل جو فيصلو، سج جي انهيءَ روش کي بدلائي سگهي ٿو؟
حقيقت اها آهي ته جيئن جيئن انسان جي ذهن تان اڻ ڄاڻائيءَ جا پردا هٽندا رهن ٿا، تيئن تيئن کيس قدرت جي قوت ڪائنات جي وسعت ۽ پنهنجيءَ حيثيت جو صحيح احساس ٿئي ٿو.

دنيا جي هاڪاري سائنسدان سر آئزڪ نيوٽن هڪ دفعي چيو هو ته ”ائين ٿو ڀايان ته سمنڊ جي ڪناري تي واديءَ جا ڀير ڀيا آهن ۽ مان هڪ ٻار وانگر، سڄي عمر رڳو انهن ۾ راند ڪندو رهيو آهيان.“

جڏهن انسان کي پنهنجي ابتدا ۽ انتها نامعلوم هجي، زندگيءَ جي مقصد ۽ سفر جي منزل به معلوم نه هجي، تڏهن هن دنيا ۾ حياتيءَ جا ڏهاڙا، ڪنهن سهڻي انداز سان گذارڻ لاءِ، صوفين جو هي قول معنيٰ رکي ٿو ته ”انسان جي زندگيءَ جو مقصد هن ڪائنات کي حسين بنائڻ آهي.“

ابن سينا جو ڪتاب ”القانون“ هجي، مونا ليزا جي مرڪ هجي، تاج محل جي تعمير هجي، آدم ڪلثوم جو آلاپ هجي، روي شنڪر جي ستار هجي يا جديد دور ۾ ڪنڪارڊ جي پرواز- مڙني جو مقصد هن جهانَ کي سهڻو بنائڻ آهي. ليڪن، جهان کي حسين بنائڻ آسان ڪونه آهي، رڳو پنهنجيءَ زندگيءَ کي حسين بنائڻ ئي ڏاڍو ڏکيو آهي!

اڪثر انسان مون وانگر خوابن ۾ رهن ٿا ۽ سڄي عمر ننڊ ۽ پنڌ ڪندا رهن ٿا. مقدر جا ماريل ۽ مجبور جو ٿيا. مجبور ماڻهوءَ کي ڏوهه ڏيڻ اجايو آهي، چو ته ڪير آهي، جو پنهنجيءَ بگڙيءَ کي بنائڻ نٿو گهري؟ ڪير آهي جو ڏک جي جهان مان نڪري، سک جي جهان ۾ پير پائڻ نٿو گهري؟ پر اها هڪڙي وک کڻڻ ڪيڏي نه ڏکي ڳالهه آهي!

اهو چوڻ ڪيڏو نه آسان آهي، ته هيءَ دنيا گهڻو تڻو ائين ئي آهي، جيئن انسان ان کي ڏاهيو آهي. پر، حقيقت ائين ڪٿي آهي؟ ائين چو آهي ته هڪڙن جون اونڌيون به سنيون، ته ٻين جون سنيون به اونڌيون!

جڏهن يوسف جا ڀائر مصر مان ان وٺڻ ٿي ويا، تڏهن سندن والد، يعقوب کين نصيحت ڪئي ته ”جڏهن شهر ۾ داخل ٿيو، تڏهن جدا جدا دروازن مان داخل ٿجو جيتوڻيڪ ٿيندو ائين ئي جيئن تقدير ۾ لکيل هوندو.“

انسان جي هٿ وس شايد ايترو ئي آهي ۽ ان جو نالو تدبير آهي. پوءِ کيس به يوسف جي ڀائرن وانگر، ڪي داڻا ڪڻا نصيب ٿيا ته وه واه. نه ته چئي پنهنجيءَ تقدير کي! ليڪن ڀلا ڀاڳ يوسف جا. ڀائرن کيس ماري ڪٿي، کوهه جي تري ۾ اڇلايو پوءِ به سندس سپ خواب سچا ٿيا. سج، چنڊ ۽ تارن سجدا به ڪيا، ته مصر جي تخت تي به ويٺو ۽ الائي ته ڪيتريون زليخائون سندس سونهن پسي پنهنجا هٿ ڪپينديون رهيون!

مير تقي مير، ماڻهوءَ کي هيءَ ميار ڏيئي، مون جهڙن الائي ته ڪيترن چڻن جي اکين ۾ ڳوڙها ڏيئي ويو:

سرسري تم اس جهان سي گذري<br>ورنه هرجا جهانِ دگر بهي تها

مير سائين، ”جهان دگر“ ڪٿي هو؟ ڪنهن لاءِ هو؟ مون ته ڏاڍو ڳوليو. پلاري پٺائيءَ جو به مشاهدو اهو ئي هو ته:
هَڙَ ۾ ڪيئن هئونِ، هنئين هن نه چاڙهيا
سارو ڏينهن سمونڊ تي لهي سج ويونِ
جڏهن سائينءَ سبب ڪيونِ، تڏهن سٽڙ ٿيا سيد چوي

هيڪر، مان ۽ مولوي قاسمي صاحب ڪراچيءَ کان اسلام آباد هوائي جهاز ۾ وچي رهيا هئاسون. مون کيس سامهون ايندڙ ايئرهوسٽس ڏانهن اشارو ڪري چيو ته، ”هيءَ حور اسان لاءِ ميوي جي رس جا گلاس آڻي رهي آهي. هي اڏامندڙ محلات منٽ ۾ ڏهه ميل رفتار سان زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ پرواز ڪري رهيو آهي. ايئرڪنڊيشنڊ ماحول ۾ موسيقيءَ جي نغمن جي گونج آهي. خبر نه آهي ته حضرت سليمان جو تخت ڪيئن هوندو؟“

مولوي صاحب منهنجي ڳالهه ٻڌي مسڪرايو ۽ چيائين: ”اها به خبر ڪانهي، ته ان تي رڳو پاڻ چڙهندو هو، يا ٻين کي به ويهاريندو هو. هت ته جيڪو ٽڪيٽ جا پئسا ڀري، سو اچي سوار ٿئي.“

مولوي صاحب جي ڳالهه ٻڌي، مون دل ۾ سوچيو ته ”اڄ به ڪل ڪيترن ماڻهن وٽ هوائي جهاز جي سواريءَ جا پئسا هڙ ۾ آهن؟ اڳي ڪن کي حضرت سليمان اڏامندڙ تخت تي گڏ وهاريندو هو. اڄ ٻين کي پئسو هوا جي پرن تي پرواز

ڪرائي ٿو. ڪن مسڪينن جو سارو ڏينهن سمونڊ تي اوسيئڙي ۾ گذري وڃي ٿو.“
ٿر جو هڪ لوڪ گيت آهي:
”سارو تان سيارو، مون گنديءَ ۾ گذرايو.“
ماڻهوءَ جي حياتيءَ ۾، سک جون ساعتون تمام مختصر ٿين ٿيون ۽ ڏک جا ڏاڍا ڏينهن ڊگها. انهن ڪان به اوکيون آهن رڻ جون ڪاريون راتيون. پر، ان هوندي به، رات جي ڪاريءَ ٻاٿ ۾، مون جتي به ڏيئي جي لاٽ ڏٺي، اتي ٻوڙي وڃي دروازي تي دستڪ ڏني، ته من ڪو بي قرار روح، ڪنهن اهل دل جي اوسيئڙي ۾ هجي. مون کي هر هنڌ، اهو ئي جواب مليو ته ”مسافر جا پيرا انهيءَ ئي واٽ تي پوندا آهن، جيڪا آسمان جا ستارا سندس لاءِ هن ڌرتيءَ تي گهڙيندا آهن.“ پنهنجا پيرا جنهن واٽ تي پيا، ان تي وک وک تي ڪنڊا هئا. غلام فريد چيو آهي:
عمريا لنگهيا پيان پار
پنهنجي ساري عمر به ڪنڊن ڪان بچندي پبن تي هلندي گذري ويئي!
هونئن رڻ ۾ رج جا عجيب منظر هئا. ويراني ۾ وسندڙ شهر هئا، جي بي روح انسانن سان ڀريل هئا. ظاهري حسن ۾ آذر جا بت هئا. نه سونهن ۾ سندن ڪو ثاني هو ۽ نه دل جي

سختيءَ ۾. سندن هڪڙيءَ ئي نگاهه سان سڪايل دل گهايل ٿي ويندي هئي.

دامن په ڪوئي ڇهينٽ نه خنجر په ڪوئي داغ
تم قتل ڪرو هو يا ڪرامات ڪرو هو

ننڊي هوندي، قصن ۽ ڪهاڻين ۾ پڙهيو هئم ته ”پوءِ مسافر انهيءَ طلسمي شهر ۾ وڃي پهتو، جتي سڀ ماڻهو پٿر جا بت هئا.“ مان به ان اجنبي مسافر وانگر، بتن ۽ بي روح انسانن سان پريل انهن شهرن مان ائين ئي حيرت ۽ حسرت سان لنگهيس، جيئن ڪو نادار پريءَ بازار مان خالي هٿين گذري.

*****

زندگيءَ جو سفر شايد اڃا به اوکو ٿي پوي ها، پر ڪي اعليٰ انسان هوندا هئا جي رڻ ۾ رهنمائي ڪندا هئا، جڏهن ڪو مسافر مون وانگر اڃ ۽ رڃ ۾ هلي هلي ماندو ٿي ڪري پوندو هو ته ڪيس آٿت ڏيئي اٿاريندا هئا: ”دل نه لاهه. زندگيءَ جا هي ڏکيا ڏينهڙا به گذري ويندا.“

اهڙا اعليٰ انسان ڪي ورلي نظر ايندا هئا. پر، ڇا ڇئجي سندن جوت ۽ جلوو،ڇڻ ته ڪوئلن ۾ هيرا. رڻ جي ڪارين راتين ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چمڪندا هئا. ٿڪا ماندا مسافر سندن ئي سوجهري تي وک وڌائيندا هئا. انهن اعليٰ انسانن جو ڪنهن به قوم ڪڙم ۽ قبيلي سان واسطو ڪونه

هوندو هو. پيغمبرن جي پيروي ڪندا هئا. سموريءَ انسان ذات کي سهارو ڏيندا هئا.
هڪ دفعي، حضرت عيسيٰ کان ماڻهن پڇيو ته ”سائين اوهان جي گهر اچون؟“
جواب ڏنائين ته ”دنيا ۾ منهنجو گهر ڪٿي آهي؟ گهر ڇا کي چوندا آهن؟“
چون ٿا ته حضرت عيسيٰ مئل ماڻهو جياريندو هو. پر، مان پانيان ٿو ته سڀ پيغمبر مسيحا هوندا آهن. مرده دلين ۾ جان وجهي ڇڏيندا آهن. نه ته پلا بي قرار روحن کي سندن ئي پاڇي هيٺ قرار ڪيئن ايندو!
چون ٿا ته پيغمبر اسلام جڏهن ننڍو هوندو هو، ته پنهنجي چاچي سان گڏجي، شام ملڪ ڏانهن ويو هو. هڪڙو عيسائي راهب اهو لقاءُ ڏسي، وائڙو ٿي ويو، ته رڻ ۾، هڪ ڪڪر مٿس ڇانو ڪندو ٿي آيو. اها ڳالهه اڄڪلهه گهڻن ماڻهن کي ويساهه ۾ ڪانه ايندي. پر، هيءَ ڳالهه هر ڪو مڃيندو ته پيغمبر کي هي جهان ڇڏئي، چوڏهن صديون گذري ويون آهن، ليڪن ڪروڙين انسان سندس ئي پاڇي هيٺ قرار وٺن ٿا.
نواب نور احمد لغاريءَ ڳالهه ڪئي ته، ”مديني ۾ عجب منظر ڏٺم، شينهن جهڙا مڙس هجن. پري کان اچن، ته ڌرتي پئي ڌڏي. پر، مسجد نبويءَ ۾ گهڙن، ته سندن اکين

مان نيسارا پيا وهن. مون الائي ته ڪيترن شهزورن ڪي، مسجد جي ٿنڀن ڪي ٽيڪ ڏيئي، ٻارن وانگر سڏڪا ڀريندي ڏٺو.“

نفسيات جو ماهر انهيءَ ماجرا جي سمجهاڻي شايد هيئن ڏيندو ته، ”هر انسان کي هيانءُ هلڪي ڪرڻ جي ضرورت ٿئي ٿي. هونئن به زندگيءَ جي رڻ ۾ هلي هلي، ماڻهو آخر ٿڪجي پوي ٿو. ساهه پٽڻ لاءِ ڪيس ڪنهن نه ڪنهن سهاري، ڪنهن نه ڪنهن ديوار، ڪنهن نه ڪنهن ٿنڀي ٿوڻيءَ جي ٽيڪ جي ضرورت پوي ٿي.“

ممڪن آهي ته حقيقت ائين ئي هجي. ليڪن، هيءَ به ته حقيقت آهي، ته ڪوبه بي بنياد ٿنڀو گهڻو بار برداشت ڪري نه سگهندو، ۽ نه وري گهڻي دير بنا پيرن جي بيهي سگهندو. وقت سچ ڪوڙ جي وڏي پرک آهي. مارڪس، لينن ۽ مائو جو اثر ڪل گهڻو عرصو هليو؟

مائيڪل هارٽ پنهنجي ڪتاب

“A Ranking of 100 Most Influential persons in Human History.”

۾ لکيو آهي ته: -

He (Muhammad) was the only man in history, who was supremely successful, on both the religious and secular levels.

Today, 14 centuries after his death his influence is still powerful and pervasive. It is this un-paralleled combination of secular and religious influence, which I feel entitled Muhammad to be considered the most influential figure in human history.

”تاريخ ۾ هو واحد شخص هو، جنهن مذهبي توڙي دنياوي سطح تي، ڪمال درجي تائين ڪاميابي حاصل ڪئي.

اڄ، سندس رحلت کان چوڏهن صديون پوءِ به سندس اثر چوڏس قائم ۽ دائم آهي. منهنجي نظر ۾ ديني ۽ دنياوي اثر جي هن بي مثال ميلاپ سببان، محمد صلعم کي انساني تاريخ جي سڀ کان بااثر شخصيت قرار ڏيئي سگهجي ٿو.“

جيڪو انسان، صدين جون صديون، لکين ڪروڙين انسانن جي مٿان دنيا جي ڌر تتيءَ ۾ چپر ۽ چانو ٿي بيهي، ان جي مٿان رڻ ۾ هڪڙي ڪکر جو پاڇو ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي!

چون ٿا ته پيغمبر جڏهن ٻار هو، ته ٻڪريون چاريندو هو. وڏو ٿيو، ته ٿورو گهڻو واپار ڪندو هو. – اڻ پڙهيل هو. پر، دنيا کي اهڙو ڪتاب ڏيئي ويو، جنهن کي پڙهڻ سان ماڻهن جون دليون ميڻ وانگر رجي وڃن ٿيون. ڪتاب جو مصنف ڪير ڪونه آهي. پر دنيا ۾، نسل در نسل،

ڪروڙين انسان پنهنجي زندگي ان ڪتاب جي قاعدن قانونن موجب گذارين ٿا. شايد اهوئي سبب آهي، جو دنيا جي مشهور قانوني- درسگاهه ”لنڪنس ان“ لنڊن ۾، پيغمبر جو پاڪ نالو، وڏي ادب سان دنيا جي انهن اعليٰ مدبرن ۾ لکيو اٿن، جن دنيا کي انصاف عطا ڪيو.

انگستان جي عظيم اديب، ٿامس ڪارلائيل، پنهنجي ڪتاب Heroes and Hero – worship ۾ پيغمبر کي عقيدت جا گل پيش ڪندي لکيو هو:

”ڪنهن ٿي ڄاتو ته عربستان جي ريگستان ۾، واريءَ جو اهو داڻو، جڏهن جرڪندو، تڏهن غرناطه کان دهليءَ تائين، ملڪن پٺيان ملڪ، سندس روشنيءَ ۾ تجلا ڏيندا.“

ڪارلائيل ڳالهه گهٽي گهٽائي ڪئي آهي. دهليءَ کان گهڻو پري، چين، ملائيشيا، انڊونيشيا ۽ فلپائينس – الائي ته ڪيترا ملڪ انهيءَ ئي اُمي پيغمبر تي ڪَلمو پڙهن ٿا. (چون ٿا ته هاڻي دنيا جي هر پنجن ماڻهن ۾ هڪ ڄڻو مسلمان آهي).

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، سنڌي شعبي جي استاد عبدالجبار شامَ پنهنجي ڪتاب ” مائوءَ جي ملڪ“ ۾ لکيو آهي ته ” هاڻي هن ملڪ ۾ ڪوبه ماڻهو آسمان ڏانهن دعا لاءِ هٿ ڪونه ٿو کڻي.“

عبدالجبار شام جو مشاهدو ممڪن آهي ته اهو هجي. پر
ڪانئس ست سال پوءِ جڏهن مان چين ملڪ جي دوري تي
ويس ته چيني ترڪستان جي شهرن ارومچيءَ ۽ ترپان ۾
اذاتون ٻڌم ۽ قطار در قطار ماڻهن کي مسجدن ڏانهن ويندي
ڏٺم.
پاڪستان ۾ روشن واجديءَ نالي چين جي ثقافتي
سيڪريٽري هوندي هئي. (هاڻي چين جي گادي بيجنگ ۾
رهندي آهي.) مون سان سڪ اٿس. سندس نندي ڀاءُ جي
رحلت جي خبر ٻڌم، ته ڪيس تعزيت ڏيڻ ويس. سندس سهڻن
ڳلن تي ڳوڙها ڳڙي آيا. چيائين ته”رباني، منهنجو ڀائڙو
پيغمبر جي در تي حاضري ڏيئي آيو هو. اها ئي ڳالهه
منهنجي روح جي راحت آهي. مان سندس لاءِ دعا گهرندي
آهيان.“
رب جي رحمت ته هر هنڌ وسي ٿي. پر، پيغمبر جي درڪان
ڪيئي ڪوهه پري، سوشلسٽ نظام ۾ پيدا ٿيل، هيگل جي
جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism) ۽
مارڪس جي تعليم سان سرشار سفارتڪار خاتون جڏهن
مائوءَ جي ملڪ ۾ ڳوڙهن ڀريل اکين سان آسمان ڏانهن دعا
لاءِ هٿڙا کڻي ٿي، تڏهن سندس روح کي راحت ان ڳالهه ۾
ئي اچي ٿي ته سندس ڀائڙو پيغمبر جي در تي حاضري

ڏيئي آيو هو! پلاري پٺائيءَ الائي ڪهڙيءَ ڪيفيت ۾ فرمايو هو:
برو هو پنپور، آرياڻيءَ اجاريو
منهنجي ڏاڏي کي به پيغمبر سان حب هوندي هئي، سندس نالو به محمد هو. پر حاجي محمد نالي مشهور ٿي ويو، سو ان ڪري جو يارنهن حج ڪيا هئائين. ان زماني ۾ سفر جون سهولتون ڪونه هونديون هيون. پر، ”سڪندين کي سيد چئي، ڪين جهليندو جهنگ.“
ڪنڌياري تعلقي ۾، پنهنجي ڳوٺ مان پيادل نڪرندو هو. وسنديون ۽ ويرانا، صحرا ۽ ريگستان، پوٺا ۽ پهاڙ پار ڪري، مديني ۾ پيغمبر جي چائنٺ چمندو هو. اتي ئي سندس بي قرار روح کي قرار ايندو هو. سفر ۾ ڪيس پورو سال لڳي ويندو هو. ڳالهه ڪندو هو ته ”سچن پهاڙن ۾ پيڻ لاءِ پاڻي ڪونه ملندو هو. ويلن جا ويلا گذري ويندا هئا. بعضي ته راهه ۾ ڦورو حملا ڪندا هئا. جبل جي غار ۾ هڪ حبشي بخار ۾ ڦٿڪي رهيو هو. مون کان اشاري سان پاڻي گهريائين. مون کيس پاڻي پياريو. سامت ۾ آيو ته اٿيو ۽ امالڪ ترار ڪڍي، مون کي ڦرڻ ۽ مارڻ آيو. قد جو ايڏو ته ڊگهو هو، جو مان سندس ٽنگن جي وچان نڪري پڇي ويس ۽ جان بچايم. پر، اها يا رستي جي ٻي ڪابه رڪاوٽ، مون کي پيغمبر جي در تي حاضري ڏيڻ کان روڪي نه سگهي.

ست حَجَ پيادل ڪيم. پوءِ آگبوٽ ايجاد ٿيا. چار حج انهن جي وسيلي ڪيم.“
چون ٿا ته گوتم ٻڌ جا پوئلڳ ٻه ائين ئي ڪندا هئا. چين ولايت مان نڪرندا هئا. همالا ۽ هندوڪس، پامير ۽ قراقرم پار ڪري، الائي ته ڪٿان ڪٿان هندستان جي سرزمين تي پهچندا هئا ۽ انهن ئي آستانن تي اچي مٿو ٽيڪيندا هئا، جتي سهڻي گوتم پنهنجا پاڪ پير گهمايا هئا. سياڻي سعديءَ چيو آهي:
اي دل خورسندم تو بوي کسي داري
مون نئين تعمير ٿيل شاهراهه – ريشم تي گلگت کان وٺي، چين جي سرحدي چوڪيءَ خنجراب تائين سفر ڪيو آهي. سفر جي انتظام ۽ اسان جي آرام لاءِ ست ايئرڪنڊيشنڊ ڪوچ هئا. انهن جي اڳيان پويان حفاظتي فوج جا دستا هئا. ايس . پي . پنهنجي پوليس جي پوري اٿالي سان سمورو وقت ساڻ هو. اسان جي ڪاروان ۾ دنيا جهان مان اسي عالَم، مردَ ۽ زالون هيون. ڪي ته چڙ ڪوهه ڪاف جون پريون هيون. طرح طرح جا مشروبات، ميوا ۽ کاڌا هئا. سفر ڇا هو، سراسر راحت هئي. پر، رستي جي هڪ طرف آسمان کي ڇهندڙ همالا جبل جون برفاني چوٽيون ۽ ٻئي طرف طوفان جي رفتار سان وهندڙ سنڌو درياءُ ڏسي، سيءُ وٺي ٿي ويو. ڪٿي ڪٿي پراڻيءَ شاهراهه – ريشم جا

ٽڪرا به نظر ٿي آيا. ڪن پهاڙن تي ڪتبا ۽ گوتم ٻڌ جون تصويرون هيون، جي ياترين، سفر جي دوران، پنهنجي پيغمبر سان عقيدت جي اظهار طور ٺاهيون هيون. پهاڙ جي وٽ سان پيادل هلڻ جيترو پيچرو مس هو، جنهن تان پير ترڪي ته ماڻهو هزارين فوٽ اونهيءَ ماٿريءَ ۾ وڃي ڦهڪو ڪري. سندس هڏي به ڪانه بچي.

سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته سوين سال اڳ، گوتم جا ياتري انهيءَ پل صراط کي پار ڪري، سفر جون سموريون صعوبتون برداشت ڪري، چين ۽ ٿبيٽ مان، هن جي سرزمين تي ڪيئن صحيح سلامت پهچندا هئا. سندن عشق ڏسي، مون کي ته هڪ سنڌي ڪافيءَ جا ٻول ياد آيا:

عشق وارن کي عشق هميشه

وهه جون پياري وٽيون! يارَ

چين جي گاديءَ بيجنگ ۾، سهڻا مندر ڏٺم. مون کي لاما وارو مندر ڏاڍو وڻيو. گوتم جي عظمت کي عام ماڻهن جي اکين ۾ اجاگر ڪرڻ لاءِ، سندس وڏا وڏا پتلا ٺاهيا اٿن، ته گوتم هيڏو وڏو انسان هو. هڪ ڪاٺ جو پتلو ڏيکاريائون. الائي ته ڪيترا سو فٽ اوچو هو. چيائون ته هي هڪ ئي بند مان ٺهيل آهي، جنهن کي رسا ٻڌي، چيني ياتري، هندستان ۾ گوتم جي جنم ڀوميءَ مان ڇڪي، همالا جبل جي مٿان ٽپائي آيا هئا. مان ڪا دير ته گوتم جي منهن ۾ ڏسندو

رهيس. سوچيم ته گوتم ماڻهن جيڏو ئي ماڻهو هو، پر سندس اندر ۾ روشنائيءَ جو منارو ايڏو ته اوچو هو، جو ان جا تڙڪا، هزارن ورهين جو مفاصلو ۽ همالا جبل ٽپي، اڄ الائي ته ڪيستائين اچي پهتا آهن!
پيغمبرن جا نوراني پاچا ائين ئي زمان ۽ مڪان جون سڀ سرحدون اورانگهي، رڻ جي راهين تي چانو ڪري بيهندا آهن. تڏهن ته منهنجو ڏاڏو به اڄ ۽ بک ۾ ڪيئي سچا پوٺا ۽ پهاڙ، اڪيلي سر پار ڪري ويندو هو.
گوتم جي قدمن ۾ ويهي اکيون ٻوٽيم ته عربستان جي ريگستان ۾، ڏاڏي جا پيرا نيري آسمان ۾ سفيد پکين جي ولرن وانگر، مديني ۾ پيغمبر جي روضي ڏانهن ويندي ڏٺم.
بي اختيار حافظ ياد آيم:
مژده وصل توكز سر جان برخيزم
طائر قدسم و از دام جهان برخيزم
****
انسان جي مزاج جي نشو نما جو مدار، گهڻيءَ حد تائين، نفسياتي اثرن تي آهي. مون جنهن گهر ۾ اکيون کوليون، ان جو ماحول جان تان مذهبي هو. بابا سائين پابنديءَ سان پنج وقت نماز پڙهندو هو ۽ روزو قضا نه ڪندو هو. چاچا سائين ته ختمي درود جو به خيال رکندو هو. اَسُرَ جو اٿي، مٺي آواز سان ذڪر ڪندو هو. آخري عمر ۾ حج به

ڪيائين. مون بابا ۽ چاچا جي نشست برخواست ۾، برصغير جي مسلم – فارسي ڪلچر جو هلڪو رنگ به ڏٺو. چاچا، پنهنجي ذاتي ذوق سان سڪندر نامي تائين ۽ بابا يوسف زليخا تائين فارسي پڙهيو. سندس ڪتابن مان سعديءَ جو گلستان ۽ زيب النسا جو ديوان مخفي مون وٽ اڃا محفوظ آهن.
ڏاڏا سائين تر جو مڃيل حڪيم ۽ وڏيءَ دل وارو انسان هو. اسان جي ڄمڻ کان اڳ ئي هي جهان ڇڏي ويو هو. پر، هنڌين ماڳين سندس سخاوت جي هاڪ هئي. چوندا هئا ته ڪو شخص سوال ڪندو هئس، ته سندس ضرورت ڏٺي تي پوري ڪندو هو. ان ڳالھ ۾ دير اصل نه ڪندو هو. بشري ڪمزورين کان ڪير به آجو ڪونهي. سو، جڏهن به ڪنهن ڳالھ ۾ منجهندو هو، ته رسول الله کي سڪ سان سڏڙا ڪندو هو:
”مديني جا مير، سڻ منهنجا سڏڙا“
انهيءَ پس منظر ۾، ننڍي هوندي کان ئي منهنجي ذهن تي مذهب جا پاڇا پيا. ليڪن، بابا سائين مذهبي ڪٽر پڻي جي سخت خلاف هوندو هو. خدا کي سڄي عالم جو رب سمجهندو هو. بيشمار هندو سندس پيارا دوست هوندا هئا. وڏي هوندي، منهنجي پڻ ڪيترن ئي هندن، عيسائين، مجوسين، ڪميونسٽن ۽ دهرين سان دوستي ٿي. حياتيءَ

جي هڪ مرحلي ۾ پاڻ به مذهب ۾ آزاد خيال ٿي ويس. پر شخصي تجربي سان ائين محسوس ڪيم ته لا مذهب ماڻهوءَ جي سوچ، پنجاهه سوورهين تائين محدود آهي. سندس خيال موجب زندگيءَ جو سفر قبر جي ڪنڌيءَ تي ختم آهي. اڳتي رڳو اونده انڌوڪار آهي. هي جهان ۽ ان جو وڻ ٽڻ، ٻوٽو، گاهه ۽ گلُ، جيڪو هر سمجهدار ماڻهوءَ اڳيان سوال بنيو بيٺو آهي، سو؛ سندس خيال موجب، ائين ئي اتفاق سان وجود ۾ اچي ويو آهي. ليڪن، ڌاهي ماڻهوءَ جي خيال موجب هي جهان اتفاق سان وجود ۾ ڪونه آيو آهي.
مشهور يوناني فيلسوف سقراط هڪ دفعي پنهنجي شاگرد ارسطاديمس کان پڇيو ته ”تون ڪنهن اهڙي شخص جو نالو ڪڻي سگهين ٿو، جنهن جي فن کان متاثر هجين؟“ ارسطاديمنس چيو ته ”استاد، هائو مون کي فلاڻو شاعر ڏاڍو وڻندو آهي.“
سقراط چيس ته ”پلا انهيءَ سنگتراش لاءِ ڪهڙو خيال اٿيئي، جيڪو پٿر جا مجسما ڏاڍا سهڻا ٺاهيندو آهي. سندس فن وڏيڪ يا انهيءَ جو جيڪو زنده، هلندڙ، چلندڙ، ڪلندڙ، ڳالهائيندڙ مجسما ٺاهي ٿو؟“
ارسطاديمس چيو ته، ”استاد، مان زنده هلندڙ، چلندڙ، گهمندڙ، ڦرندڙ مجسمن ٺاهڻ واري فنڪار کي ئي عظيم سمجهندس، بشرطيڪ اهي اتفاقي طرح يا حادثاتي انداز ۾

پنهنجو پاڻ وجود ۾ نه آيا هجن. سوچي سمجهي ٺاهيا ويا هجن.“

سقراط چيس ته ”سمجهه ته ڪي شيون اهڙيون آهن، جن جي تخليق جو مقصد اسان کي سمجهه ۾ نٿو اچي. پر، ڪي اهڙيون به آهن، جن جي تخليق جو مقصد سمجهه ۾ اچي ٿو. تنهنجي خيال موجب، ٻنهي مان ڪهڙي تخليق حڪمت ۽ دانائيءَ واري ٿي ۽ ڪهڙي اتفاقي؟“

ارسطاديمس چيو ته ”استاد، بيشڪ اهي شيون جن جي وجود جو مقصد ظاهر هجي، سي ئي دانائيءَ واريون ليکبيون.“

سقراط چيس ته ”انسان جي خالق کيس اکيون ڏنيون ته ڏسي ۽ ڪن ڏنائينس ته ٻڌي. ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي وسيلي کيس خبر پوي ته ڪهڙي ڳالهه مناسب آهي ۽ ڪهڙي نامناسب. ساڳيءَ ريت زبان ڏنائينس ته ڳالهائڻ ٻولائڻ لاءِ ڪم آڻي ۽ کائڻ پيئڻ جي شين جي ذائقي جو فرق محسوس ڪري. ان طرح تون ٻين ڳالهين تي به غور ڪر ۽ ڏس ته هن ڪيئن نه ننڍيءَ کان ننڍيءَ ڳالهه جو به خيال رکيو آهي. مثال طور، ڪيئي نازڪ جيت جڻيا اڌامندا رهن ٿا. انسان جي خالق اکين جي حفاظت لاءِ ڇپر ڏنا، جي گهڙيءَ گهڙيءَ کلندا ۽ بند ٿيندا رهن ٿا، ته هوا ۾ جيڪو سنهو ڪن ڪچرو ۽ جيت

جڙيو آهي، ان ڪان اڪيون محفوظ رهن. ٻڌاءِ ته اهو سڀڪجهه اتفاقي طرح ٿي ويو يا حڪمت ۽ دانائيءَ وسيلي؟
ارسطاديمس چيو ته، ”استاد، بيشڪ اهي ڳالهيون انسان جي خالق جي دانائيءَ جو مظهر آهن.“
سقراط وانگر، ٻئي هڪ فيلسوف، عبدالله دراز به ان سوال تي بحث ڪيو آهي ته هيءُ جهان اتفاقي طور وجود ۾ آيو آهي يا ڪنهن رٿابنديءَ سان؟ هن هڪ مثال ڏنو آهي ته، ”ڪنهن وڏي جبل جي چوٽيءَ تي وڻن جي وچ ۾ هڪ بنگلو بيٺو آهي. ڪو شخص جبل تي چڙهي، بنگلي تائين پهچي ٿو. ڏسي ٿو ته اندر ڪير به ڪونهي! پر، هرشيءِ ٺهي ٺڪي پئي آهي. ڪمرن ۾، پٽ تي غاليچا آهن، جن تي سهڻا صوفا، ڪرسيون ۽ ميزون رکيل آهن. پلنگ آهن، جن تي قيمتي بسترا وڇايا پيا آهن.
هاڻي اهو شخص ڇا سمجهندو، ته پهاڙ تان پٿر ۽ مٽي پنهنجو پاڻ ڪِري آيا. پٿيون اڏجي ويون. انهن تي ڇت پئجي ويئي. وڻن جو ڪاٺ از خود چيرجي ويو ۽ ڪمرن ڪي در دروازا لڳي ويا. پوءِ خوبصورت فرنيچر به خودبخود ٺهي ويو ۽ پنهنجو پاڻ ٻاهران ڪِڃي بنگلي جي اندر پهچي ويو. پلنگ پوش، بسترا، چادرون وڇائجي ويون. غاليچا به پنهنجو پاڻ وڇائجي ويا. فانوس به اتفاقي طرح لڳي ويا ۽ پنهنجو پاڻ ٻري ويا.

جيڪڏهن ڪو شخص اوهان سان ملي ۽ اهڙي ڪا ڳالهه ڪري ته اوهان ڪيس ڇا چوندا، ته ”ميان ڪو خواب ڏٺو اٿيئي، يا ڪو قصو بيان ٿو ڪرين؟ هوش ۾ ته آهين!“
پر، جيڪڏهن اهو شخص اجا به گهڻو بحث ڪندو، ته اوهان ڪانئس پڇي سگهندا ته ”ميان، بنگلو ته پري ٿيو، رڳو بنگلي جو هڪ ڪمرو به ڪڏهن اتفاقي طرح پنهنجو پاڻ ٺهيو آهي؟ خودبخود ان جا تاڪ ٺهي ويا، منجهس انجيس ۽ ڪوڪا لڳي ويا! اها ڪا مڃڻ جهڙي ڳالهه آهي؟“
اهو مثال ڏئي عبدالله دراز سوال ڪيو آهي ته هي جهان، تارن ڀريو آسمان، سج، چنڊ ۽ تارا وڌيڪ، يا بنگلي جا پٿر ۽ ڪاٺ جا در دروازا وڌيڪ؟ جي بنگلو پنهنجو پاڻ ٺهي نٿو سگهي، ته هي جهان پنهنجو پاڻ ڪيئن ٺهي ويو؟
مشهور مستشرق، سينتيلانا ساڳيءَ ڳالهه جو هڪ ٻيو مثال ڏنو آهي. چوي ٿو ته جيڪڏهن ڪو شخص ڇاپي جا لکين ڪروڙين اکر گڏ ڪري، رڳو ٻيو انهن کي هيٺ مٿي ڪري، ته ائين ڪرڻ سان انهن مان ادب، شعر، فلسفي يا قانون جو ڪو ڪتاب اتفاقي طرح ٺاهي سگهندو؟
جيڪڏهن اکرن کي سالن جا سال رڳو هيٺ مٿي ڪرڻ سان ڪو به ڪتاب ڪونه ٺهي سگهندو، ته پوءِ هي جهان، جنهن ۾ سج جي اڀرڻ، موسمن جي ڦرڻ، ۽ گلن جي ٽڙڻ ۾

ايڏي ترتيب ۽ توازن آهي، سو لامذهب ماڻهوءَ جي خيال موجب، پنهنجو پاڻ، اتفاقي طرح ڪيئن وجود ۾ اچي ويو.“ ارسطوءَ جو قول آهي ته”هر نظام ۽ هر سليقو، چڻ ته پنهنجيءَ زبان سان پاڻ ٻڌائي رهيو آهي، ته ان جي پيدا ڪرڻ ۾ ڪنهن جي حڪمت ۽ دانائي سمايل آهي.“

هن جهان جي ڳجهارت (Riddle of the Universe) بابت ابوالڪلام آزاد به پنهنجي ڪتاب”غبار خاطر“ ۾ دلچسپ بحث ڪيو آهي. چوي ٿو ته، ”زندگي ۽ هل هلان جو هي ڪارخانو آخر چا آهي؟ ان جي ڪا شروعات به آهي يا نه؟ ڪٿي هلي ختم ٿيندو يا نه؟ خود انسان چا آهي؟ هي جو اسان سوچي رهيا آهيون ته ”انسان چا آهي“ ته خود اها سوچ ۽ سمجهه چا آهي؟ حيرت جي پردن پٺيان ڪجهه آهي به يا نه؟ ان وقت کان وٺي جڏهن اوائلي انسان پهاڙن جي غارن مان منهن ٻاهر ڪڍي، سج جو اڀرڻ ۽ لهڻ ڏسندو هو، اڄ ڏينهن تائين، جڏهن هو علم جي تجربيگاهن مان فطرت جا بيشمار چهرا بي نقاب ڏسي رهيو آهي، سوچ ۽ سمجهه جون هزارين ڳالهيون بدلجي ويون، پر جهان جي ڳجهارت Riddle of the Universe ڪنهن نه سکي. جڏهن هيءَ ڳجهارت نئين نئين انساني ذهن ۾ آئي هئي، تڏهن جو حل به سامهون آيو هو. پر، جيئن ته اسان ان ڳجهارت جو ڀيو ڪو حل ڳولڻ

گهرون ٿا، انڪري اسان جون پريشانيون شروع ٿين ٿيون. اسان عقل جو سهارو وٺون ٿا ۽ ان روشني ۾، جنهن کي اسان علم جو نالو ڏنو آهي، جيستائين رستو ملي ٿو، تيسين هلندا هلون ٿا، ليڪن اسان کي ڪوبه حل ڪونه ٿو ملي. هلي هلي نيٺ رستو ختم ٿي وڃي ٿو. ۽ روشني جهڪي ٿي، آخر ختم ٿي وڃي ٿي. اکيون انڌيون ٿي وڃن ٿيون. عقل ۽ ادراڪ جا سڀ سهارا ختم ٿي وڃن ٿا. پر جيئن ئي اسان پراڻي حل ڏانهن موٽون ٿا ۽ پنهنجيءَ معلومات ۾ رڳو هيترن اکرن جو اضافو ڪريون ٿا ته ”سوچ ۽ سمجه واري ڪا اعليٰ هستي پردي جي پٺيان آهي“ ته چڻ اونده مان نڪري سوجهري ۾ آيا آهيون. هاڻي جيڏانهن نگاه ڪريون ٿا ته روشني ئي روشني آهي.
آسٽريليا جي وحشي قبيلن کان وٺي، تاريخي عهد جي متمدن انسانن تائين، ڪوبه خدا جي تصور کان خالي نه رهيو آهي. ”رگ ويد“ جي فڪري مواد جي اوج ان وقت شروع ٿي، جڏهن تاريخ جو صبح به اجا چٽو ڪونه ٿيو هو. حتين ۽ اعلامين جڏهن پنهنجي عبادتگاه جا نقش و نگار ٺاهيا هئا، تڏهن انساني تمدن جي نندپڻ اجا پنهنجون اکيون به مس کوليون هيون. مصرين حضرت عيسيٰ جي ڄم کان هزارين سال اڳ پنهنجي خدا کي طرح طرح جي نالن سان سڏڙا ڪيا هئا ۽ ڪالديا جي ڪاريگرن مٽيءَ جي پڪل

سرن تي حمد ۽ ثنا جا اهي گيت لکيا هئا، جي اڳين قومن کان کين ورثي ۾ مليا هئا. ابو الفضل ڪشمير ۾ جوڙايل عبادتگاهہ لاءِ ڪھڙو نه سھڻو ڪتبو تجويز ڪيو هو”الاهي به هر خانه که مِي نگرم جو يا ي تواند، و به هر زبان که مي شنوم گوياي تو.“

اي تير غمت را دل عشاق نشانه
خلقي بتو مشغول و تو غائب زميانه
گم معتڪف ديرم و گه ساڪن ڪعبہ
يعني که ترامي طلبم خانه به خانه

سقراط، عبدالله دراز، ڊيوڊ سينتيلانا ۽ ارسطوءَ وانگر، ابوالڪلام به انهيءَ نتيجي تي پھتو، ته خدا جي هستيءَ ۾ ايمان رکڻ سان ئي هن جهانَ ۾ انسانَ جي زندگيءَ کي معنيٰ ملي ٿي.

انسان جڏهن به خدا جو سوچيندو، ته پنهنجي ذهن ۾ سندس ڪونه ڪو تصور ضرور قائم ڪندو، ليڪن خدا تعاليٰ ته هر تصور کان مٿي آهي. اهڙيءَ صورت ۾، انسان جو ذهن، پنهنجي ۽ جهان جي خالق کي ڪيئن سوچي، سمجهي ۽ ياد ڪري؟

**اهو دليل درست ته:**

ڪبهي صانع سما سڪتا نهين صنعت کي دامن مين
سمجھ کا ديني والا خود سمجھ مين آ نهين سڪتا

پر، ان دليل سان انسان لاءِ ڪا راھ ته ڪانه ٿي کُلي!
ابوالڪلام جو چوڻ آهي ته اسلام پنهنجي عقيدي جو بنياد سراسر ”تنزيه“ تي رکيو. قرآن ڪريم جي ارشادن ته:
1- ”ڪابه شيءِ هن وانگر نه آهي“ – تشبيہ جي اهڙي عام ۽ قطعي نفي ڪري ڇڏي، جو اسان جي تصوري تشخص لاءِ ڪجھ به ڪونه بچيو.
2- ”الله لا مثال نه گهڙيو“ – تمثيلن جا سمورا دروازا بند ڪري ڇڏيا.
3- ”اکيون سندس ادراڪ ڪري نٿيون سگهن“- حقيقت جي سڃاڻپ جي ڪابه اميد ڪانه ڇڏي.
تاهم، انسان جي تصور جي نظاري لاءِ اسلام کي به صفتن جي صورت آرايي ڪرڻي پئي ۽ ”تنزيه مطلق“ کي ”صفاتي تشخص“ جو جامو ڍڪڻو پيو، جنهن جو مثال قرآن ڪريم ۾ الله پاڪ جا اسمآءُ الحسنيٰ آهن.
صوفين به ذات مطلق جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ صفتن جو سهارو ورتو. ليڪن، ممتاز عالم گائي ايٿن(حسن عبدالحڪيم) پنهنجي ڪتاب، ”اسلام ۽ تقدير انساني“ (اداره ثقافت اسلاميه، لاهور) ۾ سوال ڪيو آهي ته ”صفت جي وسيلي ته مخلوق جو بيان ٿي سگهي ٿو. الله ته خود صفتن جو خالق آهي. جا شيءِ هن پاڻ ٺاهي آهي، سا خود سندس احاطو ڪيئن ڪري سگهندي! سو، قرآن مجيد ۾،

الله تعاليٰ جا جيڪي اسمآي الحسنيٰ ذنل آهن، سي فقط سندس مزاج جا آئينه دار آهن“

لفظ ”الله“، پروفيسر غلام حسين جلباڻيءَ جي ثاهيل عربي سنڌي لغت موجب، ”رب جو ذاتي نالو آهي.“ ٻيا نالا صفاتي آهن. ليڪن، مولانا ڪوثر نيازيءَ، اسلام آباد جي هڪ تقريب ۾ تقرير ڪندي، مون کي چرڪائي ڇڏيو ته ”الله لفظ ولہ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ حيراني آهي.“ ڳالھ ٻڌي دل تي بار ٿي پيوم. مولانا قاسميءَ کي حيدرآباد فون ڪيم، پر هن به ڪوثر نيازيءَ جي ڳالھ جي تصديق ڪئي. اسلام آباد جي اسلامي يونيورسٽيءَ جي استادن سان ڳالھ ڪيم. اتي پروفيسر غزاليءَ ٻڌايو ته ”ڪن عالمن جو اهو رايو آهي. ٻين جو خيال آهي ته ان پاڪ لفظ جي ڪابه مصدر ڪانهي.“ اهو ٻڌي ڪجھ آٿت آيو، پر من پوءِ به منجهيل ۽ ڪوماڻل رهيو. پر، سنت ٿي، مون گنهگار کي پيغمبر جي پاڇي هيٺ پناھ ملي. گائي ايٿن جي تحقيق موجب، هڪ حديث قدسيءَ ۾ آيو آهي ته:

”مان ائين ئي آهيان، جيئن منهنجو ٻانهو مون کي سمجهي ٿو ۽ جيئن ئي مون کي ياد ڪري ٿو ته مان ساڻس گڏجي وڃان ٿو.“

**ان حديث جو متبادل ترجمو هي به آهي:**

”مان پنهنجي بندي جي گمان موجب آهيان. جيئن ئي منهنجو نالو سندس لبن مان نڪري ٿو ته مان ساڻس گڏجي وڃان ٿو.“
انهن ئي ڏينهن ۾، پيغمبر جي قول سان مطابقت رکندڙ، قرآن ڪريم جي ارشاد تي نظر پيم:
”اي نبي منهنجا ٻانها جي توکان منهنجو پڇن ته ڪين ٻڌائي ڇڏ، ته مان ڪين ويجهڙو آهيان. جڏهن مون کي ڪير سڏي ٿو، ته مان سڏ ٻڌان ٿو ۽ جواب ڏيان ٿو.“- سورت بقره – آيت 186
منجهيل مَنَ ۾ ڪوماڻل دل کي ان ڪان وڏيڪ ڪهڙي تسلي کپي! مون ته ائين محسوس ڪيو ته آسمانن جا در کلي ويا ۽ دل جي سڪل پوٺن ۽ پهاڙن تي مهر ۽ محبت جا مينهن وسي ويا! چاليهه ورهيه اڳ ملڪاڻيءَ جو ترجمو ڪيل، ٽئگور جو هڪ گيت بي اختيار چپن تي آيو:
”گاني ۾ مخمور ٿي، پوءِ پنهنجو پاڻ وساريان ٿو،
تون جو منهنجو مالڪُ آهين، تنهن کي دوستُ پڪاريان ٿو.“
شاهه ولي الله سطعات ۾، پنهنجي مخصوص عالمانه انداز ۾ وضاحت ڪئي آهي ته ”قرآن“ ان جو نالو آهي، جنهن جي معنيٰ ۽ اسلوب الله تعاليٰ طرفان پيغمبر تي نازل ٿيا هجن. اهو ڪلام الله آهي.

حديث قدسي اها آهي، جنهن ۾ معنيٰ ته الله پاڪ طرفان پيغمبر تي نازل ٿي هجي، پر اسلوب پيغمبر پاڻ اختيار فرمايو هجي، يعني لفظن جو جامو پاڻ ڏڪايو هجي.

گويا حديث قدسي ۽ عام حديث ۾ فرق آهي.

حديث معنيٰ ڳالھ. ليڪن، پيغمبر جي عام ڳالھ کي به عام ماڻهن جي ڳالھ وانگر پرکڻ نه گهرجي، ڇو ته پيغمبر جو علم عام ماڻهن وانگر فقط پنجن حواسن تائين محدود ڪونه هوندو آهي. پيغمبر اسلام چوندو هو ته مان اوهان جهڙوئي ماڻهو آهيان، پر اوهان ۽ مون ۾ هي فرق آهي، ته مون تي وحي نازل ٿئي وحي عربي زبان جو لفظ آهي جنهن جو مطلب آهي ته ڪا ڳالھ مخفي نموني ۾ تيزيءَ سان ڪنهن جي من ۾ وجهڻ. پيغمبر جي معلومات جو ذريعي وحي الاهي هئي. پر، وحي رڳو پيغمبرن کي ڪانه ٿيندي آهي. قرآن ڪريم ۾ آيو آهي ته تنهنجي پروردگار ماکيءَ جي مک کي وحي ڪئي. شاھ ولي الله جو خيال آهي ته پيغمبر جي وحي مخصوص ٿيندي آهي. مثلاً ماکيءَ جي مک ڏانهن وحي الهام جو هڪ قسم آهي.

عام ماڻهن جي حالت ۾ به فقط عقل، دليل ۽ استدلال علم جا ذريعا ڪونه آهن. اونهو توجه ۽ ڪشف به علم ۽ معلومات جا ذريعا آهن. مغربي فيلسوفن ۾ شو پنهاور Schopenhauer ان راءِ جو هو ته وجدان، عقل

ڪان به علم جو وڏيڪ موثر ذريعو آهي. ڪن ماڻهن کي خوابن جي وسيلي ايندڙ واقعن جو اڳواٽ علم ٿيندو آهي، يعني سندن خواب سچا نڪرندا آهن. ڪن ماڻهن جي زبان يعني گفتي ۾ غير معمولي اثر هوندو آهي. سندن قول پيشن گوئي ثابت ٿيندو آهي. ڪن ماڻهن جي دعا ۽ بددعا لڳندي آهي. ڪن جي نظر لڳندي آهي.

ڪنهن زماني ۾، (غالباً 1960ع) کان 1970ع واري ڍاڪي ۾) روسي سفارتخانو اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ”طلوع“ نالي هڪ رسالو شايع ڪندو هو. ان ۾ هڪ روسي عورت تي مضمون شايع ٿيو، جنهن جي نظر لڳندي هئي. هوءَ اونهي توجهه وسيلي پنهنجي نظر جي اثر سان، ميز تي رکيل شيون، مثلاً ڪاغذ، ٿامي جا سڪا ۽ ميوو وغيره هيڏي هوڏي ريڙهي سگهندي هئي. مضمون ۾ عورت جون به تصويرون به ڏنل هيون. هڪڙي عام رواجي حالت ۾ ته ٻي جڏهن اونهي توجهه سان ڪنهن شيءِ ڏانهن گهوري رهي آهي. ان تصوير کي ڏسڻ سان ئي خوف ٿي ٿيو، چڻ ته شينهن گهوري رهيو هجي.

مضمون جي آخر ۾، وڏن وڏن روسي سائنسدانن (جن ۾ ايڪيڊمي آف سائنسز، سويت يونين جو صدر به شامل هو) ان ڳالهه جي تصديق ڪئي هئي ته هن عورت جي نظر

۾ برابر اها طاقت آهي. اسان کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي.
پر، ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.“
مون مولانا قاسمي صاحب سان جڏهن اها ڳالهه ڪئي، چيائين ته”ان ۾ حيرت جي ڪابه ڳالهه ڪانهي. سنڌ ۾ مون ڪيترائي ماڻهو ڏٺا آهن، جن لاءِ چوندا آهن ته، سندن نظر لڳي ٿي.“ مولوي صاحب چيو ته ”اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ ماڻهو رهندو هو، جنهن لاءِ چوندا هئا ته مجذوب آهي. هڪ دفعي ماڻهن کيس ڏاڍو چيڙايو ته ”تون رڳو اجايون ٻڌاڪون هڻندو آهين.“ شام جي مهل هئي. ڳوٺ جي ٻاهران پڊر ۾ ويٺا هئاسين. سامهون اهو رستو نظر اچي رهيو هو، جنهن تي، مسافر ايندا ويندا هئا. پري کان هڪ ماڻهو نظر آيو، جو گهوڙي تي سوار هو. مجذوب چيو ته ”چڱو، جي اهو گهوڙي سوار، رستي تي اها پل ٽپي ويو، ته پوءِ مان ڪوڙو آهيان. پر، جي پل تي پهچڻ کان اڳ ئي نظر لڳس، ته منهنجي اٿس،“ مولوي قاسمي صاحب چيو ته، ”گهڙي نه گذري ته اتي جو اتي گهوڙو ٿابڙيو ۽ گهوڙي تي سوار شخص زمين تي اچي ڦهڪو ڪيو.“
قدرت، انسانن وانگر ٻين ساهوارن کي به غير معمولي صلاحيتون ڏنيون آهن، ڪن جانورن ۾ سنگهڻ جي طاقت تمام تيز هوندي آهي. انسان کي خبر پوي نه پوي، پر جانور کي سنگهڻ سان خبر پئجي ويندي آهي. ولايت ۾ پوليس

خاص ان ڪم لاءِ ڪتا ڏاريندي آهي. ڪن پکين ۾ اها صلاحيت هوندي آهي، ته کين زمين جي زلزلي جي اڳواٽ خبر پوندي آهي. ٻيا پکي آهن، جن کي مينهن وسڻ جي اڳواٽ خبر پوندي آهي. سنڌ ۾ چوندا آهن ته تاڙي جي تنوار مينهن اچڻ جي نشاني آهي.
انسان ته مڙني ساهوارن ۾ ڏاهو آهي. پر، انسان ۾ به سڀ هڪجهڙا ڪونه آهن. ڪي ڏاها ته ڪي ڏڏَ. چون ٿا ته آئنسٽائين کي پنهنجيءَ غير معمولي ذهانت جو احساس هو. وصيت ڪئي هئائين، ته مئي کانپوءِ، منهنجو دماغ کولي ڏسجو. ائين ڪيائون، پر سندس دماغ ۽ عام ماڻهوءَ جي دماغ ۾ ڪوبه فرق ڪونه هو. پوءِ ائين چو هو، ته کيس جيڪا ڳالهه سمجهه ۾ آئي، سا عام ماڻهن جي سمجهه کان مٿي هئي؟ جڏهن نظريه اضافت ڏنائين ته سڄيءَ دنيا جي سائنسدانن جي سوچ بدلائي ڇڏيائين. هنن سندس عظمت جو اقرار ڪندي چيو ته اسان کي نظريي اضافت جي جزيات کي سمجهڻ ۾ ورهيه لڳي ويندا. پانئجي ٿو ته انساني نگاهه وانگر انساني عقل جي به حد آهي. دوربين سان ڏسبو، ته نگاهه پري پري پوندي. انساني عقل کي به دوربين نصيب ٿيندي، ته ان جي پهچ پري پري ٿيندي. پر ڪن ماڻهن کي دوربين جي ضرورت ئي ڪانه ٿي پوي. هو ڄمندي ڄام آهن. ڪنهن ڏاهي چيو آهي ته، ”بيشڪ خدا جي لاءِ اها

ڳالھ مشڪل نه آهي، ته ڪنهن انسان ۾ سڀ خوبيون جمع ڪري ڇڏي“.
اسلام آباد ۾، هڪ جرمن خاتون سان دعا سلام ٿي. هوءَ هر مذهبي عقيدي کان آزاد هئي، پر هڪ ڳالھ اهڙي ڪيائين، جنهن تي ٻئي ڄڻا متفق ٿياسين. چيائين ته ”آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ برابر ڪيئي اسرار ۽ قوتون آهن، جن جي پاڻ کي ڪابه خبر ڪانهي. پر، اهي هن ڪائنات توڙي اسان جي زندگيءَ تي اثر پذير آهن.“
اسرار معنيٰ راز، مخفي لڪل، غيب يا اهڙي ڳالھ جا معلوم نه هجي. پيغمبر ڏانهن هڪ حديث منسوب آهي ته ”مون کي غيب جو علم ڪونهي. جيڪڏهن غيب جو علم هجي ها، ته مون تي سختيون ڇو اچن ها؟ غيب جو علم فقط انهيءَ کي آهي جو جهانن جو سرجڻهار آهي.“
ان هوندي به پيغمبر جون نگاهون جيڪي ڏسن پسن ٿيون سو عام ماڻهن کي نظر نٿو اچي ڇو ته مٿس وحي ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو قرآن پيغمبر کي ”روشن چراغ“ ڪوٺيو آهي.
مير علي احمد ٽالپر هڪ دفعي مون کي هڪ سنڌي شاعر جو شعر ٻڌايو( جو بعد ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ) کان به ٻڌم) جنهن جو مطلب اهو هو ته ”اسان ته خدا کي

هنن ٻن اکين سان ڪونه ڏٺو هو. اسان کي ته مٿي محمد ٻڌايو ته الله هڪ آهي.“
رڻ جون ڪاريون راتيون ڏاڍيون اوکيون ٿينديون آهن. پر، جيڪو مسافر روشن چراغ جو سهارو وٺندو، سو اونداهيءَ ۾ گمراهه ڪونه ٿيندو ۽ نه وري دل لاهي، ائين سوچيندو ته ”قبر جي ڪنڌيءَ کان اڳتي، رڳو اوندهه انڌوڪار آهي.“
ڪنهن زماني ۾ ڪراچيءَ ۾ وڪٽوريا روڊ تي، صدر ۾ هڪ ڪافي هائوس کليو. مان تڏهن ڪاليج ۾ پڙهندو هوس ۽ هفتي ڏيڍ بعد دوستن سان گڏجي، اتي ڪافي پيئڻ ويندو هوس. اسان جنهن ميز جي چوڌاري وڃي ويهندا هئاسون، ان جي پاسي ۾ پٽ تي هڪ فريم ٽنگيل هوندو هو، ان تي انگريزي زبان ۾ هڪ عبارت هوندي هئي. ان جو مطلب اهو هو ته:
”حياتيءَ جي گھڙيال کي رڳو هڪ دفعو چابي ايندي آهي. ڪنهن کي خبر ته سندس حياتيءَ جي گھڙيال جا ڪانٽا، ڪڏهن ۽ ڪاٿي هلي بيهي رهندا؟“
مون هڪ دفعي مير علي احمد ٽالپر کي خط ۾ اها ڳالهه لکي موڪلي. تڏهن پاڻ اسلام آباد ۾ رهندو هو ۽ مون کي حيدرآباد ۾ خط پٽ لکندو رهندو هو. منهنجو خط پڙهڻ سان دانهن ڪري اٿيو ۽ فوراً جواب لکيائين:

”توکي ڪنهن ٻڌايو آهي ته هي ڪيل هت ئي ختم آهي؟ تو ڪان وسري ويو آهي ته قرآن وري وري چيو آهي ته اوهان اسان ڏانهن موٽايا ويندؤ.“
چون ٿا ته پيغمبر هميشہ اونهيءَ سوچ ۾ هوندو هو. عقل کي مشعل راهہ بنائيندو هو، ليڪن، هر معاملو خدا جي سپرد ڪندو هو. جيڪي دعائون گهرندو هو، تن ۾ هڪ خاص دعا هيءَ هئي ته(رب زدني علما) ”يا الله منهنجو علم وڌاءِ.“ علم جي سکيا مسلمان مرد ۽ عورت لاءِ فرض قرار ڏنائين ۽ ائين به فرمايائين ته ”عالم جي مس شهيد جي رت ڪان افضل آهي.“ ٻئي ڪنهن موقعي تي ائين به فرمايائين ته، ”علم حاصل ڪريو، پوءِ ان لاءِ اوهان کي چين چو نه وڃڻو پوي.“
هيڪر، مان چين ڪان پاڪستان اچي رهيو هوس. بيجنگ ڪان ڪراچي ايندي سمورو وقت سوچيندو آيس ته پيغمبر صلعم پنهنجو مقصد انسانن جو اخلاق درست ڪرڻ ٻڌايو آهي. اسلام جي تعليم قرآن ڪريم ۾ ڏنل آهي. قرآن ۾ سرآغاز چيل آهي ته هي ڪتاب انهن لاءِ ئي هدايت آهي، جي با اخلاق آهن. ماڻهن جي اخلاقي تربيت لاءِ جنهن زماني ۾ قرآن سان گڏ پيغمبر پاڻ موجود هو، ان زماني ۾ خود پيغمبر طرفان ڪين علم جي تحصيل لاءِ چين تائين وڃڻ جي تلقين چو ڪئي ويئي؟ ان سوال جو هڪ جواب

ته اهو ٿي سگهي ٿو ته پيغمبر تجارتي مقصد سان عرب ملڪن جي واپاري ميلن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ اتي چيني ماڻهو ڏٺا هئائين، جن لاءِ مشهور هو ته پري پنڌ تان چين ملڪ مان آيا آهن. گويا چين ڏورانهون ڏيهه آهي، انڪري علم جي ”اهميت“ واضح ڪرڻ لاءِ مثال ڏنائين ته علم حاصل ڪرڻ ايڏو ته ضروري آهي جو چين وڃڻو پوي ته به وڃڻ کپي.

سوال جو ٻيو جواب هي ٿي سگهي ٿو ته چين دنيا جي هڪ قديم ترين تهذيب وارو ملڪ هو ۽ اها تهذيب، ثقافتي، توڙي هنر ۽ ڪاريگريءَ (Science and Technology) جي علم جي لحاظ کان، نهايت شاهوڪار هئي. مثلاً بارود چين ۾ ايجاد ٿيو، ڪاغذ دنيا ۾ سڀ کان اول چين ۾ ٺهيو، شايد پيغمبر هنر ۽ ڪاريگريءَ جي علم جي معنيٰ ۾ چين جو مثال ڏنو.

چنانچ، هوائي جهاز، هزارين ميلن جو مفاصلو، پورن پنجن ڪلاڪن ۾ پورو ڪري، جڏهن ڪراچي ايئرپورٽ مٿان، پنهنجا پر پکيڙي، آهستي آهستي هيٺ لهڻ لڳو، تڏهن صوفين جو قول ياد آيو ۽ هيءَ ڳالهه منهنجي من تي آشڪار ٿي ته انسان اخلاق ۽ علم جي آميزش وسيلي، دنيا کي حسين بنائي سگهي ٿو.

اخلاق ۽ مذهب هڪ ٻئي سان ايتري قدر ته لاڳاپيل آهن، جو هڪ جو ٻئي کان سواءِ سوچي به نٿو سگهجي. تاهم، لامذهبي معاشري جو ته وري به تصور ڪري سگهجي ٿو، ليڪن اهڙي ڪنهن به معاشري جو تصور اچي نه ٿو سگهي، جيڪو اخلاقي قدرن کان بلڪ آجو هجي. ڪنهن ڏاهي جو قول آهي ته ”ماڻهو ڪفر سان ڀريل معاشري ۾ ته رهي سگهي ٿو، پر ظلم سان ڀريل معاشري ۾ رهي نه ٿو سگهي.“

چين ۽ روس لا مذهبي معاشرن جا چٽا مثال آهن، ليڪن اتي اخلاقي قدرن جو وڏو احترام ڪيو وڃي ٿو. چين جو ته مان پاڻ اکين ڏٺو شاهد آهيان. مغربي سرمايه دار ملڪن جي معاشرن کي نڪي ته مذهبي چئي سگهجي ٿو، نه وري لامذهبي. عيسائي ۽ يهودي اجا مڙئي پنهنجي مذهب جو نالو کڻن ٿا. پر، اخلاقي قدرن جو خاص خيال رکن ٿا. مثلاً، سندن معاشري ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ کي ننديو وڃي ٿو. ”اندر ۾ هڪڙي، ٻاهر ۾ ٻي“ خراب ڳالهه سمجهي وڃي ٿي. پراوا حق ڦٻائڻ ظلم ليکيو وڃي ٿو. حقيقت اها آهي ته مغربي ملڪن جو معاشرو عام اخلاقي قدرن جي بالادستيءَ ۾، مشرقي ملڪن جي معاشري کان جيڪڏهن ڪن ڳالهين ۾ گهٽ آهي، ته ڪن ڳالهين ۾ ان کان گهڻو بهتر به آهي. خاص ڪري، مغربي ملڪن جون حڪومتون عام شهريءَ

جي حقن جو جيترو لحاظ رکن ٿيون، اوترو مشرقي معاشري ۾ تصور به ڪري نه ٿو سگهجي. مون سان مائٺ شوڪت جماڻيءَ ڳالهه ڪئي ته ”پنهنجيءَ گهر واريءَ (پاچائي ناهيد) کي ويم لاءِ لنڊن وٺي ويس. جنهن ڏينهن پار چائو، ان ڏينهن کان اسان جي گهر ۾ سرڪار طرفان کير جي بوتل خودبخود پهچڻ شروع ٿي ويئي.“ سندس ڳالهه ٻڌي مون کي پنهنجي ملڪ ۾ سرڪاري اسپتالن جا ڪيئي منظر اکين اڳيان آيا، جن ۾ مون مرضن ۾ ورتل غريبن کي درد ۽ عذاب سببان تڙپندي ۽ ليلائيندي ڏٺو هو. پر، ڪوبه سندن سڏ ٻڌڻ وارو ڪونه هو.

مغربي معاشري ۾، رڳو سرڪار کي فرض شناسيءَ جو احساس ڪونه آهي. هر شهريءَ کي ٻئي شهريءَ جي حقن جو خيال آهي.

1947ع کان اڳ انگريزن جي بادشاهيءَ ۾، ٻڍ صاحب نالي سنڌ ۾ ڪو اعليٰ عملدار هوندو هو. 1976ع ۾ هڪ ڏينهن پير علي محمد راشديءَ اسلام مان حيدرآباد فون ڪئي ته: ”ٻڍ صاحب پنهنجيءَ فيمليءَ سميت روڊ رستي اسلام آباد کان ڪراچيءَ اچي رهيو آهي. وارو ڪر، حيدرآباد ۾، انگريزن جي زماني جا ڪي به ٽي ڪراڙا ڪليڪٽر گڏ ڪري وٺ ۽ ٻڍ صاحب جي مان ۾ ڪا شانائتي دعوت ڪر.“

مون بڊ صاحب جي مان ۾ لنچ ڏني. ٻه ٽي ڪراڙا ڪليڪٽر اڃا حيات هئا، سي به شريڪ ٿيا. شام جو بڊ صاحب ڪي چام شوري واريءَ پل تائين ڇڏڻ به ويس. شهر کان ٻاهر نڪتاسين، ته راجپوتانا اسپتال وٽ بڊ صاحب پيٽرول پمپ وٽ پنهنجي ڪار بيهاري، تيل وجهايو. ڪانئس پوءِ مون به پنهنجيءَ جيپ ۾ تيل وجهايو. پئسا ڏيڻ لاءِ سامهون شيشي جي ڪئبن ۾ ويس ته پٺيان بڊ صاحب ڇوهو ڇوهو اندر آيو ۽ چيائين ته ”مسٽر رباني، پنهنجي ڊرائيور کي چئه ته جيپ پمپ کان پاسي ڪري بيهاري. ڪو شخص پٺيان ڪار ۾ آيو آهي؛ پر، غريب تيل وجهائي نه ٿو سگهي، جو تنهنجي جيپ پمپ جي اڳيان سندس رستو روڪي بيٺي آهي. متان غريب تڪڙو هجي.“ بڊ صاحب جو اخلاق ڏسي، مون دل ۾ چيو ته، ”بيشڪ، اوهان جي قوم کي اسان تي حڪمراني ڪرڻ جو حق هو.“
اهڙين روايتن ڪري، مغربي معاشري ۾، اعليٰ اخلاق پيدا ٿيو، جنهن جو ٻيو قصو سائين مخدوم محمد زمان ٻڌايو. چيائين ته، ”هڪ دفعي علاج لاءِ ولايت ويس. ڊاڪٽر سان طبيعت جو احوال ڪري، دوا جو نسخو وٺي، پنهنجيءَ جاءِ تي آيس. ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر وٽان ٽپال ۾ هڪ پارسل اچي پهتو. کولي ڏسان ته سگريٽن جو پاڪيٽ! ڊاڪٽر خط ۾ لکيو هو ته ”اوهان پنهنجن سگريٽن جو اڌ پريل پاڪيٽ

منهنجيءَ ميز تي وساري ويا هئا، سو موڪلي رهيو آهيان.“

هڪ دفعي مان پنهنجيءَ فيمليءَ سان روڊ رستي اسلام آباد کان ڳوٺ وڃي رهيو هوس. لاهور ۾ ڏينهن ٻه ترسياسين. ٻارن کي شاهي قلعو گهمائڻ وٺي ويس. اسان کان اڳي ٿورا گهڻا سيلاني قلعو گهمي رهيا هئا. انهن ۾ سائيڪو سالن جي هڪ زائفان، جا ڪنهن يورپي ملڪ جي رهاڪو هئي، اسان سان رلي ملي ويئي. قلعو گهمندي، پنهنجيءَ ڪئمرا سان، اسان جو تصويرون ڪڍيائين ۽ موڪلائڻ مهل ايڊريس گهريائين. اسان پنهنجي سفر تي روانا ٿياسين. ڳالهه کي مهينا گذري ويا. هڪ ڏينهن ٽپال ۾ پارسل اچي پهتو. کولي ڏسون ته مائيءَ جو خط ۽ اسان جون تصويرون! ڏاڍا خوش ٿياسيون.

هن ئي ڪتاب ۾، مون ايچ- ٽي لئمبرڪ تي مضمون لکيو آهي، جنهن ۾ ٻڌايو اٿم ته سنڌي ادبي بورڊ سندس ٻه ڪتاب ڇاپيا هئا. ٻه ٽي سال گذريا، ته انهن ڪتابن ۾ ڏنل ڪي نقشا، ولايت جي ڪنهن رسالي ۾، پنهنجي ڪنهن مضمون ۾ ڇاپڻ لاءِ اسان کان اجازت گهريائين. جيڪڏهن پاڻمرادو ائين ڪري ڇڏي ها، ته اسان کي خبر به ڪانه پوي ها. پر، جي پوي ها ته ڪوبه اعتراض ڪونه ڪيون ها.

هي به ٽي عام مثال مون اهو ڏيکارڻ لاءِ ڏنا آهن، ته مغربي معاشري ۾ جيتوڻيڪ مذهب ڏانهن توجه گهٽ گهٽجي ويو آهي، پر عام اخلاقي قدرن جي بالادستي آهي.
ليڪن، ائين سمجهڻ به صريحاً غلط ٿيندو، ته مغرب جيڪي ڪجھ ڪري رهيو آهي، سو عين اخلاق آهي، يا سڀ مغربي ماڻهو وڏا بااخلاق شخص آهن.
اٽڪ وٽ، سنڌو درياءَ ۽ ڪابل درياءَ اچي ملندا آهن. انهيءَ تاريخي لنگھ وٽ، هزارن سالن کان ڪيئي لشڪر، درياءُ پار ڪري، هندستان تي حڪمران ٿيا، انڪري اڪبر اعظم پنهنجيءَ ايامڪاريءَ ۾، فوجي قلعو ٺهرايو، جو اڃا جبل تي ڪر ڪنيو بيٺو آهي. سو سال اڳ، انگريزن درياءَ تي پل ٺهرائي، جنهن جو شان ڇا چئجي. پوري هڪ صدي، مٿانئس هيٺان لاريون ۽ مٿان ريلون لنگھنديون رهيون آهن. انهيءَ تاريخي پس منظر ۾، اٽڪ جو نظارو مون کي ڏاڍو وڻندو آهي. پراڻي رستي جي پاسي ۾، لوڪلبورڊ جو ننڍڙو ريسٽ هائوس آهي. ٻه چار دفعا ان ۾ وڃي ٽڪيو آهيان. تازو ڳوٺان منهنجي وڏي ڀيڻ جنت خاتون، اسلام آباد گهمڻ آئي.“ مان ڪيس پنهنجيءَ گهر واريءَ نورجهان ۽ ٻارڙن سان گڏ، اٽڪ وٺي ويس. ريسٽ هائوس ۾ ماني کائي، درياءَ جي ڪپ تي ڪرسيون وجهائي ويٺاسون. چاءِ پي رهيا هئاسون، جو هڪ انگريز

زال، هٿ ۾ ڪتاب ۽ ڪار جي چابي لوڏيندي، سڌي اسان وٽ آئي. چيائين ته منهنجو مڙس ۽ ٻيا ڀاتي، درياءَ جي رستي، ٻيڙيءَ ۾ اچي رهيا آهن. مان اڳواٽ موٽر ۾ آئي آهيان، جو اسان جو پروگرام هو، ته اتڪ وٽ پاڻ ۾ ملنداسين. اسان کيس قرب ۽ تعظيم ڏيئي، پاڻ وٽ ويهاريو. ميوي ۽ مشروبات سان خاطر تواضع ڪئي. کيس ڪئميرا ساڻ هئي. اسان جي ئي چوڻ تي ٻه ٽي تصويرون ڪڍيائين ايڊريسون ورتائين. ڪجھ وقت ڪانپوءِ ٻيڙي آئي. مائي موڪلائي رواني ٿي. ورهيه وري ويا، مائيءَ نه تصوير موڪلي، نه چٺي چپاٽي.

ان واقعي کان ٻه ويھ ورهيه اڳ جي ڳالھ آهي. هڪ دفعي لاهور ۾ شام جي مهل رستي تي پسار ڪري رهيو هوس، ته منهنجو هم عمر، هڪ انگريز نوجوان، پنڌ ڪندو، مون وٽ آيو، ۽ ڪنهن ننڍيءَ هوٽل جو ڏس پڇيائين. مان کيس بکارو ڏسي، پاسي واريءَ ريسٽارنٽ ۾ وٺي ويس ۽ ماني کارايم. ڏاڍو شوق هو ته ڪانئس پڇان ته ڪلائيو نالي، تو جيڏو هڪ نوجوان، سڄي هندستان کي سٽي ڪٽي، انگريزن جي بادشاهي قائم ڪري ويو. توهان جي نئين نسل ڪهڙي نفسياتي چڪر ۾ هپي رنگ اختيار ڪيو آهي، جو ماني به خيرات جي کائو ٿا. هو ٻهريون سال انجنيري پڙهندو هو، جو پڙهڻ ڇڏي، هپين جي هڪ ٽولي سان گڏ،

دنيا گهمڻ نڪتو هو. ماني کائي ٻئي ڄڻا ٻاهر نڪتاسين. هلڪي بونداباري ٿي رهي هئي، سو مون کيس چيو ته ”ٿام، تون پنج منٽ ترس، ته مان پنهنجي ڪمري مان ڪوٽ پائي اچان ته پوءِ ٿا ڪچهري ڪريون.“ مان ٻن چئن منٽن ۾ ڪوٽ پائي، ٻاهر آيس. رستي تي ٿام جو نالو نشان به ڪونه هو. هن فقير جو فقط مانيءَ سان مطلب هو. ٿام کي ته ائين چئي آسانيءَ سان نظرانداز ڪري سگهجي ٿو، ته هو هڪ اوباش نوجوان هو. پر، علامه آءِ. آءِ. قاضي چوندو هو، ته ”انگريزن جو پنهنجي ملڪ ۾ اخلاق جو ماپو هڪڙو آهي ته اسان وٽ ٻيو. جڏهن سئيز واهه ٽپن ٿا، ته اخلاق کي ٻنيءَ پاسيرو اڇلائي اچن ٿا.“ برصغير تي سياسي تسلط حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزن اخلاقي قدرن کي جيئن پائمال ڪيو، سا حقيقت علامه صاحب جي قول جي صداقت جي ناقابل ترديد ثابتي آهي. چون ٿا ته سرچارلس نيپئر سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ انگلستان جيڪا تار موڪلي هئي، سا ٻنيءَ معنيٰ واري هئي. ان جو هڪ مطلب اهو هو ته ”مون سنڌ حاصل ڪئي آهي“ ۽ ٻيو اهو ته ”مون گناهه ڪيو آهي.“

آزاديءَ کان اڳ، انگريزن جي حڪومت ۾، ڪراچيءَ ۾ چاءِ پيڻ جون ننڍيون هوٽلون هونديون هيون، جن مان ڪن ۾ فقط انگريز چاءِ پي سگهندا هئا. هوٽل جي ٻاهران تختي

لڳل هوندي هئي ته Indians and Dogs not allowed هندستانين ۽ ڪتن کي اندر اچڻ جي اجازت نه آهي. مون اهي هوٽلون ۽ تختيون ڪونه ڏٺيون، جو اجا ننڍو هوس ۽ ڳوٺان ڪراچيءَ وڃڻ ڪونه ٿيو هو. پر، ريل ۾ اهڙا گاڏا ڏٺم، جن ۾ رڳا انگريز چڙهيل هئا.

درحقيقت، سڀئي مغربي ملڪ، ايشيا ۽ آفريڪا ۾ پنهنجا بيٺڪي راڄ قائم رکڻ لاءِ مشرقي ماڻهن تي بي پناهه ظلم ڪندا هئا. سندن بداخلاقيءَ تي شيڪسپيئر جو هيءُ قول حرف به حرف صادق هو:

There is blood on your hands
All the perfumes of Arabia shall not sweeten it.

اڳيون دور ته ڇڏيو، پر هاڻوڪي زماني، خود ويهينءَ صديءَ ۾، مغربي ملڪن جيڪي هٿيار ٺاهيا آهن، سي جهنگلي جانورن تي آزمائش لاءِ آهن، يا انسانن تي؟ عراق، ايران، افغانستان، ويٽنام ۽ ڪوريا جي جنگين ۾، معصوم شهرين ۽ ابهم ٻارڙن جا رت جي دريائن ۾ ترندڙ لاشا آدم جو اولاد هئا يا ابليس جو؟ اتي مغرب جو اخلاق ڪيڏانهن پر ڪري اڏامي ويو؟ انهن جنگين ۾ ته وري به رڳو روايتي هٿيار Conventional Weapons استعمال ٿيا هئا.

مغرب ۾، ليزر شعاع Laser Rays ڪنهن کي ساڙي خاڪ ڪرڻ لاءِ ايجاد ٿي رهيا آهن؟ ايٽم بم ۽ هئڊروجن بم ڪنهن جي مهمانيءَ لاءِ تيار ٿي رهيا آهن؟

انهن مهلڪ هٿيارن ٺاهڻ لاءِ اهو عذر ڏنو وڃي ٿو ته جيڪڏهن هٽلر جهڙو ڪو خردماغ ماڻهو، ڪنهن ملڪ تي قبضو ڪري، ۽ اقتدار جي هوس ۾، پنهنجا پر ڦهلائي، اوسي پاسي جي غريب ملڪن کي سٽڻ ڪٽڻ شروع ڪري، ته ڪيس ٻين ملڪن وٽ انهن هٿيارن جي موجودگيءَ جو ڊپ هجي. گويا اهي هٿيار هڪ قسم جو دڙڪو يا روڪ Deterrent آهن. پر ٻيءَ مهاڀاريءَ لڙائيءَ کان پوءِ جيڪي جنگيون لڳيون آهن، تن جي تجربي مان چا ثابت ٿيو آهي، ته اهي جنگيون ڪنهن هٽلر کي روڪڻ لاءِ لڳيون هيون يا مغربي ملڪن جي ملڪي مفادن لاءِ؟

تازو، آمريڪي هفتيوار رسالي ”ٽائيم“ (11 مارچ 1991ع) ۾ هڪ خط ڇاپي، ويٽنام جي جنگ کي به حق جي حمايت ۾ ”جهاد“ قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. خط ۾ ڇپيل آهي ته: ”اها جنگ اسان جي غلطي نه هئي. جيڪڏهن ائين نه ڪيون ها ته رڳو ڏکڻ ويٽ نام نه، پر ڏکڻ اوڀر جو پورو علائقو ڪميونزم ۾ وڃي وڃي ها.“

جيڪڏهن ڪميونزم جي نظام ۾، ماڻهوءَ کي بک، بيماريءَ ۽ گناهه کان نجات ملي ها، ته هو، هر صورت ۾، ان کي چنبڙيو پيو هجي ها. پلا، پنهنجي ٺهيل ٺڪيل آسودي گهر کي ڪير ڊاهيندو؟ جيڪڏهن ڪميونزم ناڪام ٿيو آهي، ته ان ڪري جو عوام جا مسئلا حل ڪري نه سگهيو. ورندو ماڻهن کان سوچڻ ۽ ڳالهائڻ جي آزادي به کسي ورتائين. پهاڪو ٺهي ويو ته: Not for Bread alone

چون ٿا ته روس ۾، اسٽالن جي حڪومت ۾، لکين ماڻهو قوم، ملڪ ۽ ڪميونزم جي نالي ۾، موت جي گهاٽ تي ائين ئي ڪٺا ويا، جيئن هٽلر جي نازي جرمنيءَ ۾. جيڪي ڪميونسٽ رياستون اڄ سوويٽ وفاق کان آزادي طلب ڪري رهيون آهن، سي ورهين جا ورهيه ڪميونزم جي نظام ۾ رهڻ ڪانپوءِ ئي مايوس ٿيون آهن. هنن ظلم ۽ زيادتيءَ جون شڪايتون ڪيون آهن. پر، ائين ته ڪونه چيو آهي ته اسان کي ويٺ نام جي جنگ مان اتساهه مليو آهي.

جنگ جنگ آهي. خون ۽ خرابي آهي. دنيا جو ڪوبه مهذب ماڻهو جنگ کي چڱو چئي نه ٿو سگهي، ۽ نه وري مهلڪ هٿيارن ٺاهڻ جو عذر قبول ڪري سگهي ٿو. خود مغربي ملڪن ۾ بي شمار باضمير انسان، مهلڪ هٿيارن ٺاهڻ تي احتجاج ڪري رهيا آهن. پر ڪارخانن جا امير مالڪ کين

اپڙڻ نه ٿا ڏين. ڪڏهن دشمن ملڪ کي ”دڙڪي“ جو عذر ڏين ٿا، ته ڪڏهن ڪو ٻيو. مڙئي ”عذر“ ڏيڻو جو ٿيو.
وڪٽر هيوگو(يا ڪنهن ٻئي دانشور) ڦاسيءَ جي سزا جي مخالفت ڪندي، هڪ هنڌ لکيو هو ته ”اوهان ڪنهن به ماڻهوءَ کي زندگي ڏئي نه ٿا سگهو، ته پوءِ ڪانئس کهڙي اصول هيٺ کسيو ٿا؟ عذر اهو ڏيو ٿا ته ڦاسيءَ ڪري، مجرمانه ذهنيت رکندڙ ماڻهن کي عبرت حاصل ٿيندي.
جيڪڏهن ماڻهن کي سڌارڻ لاءِ کين ”عبرت“ ڏيڻ اوهان کي ايڏوئي ضروري لڳي ٿو، ته اڳوپو هيئن ڪريو، جو پئرس جي دڪانن تي ڇيلي، گهيٽي ۽ ٻڪري جي گوشت سان گڏ، ماڻهوءَ جو گوشت به وڪري لاءِ رکو. ان مان ماڻهن کي وڏيڪ عبرت حاصل ٿيندي.
***

***

ڇون ٿا ته مغربي معاشرو ڏينهون ڏينهن بي روح بنبو وڃي ٿو. خود غرضي وڌندي وڃي ٿي. ماڻهن مان محبت موڪلائيندي وڃي ٿي. تازو، اخبارن ۾ خبر ڇپي ته ڪنهن نالي واريءَ فلم ايڪٽريس هڪ امير ماڻهوءَ سان شادي ڪئي. مڙس ڪئنسر جي ڪري وڃي اسپتال ۾ داخل ٿيو، ته زال عيش عشرت لاءِ ڪنهن ساموندي ٻيٽ تي هلي ويئي. نالي واري هئي، سو، اخباري نمائندن اتي به ڳولي

لڏس. ان مهل هوءَ هوٽل ۾ ترڻ جي تلاءَ تي، وهنجڻ جو هلڪو لباس پائي، آرام ڪرسيءَ تي ليٽي، انگوري شراب جون چسڪيون وٺي رهي هئي. اخباري نمائندن چيس ته ”اوهان جو خاوند ڪئنسر جي عذاب ۾ ڪنجهي رهيو آهي. اوهان هت عيش عشرت فرمائي رهيون آهيو؟“

اخباري نمائندن کي جيڪو جواب ڏنائين، ان ۾ سڄي مغربي معاشري جي سوچ جو عڪس آهي. چيائين ته، ”هائو. پر پاڻ کي حياتي ته رڳو هڪ دفعو ملندي آهي.“

جيڪي ماڻهو ولايت جا واقف آهن، تن جو چوڻ آهي ته اتي وڏيءَ عمر واريون زالون توڙي مرد وڏن سورن ۾ آهن. اولاد کين پڇي به ڪونه ٿو. منهنجي محترم دوست ڊاڪٽر علي محمد انصاري ڳالهه ڪئي، ته هونئن ته گهڻئي گهمرا ولايت ويو آهيان، پر اعليٰ تعليم لاءِ چڱو عرصو انگلستان ۽ آمريڪا ۾ رهيو آهيان. اها دانهن سورهن آنا صحيح آهي. پار جوان ٿيو ناهي ته ماءُ پيءُ گهر مان ڪڍي ڇڏيندس. چي، اسان ۾ طاقت ڪانهي ته توکي يونيورسٽيءَ جي تعليم ڏياريون. وڃي ڪماءِ ۽ کاءُ اها روش ماڻهوءَ کي خود غرض نه بنائيندي ته ٻيو ڇا ڪندي؟“

چوڻ لڳو ته ” آمريڪا جي اسپتال ۾ هڪ ٻڍيءَ عورت جي تعريف ڪندا هئا، جا اٺين اٺين ڏينهن مريضن جي سار سنڀال اچي لهندي هئي. جنهن مهل مون کيس ڏٺو ته هڪ

ٻارڙي کي مٿي تي ٻاجھ سان هٿ گھمائي رهي هئي. پڇيو
مانس ته توکي پنهنجي پوٽي يا پوٽو آهي؟ منهنجو ائين چوڻ
۾ مائيءَ جو روئڻ ۾ ڇنڪڻ. مون ۾ ڪانئس ٻيو سوال ڪرڻ
جي طاقت ڪانه رهي.“
ڊاڪٽر طاهره آغا ”امن جا دستا“ پروگرام (Peace
corps) هيٺ آمريڪاويئي. هڪ خانگي گهر ۾
ٽڪايائونس. ڳالھ ڪيائين ته ”هڪ دفعي ٻارڙي جي روڄ
اڌ رات جو ننڊ ڦٽائي وڌي. اٿي وڃي پاسي واري ڪمري
جو در کوليم. معصوم ٻارڙو اڪيلو بستري ۾ ڦٿڪي رهيو
هو. ڇاتيءَ تان ڪپڙو کسڪي وات ۾ اچي ڦاٿو هوس. ڪڙ
ڪئي هئائين، جنهن ۾ چولو خراب ٿي پيو هئس. ڇڏي مٿ
۾ آلي ٿي پئي هئس. سياري جي رات هئي. ابهم عذاب ۾ هو.
ڊوڙي وڃي پاسي واري ڪمري جو دروازو کڙڪايم.
ماٹس اکيون مليندي ٻاهر نڪتي. ڳالھ ٻڌي، ڪاوڙ مان ٻار
جي ڪمري ۾ وئي. ڪپڙا مٽي، مٿس ڪمبل اڇلائي،
چوهي چوهي، پوئتي پنهنجي مڙس ڏانهن موٽي ۽ زور سان
ڪمري جو دروازو بند ڪري، مون کي تڪائيءَ سان
چيائين ته، ”آئنده منهنجي ننڊ نه ڦٽائيندي ڪر. پيو ڏوڙ
پائي.“
جنهن معاشري ۾ ماءُ جي دل مان قياس جو جذبو ختم ٿي
ويندو، سو آخر ڪاٿي وڃي پهچندو؟ ان ڳالھ مغربي ڏاهن

ڪي منجهائي وڌو آهي. هڪ انگريزي فلم ڏٺم. ٽائيم – مشين ٺاهي اٿن، جو پوئتي هلاءِ ته اڳين زمانن جو احوال پردي تي ويٺو ڏس، پر جتي اڳتي هلاءِ ته ايندڙ زمانن جو احوال ويٺو ڏس، ايندڙ زمانن جو هڪ نظارو اهو هو ته ڪنهن واهه جي پل تي مرد ۽ زالون ويٺا آهن. هيٺ واهه ۾ ٽپا ڏين ٿا ۽ پاڻيءَ ۾ راند روند ڪن ٿا. هڪ ڇڙو ترڻ ڪونه ڄاڻي. سو غوطا کائي، دانهون ٿو ڪري ته ”وارو ڪريو. مون کي بچايو.“ سندس ساٿي وائڙن وانگر رڳو ڏانهس ڏسندا رهن ٿا. نيٺ غريب ٻڏي وڃي ٿو. پر ڪير به سندس ويجهو ڪونه ٿو وڃي.

فلم ساز اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته مغربي معاشري ۾ جيئن ته ڏينهون ڏينهن رحم ۽ قياس گهٽجي رهيو آهي، ان ڪري هڪ اهڙو ڏينهن به ايندو، جو ڪير ٻڏندڙ جي ويجهو ڪونه ويندو.

ننڍي هوندي درسي ڪتابن ۾ هڪ بيت پڙهيو هئم، ته ”ٿيو غلغلو گرنار ۾ ته ڪو عطائي آيو.“ اڄڪلهه مغرب ۾ به سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو غلغلو آهي. چون ٿا ته جديد ترڪيءَ جي بانيءَ مصطفيٰ ڪمال جي قبر تي ڪتبو لڳل آهي ته سائنس ۽ ٽيڪنالاجي انسان جا حقيقي مرشد آهن. مان ترڪيءَ ڪونه ويو آهيان، جو ان ڳالهه جي ترديد يا تصديق ڪريان، پر اها ڳالهه عالم آشڪار آهي ته ترڪي

اڄڪلهه مغربي اثر هيٺ آهي. ڪنهن زماني ۾ اسلامي دنيا
جي اڳواڻ هئي ۽ جلال الدين روميءَ جهڙو گوهر پيدا
ڪيائين جنهن ست سو سال اڳ چتاءُ ڏنو:

علم را برمن زني باري بود
علم را برتن زني باري بود.

سائنس ۽ ٽيڪنالاجي علم آهي. ان جي وسيلي، ماڻهوءَ مادي
طاقتن کي مطيع ڪري، اهڙيون عجيب ايجادون ڪيون
آهن، جن کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ سان اهي ڏينهن وسري وڃن ٿا،
جڏهن چوندا هئا فلاڻي کي اهڙو علم آهي جو جيڪي وٽيس
سو ويٺو ڪري. غيبات هٿ ۾ اٿس. انسان سائنس ۽
ٽيڪنالاجيءَ جي چاڻ سان جنن ۽ ديون کان وڏا ڪارناما
ڪري ڏيکاريا آهن. اڳين زمانن جي انسانن جا خواب ۽
خيال حقيقتن ۾ بدلائي ڇڏيا آهن. ماڻهو مڇيءَ وانگر سمنڊن
جا سمنڊ تري وڃي ٿو. پکيءَ وانگر آسمان جي هڪ
ڪناري کان ٻئي تائين اڏامي وڃي ٿو. پر، سائنس ۽
ٽيڪنالاجيءَ جي دريافتن ڪري حياتيءَ ۽ موت جا بنيادي
نظريا ته بدلائي نٿا سگهجن. هونئن به سائنسي صداقت ته
روزمره بدلبي رهي ٿي.

***

مغربي انسان هر مسئلي جو حل سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ
وسيلي ڳولي رهيو آهي ۽ ڏينهون ڏينهن مادہ پرست ٿي

رهيو آهي. تازو اسلام آباد ۾ سنڌونديءَ تي هڪ بين الاقوامي سيمينار ٿيو. محترم محمد حسين پنوهر سيمينار جي روح روان مسٽر ميبوز سان ملاقات ڪرائي. ڳالهين مٿان ڳالهيون نڪتيون. مسٽر ميبوز چيو ته خدا جي تصور کان سواءِ ته هن جهان جي ڪارخاني جي ڪا معنيٰ ئي ڪانه ٿي رهي. پر، اهو به سمجھ ۾ نه ٿو اچي ته خدا جي مخلوق هن دنيا ۾ ايڏي عذاب ۾ ڇو آهي؟ چيائين ته توسان مذهب متعلق گفتگو ڪرڻ جو شوق اٿم. ٻئي ڏينهن منهنجي گهر آيو. مغربي معاشري جو ذڪر نڪتو. چيائين ته اتي ڏينهون ڏينهن ماده پرستيءَ ڏانهن لاڙو وڌي رهيو آهي. مون ڪانئس پڇيو ته ”ماده پرستيءَ مان مطلب؟“ چيائين ته ”مال اسباب ميڙڻ، پئسا ڪمائڻ ۽ شاهوڪار ٿيڻ.“

ڏاهن هن دنيا کي ”عالم اسباب“ ڪوٺيو آهي. مال ۽ اسباب واقعي وڏي ڳالھ آهي. پئسو ڇٽيھ لڇڻو آهي. پر ائين ڇو آهي ته سمورن مذهبن پئسي ميڙڻ کي ننديو آهي!

سک مت جي باني گرو نانڪ جي ڳالھ ڪندا آهن ته هيڪر پنهنجي چيلي سان گڏ ڪنهن ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ وڃي رهيو هو. چيلي چيس ته سائين جهنگ واريءَ واٽ بدران شاهي رستو ڏيئي هلون. جهنگ ۾ جانور ۽ چور چڪار جو خوف خطرو ٿئي ٿو. گرونانڪ چيس ته اها هڙ ته مون کي ڏي. کوليائين ته اندران هڪ سونو سڪو نڪتو. گرو

نانڪ سڪو جهنگ ۾ اڇلائي، خالي هڻ چيلي کي ڏيئي، چيو ته : ”ابا، هاڻي منهنجي پٺيان هليو اچ. توکي چور چڪار جو ڪوبه پؤ پولو ڪونهي.“

حضرت عيسيٰ جو قول آهي ته”اٺ ته سئيءَ جو پاکڙي مان لنگهي سگهي ٿو. پر، شاهوڪار ماڻهوءَ جو خدا جي بهشت ۾ داخل ٿيڻ ممڪن نه آهي.“

پيغمبر اسلام ڏانهن هڪ دعا منسوب آهي ته: ”يا الله، قيامت ڏينهن مون کي غريبن سان گڏ اٿار.“

شاه ولي الله جي چوڻ موجب قرآن ۾ فرعون ۽ قارون کي مال ۽ اسباب جي هوس سببان ننديو ويو آهي. عام مشاهدو به اهو آهي ته جنهن ماڻهوءَ وٽ مال ۽ اسباب ججهو آهي، تنهن ۾ ئي لالچ گهڻي، انسان دوستي گهٽ آهي. اڻ هوند وارو انسان کيس ڪوڙهه جو مريض نظر ايندو.

مئڪسم گورڪي آمريڪا ويو. هڪ وڏي سرمايه دار سان ملاقات ڪيائين ۽ پڇيائين ته اوهان وٽ هيترا لک ڪروڙ اڳيئي آهن، جي سڄيءَ عمر لاءِ اوهان جي کائڻ کپائڻ کان وڌيڪ آهن. سنڌ جي ڪنهن ڏاهي چيو ته ”ادا، امير ماڻهوءَ کي اوڏي آڪڙ آهي جو ڪو غريب کيس پيرين پوندو ته ائين پائيندو ته کيس ڪو ڪتو سنگهي ويو.“ پوءِ اوهان جو هن نئين ڌنڌي ۾ هٿ وڌو آهي، سو ڇا جي ڪري؟ سرمايه دار جواب ڏنس ته ان مان بيا پئسا ڪمائيندس.

گورڪيءَ چيس ته درست، پر انهن پئسن سان ڇا ڪندين؟ سرمايه دار چيس ته انهن سان وري ٻيا پئسا ڪمائيندس. گورڪيءَ چيس ته سمجهان ٿو ته تون پاڳل آهين؟ سرمايه دار چيس ته تون پاڳل آهين.
سرمايه دار جي ذهنيت بابت هڪ ٻي دلچسپ ڳالهه ٻڌم. مرحوم حاجي مولا بخش سومري سان منهنجي هڪ هوندي هئي. بيمار ٿيو ته ڪيس ڪراچيءَ پهچڻ ويس. سندس فرزندن لنڊن مان هڪ ڊاڪٽر گهرايو هو، جو حاجي صاحب جهڙن وڏيءَ ڄمار وارن جي علاج جو ماهر هو. مسٽر الاهي بخش سومرو ۽ رحيم بخش سومرو، ماني ڪارائڻ لاءِ هڪ هوٽل ۾ وٺي ويا. زماني جون ڳالهيون نڪتيون. ڊاڪٽر ڳالهه ڪئي ته هڪ دفعي بمبئيءَ ويس. هندستان جي وڏي ۾ وڏي سرمايه دار سيٺ جو هڪ عزيز منهنجو دوست هو. ماڻس لنڊن ۾ گذاري ويئي هئي. سندس زيور ڏنائين ته هيءَ امانت ڪنيو وڃي. مان ڏاڍو خوش ٿيس، ۽ بمبئيءَ پهتس ته سيٺ صاحب کي فون ڪيم. سيڪريٽريءَ ٻئي ڏينهن آفيس ۾ ملاقات جو ٽائيم ڏنو. آفيس پهتس ته اهو ڏسي حيران ٿيس ته سڄو فرنيچر سادو ۽ پراڻو هو. سيڪريٽري قديم زماني جي هڪ ٽائيپ رائيٽر تي ڪاغذ ٿي ٽائيپ ڪيا. مون کي ڏسي سيٺ جي ڪمري ۾ اندر ويئي. موٽي، چيائين ته اندر وڃو. ارب پتي

سيٺ هڪ پراڻيءَ ميز جي پٺيان ڪرسيءَ تي ويٺو هو. ڇت مان هڪ اڪيلو ۽ اگهاڙو بجلي بلب تار مان پئي لڙڪيو. پيو ڪل خير. مون ڪيس امانت ڏني. چيائين ته ترس ته مان ننگ ڇڪاسيان. هڪ هڪ ڪري سڀ زيور ڇڪاسي، ميز جي خاني ۾ بند ڪيائين. پوءِ ڪرسيءَ تي ٺهي ٺهڪي ويٺو ۽ پڇيائين ته ”ڪڏهن آيو آهين ۽ ڪاٿي ٽڪيو آهين؟“ مون ڪيس ٻڌايو ته ”ڪالهه آيو آهيان ۽ فلاڻي هوٽل ۾ ٽڪيو آهيان.“ گهنٽي وڄايائين ته نوڪر آيو. چيائينس، ته:”صاحب کي چانديءَ جي گلاس ۾ پاڻي پيار.“ مون پاڻي پيتو ته سيٺ صاحب ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ هٿ ڏيئي، چيائين ته ”چڱو خوش هوندين.“
سرمايه دار جي اها ذهنيت خود غرضيءَ جي ڪري آهي. انساني فطرت جي ابتڙ آهي. انسان فطري طرح ٻئي انسان جي قرب جو گهرجائو آهي. جيڪا آسيس ۽ فرحت ٻئي انسان جي قرب ۽ محبت مان ملي ٿي، ساڀيءَ ڪنهن ڳالهه يا مشين مان ملڻ مشڪل آهي. پر، سال اسباب ميڙڻ جي هوس ڪيس ٻين انسانن کان ڌڪي ڌار ڪري ٿي. ولايت ۾ ته هينئر اهڙا تجربا ٿي رهيا آهن، ته ماڻهوءَ کي ٻئي ماڻهوءَ جي محتاجيءَ کان آجو ڪرڻ لاءِ ماڳهين مشيني ماڻهو Robot ايجاد ڪجي. نوڪر جو ڪم به ان کان وٺجي. ٻئي ماڻهوءَ سان جيترو گهٽ واسطو پئي، اوترو

چڱو. گويا، مغربي انسان پاڻ ئي پاڻ کي ٻين انسانن کان پري ڪري رهيو آهي.
خود مشرقي معاشري ۾ جيڪي ماڻهو مغربي معاشري جي طرز زندگيءَ جا عادي آهن، تن جي سوچ ۽ رهڻي ڪهڻيءَ ۾ به خود غرضيءَ جا لاڙا نمايان نظر ايندا. ڪنهن زماني ۾ گڏيل ڪٽنب Joint Family اسان جي مشرقي معاشري جي عڪاسي ڪري ٿو:
”مغرب هڪ بي روح بستي بنجي رهيو آهي. ان جا رهاڪو فساد ۽ لڙائيءَ جي حقيقي خلفشار کان علاوه نراسائيءَ ۽ بي آراميءَ، گهٽتي ۽ ذهني وائني خوف جي اثرن ڪري مسلسل تڪليفن ۾ مبتلا ٿي رهيا آهن.
بيشڪ اسان پنهنجيءَ اڄوڪيءَ دنيا تي فخر ڪري سگهون ٿا، جيڪا ٽيڪنالاجيءَ جي ايجادن ۽ مسلسل ماديءَ ترقيءَ جي هام هڻي سگهي ٿو. پر، شورَ ۽ غل، رفتار، آلودگيءَ ۽ ڇٽا پيٽيءَ جو پس منظر، هڪ اهڙو انسان پيدا ڪري رهيو آهي، جو انهيءَ آدرش سان ڪابه مشابهت ڪانه ٿو رکي، جنهن جو ذنذلڪو تصور، اسان پنهنجن خوابن ۽ امنگن ۾ ڪريون ٿا. اسان جو معاشرو، جن روڳن ۽ مرضن ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي، سي ايترا ته اونها ۽ گهڻا آهن، جو انهن جو ذڪر، مايوس ٿيڻ کان سواءِ، ڪري ئي نٿو سگهجي. پاڻ کي انهيءَ حال تي ڇڏي

ڏيڻ هيڪاري وڏيڪ مهلڪ آهي. اسان ۾ ڪير آهي، جو پنهنجي نئين نسل کي، سستيءَ ۽ ڪاهليءَ ۾ غرق ٿيڻ، يا ان جي ابتڙ پنهنجي ذهني ۽ جسماني صحت کي جوکي ۾ وجهي، بنا ڪنهن چاڻ جي، انڌن وانگر، ٻئي طرف ڌوڪيندو ڏسي، ڏک محسوس نه ٿو ڪري!

اسان جي دنيا اهڙيءَ تيز رفتار سان تبديل ٿي رهي آهي، جنهن تي اسان جو ڪوبه اختيار ڪونهي. اسان مان وڏيءَ عمر وارن کي اڃ به اهي ڏينهن ياد آهن، جڏهن اسان پنهنجن گهرن ۾ شمعدان ٻرندا ڏسندا هئاسون، گهوڙن تي سواري ڪندا هئاسون ۽ پاڙي جي کوهن تان پاڻي ڀري ايندا هئاسون. اڄ روزمره جي زندگيءَ جون حالتون، بجليءَ ۽ برقي اوزارن، جهازن ۽ مصنوعي سيارن، ٽيليويزن ۽ جوهري توانائيءَ ۽ اطلاعاتي ٽيڪنالاجيءَ تبديل ڪري ڇڏيون آهن. هر طرف، بي تحاشا ڀڄ ڊڪ ۽ موجهاري ۾ مبتلا هئڻ ڪري، ماڻهو پنهنجي بچاءَ لاءِ اڳرائيءَ ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا آهن. هو فطري دنيا جي سموري حسَ وڃائي چڪا آهن. سانت ۽ سڪون مان لطف اندزو ٿيڻ بدران ڪين وحشت ٿئي ٿي. اسان سڀ غلام بڻجي چڪا آهيون پوءِ به اجا آزاديءَ، خود شناسيءَ ۽ صحيح قدرن جا خواب ڏسي رهيا آهيون!“

ڳالھ ڪندا آهن ته: ڪنهن شخص شينهن سان ياري رکي. هڪ پيري ٻئي ڄڻا واٽ وٺيو پئي ويا، ته هڪ تصوير ڏٺئون، جنهن ۾ ماڻهو شينهن کي دسي، مٿس چڙهي ويٺو هو. ان شخص کلي چيو ته، ”ڏس، ماڻهوءَ جي مڙسي.“ شينهن جواب ڏنس ته، ”يار، اها تصوير ڪنهن ماڻهوءَ جي ٺاهيل آهي. شينهن ٺاهي ها ته تون ڪو ٻيو نظارو ڏسين ها.“

مغربي معاشري جي مٿين تصوير، ڪتاب جي مغربي مصنف هائوريس هرزاگ ڪڍي آهي. پر، ان ۾ اسان مشرقي معاشري جي باشندن کي خوش جو ٿيڻ ڪو به سبب ڪونهي. مشرقي معاشرو جن روڳن ۽ سورن ۾ ورتل آهي. سي ڏسي، مون کي ته ساحر لڌيانوي ياد ايندو آهي. فحاشيءَ جي اڏن تي هڪ دلسوز نظم چئي هئائين:

ثنا خوانِ تقديسِ مشرق ڪهان هين؟

ثنا خوانِ تقديس مشرق بلاؤ

پانئجي ٿو ته جنهن به معاشري ۾ پوءِ اهو مغربي هجي يا مشرقي، انسانن ۾، خوش خلقيءَ بدران خود غرضي ايندي، اتي اڪيلائي، نراسائي، بي چيني، خوف ۽ ڏک جنم وٺندا. انسان کي حقيقي خوشي ۽ راحت فقط ٻئي انسان جي محبت مان ئي ملي ٿي.

چون ٿا ته: هڪ دفعي حضرت عليءَ کان پڇيائون ته ”غريب ڪير آهي؟“
چيائين ته”اهو نه، جنهن وٽ منجهند جي ماني ته آهي، پر رات جي مانيءَ لاءِ اٽو ڪونهي.“
چيائونس ته ”پوءِ غريب ڪير آهي؟“
چيائين ته ”اهو نه، جنهن وٽ گوڏ ٻڌڻ لاءِ لٽو آهي، پر، پٺن ڍڪڻ لاءِ قميص ڪانهي.“
چيائين ته،”غريب اهو آهي جنهن جو دنيا ۾ ڪو به دوست ڪونهي.“
پيغمبرن جنهن اخلاق جي تعليم ڏني آهي، ان ۾ انصاف ۽ احسان لازم ۽ ملزوم آهن. قرآن جو فرمان آهي ته ”احسان جو بدلو احسان آهي.“ حضرت عيسيٰ جو قول آهي ته” پنهنجي دشمن سان پيار ڪر.“ سنڌ جي صوفين فرمايو آهي ته ”عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ.“
**ڪنهن مغربي مفڪر چيو آهي ته:**
True love- stories have no endings
**ٻئي مفڪر چيو آهي ته:**
Beauty is the immage of Gog on earth.
منهنجي خيال موجب حقيقي سونهن ٻئي جو ڏک ڏور ڪرڻ ۾ آهي.

شنڪر آچاريه، هندستان جو وڏو داناءُ ٿي گذريو آهي. همالا جبل واري ڪتاب ۾، سندس هڪ سهڻو قول پڙهيم: هن جهان ۾، مائيٽا ۽ مهاسنت آهن، جيڪي چشمي وانگر، ماٺ ميٺ ۾ ۽ بنا گهرڻ جي، ٻين سان ڀلائي ڪندا آهن. هو حياتيءَ جو ڀيانڪ سمنڊ اڳيئي اڪري چڪا آهن ۽ ٻين کي پار پهچڻ ۾ خودبخود ۽ بنا مطلب جي مدد ڪندا آهن.

There are saints, calm and great, who bring good to others quietly and unasked, as does the Spring. They have already crossed the dreadful ocean of life themselves and help others to cross it, spontaneously and without any motive. Shankar Acharya Vivek Chudamani,39

***

شنڪر آچاريه وڏو داناءُ هو. انسان جي وجود تي ويچار ڪندي، سندس حياتيءَ کي ڀيانڪ سمنڊ سان ڀيٽيائين ۽ کيس انهن درويشن، سادن ۽ درويشن جو ڏس ڏنائين، جيڪي اڻ – تارن کي پار پهچائيندا آهن. سندن سچاڻپ اها ڏسيائين ته خود – غرضيءَ کان خالي هوندا آهن، پاڻ ساڻ ڪونه ڪٽندا آهن.

مون کي هيءَ دنيا هڪ رڻ وانگر نظر آئي. سفر ساموندي هجي يا سچ جو، مڙئي سفر آهي. عربيءَ ۾ سفر کي ”سقر“ ڪوٺيو اٿن. سقر معنيٰ دوزخ (تڪليف ۽ ڪشالو). تڪليف رڳو باھ جي آڙاهن ڪري ڪانه ٿيندي آهي. گرميءَ کان گهٽي دوري به عذاب آهي. وڻن ٽڻن جا پن، گل ۽ گؤنچ گهٽي سيءَ ڪري به سڙي ويندا آهن.
ته سيارو هجي، پارو پيو وسي، چوطرف سچ ۽ سناٽو هجي، تڏهن ڪنهن ٿڪل ۽ ڏنل، رڻ جي راهيءَ کي، رات جي اونداهيءَ ۽ اڪيلائيءَ ۾، پري کان روشنائيءَ جو ڪو ڪرٽو ڏسي، ڪيڏي ته خوشي ٿيندي! چڻ ته موسيٰ طورسينا تي پهتو. ڀلاري ڀٽائيءَ خبر ناهي ته ڪهڙيءَ ڪيفيت ۾ فرمايو هو:
پنيءَ ٿيون پڙڪن، باهيون بيراڳين جون،
هلو ته سيڪيون هٿڙا، مٿي تن مچن
قدرت مون کي حساس دل ڏيئي، پٿر ۽ ڀاٽيءَ جي هن جهان ۾ موڪليو. جڏهن پٿرن تي هلي پير رتو رت ٿي ويندا هئا، تڏهن ڀاٽيءَ ۾ پناھ وٺندو هوس. جڏهن جر جهاڳي ٿڪبو هوس، تڏهن آسپاس ڪنهن اهلِ دل لاءِ واجهائيندو هوس.
روايت آهي ته ڀٽائيءَ جڏهن شعر چوڻ شروع ڪيو ته ملڪ ۾ بلهي شاھ جي ڪلام جي هاڪ هئي. ڀٽائي صاحب کي سندس والد شاھ حبيب چيو ته ”ابا شعر جي اهڙي ڪا

زمين بچيل ئي ڪانهي، جنهن ۾ بلهي شاهه هر نه هلايو هجي.“

پٺائي صاحب، جواب ۾، ادب سان عرض ڪيو ته، ”بابا سائين، جي بلهي شاهه زمين جي ڪابه ٽڪري ڪانه ڇڏي آهي، ته مان جَرَ ۾ جاٽون ڏيندس، جن جو ڪو انت ئي ڪونه هوندو.“

جر ۾ جاٽون ڏيڻ ته ڏاڍيون ڏکيون آهن، پر ڳولڻ به سوليون ڪونهن. مون سچن سامين جا پيرا اتي به ڳوليا. ليڪن، هر انسان ٻلال ٿورو ئي ٿيندو آهي. هماءَ پکيءَ جو پاڇو ته ڪنهن ڪنهن بختاور تي پوندو آهي.

جڏهن منهنجون نگاهون چوڌاري ٿڪجي، مون وٽ ئي موٽي آيون، تڏهن آس پاس ڏٺم ۽ ماڻهوءَ جي محبت کي جنت جو جام سمجهيم. دوستن کي اڻ – ميو قرب ڏنم، پر اڻ گهرئي قرب جو قدر ڪير ڪونه ڪندو آهي.

زماني جا يار اڪثر خود غرض نڪرندا هئا. ٻاهران موتئي وانگر مهڪندا رهندا هئا، وقت آئي سندن وڪا پڌرا ٿي پوندا هئا. ڪي ته بي سبب ڏنگ به هڻي ڪيندا هئا. پنهنجي محبت ۽ سندن بي مروتي ڏسي، دل ۾ جهير پئجي ويندا هئا. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه ايندي هئي. شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو قول ياد ايندو هو:

ساقي سرڪ پيار، عقل مون اوکو ٿيو.

***

ماڻهوءَ جو مزاج فطرتاً ڪيئن آهي؟ ان سوال تي، سنڌي ادبي بورڊ ۾، مولوي محمد صديق نالي هڪ رفيق سان اڪثر گفتگو ٿيندي رهندي هئي. منهنجو خيال هو ته انسان ڪوبه اڻ ـوڻندڙ ڪم، اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪري ٿو. مولوي صاحب منهنجي ڳالهه ٻڌي ڪلي ڏيندو هو. سندس خيال هو ته ماڻهو بگهڙ کان به بڇڙو آهي. پاڻ ان اصول تي عمل ڪيائين. سڄي عمر پاڻ کي وس ڪندي دنيا کان پري رکيائين. چڙوچاڻ رهيو. پاڻ پچائيندو کائيندو هو. ڪتابن سان دل وندرائيندو هو.

مان نفسيات جو ماهر ڪونه آهيان، جو ڪا راءِ ڏيئي سگهان. سوال اهم آهي. ان جا ڪيئي پاسا آهن. صحيح نتيجي تي پهچڻ لاءِ ان جي هر پاسي کي جاچڻ گهرجي. هونئن به سچ کي پرکڻ لاءِ ان جو پس منظر ڏسڻ گهرجي. پس منظر بدلجڻ سان اڪثر ڪري، حقيقت به بدلجي وڃي ٿي.

اڄ کان به ٽي سئو ورهيه اڳ، ڏاهن پنهنجي تجربي مان نتيجو ڪڍيو ته، ”پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ ۽ گهوڙي جي سواري، ننڍي هوندي نه سکئين، ته وڏي هوندي خواري.“ موجوده دور ۾ ترڻ، تير هڻڻ ۽ گهوڙي سواريءَ جي فن نه ڄاڻڻ ڪري، ڪوبه ماڻهو خوار ڪونه ٿيندو. سو، چئي

سگهجي ٿو ته اهي ٿيئي ڳالهيون زمان ۽ مڪان جي ڪنهن مخصوص پس منظر ۾ حقيقتون هيون.
ذاهن انسان کي هڪ جهان سان پيٽيو آهي ۽ ”عالم اصغر“ ڪوٺيو آهي. سندس من جو منجهه لهڻ سولي ڳالهه نه آهي.

**سلطان باهوءَ چيو آهي:**

دِل دريا سُمندرون ڍونگهي ڪون دِلان دِيان جاني هُو
وِچ بيڙي، وِچ جهيڙي، وِچ ونجهه مُهاني هُو
چَودان طبق دلان دي اندر تنبو وانگن تاني هُو
جوئي دِل دا مَحرم هو وي سوئي رب پڇاني هُو

مان پانئيان ٿو ته جيئن ٻيلي ۾ ڪي ٻه ٻه وڻ هڪجهڙا ڪونه آهن، سندن ٿاريُون، پَنَ ۽ گُلَ هڪ ٻئي کان نرالا آهن، تيئن هن دنيا جا ٻه انسان به منهن مهانڊي، توڙي مزاج ۾، هڪ ٻئي کان مختلف آهن. هڪڙا اڻ پڙهيل انسان سنڌ جي سڃن ڳوٺن ۾ رهندي، رڳو ڪڪڙ کي حلال ڪرڻ لاءِ سير به وجهي ڪونه سگهن، ٻيا مهذب مغربي ملڪن ۾ رهندي ۽ دنيا جي قيادت جو دم هڻندي، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي وسيلي، هڪ ٻئي کي ساڙي خاڪ ڪرڻ لاءِ ليزر شعاعن (Laser Rays) جا تجربا ويٺا ڪن.

ماڻهو ٻين ماڻهن کان جدا ڪنهن جهنگ جهر ۾ اڪيلو ته رهي نه ٿو سگهي. وجي ته آخر ڪاڏي وجي؟ آدم اڪيلو

هو، ته بهشت ۾ به مزو ڪونه آيس. باغ بهشت جا ميوا ۽
مشروبات سندس تسڪين لاءِ ناڪافي ثابت ٿيا. جهانن جي
خالق ڪي سندس سنگت لاءِ بيبي حوا خلقڻي پيئي. آدم کي
ٻئي انسان جي قرب ۾ ئي قرار مليو. اهوئي سبب آهي جو
اڄ به هر انسان ٻئي انسان جي قرب لاءِ تانگهيندو رهي ٿو.
چنڊ مَ اڀر سنجهه، ته اونداهي اجهو ڪيان،
پري ڪٿوري هنج، رنا پرين پهائيان.
هن دنيا ۾ مال اسباب جي آسودگي، سونهن،صحت، عقل،
عزت ۽ علم قدرت جون وڏيون نعمتون آهن. پر، انسان کي
حقيقي راحت وري به ٻئي انسان جي قرب مان ئي ملي
سگهي ٿي. اهو تڏهن ممڪن آهي، جڏهن انسانن ۾ اخلاق
هجي.
منهنجي محسن ۽ سنڌ جي تاريخ نويس پير حسام الدين
راشديءَ جو قول آهي ته ”زندگيءَ جي سفر ۾ جي بد –
اخلاق ماڻهوءَ سان پلئه پيو، ته پس پيش ڏنگ هڻندو. پر جي
بااخلاق ماڻهوءَ جو ساٿ نصيب ٿيو، ته پوءِ ڇپر به
ڇاڙڪي آهي.“
منهنجي خيال موجب، اخلاق جو سڌو ۽ سولو مطلب اهو
آهي ته ماڻهوءَ ۾ منافقي نه هجي سندس قول ۽ فعل ۾ فرق
نه هجي. ”تن صفا، من صفا“ قولِ محمد مصطفيٰ.“

انساني معاشري کي مهذب بنائڻ لاءِ، اولين ضرورت اخلاق جي آهي. گوتم ٻڌ، بن ۾ نرواڻ حاصل ڪرڻ کان پوءِ موٽي دنيا جو رخ ڪيو. پيغمبر، معراج جو مشاهدو ماڻڻ کان پوءِ، وري ماڻهن ڏانهن موٽيو. آئنسٽائين انسان ذات جي مستقبل جو دارومدار سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ بدران اخلاق تي رکيو.

هي ڪتاب اهڙن اعليٰ انسانن جو تذڪرو آهي، جن جي روح مان مون کي اخلاق جي خوشبوءِ آئي. رڻ جي ڪارين راتين ۾، مون کين ٿڪن ماندن راهين جي رهنمائيءَ لاءِ پنيءَ مهل باهڙي ٻاريندي ڏٺو. سندن دکايل ڏُونهِينِ تي ڪي ڏينهن پاڻ به ساهي پٽيم. مخدوم محمد زمان جو هي شعر مٿن حرف بحرف صادق هو: مٺا محب ماڻهو، پرين پيار وارا، عجب انسان هئا ۽ عجيب هيون سندن ڳالهڙيون. ڪي رڻ اڪري، پار هليا ويا، ڪي اڃا دوُنهيون دکايو ويٺا آهن. رب کين سلامت رکي. ايڏا ڏينهن ڏئي، جيڏا آسمان ۾ تارا.

”وڏي وٽ آهين ٻاروچا پنپور ۾“

هڪ دفعي صديق سالڪ سان ايوان صدر ۾ ويٺو هوس. چاءِ ويٺي پيئيسون. شيشي جي دريءَ مان مرغلا جي سرسبز پهاڙن تي نظر پئي. مٿان پورا بادل ڇانيل هئا. ڏک

سک جا ڪيئي زمانا ياد آيا ۽ عمر خيام جي رباعيءَ جي هڪ سٽ چپن تي آئي:

”اين قافله عمر عجب مي گذرد.“

حياتيءَ جو پراسرار سفر ته نه ٻئي ڪنهن کي سمجهه ۾ آيو، نه وري مون کي ئي آيو. سفر سولو به ڪونهي ۽ ان ۾ پنهنجو ڪو اختيار به ڪونهي. واريءَ ۾ واٽون ڳولڻ ڏاڍيون ڏکيون آهن! ليڪن مون نه ڪڏهن الله مان آسرو لاٿو آهي ۽ نه وري انسان جي قرب مان مايوس ٿيو آهيان. حياتيءَ جي سفر ۾ اس ۽ ڇانو هڪ ٻئي جي پٺيان اچن ٿيون. پر، ذرَ تتيءَ جو رڻ ۾ اڪيلو ئي اڪيلو هلندي هلندي جڏهن ڏاڍو ٿڪجي پوندو آهيان، تڏهن اچايل اکڙيون نيري آسمان ۾ ڪنهن وسندڙ ڪڪر لاءِ واجهائينديون آهن ۽ هڪ آس چپن تي ايندي آهي:

آگم ڪيو اچن، سڄڻ سانوڻ مينهن جان
پاسي تنهن وسن، جي سڀ ڇماندر سڪيون

----------

“Man is the measure of all things.”

-A proverbial saying of Protagoras 490 BC-420 BC

*********

“I am a man: Nothing human is alien to me.”

a celebrated tradition of Terentius dictum.

(I am a human being; nothing human can be alien to me.

Terence )

*********

“A man can do what he wants, but not want what he want.”

r

Arthur Schopenhauer



# علامه امداد علي قاضي

- ڪري نه سگهان ڪا، تنين سَندي ڳالهڙي -

‘Now,’ said she, ‘I know the cause,
or the chief cause, of your sickness
You have forgotten what you are.’

-BOETHIUS
GAI EATON: King of The Castle.

سنڌ يونيورسٽيءَ (ڄامشوري) جي سينٽرل لئبرريءَ وٽان هڪ سڙڪ ٽڪريءَ تان هيٺ لهي، ڪراچيءَ کان حيدرآباد ويندڙ سپر هاءِ وي ۾ داخل ٿئي ٿي.
ٻي سڙڪ وائيس چانسيلر جي گهر جي اڳيان نڪري ٿي، ۽ اڳتي هلي، مٿي ذڪر ڪيل سڙڪ کي اورانگهي، ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي اڳيان لنگهي. سنڌي يونيورسٽي ريلوائي اسٽيشن وٽ ساڄئي سپر هاءِ وي ۾ داخل ٿئي ٿي.
ٻنهي سڙڪن جي چوراهي (ڪراسنگ) وٽ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي جامع مسجد آهي، جنهن جي پاسي ۾ هڪ قبي يا ڇٽيءَ هيٺان سنگمرمر جون ٻه قبرون آهن: هڪ ۾ علامه امداد علي قاضي ۽ ٻيءَ ۾ سندس جرمن گهر واري مئڊم ايلسا قاضي ابدي آرام ۾ آهن.

ڏهاڪو سال اڳ جڏهن مان سنڌ يونيورسٽيءَ سان بطور پرو- وائيس چانسيلر وابسته هئس تڏهن اڪثر ڪري، جمعي جي نماز پڙهڻ لاءِ جامع مسجد ۾ ويندو هئس. نماز کانپوءِ ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن کي علامه صاحب جي مزار تي دعا گهرندي ڏسندو هئس، ورنه روزمره مزار سان لاڳو سڙڪ تان ايندڙ ويندڙ راهگيرن کي مون

ڪڏهن به دعا لاءِ هٿ کڻندي ڪونه ڏٺو. ان جو مکيه سبب شايد اهو هو، ته اڪثر راهگيرن کي اها ڪل ئي ڪانه هئي ته علامه صاحب ڪير هو ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ سندس مان مرتبو ڪهڙو آهي؟

جلال الدين روميءَ مثنويءَ ۾ هڪ قصو بيان ڪيو آهي ته ڪو شينهن، مينهن ۽ طوفان کان ستائجي، رات جي وچڙي ۾ هاريءَ جي گهر لنگهي آيو ۽ مال جي وٿاڻ ۾ وڃي ليٽي پيو. هاري پنهنجي دستور موجب اڌ رات جو ننڊ مان اٿيو. رات اونداهي هئي پر مال جي سڌ سماءَ لهڻ لاءِ وٿاڻ ۾ ويو. ڳاهه جو پاڪر پري ڏڳڻ جي اڳيان اڇلايائين ۽ پوءِ پيار مان مٿن هٿڙا گهمائڻ لڳو. ستل شينهن کي به ڏڳو سمجهي، سندس پٺيءَ تي هٿڙا گهمائي، چوڻ لڳو ته، ”پٺارا، تون ته سچو ئي مينهن ۾ پسي پيو آهين.“
روميءَ چيو آهي ته هاريءَ جو اهو سچو عمل سراسر اڻڄاڻائيءَ ۾ هو. جي ڏينهن ڏٺي جو نظر شينهن تي پوس ها ته هوند سندس دهشت ۾ ئي بيهوش ٿي وڃي ها.
علامه صاحب جي عظيم شخصيت سان به ساڳي حالت ٿي آهي. ڪن داڻن ڪڻن کان سواءِ نه يونيورسٽيءَ جي رهاڪن کي ۽ نه وري ڪيمپس تي ڪم ڪار سانگي ايندڙ اجنبين کي سندس عظمت جو احساس آهي.*

مڪڙيءَ کي ڏهاڙي مَکُ ڏيڻ ۽ ٽُنِ کي تنڻ کان سواءِ واقعي ڪم ڪونه هلندو. اسان جي علمي، تعليمي ۽ ادبي ادارن کي گهرجي ته سنڌ جي مشاهيرن جون ورسيون ملهائيندا رهن ۽ مٿن مقالا ۽ مضمون شايع ڪري، نئين نسل کي سندن خيالن ۽ ڪارنامن کان واقف ڪندا رهن.

ڪيڏي نه افسوس جي ڳالهه آهي ته اسان گذريل زمانو ته ٺهيو پر خود هاڻوڪي دور جي مشاهيرن مثلاً مولانا عبيدالله سنڌي، شمس العلماءُ ميرزا قليچ بيگ، حسن علي آفندي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، لالچند امر ڏني مل، دين محمد وفائي، فتح محمد سيوهاڻي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي کي به وساري ويٺا آهيون.

سنڌ يونيورسٽيءَ سان وابستگيءَ واري زماني ۾، مون علامه صاحب جي ورسي ملهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پنهنجي چاڻ موجب سندس چاليهارو کن عقيدتمندن کي خط لکيم، پر سڏ ۾ سڏ ڪٿان ڪونه مليو. اهو ڏسي ورسي ملهائڻ جو پروگرام في الحال ملتوي ڪيم. ٽن سالن کانپوءِ موٽي جڏهن سنڌي ادبي بورڊ ۾ آيس ته وري انهيءَ سڳي کي سوريم. صدارت لاءِ وفاقي مشير ڊاڪٽر ممتاز علي قاضيءَ ۽ مهمانِ خصوصي طور اسٽيٽ بئنڪ جي گورنر جناب آفتاب قاضيءَ کي دعوت موڪليم، جو علامه صاحب جو پاڙيجو آهي. ورسيءَ جي تقريب تمام چڱي

نموني ۾ منعقد ٿي ۽ علامه صاحب ۽ سندس گهر واريءَ
جون قبرون هڪ دفعو وري گلاب جي گلن سان ڍڪجي
ويون. جي سنڌ جيڪو وڏي ۾ وڏو ذهن پيدا ڪيو، سو غالباً
علامه قاضي هو“.

حقيقت ائين ئي هجي، يا ڪجھ مختلف، ان ڳالھ ۾ بهرحال
ڪوبه شڪ ڪونهي ته سونهاريءَ سنڌ جي ڪُکِ ڪڏهن
به خالي ڪانه رهي آهي. ڪيئي هيرالعل ايندا ويندا رهيا
آهن. علامه قاضي پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ املھ ماڻڪ هو.
مون کي سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ اڪادمي
ادبيات پاڪستان جي ملازمت دوران، گهڻن ئي ملڪن
مشاهيرن، مديرن، مفڪرن، عالمن ۽ اديبن سان ملڻ جو
موقعو مليو. پر اڄ ڏينهن تائين مون کي علامه صاحب کان
وڌيڪ قد آور شخصيت نظر ڪانه آئي آهي. جيڪڏهن
مون کان اهو سوال ڪيو وڃي ته، ”تو پنهنجيءَ حياتيءَ ۾
ڪو عظيم انسان به ڏٺو؟“ ته مان بنا هٻڪ جي جواب
ڏيندس ته ”هائو، مون علامه آءِ. آءِ قاضيءَ کي ڏٺو.“
جيتوڻيڪ، مون کي اهو به احساس آهي ته قدرت مون کي
ڊاڪٽر حميد الله جي زيارت به نصيب ڪئي.

علامه صاحب جي عظمت فقط سنڌ تائين محدود ڪانه
هوندي هئي. سنڌ کان ٻاهر، پاڪستان توڙي هندستان ۾،
ڪيترائي معتبر ماڻهو سندس معترف هوندا هئا.

مون علامه صاحب وٽ هندستان جي صدر ڊاڪٽر ذاڪر حسين جو هڪ خط ڏٺو هو، جنهن ۾ لکيو هئائينس ته، ”زندگيءَ جون جيڪي گهڙيون اوهان جي صحبت ۾ گذريون، سي منهنجو عزيز ترين سرمايه حيات آهن.“
ڊاڪٽر ذاڪر حسين جيڪڏهن هندستان جو صدر نه به هجي ها تڏهن به اوڏوئي وڏو ماڻهو ليکجي ها. جڏهن علامه صاحب هي جهان ڇڏيو، تڏهن پاڪستان جي صدر کان اڳ، سندس تعزيت جو پيغام آل انڊيا ريڊيو نشر ڪيو هو.
مولانا ابوالڪلام آزاد هندستان جي ورهاڱي کان اڳ، جڏهن ڪراچيءَ آيو هو، تڏهن جناح ڪورٽس واريءَ مسجد ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ ويو هو. علامه قاضي اتي ليڪچر ڏيندو هو. امام الهند مولانا ابوالڪلام آزاد علامه صاحب جو ليڪچر ٻڌڻ کان پوءِ سندس ئي پٺيان جمعي جي نماز پڙهي هئي.
سائين غلام مصطفيٰ قاسميءَ مون سان ڳالھ ڪئي ته امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي رفيق ۽ سنڌ جي جليل القدر عالم مولانا محمد صادق کڏي واري کي ساڻ ڪري، علامه قاضيءَ سان ملائڻ وٺي ويو. تعارف دوران مولانا محمد صادق چيو ته، ”سائين، مان علامه صاحب کي سڃاڻان ٿو.“ اهو ٻڌي مولانا سنڌي گرم ٿي ويو ۽ فرمايائين ته، ”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. جيڪڏهن تون علامه صاحب

ڪي سچاڻندو هجين ها، ته مون کي ساڻس ملائڻ وٺي اچين ها.“

سنڌ جي سياستدانن ۾ علامه صاحب جو وڏي ۾ وڏو عقيدتمند غالباً سائين جي. ايم. سيد کي ئي قرار ڏيئي سگهجي ٿو. پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب”جنب گذاريم جن سين“ ۾ هڪ هنڌ لکيو اٿس ته، ”ڪتابن پڙهڻ ۽ غور فڪر بعد مون کي مذهب جي عام بيان ڪيل عقيدن بابت ڪيئي شڪ شبها پيدا ٿيا هئا. انهن جي حل ڪرڻ لاءِ ڪيئي در ڏسڻا پيا هئم. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ قاضي صاحب جي ملاقات ٿيڻ بعد وٽس وڃي مختلف سوالن تي تفتيش ڪندو رهيس. کيس پنهنجي ذهني استادن ۾ شمار ڪريان ته بيجا نه ٿيندو. ”

3 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان لاءِ ٺهراءَ پيش ڪرڻ وقت ڪيل تقرير، توڙي ڊسمبر 1943ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿيل آل انڊيا مسلم ليگ اجلاس ۾ صدر استقباليه طور جو خطبو پڙهيو هوم، اهي ٻئي سندس صلاح ۽ رهبريءَ سان تيار ڪيا هئم.

”1945ع ۾ ٻهريون دفعو جڏهن جناح صاحب سان مسلم ليگ پاليسيءَ جي سوالن تي اختلاف پيدا ٿيا هئم ۽ اوچتو جناح صاحب اڳيان بنا شرط جي سر تسليم خم ڪيو هوم، اهو به سندس هدايت ڪري ئي هو.“*

مرحوم محمد ايوب کهڙو به علامه صاحب جو وڏو عقيدت مند هوندو هو. علامه صاحب جڏهن وائيس چانسلر جي عهدي تان استعيفا ڏيئي چڏي، تڏهن کهڙي صاحب کيس سڪ سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ”عالم“ جو عهدو آڇيو ۽ عرض ڪيو ته اوهان انگريزي زبان ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي تعارفي ڪتاب لکي ڏيو.
جڏهن علامه صاحب کهڙي صاحب جي آڇ قبول ڪئي تڏهن هن وڏي فخر سان اهو ڪتاب پاڪستان ۾ رهندڙ دنيا جي سفيرن ڏانهن پنهنجي خط سان گڏ تحفي طور موڪليو. کهڙو صاحب انهن ڏينهن ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو صدر هوندو هو.
سنڌ جو ڀيو هڪ اڳواڻ مرحوم ميران محمد شاهه سنڌي ادبي بورڊ جي اعزازي سيڪريٽري هوندو هو. مان نائب سيڪريٽري هوندو هئس. هڪ دفعي سائين ميران محمد شاهه مون کي ساڻ ڪري، علامه صاحب سان ملڻ هليو. اهو سوچي ته مبادا، مان اتي ابهرائيءَ سان ڪا ڳالهه ڪريان، هو مونکي رستي تي سمجهائيندو هليو، ”ميان، علامه صاحب سان ڳالهائڻ ۽ کيس ڪا ڳالهه مڃائڻ آهي مکڻ جي شيخ پچائڻي. سو، تون خاموش رهجانءِ، مان پاڻيهي راز رمز سان ساڻس ڳالهه ڪيندس.“

سنڌ جو ممتاز مورخ پير حسام الدين راشدي جڏهن حيدرآباد ايندو هو، تڏهن وڏيءَ سڪ سان علامه صاحب سان ملڻ هلندو هو. پاڻ ادب ڪري، علامه صاحب سان نوڙي ملندو هو، پر علامه صاحب کيس ڇڪي ڀاڪر پائيندو هو.

هڪ دفعي پير صاحب حيدرآباد آيو ۽ اسان ٻئي گڏجي علامه صاحب سان ملڻ وياسين. موٽي شيخ علي محمد صاحب وٽ عبرت اخبار ۾ آياسين، جتي رات جي ماني ساڻس گڏجي کاڌيسون. هو تڏهن عبرت جو ايڊيٽر هوندو هو. انهن ڏينهن ۾ پير صاحب ايران ۾ شاهه ايران سان طويل ملاقات ڪري آيو هو. مون ان ملاقات جي خبر ”عبرت“ ۾ ڏيئي ڇڏي.

ٻئي ڏينهن صبح سان علامه صاحب جي مون کي فون آئي. چيائين ته، ”ابا هاڻي حسام الدين پلا بادشاهن سان ملاقاتون ٿو ڪري، سو اسان سان سندس سڪ ۾ مڙئي ڪمي آئي آهي“. مون جڏهن پير صاحب سان اها ڳالهه ڪئي، تڏهن مرڪي چيائين ته ”بابا، ڪالهه جڏهن علامه صاحب سان مليس ته واقعي ڀاڪر پائڻ ۾ ٿورڙو فرق پيو، پر، پر اهو ارادتاً ڪونه هو. بس مان ڪنهن خيال ۾ هئس“.

انهيءَ ئي ڏينهن شام جو اسان ان ڪوتاهيءَ جي تلافيءَ لاءِ دوباره علامه صاحب سان ملڻ وياسين ۽ پير صاحب نهايت عقلمنديءَ سان علامه صاحب سان پنهنجيءَ سڪ

جو اظهار ڪيو. ان موقعي تي يا ڪنهن ٻئي موقعي تي سندس تصويرون به ڪڍيون، جن مان هڪ ۾ مان به شريڪ ٿيس.

پير صاحب جي وڏي ڀاءُ علي محمد راشديءَ ڪي مون ڪڏهن به علامه صاحب جي وفات تي مٿس جيڪو جنگ اخبار ۾ مضمون لکيائين، تنهن جو ترجمو محترم محمد ابراهيم جويي سنڌي زبان ۾ ڪيو ۽ ان تي نوٽ هنيو ته ”هن مضمون مون کي بار بار رئاريو“

اڪثر ماڻهو محروم اي. ڪي. بروهيءَ کي علامه صاحب جو روحاني وارث قرار ڏيندا آهن. مرحوم اي. ڪي بروهي، علامه صاحب کي روحاني پيءُ ڪوٺيندو هو. علامه صاحب به کيس اوترو ئي پائيندو هو. هڪ دفعي مون کي پاڻ چيو هائين ته، ”بابا، جيڪڏهن بروهي اسان جو پيٽ ڄائو پٽ هجي ها، تڏهن به اسين کيس اوترو ئي پيار ڪريون ها، جيترو هاڻي ڪريون ٿا.“

سنڌ يونيورسٽيءَ جا به استاد ۽ سنڌ جا عالم محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو علامه صاحب جا خاص مقرب شمار ڪيا ويندا هئا ۽ حقيقت به اها آهي ته علامه صاحب جو مٿن تمام گهڻو راز هوندو هو.

هالن جو مخدوم محترم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب، علامه صاحب جو تمام گهڻو احترام ڪندو هو ۽ کيس ۽

سندس گهر واريءَ کي ”هنسن جي جوڙي“ سان تشبيھ ڏيندو هو. علامه صاحب به مخدوم صاحب کي گھڻو پائيندو هو ۽ کيس ”اسان جو محمد زمان“ ڪري ياد ڪندو هو.
سائين غلام مصطفيٰ شاھ جو نالو ته خير علامه صاحب جي شيداين ۾ سرفهرست آهي. علامه صاحب جي مزار ۽ قبي جي تعمير جو ڪم، بروهي صاحب جي مدد سان، شاھ صاحب ئي ڪرايو. جي اڃا ڪجھ وقت يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هجي ها ته” علامه قاضي سينٽر“ قائم ڪري وجي ها.
علامه صاحب جي عاشقن ۾ محترم محمد ابراهيم جويي جو نالو به گھڻو نمايان آهي. سنڌي ادبي بورڊ علامه صاحب جيڪي به ڪتاب شايع ڪيا، تن جو روح روان جويو صاحب ئي هوندو هو. جيڪڏهن هو ڪجھ وڌيڪ عرصو بورڊ جو سيڪريٽري رهي ها، ته علامه صاحب جي مضمونن جا سڀ ڪتاب ڪڏهوڪو ڇپجي وڃن ها.
علامه صاحب جي وفات کان پوءِ، اهي مضمون (مسودا) مون وٽان اي. ڪي. بروهي صاحب ڪٽي ويو ته مان لنڊن مان هڪ ئي جلد ۾ ڇپائيندس. افسوس آهي ته اهو خواب شرمنده تعبير نه ٿيو. پڄم ته وچ تي سندس نندي ڀاءُ ۽ منهنجي پياري دوست، علي احمد بروهيءَ مخلصانه ڪوشش ڪئي ته هو اهي مضمونن جا ڪتاب انگريزيءَ

مان سنڌي ۾، ترجمو ڪري ڇپائي. پر سندس من جي مراد به پوري ٿي نه سگهي.*

غرض ته علامه صاحب جي عقيدتمندن جي فهرست تمام طويل آهي. ٻيا جيڪي خاص خاص نالا مون کي فوري طور ياد اچن ٿا، تن ۾ پاڪستان جي متعدد علمي ادارن جو سربراهه ۽ سابق وفاقي سيڪريٽري ماليات، مرحوم ممتاز حسن، محترم رضا محمد پٺو، پروفيسر قاضي نبي بخش، مرحوم امداد جوڻيجو، پروفيسر علي نواز جتوئي، مسٽر درمحمد ناريجو ۽ شعبه اردوءَ جو صدر ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان شامل آهن، جنهن علامه صاحب ۽ سندس اهليه جي مزارن جا ڪتبا لکيا آهن.

مون کي علامه صاحب جي حضور ۾ باريابيءَ جو شرف پهريون پيرو سنه 1954ع ڌاران نصيب ٿيو. مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي، حيدرآباد هئس ۽ ڦليليءَ واري گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخلا ورتي هئم. ڪاليج سان گڏ هاسٽل هوندي هئي، جنهن ۾ رهائش هوندي هئي. اهو ڦوهه جوانيءَ جو زمانو هو، عمر غالباً ويهارو ورهيه مس هئي. پر جيترو شوق سان سينيما ڏسڻ ويندو هئس، ان کان وڌيڪ چاهه سان اولڊ ڪئمپس ۾، جمعي جمعي ڏينهن علامه صاحب جا ليڪچر ٻڌڻ ويندو هئس. انگريزي پوري ساري ايندي هئم، ان ڪري علامه صاحب جا ليڪچر سراسر ته سمجهي

ڪونه سگهندو هوس، پر لطف ڏاڍو ايندو هو. شهر جا اڪثر پڙهيل لکيل ماڻهو ليڪچر ٻڌڻ ايندا هئا. اصل ميلو لڳي ويندو هو.
تن ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هڪ دفعي شام جو هاسٽل مان نڪتس ۽ ڪاليج جي دروازي تي ڪئنٽين ۾ چاءِ اچي پيتم. اتان اٿي، شعبه سائنس ۽ پرنسيپال جي گهر جي وچ ۾ جيڪو ننڍو پارڪ آهي، ان ۾ وڃي ويٺس. سج لهڻ ٻڌڻ وارو هو. آسمان ۾ شفق جي لالاڻ پکڙجي رهي هئي. منهنجي اوسي پاسي ڪوبه بني بشر ڪونه هو. وڻن ۾ سو جهرڪين جي ”چين“ ”چين“ ٻڌڻ ۾ ٿي آئي، نه ته چوطرف چپ چاپ هئي. اوچتو ئي اوچتو، بظاهر بنا ڪنهن سبب جي، منهنجي ذهن ۾ ڪي سوال اٿيا:
”مان ڪير آهيان“؟
”منهنجي زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي“؟
اهي سوال منهنجي ذهن ۾ طوفان ۽ وڄ وانگر ايڏي ته زور سان اٿيا، جو انهن جي دٻاءَ ڪري مٿو ڳورو ٿي ويو، نرڙ تي پگهر اچي ويو ۽ دل جو ڌڙڪو تيز ٿي ويو. اها ذهني ڪيفيت فقط ڪن لمحن لاءِ جاري رهي، پر منهنجي سڄي وجود کي چولي چڏيائين. ان ڳالهه کي هاڻي ٺيڪ پنجٽيهه ورهيه گذري ويا آهن. ان وچ ۾ مون زماني جون گهڻيون ئي گرميون ۽ سرديون ڏٺيون آهن، پر چند لحظن واري اها

ذهني ڪيفيت مون کان اجا نه وسري آهي. مان سالن جا سال انهن سوالن جي جوابن لاءِ پريشان ۽ سرگردان رهيس(پاڪستان هندستان ۽ آمريڪا جي ڪن عالمن کي خط لکيم) خاص ڪري پهريان ڏينهن ته سخت ذهني بي قراريءَ ۾ گذاريم، پر ڪٿان به تسليءَ وارو جواب ڪونه مليو. آخر هڪ ڏينهن همت ڪري، علامه قاضي صاحب وٽ هليو ويس. شام جي مهل هئي. پاڻ پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ، گهر جي صحن ۾ ويٺو هو. پڇيائين ته ”ابا ڪير آهين، ڪيئن اچڻ ٿيو؟“

مون عرض ڪيو ته،”سائين، اهو ته مان اوهان کان پڇڻ آيو آهيان ته ڪير آهيان ۽ هن دنيا ۾ ڇو آيو آهيان؟“
علامه صاحب اهو ٻڌي خاموش ٿي ويو. ڪجھ دير بعد پڇيائين ته”ابا، ڇا پڙهندو آهين؟“
مون جواب ڏنو ته، ”بائلاجي“.
چيائين ته، ”تڏهن ته تون اڄ ٿي اهو پڙهي رهيو آهين ته حياتي ڇا آهي؟“
 مون چيو ته ”سائين، اسان کي ته ٻيون ڳالهيون پڙهائين ٿا. اهو ته سمجهائين ئي ڪونه ٿا ته حياتيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟“

ايتري ۾ ڊاڪٽر بلوچ، مسٽر در محمد ناريجو ۽ ٻيا صاحب جي بنگلي ۾ داخل ٿيا. علامه صاحب کين هٿ ڏيندي چيو ته، ”ابا بلوچ، هي نوجوان شاگرد اهو معلوم ڪرڻ آيو آهي ته انساني زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟“

ڊاڪٽر صاحب جواب ڏنو ته ”قبلا سائين، اسان جو درسي نصاب واقعي ايترو ناقص آهي جو ذهين شاگردن کي دل جي تسلي نٿي ٿئي“.

علامه صاحب اهو ٻڌي، مون کي وري اچڻ لاءِ چيو. ٻئي ڏينهن ڪن ڪتابن جا نالا لکيائين، ”اهي وجي پڑهه“. سڀ ڪتاب انگريزيءَ ۾ هئا ۽ مون کي پڪ هئي ته حيدرآباد مان ڪونه ملندا. پر جي ملن ها ته مان خريد ڪري ڪونه سگهان ۽ جي خريد ڪريان به ها ته سمجهي ڪونه سگهان ها، ان ڪري ڪتابن وٺڻ جو خيال لاهي ڇڏيم.

علامه صاحب جي حضور ۾ حاضريءَ جو ٻيهر شرف مون کي تڏهن نصيب ٿيو، جڏهن ايوب خان واري ”مارشل لا“ جي آمرانه رويي کان احتجاج ڪري، پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جي عهدي تان مستعفي ٿيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو عالم مقرر ٿيو. مان بورڊ جو نائب سيڪريٽري هئس. سنه 1932ع ۾ جڏهن بورڊ جون آفيسون ڪراچيءَ مان حيدرآباد ڪچي آيون، تڏهن ته مون کي جلد جلد سندس خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو موقعو ملڻ لڳو. جيئن

جيئن ڪيس ويجهو ٿيندو ويس، تيئن تيئن سندس عظمت جو احساس ۽ قرب وڌندو ويو. هڪ ڏينهن مون کي چيائين ته، ”رباني، جيڪڏهن اسان توکي پيار نٿا ڪريون، ته پوءِ ائين سمجهه ته اسان زندگيءَ ۾ ڪنهن کي ڪڏهن پيار ڪيو ئي ڪونهي.“ اهو ڏينهن مون لاءِ عيد جو ڏينهن هو.
قدرت سنڌ تي سدائين مهربان رهي آهي. سنڌ پنڙا چڙهيندي ۽ انهن تي ناز به ڪندي، پر جيئن ٻيو شاهه پٺائي نه ايندو، تيئن ٻيو علامه قاضي به پيدا نه ٿيندو. قدرت ڪيس عجيب سڀاءُ ڏنو هو. بيحد خوددار، بيحد حساس، بيحد شفيق ۽ بيحد قربدار. سڀ کان وڏي ڳالهه اها ته مون سندس قول ۽ فعل ۾ ڪڏهن به ڪو تضاد ڪونه ڏٺو. ائين لڳندو هو ته هن زماني جو ماڻهو ئي نه آهي. مون ڪڏهن به سندس واتان هلڪي سلڪي ڳالهه نه ٻڌي ۽ نه زماني جي قصن ۾ دلچسپي ڏٺي.

علامه صاحب، سياست جي موضوع تي گفتگو ڪرڻ کان دانسته گريز ڪندو هو. ون يونٽ وارن ڏينهن ۾، سنڌيت جي تحريڪ زور تي هئي ۽ مان ان جو سرگرم ڪارڪن هئس. ڪڏهن ڪڏهن علامه صاحب سان ڪنهن نه ڪنهن

واقعي جو ذڪر ڪيندو هئس، پر هو ڪنهن به قسم جي تبصري آرائي ڪونه ڪندو هو.*

ڊاڪٽر سورلي، پنهنجي ڪتاب ”شاهه عبداللطيف آف ڀٽ“ ۾ لکيو آهي ته، ”شاهه پنهنجي آسپاس ۽ پنهنجي دور جي واقعن جو ڪوبه نوٽيس نه ورتو. ان معاملي ۾ هو دنيا جي عظيم مفڪرن ڪانٽ ۽ هيگل جي يادگيري ڏياري ٿو، جن تي سندن دور جا واقعا اثرانداز نه ٿيا. شاهه عبداللطيف ڪلهوڙن ۽ مغلن جي منصوبن ۽ سازشن بدران، زندگيءَ جي انهن گنڀير سوالن کي سمجهڻ ۾ مستغرق رهندو هو، جيڪي لافاني شعر جو موضوع بنجڻ جي وڏيڪ لائق آهن.“

علامه صاحب جو مثال به ائين ئي هو. مذهب، فلسفو ۽ سائنس سندس گفتگو جا مکيه موضوع هئا، پر انهن بابت به هو نهايت مٿاهينءَ ليول تان گفتگو ڪندو هو. ائين لڳندو هو ته حيدرآباد اٿينس جو شهر آهي، جنهن جا اهل دل انسان، سقراط جي سامهون ادب سان ڪنڌ نمائي، سچ جو سبق وٺي رهيا آهن. اٿينس جي روايت وانگر، سنڌ جي هن سقراط کي به پنهنجو انت پاڻ آڻڻو پوندو، اها ڳالهه تڏهن ڪنهن کي خواب خيال ۾ به ڪانه هئي.

علامه صاحب عالم وڏو هو يا مفڪر، مقرر وڏو هو يا مصنف، اهو فيصلو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي، ڇو ته قدرت

ڪيس انهن مڙني صفتن سان سينگاريو هو. سندس شخصيت همه گير هئي. سندس دور ۾ ٻيا به وڏا وڏا عالم ۽ دانشور هئا، پر پاڻ چڻ ته تارن ڀرئي آسمان ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ هو.

سنڌي ادبي بورڊ سندس هڪ انگريزيءَ ڪتاب Casual Peeps At Sophia* نالي سان شايع ڪيو آهي، ان ڪتاب ڪي مون ۽ محترم محمد حسن ٻٽي گڏجي ترتيب ڏني هئي. ڪتاب ۾ هڪ مضمون جو عنوان آهي ”ڪردار بابت“ اسان حساب ڪيو ته علامه صاحب جڏهن اهو مضمون لکيو هوندو، تڏهن سندس عمر اٺيهه ورهيه هوندي. اهو مضمون پڙهڻ سان احساس ٿيندو ته علامه صاحب چمندي ئي چام هو.

انهيءَ ساڳئي ڪتاب ۾ ٻيو مضمون ”سري ڪرشن جي شخصيت جو تاريخي پهلو“ عنوان هيٺ آهي ۽ هڪ مضمون زرتشت بابت آهي. اهي مضمون علامه صاحب جي فڪر جي وسعت ۽ مذهبي رواداريءَ جا روشن ثبوت آهن.

جن ڏينهن ۾ پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو، تن ڏينهن ۾ ڪنهن مذهبي جنونيءَ اولڊ ڪيمپس (نووديااليه اسڪول) جي باني هندو نيڪ مرد جي سماڌيءَ کي نقصان رسايو. علامه صاحب ان حادثي تي جنهن غم ۽ غصي جو

اظهار ڪيو، اهو انهن ماڻهن کي ئي معلوم آهي، جي تڏهن يونيورسٽيءَ سان وابسته هئا. ڪيس تيسين قرار ڪونه آيو، جيسين ان سماڄيءَ جي مڪمل مرامت نه ڪرايائين.
هڪ دفعي جويي صاحب ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي وچ ۾ لوڪ ادب جي ڪتابن تي ڪجھ اختلاف ٿي پيو. جويي صاحب پنهنجي نقطه نظر جي وضاحت لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڏانهن خط لکي موڪليو. جنهن ۾ هڪ هنڌ لکيائين ته ”لکيل لفظ“ ڳالهايل لفظ“ کان وڌيڪ آهي، ان ڪري ڳالھ جي چٽائيءَ لاءِ هي خط لکي رهيو آهيان.
اهو نڪتو منهنجي دل تي نقش ٿي ويو. ورهيه گذري ويا. ڪنهن ڪم سان لاهور وڃڻ ٿيو. اتي هٽلر جو اٽلپ ڪتاب ”مين ڪئف“ (منهنجي جدوجهد) خريد ڪيم. واپسيءَ تي ريل ۾ ڪتاب پڙهندو آيس. ڪتاب جي ديباچي ۾ هٽلر لکيو آهي ته ”ڳالهايل“ لفظ ”لکليل“ لفظ کان وڌيڪ اهم آهي ۽ مون کي احساس آهي ته تاريخ جا مکيه انقلاب مصنفن نه، پر مقررن آندا آهن. اهو پڙهي جويي صاحب وارو گفتو ياد آيم جڏهن حيدرآباد ۾ پهتس ته علامه صاحب سان ان مسئلي جو ذڪر ڪيم. پاڻ بنا ڪنهن هٻڪ جي فوراً چيائين ته ”ڳالهايل لفظ“ کان وڌيڪ طاقتور آهي. گهٽا گهٽا سال پوءِ ٻئي هنڌ پڙهيم ته ”قرآن ڳالهايل لفظ جو معجزو آهي.“

حيدرآباد ۾ رهائش دوران جڏهن به هيانءَ تي مونجهه ٿيندي هئم، ته سندس خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيندو هوس. اهي منهنجي خوش نصيبيءَ جا ڏينهن هئا. جڏهن وٽانئس ڪچهري ڪري موٽندو هوس، ته غم جا سڀ ڪکر ٽڙي پکڙي ويندا هئا ۽ زندگيءَ ۾ ايمان تازو ٿي ويندو هو. سندس گفتگوءَ جو انداز ئي اور هو. چا لفظن جو انتخاب ۽ ڇا خيالن جي پرواز، ڄڻ ته هماليه جي بلنديءَ تان علم ۽ عرفان جو آبشار وهي رهيو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن هيئن به لهي ايندو هو ۽ مزي جهڙيون ڳالهيون ڪندو هو.

هڪ دفعي فون ڪيائين ته ”ابا، ڪالهه گربخشاڻيءَ جي رسالي ۾ بيت پڙهيم ته

هو جي جرڪئا آب تي،

سي تان سڀ حباب

انهيءَ ڳالهه منجهائي وڌو. سوچڻ لڳس ته جيڪي جرڪي ويا، سي ته ٿيا سڀ حباب، پر جيڪي هاڻي پيا جرڪن، تن بابت لطيف جي فتوا ڪهڙي آهي؟

مسئلي کي سمجهڻ لاءِ بمبئيءَ وارو ڇاپو کوليم. اڳي ڪاتب نون بدران ٻه زيرون يا ٻه پيش يا ٻه زبريون ڏيندا هئا. مثلاً کين جرڪن لکڻو هوندو هو ته جرڪا لکي الف جي مٿان ٻه زيرون ڏيئي ڇڏيندا هئا. بمبئيءَ واري ڇاپي ۾

بيت صحيح نموني ۾ ائين ئي لکيل هو، پر غريب گربخشاڻيءَ کان پڙهڻيءَ ۾ پل ٿي هئي. صحيح بيت هيئن هو:

هو جي جرڪن آب تي
سي تان سپ حباب.

”جڏهن صحيح بيت ائين پڙهيم، تڏهن مونجهه لٿم ۽ اطمينان ٿيم ته لطيف جي فتوا هر دور ۾ صحيح آهي.“

انهيءَ زماني ۾ ايوب خان جي مارشل لا لڳڻ کان ترت پوءِ هڪ فوجي عملدار يونيورسٽيءَ ۾ آيو ۽ رجسٽرار سان تيزيءَ سان ڳالهايائين. علامه صاحب کي جڏهن اها خبر پيئي ته هيئن هڪ فوجيءَ يونيورسٽيءَ جهڙي مقدس اداري جي توهين ڪئي آهي، تڏهن پاڻ احتجاج طور وائيس چانسلر جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

جيڪي ماڻهو علامه صاحب جي مزاج کان واقف هئا، تن لاءِ اها ڪا به حيرت جي ڳالهه ڪانه هئي. کين خبر هئي ته علامه صاحب ڪيڏو نه خوددار ۽ حساس انسان هو.

هڪ دفعي فون ڪيائين ته ”ابا، رات سمهي ڪونه سگهيو آهيان.“ جڏهن مون سبب پڇيو، تڏهن ٻڌايائين ته ”ابا، منهنجي ماءُ جي زبان تي سدائين سبحان الله جو اسم اعظم هوندو هو. ڪالهه اخبار ۾ خبر پڙهيم ته ڳاڏي ڪاتي ۾ هڪ هوٽل کلي آهي، جنهن جو نالو رکيو اٿن ”سبحان الله هوٽل.“

ڪو وجي نياڻن ڪان پڇي ته هوٽل ۾ ماڻهو ڇا نٿو ڪري، ٻيڙي ڇڪي ٿو، ٺڪ ڦٽي ڪري ٿو. هاڻي انهيءَ ناپاڪ جاءِ جو نالو ٿيو سبحان الله هوٽل“.
ٻئي دفعي ڳالهين ڪندي، مهانگائيءَ جو ذڪر ڪيائين ۽ چيائين ته ”ابا، ڪڪڙ جا آنا ايڏا ته مهانگا ٿي ويا آهن، جو اسان ته خريد ڪري نٿا سگهون.“ مون سمجهيو ته مس مس قدرت مون کي علامه صاحب جي خدمت جو موقعو ڏنو آهي، سو هڪدم مارڪيٽ مان ڪڪڙُ ۽ ڪڪڙِ گهرائي، سندس بنگلي تي موڪليم ۽ نوڪر کي چيم ته اهي تازا آنا ڏيندا.
ٻئي ڏينهن پاڻ فون ڪيائين ته، ”ابا، هي نياڻا سڄو ڏينهن ٿا هڪ ٻئي کي ٺونگا هڻن، سو هڪ پاڻ وٽ جهليان ٿو ۽ ٻيو توکي موڪلي ٿو ڏيان.“ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ ٻيو به موڪلي ڏنائين ته”هت آن ئي نٿو ڇڳي.“
مان سمجهي ويس ته اصل ۾ پاڻ ڪنهن جو ڪوبه ٿورو کڻڻ نٿو گهري. ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته محمد اسماعيل نون جي فون آئي. چي، ”رباني پنهنجو به ڪم خراب ڪيئي، منهنجو به“ مون کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. تڏهن ٻڌايائين ته، ”علامه صاحب ڪڪڙ جي آنن جي مهانگائيءَ جي شڪايت مون سان به ڪئي هئي. ڪراچيءَ ويس ۽ هڪ ولائتي ڪڪڙِ ورتم، جا روز آنو ڏيندي آهي. جڏهن سندس

بنگلي تي موڪلي ڏنم، تڏهن موٽائي موڪليائين ته ”ويچاري ربانيءَ  به قرب ڪيو هو. پر ابا اسان کان ڪڪڙ کٽي ٿا سنڀاليا ٿين.“

ٻئي ڀيري چيائين ته، ”ابا، ڪڪڙ ٿي ويا آهن مهانگا ۽ جمعي جمعي ڏينهن گوشت بند ٿئي ٿو. سو نوڪر کي ڏهه آنا ڏيندا آهيون ته بزار مان پاريهر وٺي، اسان کي رڌي کارائي. ڪالهه بنگلي جي پويان جو وچان ته نم جي وڻ هيٺان هڪ ڪانءُ مئو پيو آهي پر پيٽ جو گوشت اٿس ئي ڪونه. سو، پايان ٿو ته جمعي جمعي  ڏينهن نوڪر ڏهه آنا وٺي وڃي ٿو ڪيسي ۾ ۽ اسان کي ڪانءُ کهي کارائي ٿو چڙهي.“

اها ڳالهه ٻڌي، مان ته وائڙو ٿي ويس. کيس اطمينان ڏيارڻ لاءِ چيم ته” سائين، ڪانو اهڙو ته چالاڪ پکي آهي، جو نوڪرن کي وٽڻ ئي ڪونه ڏيندو“. پر دل ۾ سوچڻ لڳس ته جينيس (غير معمولي ڏاهي) ۽ سادي ماڻهوءَ جي سوچ ۾ واقعي پڙدي جو فرق مس ٿئي ٿو.

هڪ دفعي سندس اهليه چيو ته، ”اسان جي نوڪر کي متان سادو سمجهين. چا ڪندو آهي جو سئيءَ سان منهنجن ربڙي بوٽن ۾ سوراخ ڪري چڙهيندو آهي ته مان شام جو پائي گهمان ته ڪنڊا چپن ۽ سمجهان ته بوٽ پراڻو ٿي ويو آهي ته جيئن کيس ڏيئي ڇڏيان. پر مان به چالاڪ آهيان.

چوندي آهيانس ته جيڪو ٻئي جو بوٽ پائيندو، سو مري ويندو.“
ٻئي دفعي سندس اهليه چيو ته ”بوٽ پائڻ ۾ مون کي هڪ ”نيل“ ڏاڍي تڪليف ٿو ڏئي. اسان جي گفتگو انگريزيءَ ۾ ٿيندي هئي، انگريزيءَ ۾ ”نيل“ ڪوڪي کي چوندا آهن، سو مون سمجهيو ته بوٽ ۾ ڪوڪو آهي، جو پير ۾ چڀيس ٿو. سو، ڪيس چيم ته ”اوهان موچيءَ کان ”نيل“ ڪڍرائي ڇڏيو.“ هوڏانهن هن کي ڪا ننهن جي تڪليف هئي، انگريزيءَ ۾ ننهن کي به ”نيل چوندا آهن. سا، منهنجي ڳالهه ٻڌي علامه صاحب کي ٺوٺ هٽي چوڻ لڳي ته ”هن ڏي نهار. مون کي ٿو چوي ته موچيءَ کي گهرائي پنهنجو ننهن ڪڍرائي ڇڏ.“
علامه صاحب ان زماني ۾ به غالباً اسي ورهين کان مٿي هو، پر تازو توانو لڳندو هو. مون کي چيائين ”ته ابا، الله ڪيو آهي ته منهنجي چهري جي رونق ڪڏهن به ختم نه ٿي آهي.“ حقيقت به ائين ئي هئي. پر، سندس اهليه ستر ورهين جي هوندي به صفا ضعيف ٿي ويئي هئي. ٻنهي جي پاڻ ۾ ايڏي ته محبت هئي جو پرن ڪيو هئائون ته ”اولاد پيدا ڪونه ڪنداسون ته متان اسان جي سڪ ۾ ڪمي اچي“. زندگيءَ جا چاليهه ورهيه گڏ گذاريا هئائون. ولائت ۾ به گڏ، هت به گڏ، بنگلي ۾ ٺيون ماڻهو رهڻ ڪونه ڏنائون،

توڙي ڪيڏو به ويجهو عزيز هجي. بيڊ روم ۾ وهڻ جا هنڌ مقرر هوندا هئا. ڊائننگ ٽيبل تي ڪرسيون آمهون سامهون رکيل هونديون هيون. ڪاڏي جي وقت نوڪر اطلاع ڏيڻ لاءِ مقرر ٽائيم تي گهنڊ وڄائيندو هو. سنڌن رهڻي ڪهڻي ۽ پوشاڪ انگريزي طرز جي هوندي هئي. علامه صاحب جي اهليه ڊگهو فراڪ پائيندي هئي. علامه صاحب ٽري پيس سوٽ پائيندو هو ۽ بٽر فلاءِ ڪالر لڳائيندو هو. ٻاهر نڪرندو هو ته مٿي ۾ فيلٽ هئٽ وجهندو هو.

جڏهن ڪو ملاقاتي ايندو هو ته صبح جو ڊرائنگ روم ۾ ۽ شام جو صحن ۾ وهندو هو. چاءِ جي وقت علامه صاحب ڪيس پليٽ هٿ ۾ ڏيئي، هڪ ننڍي پيتي اڳيان جهليندو هو، جنهن ۾ برفيءَ جون ننڍيون ننڍيون ٽڪيون رکيل هونديون هيون. ان ڪان پوءِ پيسٽري پيش ڪندو هو. آخر ۾ هڪ گول ٽپائيءَ تان چاءِ ٺاهي ڪٽي ايندو هو، جنهن تي چاءِ جو چڙو الزام هوندو هو. گرم پاڻيءَ ۾، ڪير ۽ کنڊ مليل هوندا هئا. پر مون جهڙو مسڪين ماڻهو ۽ اوله پاڪستان (هاڻوڪي پاڪستان) جو نواب مشتاق احمد گرماڻيءَ جهڙو ارڏو گورنر به ان چاءِ کي تبرڪ سمجهي سڪ سان پيئندو هو. (مون گرماڻي صاحب جا اهڙا گهڻا قصا ٻڌا آهن. ڪيس بجا طور علامه صاحب جي عقيدتمندن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.)

مانيءَ جي دعوت جو اعزاز فقط بروهي صاحب جي قسمت ۾ هوندو هو. سا به سادي مثلاً قيمو مٽر. هڪ دفعي سندس اهليه چيو ته، ”رباني، اڄ رات جي ماني اسان سان گڏ کائي.“ علامه صاحب وراڻيو ته،”پر، ڊارلنگ، کائڻ لاءِ آهي ئي ڇا؟“ مون ٻڌو ته پاڻ ڪڏهن ڪڏهن ڪچن زيتونن ۽ صوفن جو ٻوڙ رڌائي کائيندا هئا.

بروهي صاحب پنهنجي مضمون ۾ لکيو آهي ته علامه صاحب پنج وقت نماز پابنديءَ سان پڙهندو هو ۽ تهجد لاءِ به اٿندو هو. ممڪن آهي ته حقيقت به ائين ئي هجي، پر مان هڪ ڳالهه جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. هيڪر علامه صاحب وٽ ويٺا هئاسون، جو مغرب جي نماز جو وقت ٿي ويو. مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ علامه صاحب کان وضوءَ لاءِ پاڻي ۽ مصلحو گهريو. علامه صاحب پاڻ اٿيو، پاڻيءَ جو ڪئنرو پري آڻي، قاسمي کي ڏنائين ۽ مصلو وڇايائين. پاڻ وري اچي اسان سان گڏ ڳالهين ۾ ويٺو. *

ٻي ڳالهه محمد حسن پُنّي صاحب کان ٻڌي اٿم. هڪ دفعي يونيورسٽيءَ ۾ ڪانفرنس هئي. علامه صاحب صدارتي خطاب ڪري رهيو هو ۽ سندس زبان مان قرآن ڪريم جون آيتون نڪري رهيون هيون، جو اذان جو آواز آيو. سامهون واريءَ صف مان هڪ بزرگ نماز لاءِ اٿيو. علامه صاحب، وچ تقرير مان، ڏانهس نهاري، جلالي انداز

۾ چيو” هنن احمقن کي ڏسو. نماز لاءِ وڃي رهيا آهن، ڄڻ
ته هيءَ نماز ناهي“. علامه صاحب جا اصل اکر هي هئا:
“Look at These Fools. They are Going for prayer as if This is Not a Prayer.”
مون سان ڪن ماڻهن ڳالهه ڪئي ته علامه صاحب پابنديءَ
سان نماز پڙهندو هو. پر رات جي تنهائيءَ ۾. بعضي بعضي
ته اڌ اڌ رات ۽ اسر تائين لاڳيتو پڙهندو هو. اها ڳالهه منهنجي
دل کي به لڳي ٿي. پاڻ دل جي حضور سان نماز پڙهڻ جو
قائل هو. بقول پٺائي:
”جان جان پسين پاڻ کي تان تان ناهه نماز
وڃائي سڀ ساز تهان پوءِ تڪبير چئه“.
بظاهر اهي ڳالهيون عقل جي خلاف لڳن ٿيون. پر علامه
صاحب به ته جڳ کان نرالو انسان هو. رڳو زندگيءَ متعلق
نه، پر موت متعلق پڻ سندس نظريو منفرد هو.
هڪ دفعي مون کي هڪ عجيب خواب ٻڌايائين. چي:
”لندن ۾ پنهنجي گهر ستو پيو هئس. ننڊ ۾ ، فيروز نانا وارن
جي هڪ عزيزه کي خواب ۾ ڏٺم. هڪ هٿ ۾ ٻگهي
ڪاري پيتي ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪپڙن جي هڙ هئس. چوڻ لڳي
ته وڃي رهي هئس، سو خيال آيم ته ايلسا کان به
موڪلائيندي وڃان. ننڊ مان اٿيس ته الڪو ٿي پيو، سو
فيروز نانا وارن کي خط لکي موڪليم. جواب ڏنائون ته

برابر فلاڻي ڏينهن مائي گذاري ويئي. ڇهن مهينن کان پوءِ
ڪراچيءَ آيس ته ڪين تعزيت ڏيڻ ويس. ٻڌايائون ته
”ڪئنسر ٿي پئي هئس سو بمبئيءَ ڪٽائي ويس. اتي سندس
ٻانهن ڪپي ڇڏيائون. پر ڪيس وهم ٿي پيو ته هيءَ ٻانهن
منهنجي جسم جو حصو آهي، سو ڏار ڪيئن ڪريان. ان
تي ڊاڪٽرن ٻانهن کي سيون هڻي سڪائي ڇڏيو. پوءِ اها
ٻانهن هڪ ڪاريءَ پيتيءَ ۾ وجهي، ساڻ کنيون، گهمندي
وتندي هئي“.
پيهر ڳالهه ڪيائين ته احمد فقير ٺٽيو هوندو هو، جنهن مون
کي ننڍپڻ ۾ تصوف جا پهريان پهريان سبق ڏنا. هت پليگ
پيئي، مون لنڊن ۾ ڪيس خواب ۾ ڏٺو ته هڪ پائيپ مان
منهن ڪڍي، مون کي ڏسي، وري پائيپ اندر هليو ويو.
مون ڳوٺ خط لکيو ته اطلاع آيو ته فقير صاحب پليگ ۾
فوت ٿي ويو.
پنهنجي اهليه جي وفات کانپوءِ، هڪ دفعي مون کي چيائين
ته”موت اسان جي وچ ۾ رڳو هڪ پردو آهي. روزانو
مانيءَ جي ميز تي سندس پليٽ ائين ئي رکبي آهي، جيئن
اڳي رکبي هئي ۽ سندس سمهڻ لاءِ بسترو به نوڪر ائين
ئي وڇائيندو هو.“
علامه صاحب ائين سمجهندو هو ته وفات کان پوءِ به سندس
اهليه جو روح ساڻس گڏ کاڌي جي ميز تي ويهي ٿو ۽ رات

جو بيڊ روم ۾ پنهنجو بسترو به والاري ٿو. روحانيت جون ڳالهيون روحانيت وارا ڄاڻن. عام خيال بهرحال اهوئي هو ته علامه صاحب پنهنجيءَ اهليه جي وفات کان پوءِ ويڳاڻو ٿي پيو. *بعد ۾ جيڪو به عرصو زنده رهيو سو سخت ذهني ڪشمڪش ۾ گذاريائين. هيڏي ساري بنگلي ۾ اڪيلوئي اڪيلو هوندو هو. نوڪر سنجها ويل ماني ڪارائي هليو وڃي پوءِ ڳالهائڻ وارو ڪير ڪونه. ملاقاتين جو تعداد ڏينهون ڏينهن گهٽبو ويو. ڏينهن جو ملاقاتي آيو نه آئي جهڙو. يونيورسٽيءَ جا جمعي جمعي ڏينهن وارا ليڪچر ڪڏهوڪا بند ٿي چڪا هئا. مشغولي ڪا ڪانه رهي هئي. جڻ ته دنيا جا دروازا بند ٿي چڪا هئا.
هڪ اهو زمانو هو، جو پاڻ جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ هو ته سندس چوطرف ماڻهن جا ڪٽڪ هوندا هئا. سندس اهڙو ته رعب هوندو هو، جو جڏهن پاڻ آفيس مان ٻاهر نڪرندو هو ته چوطرف خاموشي ٿي ويندي هئي. آفيس جي ڏاڪڻ تان هيٺ لهندو هو، ته پٽيوالا ۽ ننڍا نوڪر ته ٺهيو پر وڏا وڏا عملدار، جيڪي جتي هوندا هئا، اهي اتي تيسين پٿر جا بت بنجي ويندا هئا، جيسين علامه صاحب پنهنجي گهوڙي گاڏيءَ ۾ ويهي گهر روانو نه ٿي ويندو هو.
پاڻ ڪڏهن به موٽر استعمال نه ڪيائين. جو چاڪيءَ گهوڙي گاڏيءَ ۾ گهران ايندو ويندو هو. سادگي پسند هو.

سندس آفيس يا گهر جي ڪنهن به ڪمري ۾ ايئرڪنڊيشنر ڪونه هوندا هئا. يونيورسٽيءَ ۾ فرش تي گلمن ۽ غاليچن بدران تڏن وڇائڻ جو رواج وڌائين. غالباً سندس ذهن ۾ پس پرده سنڌي ڪلچر جي روايتن جو خيال هو. سنڌ جي درسگاهن ۾ اڳي تڏن تي درس تدريس جو ڪم ٿيندو هو.
انگريزن جي ڏينهن ۾ آفيس جا پٽيوالا ڳاڙهي رنگ جي ڪپڙي جو ڪمر پٽو چيلهه کي ٻڌندا هئا. علامه صاحب ان جي جاءِ تي ٿٽي جي لونگي رائج ڪئي. لونگيءَ جو رنگا رنگي ڪمر پٽو چيلهه تي ڏاڍو ٺهندو هو.
کيس سنڌ سان سخت محبت هوندي هئي. در محمد ناريجو ڳالهه ڪندو هو ته علامه صاحب سنڌين جون ڏاڍيون دانهون ڪندو هو. چوندو هو ته”هي ويهينءَ صدي ۾ ڪيئن ڪندا؟ نه صنعت ۾، نه تجارت ۾، ۽ نه وري منجهن قومي ايڪو ۽ اتحاد، اٿلندو هڪبئي لاءِ حسد.“ ٿڌو ساهه ڀري چوندو هو ته، ”ابا، هي آخر وڃي ڳوٺ وسائيندا ۽ ٻهراڙين مان ڪير مکڻ آٽي شهري ماڻهن کي پهچائيندا.“
افسوس آهي ته پاڻ جنهن سنڌ سان سڄي عمر عشق ڪيائين، انهيءَ سنڌ کيس جيئري ئي وساري ڇڏيو. پاڻ سنڌ جو شان هو ۽ عمر جي انهيءَ حصي ۾ هو، جڏهن سنڌ، جيڪر، شيڪسپيئر جي لفظن ۾ کيس Love, Honour and Troops of Friends جو نذرانو پيش ڪري ها،

پر، اها سنڌ ڪڏهوڪو سمهي پيئي هئي ۽ علامه صاحب اڪيلوئي اڪيلو جاڳي رهيو هو.
انهيءَ ڏکوئيندڙ صورتحال کي سمجهڻ لاءِ ڪي بنيادي حقيقتون ذهن نشين ڪرڻيون پونديون. هي عالم اسباب آهي. هيءُ سبب ۽ نتيجي جو جهان آهي. علامه صاحب کي اولاد ڪونه هو جيڪو عمر جي آخري حصي ۾ تنهائيءَ ۾ سندس سهارو ٿئي.
انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي ته رت پاڻيءَ کان گهاٽو آهي. قدرت جو اهو نظام آهي ته جيڪا چڪ رت کي اچي ٿي، اها ٻئي کي نٿي اچي. چون ٿا ته حيدرآبد ۾ هڪ دفعي پاڻ ۽ سندن اهليه بيمار ٿي پيا. اهو ٻڌي سندس همشيره چوائي موڪليو ته، ”مان اوهان ٻنهي جي خدمت لاءِ اوهان وٽ اچي رهان.“ علامه صاحب انگريزي رهڻيءَ ڪهڻيءَ تي هريل هو، تنهن ورندي موڪليس ته، ”پيڻ اسان وٽ توهان لاءِ جدا بيڊ روم ڪونهي.“ سندس همشيره چيو ته، ”ادا، مان بيڊ روم ڪاڏي ڪنديس؟ مون کي ته اوهان جي خذمت ڪرڻي آهي. رات جو ڪنهن ڪنڊ پاسي سان غاليچي تي آهلي پونديس.“ پر علامه صاحب کي اها ڳالهه پسند ڪانه آئي. هو نهايت نازڪ مزاج ۽ نفاست پسند انسان هو.
سنڌ جا اهل دل ماڻهو بيشڪ علامه صاحب جا عقيدتمند هئا، پر سندن عقيدت جي باوجود علامه صاحب اڪيلو ئي

رهيو. ائين ٿي نه سگهيو ته سندس معتقدن جو ڪو وڏو حلقو پيدائيءَ وانگر سندس اردگرد رهي. چون ٿا ته لندن ۾ ويهن پنجويهن ورهين جي رهائش دوران ڪنهن ”جميعت“ ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين. پر اها ڳالهه ڪا خاص شڪل وٺي ڪانه سگهي. سنڌ ۾ موٽي اچڻ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ کي سنڀالڻ بعد به شايد کيس اهڙو ڪو خيال ذهن ۾ هو. پر ڪن، نالائق ماڻهن جي هلڪيءَ سلڪيءَ نڪته چينيءَ تي ناراض ٿي اهو خيال لاهي ڇڏيائين.
هن ڪميٽيءَ دنيا ته پيغمبرن کي به ڪونه بخشيو هو. اڳين جا احوال ته اڳي ٿيا، پر پيغمبر اسلام جي زندگيءَ جو هر واقعو ته رڪارڊ ٿيل آهي. ٻيون ڳالهيون سڀ ڇڏيو، رڳو طائف جو واقعو ڪيڏو نه دردناڪ آهي. ابوجهل ۽ ابولهب ڪير هئا؟ ابوسفيان مڪي جي فتح کان اڳ رسول الله صه سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو هو؟ سندس پٽ امير معاويي، علي رضه سان ڪهڙي پاليسي اختيار ڪئي؟ سندس پٽ يزيد، امام حسين سان ڪربلا ۾ ڪهڙو ڪم ڪيو؟ ڇا اها حقيقت نه آهي ته بدر ۽ احد جي جنگين ۾ خود رسول الله صه کي پنهنجن ئي مٽن مائٽن سان وڙهڻو پيو هو؟ سچ کي سولائيءَ سان ۽ سڌو سنئون ڪهڙي دور ۾ تسليم ڪيو ويو آهي!

علامه صاحب جي نازڪ مزاجي به هڪ وڏو مسئلو هئي. سندس مغربي زندگيءَ واريءَ رهڻي ڪهڻيءَ معاملي کي هيڪاري سنگين بنائي ڇڏيو هو. هو ننڍي هوندي کان ئي لاڏ ڪوڏ سان پليو هو. سندس وفات کان ستت پوءِ، مون وٽ هندستان مان سندس هڪ هندو دوست جو خط آيو هو، جيڪو هن پنجاهه سٺ ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ علامه صاحب جو ڪتاب Casual peeps at Sophia پڙهي انهيءَ اميد سان بورڊ جي ايڊريس تي موڪليو هو ته علامه صاحب کي ملي ويندو. خط ۾ لکيو هئائينس ته، ”مون کي ياد آهي ته جڏهن پاڻ اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هئاسون ته تون سڄي ڪلاس ۾ سڀني کان عمدو لباس پائي ايندو هئين؟“ اها ڳالهه علامه صاحب جي ننڍي هوندي جي پرورش جي نشاندهي ڪري ٿي. علامه صاحب پاڻ مون کي ٻڌايو هو ته سندس والد مرحوم امام علي قاضيءَ جي اها ڪوشش هوندي هئي ته، منهنجي پٽ جي بزاري چوڪرن سان سنگت نه ٿئي. ”سو مون کي هڪ شخص (آخوند عبدالعزيز) اسڪول ڇڏي ويندو هو، ۽ پڙهائي پوري ٿين تي واپس گهر وٺي ويندو هو.“

اهڙيءَ ريت علامه صاحب جي ننڍپڻ تي نگاهه ڪبي ته نظر ايندو ته هو گوتم ٻڌ وانگر شيشي جي محلات ۾ پلجي وڏو ٿيو هو. هيءَ دنيا اهڙن نازڪ ۽ نفيس شهزادن لاءِ

ڏاڍو ڏکيو ماڳ ۽ مڪان آهي. هت ته وڪ وڪ تي ڪنڊا چڀن ٿا. ۽ انهن کي هٽائي پنهنجي لاءِ رستو ڪڍڻو پوي ٿو. پر اها ڳالهه علامه صاحب جي مزاج جي خلاف هئي. هو سنڌ جي روايتن موجب سچو صوفي هو، جو توڪل جو قائل هو. وس پڄيس ها ته شاهه ڪريم وانگر روزانو رات جو پاڻيءَ جا گهڙا به خالي ڪرائي سمهي ها. حيدرآباد ۾ سمورو عرصو ڪرايي جي گهر ۾ رهيو، جنهن ۾ سالن جا سال فرنيچر به ڪراچي جو پيل هوندو هو. دوستن جي اصرار تي لطيف آباد ۾ آخر هڪ گهر ٺهرايائين پر ان ۾ هڪ ڏينهن به ڪونه ويٺو. هڪ دفعي مون کي چيائين ته، ”ابا مون سڄي عمر ائين گذاري آهي جو هن دنيا مان اڄ اٿي وڃڻو پويم ته ڪابه دير نه لڳيم.“ ۽ آخر اهو ڏينهن اچي پهتو.

پوين ڏينهن ۾ پاڻ غزاليءَ ۽ پٺائيءَ جا مثال ڏيندو هو، جن ان پاڻي ڇڏي ڏنو هو. چوندو هو ته ”جڏهن غزاليءَ جي وصال جو ڏينهن آيو ته چيائين ته ادي يمن مان جيڪو ڪفن آندو هو، اهو ته کڻي اچو. ڪفن آڻي ڏنائونس، مٿان وڌائين، ڪم ختم“.

پٺائيءَ لاءِ چوندو هو ته ”پوين ڏينهن لاءِ سندس سپني سوانح نگارن جو چوڻ آهي ته کاڌو ڇڏي ڏنائين. فقيرن کي رات ڏينهن راڳ جو حڪم ڏنائين ۽ پاڻ کي حجري ۾ بند

ڪيائين. انٿين پهر ٻاهر نڪرندو هو. رکو سکو گره وٺو نه وڏي جهڙو، پاڻي ڍڪ پي، وري حجري ۾ گهڙندو هو ۽ دربند ڪندو هو. هڪ پيري جڏهن ڏينهن پهر پئجي ويو ۽ پاڻ ٻاهر نه نڪتو، ته فقيرن حجري جو در پٽيو. اندر وڃي ڏسن ته سندس روح جو پکيئڙو ڪڏهوڪو پرواز ڪري چڪو آهي.“

انهن ڏينهن ۾ علامه صاحب ڀٽائي صاحب جي انهيءَ ڪافي جو به بار بار حوالو ڏيندو هو، جنهن ۾ فرمايو اٿس ته،

”نڪي تفاوَتَ ۾، نڪي منجهه رباب،
ڪهڙي منجهه حساب، هئڻ منهنجو هوت ريءَ“

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ مقدمه لطيفيءَ ۾ هڪ هنڌ ڏاڍو سهڻو جملو لکيو آهي ته، ”شاهه جي حياتي، هاڻ سالن جي جدول تان هٽي، اچي مهينن جي مُدي تي بيٺل آهي.“ علامه صاحب جي معاملي ۾ به اهائي حقيقت ڪارفرما ٿي. پوين ڏينهن ۾ پڇائون ڪندو هو ته”جيڪڏهن ڪا مشين پنهنجو ڪم پورو ڪري چڏي ته پوءِ ان کي قائم رکڻ مان ڪهڙو فائدو؟“

سندس ذهني ٿڪاوٽ جو تصور هن ڳالهه مان ڪجي ته پاڻ هڪ دفعي مون کي چيائين ته، ”ابا، مان الف ليليٰ وارو اهو حجام آهيان، جو سدائين پيو بڪ بڪ ڪندو هو.“

پوين ڏينهن ۾ اهي به پڇائون ڪرڻ لڳو ته ”قرآن ۾ آبِحيات جي منع آهي؟“
ڏک جي ڳالهه اها هئي ته ڪنهن جي مجال هئي، جو ساڻس ڪا ڳالهه ڪري سگهي؟ اديب ۽ عالم ته برابر گهٽا ئي هئا، پر سندس علم ۽ عظمت اڳيان مڙني جي حالت ائين هئي، جيئن همالا جبل جي پيرن ۾ چامڙا پيا ڊوڙن. ڪير ڪنڌ کڻي مائونٽ ايورسٽ ڏي نهاري سگهي، ڳاٺو نه ٽٽي پويس! پاڻ ڪليو ڪلايو ۽ عام جام چوندو هو ته، ”ڪو موٽر وارو دوست هجي، جو درياءَ تي هلي اسان کي چڙهي اچي. درياءَ جو پاڻي ڏاڍو ٿڌو ۽ مٺو هوندو. جيڪر منجهس گهڙي سمجهي پئجي.“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو خيال آهي ته علامه صاحب جيڪو شاهه جو رسالو ترتيب ڏنو آهي، ان ۾ اهو اصول پيش نظر رکيو اٿس ته شاهه جي فڪر جي اوسر ۽ ارتقا ڪيئن ٿي آهي؟
ان خيال کان ڏسبو ته صاف نظر ايندو ته علامه صاحب جي نظر ۾ سهڻي جو ڪردار انسان ذات جو معراج آهي، ۽ ان داستان جو نقطه عروج هي آهي ته:
”گهڙو ڀڳو، منڊ مئي، وسيلا وئا،
تنهان پوءِ سئا، سهڻيءَ سڏ ميهار جا.“

گويا ”وسيلا“ ئي ميهار سان ميلاپ جي راھ ۾ رڪاوٽ آهن. انهن جو ختم ٿيڻ اولين شرط آهي. ”هونئن به پلا جڏهن ڪا مشين پنهنجو ڪارج پورو ڪري چڪي هجي ته پوءِ هرو پرو ان کي قائم رکڻ مان فائدو؟“

هڪ دفعي ٻيڙي فقير اچي مون کي چيو ته ”اڄ علامه صاحب کي مجي چڏيم.“

مون چيو ”سو وري ڪيئن؟“

چيائين ته، ڳالهين ڪندي، ڳالھ ڪيائين ته ”ٻيڙا فقير، قليچ بيگ ڏاڍي پاهوڙي هنئين آهي. اهو پاهوڙي هٽڻ وارو محاورو اڄ ورهين کان پوءِ علامه صاحب کان ٻڌو اٿم.“

مون ان تي پنهنجي ڳالھ ٻڌايس ته علامه صاحب سان هڪ دفعي لڱن جي سور جي دانهن ڪيم. چيائين ته ”ابا ڳُٽيءَ جي ڳالھ ڪانهي. اها موسمي ڦير گهير آهي. ٻڌو ڪونه اٿيئي ته

”وٽن ۾ ٻور، لڱڻ ۾ سور“

۽ وڏڙا ائين به چوندا هئا ته

”ڦڱڻ ڦلاريو

ڏينهان اونهارو

راتيان سيارو“

علامه صاحب کي اهو احساس هوندو هو ته انهن پهاڪن ۾ وڏي دانائي ۽ سون سالن جي سياڻپ سمايل آهي. هاڻي

جڏهن ڪيس خاطري ٿي آهي ته سندس جسم جي مشين پراڻي ٿي چڪي آهي، پنهنجو ڪارج پورو ڪري چڪي آهي، ان کي قائم رکڻ مان ڪو فائدو ڪونهي، دنيا ۾ پنهنجو منهنڙو مٿي ويئي آهي، يار، دوستار، سنگتي، ساٿي وڃي پنهنجن ڏنڌن ڪنڌن سان لڳا آهن، جنهن اهليه سان زندگيءَ جا چاليهه ورهيه گڏ گذاريائين، سا عالم ارواح مان پيئي سڏيس، تڏهن سنڌي زبان جو پهاڪو وري سندس زبان تي پيو اچي: ”اڙي انهيءَ جيئڻ کان ڀڏي نه مرين.“

چون ٿا ته پنهنجن پوين ڏينهن ۾ چوڻ لڳو ته ”ايلسا کي آخري عمر ۾ گڙدن جي خرابيءَ جي بيماري ٿي پيئي هئي. اسان کي به ساڳي بيماري ٿي پيئي آهي. ان بيماريءَ ۾ ماڻهو ڪوما ۾ هليو ويندو آهي ۽ پهرن جا پهر بيهوش ٿي ويندو آهي. اسان ڪنهن کي به تڪليف ڏيڻ نٿا گهرون.“

پر ڊاڪٽرن جو چوڻ هو ته کيس ”يوريميا“ يا گڙدن جي ٻي ڪابه بيماري ڪانه هئي. بلڪل تندرست هو. هڪ دوست ڊاڪٽر علي محمد انصاريءَ جي حوالي سان ڳالهه ڪئي ته علامه صاحب کي واقعي گڙدن جي بيماري هئي، انڪري مون محترم انصاري صاحب کان وضاحت گهري. هن مون کي خاطري ڏني ته ”کيس گڙدن جي يا ٻي ڪابه بيماري ڪانه هئي“. منهنجي خيال موجب، علامه صاحب

فيصله ڪن قدم کڻڻ لاءِ جواز تلاش ڪري رهيو هو ۽ پاڻ
کي ذهني طور تيار ڪري رهيو هو.
اپريل جي 13 تاريخ هئي. چڱي گرمي هئي. سڄو ڏينهن
ڏوڙيو پئي وسيو. دستور جي خلاف، شام جو سوير ئي
سوٽ ڪوٽ پائي تيار ٿيو ۽ نوڪر کي رڪشا آڻڻ لاءِ
چيائين. پوين جي رهبريءَ لاءِ ميز تي چڻي چپاٽي به
رکيائين. ان ۾ سنڌ لاءِ دعائون لکيائين*
خوشا شيراز وضعش بيمثالش
خداوندا نگهدار از زوالش
پوءِ رڪشا واري کي ونتري بندر ڏي هلڻ لاءِ چيائين.
جڏهن اتي پهتو ته درياهه جي بند تي رڪشا مان لٿو ۽ پيرين
پيادو اڳتي وڌيو. اهو غالباً اهڙو ئي دردناڪ منظر هو،
جهڙو گوتم ٻڌ جي محلات مان نڪرڻ مهل هوندو. گوتم ٻڌ
رات جي وکڙي ۾ رٿ تي سوار ٿي درياهه تي پهتو هو. رٿ
کي پوئتي موٽائي، ٻيڙيءَ واري کي "ٻئي پار" وٺي هلڻ
لاءِ چيو هئائين. آخر زندگيءَ جو سڀ کان اوکو مسئلو ٻئي
پار هلڻ ئي ته آهي.
سال به اڳ مان بنگله ديش جي دوري تي ويس. ايشيا جي
ملڪن مان منتخب اديب ۽ شاعر اچي گڏ ٿيا هئا. هڪ شام
جو اسان کي ڍاڪا ۾ ٽي وي اسٽيشن تي وٺي ويا ۽ آواز ۽
روشنيءَ جي رنگن وسيلي موسيقيءَ جو پروگرام پيش

ڪيائون. ان پروگرام جا به گيت مون ڪان ڪڏهن ڪونه وسرندا. هڪ گيت ڪوي ٽئگور جو هو، جنهن جا ٻول هئا:

”تون اهڙو ئي سهڻو آهين جهڙو منهنجي دل ۾ تنهنجو تصور، يا ايڏو حقيقي ۽ روشن آهين، جيڏو آسمان ۾ قطب تارو“.

ٻيو گيت لالڻ شاهه نالي هڪ مسلمان صوفي شاعر جو هو. ڳائڻ واري بيحد حسين هئي ۽ سندس آلاپ جي کهڙي ڳالهه ڪجي. رنگبرنگي اولڙن جي اوٽ ۾ سحر بنگال اسان کي واقعي مسحور ڪري ڇڏيو. لالڻ شاهه جي گيت جا ٻول هئا:

”مون کي درياهه جي ٻئي پار وٺي هل“

Take me to the other side of the river

گيت جا آلاپ جيئن فضا ۾ بلند ٿيا، ته بت مان سيسرائيون نڪري ويون. جڏهن پنهنجي ساڃي کاٻي نهاريم ته بيشمار اکين جي پنبڻين ۾ پاڻ وانگر ڳوڙهن جون جهالرون ڏٺم. ماڻهن جا هيانءَ ڦسي پيا هئا. سندن سڏڪن ۽ سيسرائين جي وچ ۾، مغنيه جا آلاپ فضا ۾ گونجي رهيا هئا:

”مون کي درياهه جي ٻئي پار وٺي هل“

گوتم ٻڌ درياهه جي ٻئي پار پهچي، لوئي ڪلهن تان لاهي، ٻيڙيءَ واري کي ڏني هئي ۽ پاڻ بن ۾ الوپ ٿي ويو هو.

علامه صاحب درياهه جي ڪپ تي پهچي، پنهنجي ڪنڌ مان بڻر فلاءِ ڪالر ڪڍيا ۽ ٽوپلي سان گڏ هڪ ٻوڙي ۾ رکيا. پوءِ چڙهي ڪٽي، ان جي ٺيڪ تي پير پير ۾ ڏيندو، بند تان هيٺ لهندو، درياهه جي ٿڌي ۽ مٺي پاڻيءَ ڏانهن وڌڻ لڳو. اوچتو پير ٿڙڪي ويس، ڪنڌ پر پوئتي ڪريو ۽ مٿو وچي پٿر سان لڳس. چٿي چڏائجي ويس، نازڪ ۽ نفيس ته اڳيئي هو، گهلبو، گهر ڪندو، هيٺ درياءَ ۾ وچي پيو. پر مهراڻ جي موجن سان همڪنار ٿيڻ کان اڳ عزرائيل کان اهو ڏکوئيندڙ منظر ڏٺو نه ٿيو. سڪ مان سڏ ڪيائيس:

اوڏڻ اوري آءُ، توکي لاکي ڪوٺئو

لهي تو مٿاءُ، سندو مٿيءَ مامرو

جڏهن سندس لاش درياهه مان ڪڍيائون ته ڪيس پيٽ ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو به ڪونه هو. ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته اهو ان ڪري جو درياهه ۾ سندس جسم جي داخل ٿيڻ کان اڳ ئي سندس دم پرواز ڪري چڪو هو. اها سومهاڻيءَ جي مهل هئي. پر بي. بي. سي، پاڪستان ريڊيو ۽ آل انڊيا ريڊيو تي سندس وفات جي خبر جا ڌڌڪا هئا. صبح جو سوير ئي خلق جي ديدار لاءِ سندس جنازو سينگاري، بنگلي جي هڪ ڪمري ۾ رکيو ويو.

ڪن ظاهر بين شخصن اعتراض اٿاريندي، سائين جي. ايم. سيد کي چيو ته، ”حيرت آهي ته علامه صاحب جهڙي ذاهي انسان خودڪشي ڪئي؟“
سائينءَ جواب ڏنن ته، ”ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ اسان سڀ جو روزانو خودڪشي ڪريون ٿا!“
مون کي ياد آهي ته علامه صاحب جي وفات جو ٻڌي، مان صبح جو جيئن سندس بنگلي تي پهتو هئس ته ماڻهن جو چڱو هجوم گڏ ٿي چڪو هو. جڏهن ڪمري ۾ گهڙيس ته سندس سينگاريل جنازو برف جي ٻن نادين جي وچ ۾ ميز تي رکيو هو. ميز تان برف جو ٿڌو ۽ مٺو پاڻي، جيڪو سنڌو درياهه جو ئي هو، ڦڙن جي صورت ۾ هيٺ پٽ تي ڪري رهيو هو. مون جڏهن سندس چهري تي نگاهه ڪئي ته هو مون کي مٺيءَ ننڊ ۾ نظر آيو. پر انهيءَ ابدي آرام ۾ به هو مون سان هم ڪلام ٿيو. هن مون کي ڇا چيو اهو عرض ڪريان، ان کان اڳ، هڪ واقعو بيان ڪرڻ گهران ٿو.
محي الدين ابن عربي جڏهن ويهن ورهين جي ڦوهه جوانيءَ ۾ هو، تڏهن هاڪاري مسلمان فيلسوف ابن رشد جي علم ۽ فضل جي هنڌين ماڳين هاڪ هئي. Creative Immagination in the Philosophy of Muhhiuddin IBN-E-Arabi جي مصنف لکيو آهي

ته جڏهن ابن عربي وڏو ٿيو، تڏهن سلطان جي ڪاتب سان گڏ قرطبہ جي چونڪ ۾ بيٺو هو ته اوچتو هل ٻڌائين ته ابن رشد وفات ڪري ويو آهي ۽ سندس جنازو ڪنيون ٿا اچن.

ابن عربيءَ جو چوڻ آهي ته ”جڏهن ابن رشد جو جنازو کڻي آيا ته اهو بار برداريءَ جي هڪ جانور تي خرجين ۾ پيل هو. مون ڏٺو ته خرجين جي ٻئي پاسي، وزن کي پورو بيهارڻ لاءِ، اهي سڀ ڪتاب وڌا هئائون، جي ابن رشد پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ لکيا هئا.“

سائين جي. ايم. سيد سان مون جڏهن اها ڳالھ ڪئي هئي تڏهن مون کي چيو هئائين ته، ”حقيقت ائين ڪانه هئي، اهو ابن عربيءَ جو پنهنجو تصور هو.“

حقيقت ڪيئن به هجي، پر درياھ جي ٿڌي ۽ مٺي پاڻيءَ جي ٿپڪندڙ ڦڙن جي وچ ۾، مٺي ننڊ ۾ ستل علامه صاحب جي معصوم چهري ڏي، جڏهن مون ڏکويل دل ۽ پنل اکڙين سان نهاريو، تڏهن ڪيس ٻاجهاري انداز ۾ پاڻ سان همڪلام ٿيندي ٻڌم. فرمايائين:

”ابا، رباني تون ويهارو ورهيه اڳ مون وٽ هڪ سوال کڻي آيو هئين ته انساني زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟

توکي انهيءَ سوال جو ڪو جواب مليو؟“

* علامه صاحب، ڀٽائي صاحب جو هڪ بيت عام جام پڙهندو هو: ”تن تنيندو آءُ، مک ڏهاڙي مڪڙيءَ“

محترم علي احمد بروهيءَ هڪ دفعي علامه صاحب جي شخصيت متعلق چيو هو ته، سنڌ ڀٽائيءَ کان پوءِ جيڪو وڏي ۾ وڏو ماڻهو پيدا ڪيو، سو شايد علامه قاضي هو“.

ٻئي دفعي، محترم ابراهيم جويي، علامه صاحب جي شخصيت تي تبصرو ڪندي مون کي چيو هو ته: ”اڻويهينءَ صديءَ

* سائين جي – ايم سيد، پنهنجي ڪتاب ۾ علامه صاحب جي حياتيءَ جو جيڪو احوال ڏنو آهي، سو بلڪل مستند آهي، ڇو ته سندس پيغام تي، اهو احوال انهيءَ ڪتاب لاءِ علامه صاحب خود مون کي لکايو هو. بعد ۾ ڪي ٿورا ٽڪرا روڪايا هئائين، جي مون کان اڳتي هلي ضايع ٿي ويا. البت، ان احوال ۾ علامه صاحب جي ٻيءَ شاديءَ جو جيڪو ذڪر آهي، سو سائينءَ طرفان اضافو آهي ۽ علامه صاحب ان بابت مون سان ڏک جو اظهار ڪيو هو ته اهو حقيقت کان بعيد آهي.

* تازو ٻڌم ته علامه قاضي ميموريل سوسائٽيءَ جو چيئرمين ممتاز علي قاضي ۽ سندس رفيق محترم علي احمد بروهي، علامه صاحب جي ڪاغذن کي ڇپائڻ لاءِ هاڻي پوري توجه سان ڪوشش ڪري رهيا آهن. دعا آهي ته خدا سندن ڪوششون ڪامياب ڪري. علامه صاحب جا جيڪي مضمون مرحوم بروهي صاحب مون وٽان ڪڍي ويو هو، سي ”ٿارچ“ اخبار ۽ ”ايڪو“ رسالي ۾ ڇپيل مضمون هئا. علامه صاحب، وفات کان اڳ، ذاتي خطن ۽ متفرقه ڪاغذن جو ٻيو چڱو ذخيرو به منهنجي حوالي ڪيو هو. اهو به مرحوم بروهي صاحب مون کان ورتو هو. علامه صاحب

انهيءَ نوعيت جو اهڙو ذخيرو مون سان گڏ برادرم مير محمد نظاماڻيءَ جي حوالي
به ڪيو هو.

* هڪ دفعي عيد جي ڏينهن مان علامه صاحب وٽ ويٺو هئس، ته سنڌ جو هڪ
سياستدان ڪيس ”عيد مبارڪ“ ڏيڻ آيو. جيڪو وقت ويٺو هو، سو سمورو وقت
مخرج سان سياسي ڳالهيون ڪندو رهيو ته ”قبلا، غريب ماڻهن ڪي ته هاڻي پنهنجو
رت ڪٺورو ڏئي پيٽ ڪٺورو ونٺو ٿو پوي.“ علامه صاحب خاموشيءَ سان سندس
گفتگو ٻڌندو رهيو. جڏهن اٿيو تڏهن علامه صاحب انهيءَ ٺلهي متاري سياستدان ڏي
اشارو ڪري، مون ڪي چيو ته ”ويچارو غريبن جي غم ۾ ڳري ڪندا ٿي ويو آهي.“

* پهريون ڪتاب لنڊن ۾ رهائش جي دوران ”پوري چوڪري خدا جي تلاش ۾“
عنوان هيٺ لکيو هئائين. سندس ان تصنيف جو محرڪ جارج برنارڊشا جو هڪ
ڪتاب هو، جنهن جو نالو هو ”ڪاري چوڪري خدا جي تلاش ۾.“ سنڌي ادبي
بورڊ، علامه صاحب جي انهيءَ ڪتاب جو سنڌي ترجمو به شايع ڪيو آهي ۽
اصلي انگريزي ڪتاب پڻ.

مرحوم بروهي صاحت وفات کان ڪجھ مهينا اڳ مون کان فون تي پڇيو ته ”علامه
صاحب بابت پنهنجي ڪتاب جو مسودو حافظ جي شعرن پيٽڻ لاءِ توکي ته ڪونه
ڏنو اٿم؟“ مون لاعلميءَ جو اظهار ڪيو. پوءِ ڪنهن چاڙو سچاڻوءَ جو نالو ڪنيم ته
متان اوهان فلاڻي ڪي ڏنو هجي. چيائين ته مان اهڙو اهم مسودو اهڙي ماڻهوءَ کي
ڏيندس!“ خبر ناهي ته اهو مسودو ڪهڙي موضوع تي هو؟ مون ٻڌو هو ته علامه
صاحب قرآن ڪريم تي ڪي نوٽس چڏي ويو هو. هڪ دفعي مون چيو هئائين ته
”ابا، اڄ ڏينهن تائين قرآن جو مقدمو (Introduction) به ڪونه لکيو ويو آهي.“

* جتوئي صاحب پنهنجي مضمون ۾ وضاحت ڪئي آهي ته علامه صاحب سانجهيءَ ۽ سومهاڻيءَ جون نمازون گڏي پڙهندو هو. علامه صاحب تي مون جيڪي به مضمون پڙهيا آهن، تن مڙني ۾ جتوئي صاحب جو مضمون وڌيو اٿم.

* بقول شيخ علي محمد، ايڊيٽر آفتاب: ”علامه صاحب، پنهنجي گهرواريءَ کانپوءِ ڇهه مهينا به اڪيلو جالي ڪونه سگهيو.“

* ان ڇنڇرءَ سان گڏ، ٽيبل تان، فلسفيانه نوعيت جي هڪ مختصر تحرير پڻ هٿ آئي. پروفيسر جتوئي ان کي علامه صاحب جي آخري تحرير قرار ڏنو آهي. ممڪن آهي ته ائين ئي هجي. ممڪن آهي ته پاڻ جو گهر ۾ اڪيلو هوندو هو، ته جيڪس محسوس ڪندو هو، سو وقتاً فوقتاً ڪاغذ تي ليڪن پائڻ وانگر لکندو رهندو هو، ڇو ته سائنس ڳالهائڻ وارو ته ڪير ڪونه هو.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book#علامه امداد علي قاضي_page6.html

# بابا سائين عبداللطيف آگرو

منهنجي ننڍپڻ جا ڏينهن هجن. عمر اٺ نو ورهيه هوندي. ڪاڙهو تتو اهڙو جو ڪانءَ جي اک پيئي نڪري. . پئونرن جي اسڪول ۾ سنڌي پهريان پنج درجا پڙهندو هوس. ان زماني ۾ ٻاراڻو درجو به پڙهائيندا هئا، جنهن تي به پورو سال لڳندو هو. شاگرد ٻاراڻو ۽ پهريان چار درجا سنڌي پڙهي، پوءِ وڃي انگريزيءَ جي پهرئين درجي ۾ داخلا وٺندا هئا. اسڪول صبح جو شروع ٿيندو هو ۽ ٽيهريءَ جو ختم ٿيندو هو. پر سخت ڪاڙهي جي ڪري، ٻارن ڪي، منجهند جي مانيءَ ۽ آرام لاءِ ڪلاڪ به موڪل ملندي هئي. اسڪول جو هيڊ ماسٽر هوندو هو منهنجو والد بزرگوار عبداللطيف آگرو.*

بابا سائين ۽ اسان جو ڪلاس ماسٽر استاد مير محمد گهانگهرو منجهند مهل، هڪ ڪلاس روم مان بئنچون ڪيرائي، ڪٿون وجهائيندا  هئا، جن تي گرميءَ جي ڪري هلڪا بسترا وڇائبا هئا. فراسيون ۽ وهاڻا. ڪنهن نه ڪنهن شاگرد جي گهران سندن منجهند جي ماني تيار ٿي ايندي هئي، جنهن ڪي ٻاچي ۽ سيڏو پاڻ وٺي ڏيندا هئا. ڪو زمانو نورالدين قريشيءَ جي ماءُ ماني تيار ڪري موڪليندي

هئي. مائي صاحبه جي هٿن ۾ ڪو ساءُ هو. ڪڪڙ جو ٻوڙ چاڙهي ته چا، چڻن جي دال رڌي ته چا، ٻنهي حالتن ۾ سندس پچايل طعام ”فائيو اسٽار هوٽلن“ جي کاڌي کان وڌيڪ لذيذ هوندو هو. ماني کائي بابا سائين ۽ استاد مير محمد آجهاپي لاءِ ڪٽڻ تي آهلي پوندا هئا. هڪ شاگرد جهلي چڪيندو هو. گرميءَ جي مهل، جهليءَ جو لوڏو ۽ مٿان مانيءَ جو نشو! ڏسندي ڏسندي، بابا سائينءَ ۽ استاد مير محمد کي ننڊ کڻي ويندي هئي. جڏهن سندن کونگهرن جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو، ته مان ۽ منهنجو سوٽ (مرحوم) محمد پنهنجن کٽڻ تان اُٿي، آهستي آهستي اسڪول کان ٻاهر نڪري ايندا هئاسين ۽ هم ڪلاسي شاگردن سان گڏ، شاخن ڏانهن پنڌ پوندا هئاسين.

اسڪول کان فرلانگ ٻه پرڀرو، پئونرن جي ڳوٺ جي ٻاهران، ٻه ٻٽيون شاخون پئونر مائنر ۽ گل مائنر وهنديون هيون. اتي پهچڻ شرط، لٿالاهي، پاڻيءَ ۾ ٽپا ڏيندا هئاسين ۽ منجهند جي موڪل وارو ڪلاڪ ٻه تڙڳندا رهندا هئاسين. اهو اسان جو روزانو عيش هوندو هو. ڪا گرمي هوندي هئي! پر، پاڻيءَ ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ پتوئي ڪونه پوندو هو. جڏهن سمجهندا هئاسين ته هاڻي بابا جي اٿڻ جي مهل ٿي آهي، تڏهن شاخن مان نڪري، لٽا پائي، واپس موٽندا هئاسين. پر سڌو اسڪول وڃڻ بدران انجنيري بنگلي جو

چڪر ڏيندا هئاسين. اتي اول ڦارها پٽي کائيندا هئاسون پوءِ انبڙيون. مالهي ۽ ڪمي ڪاسبي گرميءَ ڪري گهر هليا ويندا هئا، پر جي موجود هوندا به هئا ته به اسان ٻن ٽن ٻارن کي روڪڻ مناسب ڪونه سمجهندا هئا.
جڏهن سمجهندا هئاسون ته هاڻي بابا جي اٿڻ جي مهل ٿي آهي ته چوها چوها اسڪول هليا ايندا هئاسون ته جيئن بابا، ننڍ مان اٿي ته، اسان کي اسڪولي ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول ڏسي. اصل ڳالهه اها هئي ته اسان تي ۽ سڄي اسڪول تي سندس ڏاڍو رعب هوندو هو.
هڪ دفعي، ڪلاس هلندي، هڪ شاگرد مون کي اچي ڪن ۾ سرپاٽ ڪيو ته ”قيمت کان پڇ  ته توهان هندو ڳئونءَ جو گوشت کائيندا آهيو؟“
قيمت منهنجو هم ڪلاسي ۽ پيارو يار هو. پر ٻاراڻيءَ عمر ڪري مون کانئس اهو سوال پڇڻ ۾ ڪوبه عيب ڪونه سمجهيو. سوال ٻڌي قيمت جي منهن جو پتو ئي لهي ويو. مڇاڻ ته بابا سائينءَ ڪو اهو لقاءُ  ويٺي ڏٺو. سو، قيمت کان پڇيائين ته ”ربانيءَ توکي ڇا چيو؟“ قيمت پلا هيڊ ماستر جي پٺ تي چغلي ڪيئن هڻي ! آخر، ٻڇي ٻڇي ڳالهه ڪيائين. بابا مون کي ڪاوڙ مان چيو ته”هيڏي آءُ.“ مان ميز ڏي ته وڌيس، پر متيون منجهي ويم. ”توهان مسلمان سوئر جو گوشت کائيندا آهيو؟“ بابا جو ڪڙڪيدار آواز

ڪن تي پيو. مان ڪهڙو جواب ڏيان! اکين اڳيان اونده
اچي ويم. هالن جو جنڊيءَ لٽل رول، جو بابا جي سامهون
ميز تي رکيل هوندو هو، سو، منهنجي هٿ جي ترين تي
سانوٽيءَ جي مينهن وانگر وسڻ لڳو. جڏهن منهنجيءَ
سلوار ۾ پيشاب شرڙاٽ ڪري وهي ويو، تڏهن بابا مون
کي حڪم ڏنو ته ”وڃ وڃي پنهنجي سلوار صاف ڪر.“
جڏهن شام وارو ڪلاس ختم ٿيندو هو، ته بابا سائين پاڻ
وضو ڪري، ٽيهريءَ جي نماز پڙهندو هو ۽ شاگردن کي
ٿاڌل گهوٽڻ لاءِ چوند هو . ٿاڌل جو سامان باداميون، پُست
جي ڪڻ، مصري، ڪارا مرچ ۽ ننڍا ڦوٽا، اول ته بابا وٽ
رکيل هوندا هئا، نه ته ڪو شاگرد ڪانئس پئسا وٺي دڪان
تان وڃي وٺي ايندو هو. بابا سائين نماز پڙهي بس ڪندو
هو، ته ٿاڌل به تيار هوندي هئي. تن ڏينهن ۾ برف عام جام
ڪانه ٿي هئي. ٿڌن گهڙن جي پاڻيءَ سان ٿاڌل گهوٽبي
هئي. مون کي به پريل گلاس ملندو هو. جڏهن وڏو ٿيس ته
قدرت مون کي اعليٰ کان اعليٰ مشروب نصيب ڪيا. ايران
۾، دبئي ۾، هندستان ۾، بنگلاديش ۾ ۽ چين ولايت جي فائيو
اسٽار هوٽلن ۾، اعليٰ درجي جون اسڪاچ وسڪيون،
فرينچ وائين ۽ قسمين قسمين ميون جا شربت پيتم. پر،
ڪوبه شراب ۽ شربت، پئونرن واري اسڪول ۾ بابا
سائينءَ جي هٿ مان مليل ساديءَ سوديءَ ٿاڌل جي گلاس

ڪان وڏيڪ ڪونه هو. ٿاڌل ڇا هئي، جنت جو جام هو، جو
آب ڪوثر سان ڀريل هو. ڀٽائيءَ به شايد ڪنهن اهڙيءَ ئي
نعمت لاءِ فرمايو هو:

پاٽان چوند ئي پيءُ، ڀري جام جنت جو.

*  *  *

اسڪول پورو ٿيو ته مان ۽ منهنجو سوٽ محمد، بابا سائينءَ
سان گڏ ٿيلهه، سائيڪل تي چڙهي، پنهنجي ڳوٺ آڳرين ايندا
هئاسين. وڏو رستو پئونرن ڪان اول محبت ديري جتوئيءَ
ايندو هو، پوءِ اتان اسان جي ڳوٺ. پر اهو پنڌ به اڌائي ميل
ٿي ويندو هو، انڪري اسان پئونرن ڪان سڌو ڳوٺ ايندا
هئاسين. ان لاءِ اسان کي رستو ڇڏي، هڪ واٽ وٺڻي
پوندي هئي، جا جهنگ ۽ پوکن مان ٿيندي، سڌو اسان جي
ڳوٺ ايندي هئي. انهيءَ واٽ سان اچڻ ۾ ڪابه تڪليف ته
ڪانه ٿيندي هئي. اٿلندو جهنگ ۾، طرحين طرحين پکي ۽
جانور ڏسي مزو ايندو هو. خاص طرح سان لومڙ گهڻا
هوندا هئا، جي سائيڪل جو کڙڪو ٻڌي، واٽ وٺي اچي
بيهندا هئا. امان مٺيءَ اسان کي لومڙن لاءِ مٺيون مانيون
پچائي ڏيندي هئي. اسان لومڙن کي مانيون اڇلائي ڏيندا
هئاسين. هو خوشيءَ مان ٽپو ڏيئي، چڪ ۾ ماني کڻي،
پنهنجن ڏرن ڏانهن هليا ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن پئونرن
جي اسڪول ۾ منجهند جي ماني ٻچي پوندي هئي، ته اها به

لومڙن لاءِ ڪٽي ايندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن اچڻ ۾ دير ڪندا هئاسين، ته لومڙ اسان جي انتظار ۾ اڳيئي واٽ وٺي بيٺا هوندا هئا. اسان سان ڏاڍا هري مري ويا هئا. محبت جانور تي به جادو ڪري ڇڏي ٿي! ڪيڏو نه بدنصيب آهي اهو انسان جيڪو محبت جي نعمت کان محروم آهي يا ان جو قدر ڪونه ٿو ڪري.

گهر پهچڻ کانپوءِ بابا سائين گهڙي کن آرام ڪري، سانجهيءَ جي نماز پڙهي، مصلي تي پٿريون ويهي پڙهندو هو. اهي پٿريون عرفات جي ميدان مان آيل هونديون هيون. ننڍيون ننڍيون، لسيون، گول، گول، ڪي بيضوي، ڪي سفيد، ڪي ڪاريون، ڪا ڳاڙهي ته ڪا ناسي رنگ جي، بابا پٿرين مان مٺ پري، هڪ هڪ هيٺ ڪيرائيندو ويندو هو ۽ الله پاڪ جي ”اسمائي حسنيٰ“ مان هڪ هڪ نالو کڻندو ويندو هو. اها سندس روزاني تسبيح هوندي هئي. مان، منهنجو وڏو ڀاءُ ۽ منهنجو سوٽ ڪاري رنگ جي پٿري چوندي، پٿرين جي ڍير تي  ڇٽيندا هئاسين، ته منجهائن ڇٽنگون نڪري پونديون هيون. ڏاڍو مزو ايندو هو، ڄڻ ته جنت جا ڏيئا ٻري پوندا هئا.

اهو سونو زمانو هو. ملڪ ۾ سڪر سٽائي هئي. هرڪو ڪم قاعدي قانون تي هلندو هو. بابا سائين جڏهن سفر تي ٻاهر ويندو هو ته اسٽيشن تي ڪوٽ جي کيسي مان پنهنجي

واچ ڪڏي ريلوائي گهڙيال سان ملائي، وقت صحيح ڪندو هو. هاڻي مون انهن گهڙيال تي پنا چنبڙيل ڏٺا آهن ته گهڙيال خراب آهي.
سکر سٽائي ايڏي هوندي هئي جو مان پاڙي واري گهر مان چاچي هاشم کان روز گوشت وٺي ايندو هوس، ڇهين آنين سير . هاڻي اسلام آباد ۾ قاصائيءَ کي گوشت جي سير لاءِ ڀاونجاهه رپيا ڏيندو آهيان ته اهي ڏينهن ياد ايندا آهن. رپيو ته خير رپيو هو. پر پائلي ۽ ٻياني به وڏي ڳالهه هئي. ڳوٺ جي دڪان تان اسان کي ٽڪي پئسي جي به چڱي شيءِ ملي ويندي هئي. اسان کي انهيءَ ٻاراڻيءَ وهيءَ ۾ پائي خرچي ملندي هئي، جنهن مان دڪان تان پڳڙن سان گڏ خارڪون به وٺندا هئاسين.
انگريزن کي تعليم سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي. هڪ دفعي اسان ڪنهن سبب ڪري بابا سائينءَ سان گڏ، سائيڪل تي اسڪول ڪونه وياسين. سندس وڃڻ کان ڪجهه دير پوءِ پنڌ وياسين. جڏهن شاخون ٽپي انجنيري بنگلي ۽ اسڪول کي ويجهو ٿياسين ته پٺيان ٽاپڙڪو ٻڌو سون. ڪنڌ ورائي ڇا ڏسون ته ڏهه پندرنهن گهوڙيسوار آهن، جي واچ مينهن ڪندا ٿا اچن. ننيڙا ٻار، هيسجي وياسون. رستي جو پاسو وٺي بيٺاسون. گهوڙيسوار ٽاپڙ ٽاپڙ ڪندا، هڪ هڪ ٿي اسان جي اڳيان لنگهي انجنيري

بنگلي ۾ داخل ٿيا. سيني جي اڳيان هڪ ڪارو مشڪي گهوڙو هو، جنهن جي سوار کي سکن وانگر پٽڪو ٻڌل هو، جنهن کي وڏي ڪوٺيندا هئا. گهوڙيسوار رنگ جو سانورو هو، پر سندس چهري ۾ شان شوڪت جي جهلڪ هئي.

اسان به اسڪول اچي پهتاسين ته بابا سائينءَ کي پيغام پهتو ته نواب شاهه ضلعي جو مرهٽو ڪليڪٽر سندس لاش درياهه مان ڪيرائڻ وجي پيو.لهندوالوب اءِ؟ چيو هئائين بيهوش ٿي ويندو آهي. ته برابر گهٽا ئي هئا، پر سندس علم ۽ عظمتتت نه ٿئي.*_ ٿَرَ جو گشت ڪندو، انجنيري بنگلي تي پهتو آهي ۽ هيڊ ماسٽر صاحب کان اسڪول جي معائني جي موڪل گهري ٿو. بابا جي ”هائوڪار“ ڪرڻ تي ڪليڪٽر صاحب اسڪول ۾ آيو. مختلف ڪلاسن کي ڏسي جڏهن اسان جي ڪلاس ۾ آيو ته اسان جي استاد، مون ڏي اشارو ڪري چيس ته ”هي هيڊماسٽر جو پٽ آهي.“ ڪلاس جي پٺ تي دنيا جو نقشو ٽنگيل هو. منجهس ٻه اڌ گول ٺهيل هئا. ڪليڪٽر مون کي چيو ته ”هن نقشي ۾ پئونر ڏيکار.“ مون ڪجهه سوچ ويچار ڪري اڱتي وڌي، روهڙيءَ تي آڱر رکي. ڏاڍو خوش ٿيو. ڪلي پنهنجن ساٿين کي چيائين ته ”دنيا کي نقشي مين بهئونر کدهر سي مليگا؟“ بچي ني بلڪل صحيح جواب ديا هي.“ ان ڪانپوءِ ”وزيٽرس

بڪ“ ۾ شاندار نوٽ هنيائين، جنهن ۾ بابا سائينءَ ۽ اسڪول جي تعريف ڪيائين.

*　　*　　*

انگريزن جي زماني ۾ سرءُ جي مند ۾ ٻارن کي موسمي تپ ۽ مليريا کان بچائڻ لاءِ، هر سال اسڪولن ۾ مفت ڪونين ورهائي ويندي هئي ۽ ضرورت کان زياده ملندي هئي. سو، بابا سائين شاگردن ۾ ورهائڻ کان پوءِ چار پنج سو ٽڪيون، پئونرن جي حڪيم حسين بخش پئونر کي تحفي طور ڏيئي ڇڏيندو هو. پئونرن کان ٽن چئن ميلن جي پنڌ تي درياهه شاهه وهندو هو. تن ڏينهن ۾ مٿس ايڏا بند ٻڌل ڪونه هئا. فقط سکر بئراج هوندو هو، سو، سال بسال سانوڻيءَ جي مند ۾ درياهه ۾ اٿل ايندي هئي. ميلن ۾ موڪرو ٿي ويندو هو. چر جو پاڻي، پيلو لتاڙي اچي بچاءَ بند سان ٺهڪو ڪندو هو. انهيءَ مند ۽ سرءَ واريءَ مند ۾ مڇرن جي ڪري ڏاڍي تاپولي ٿيندي هئي، جنهن جو هڪ ٽڪ علاج هوندو هو ڪونين. حسين بخش پئونر بابا کان ڪونين جون ٽڪيون وٺي، انهن کي گهر ۾ ڪٽي، ٿورو پاڻي ملائي، گول گول گوريون ٺاهي، مير بحرن کي ”يوناني دوا“ ڪري ڏيندو هو. انگريزي دوائن لاءِ عام اثر ويٺل هوندو هو ته اهي گرم آهن. مير بحر درياهه ۾ ٻيڙين تي رهندا هئا. ٻن چئن گورين وٺڻ سان سندن بار چاق چڱا ڀلا ٿي ويندا هئا.

سو، هو حڪيم حسين بخش پئونر جا چڳ وڏيا مريد ٿي ويا هئا. جڏهن سانوڻيءَ ۾ درياهه پنهنجي روايتي موج مستيءَ ۾ ايندو هو، تڏهن مير بحر حڪيم حسين بخش پئونر وٽ ايندا هئا. هو وري اچي بابا کي دعوت ڏيندو هو. اهڙيءَ ريت، درياهه جي دعوت جو پروگرام ٻڌبو هو*
مقرر ڏينهن تي بابا سائين، استاد مير محمد، حڪيم حسين بخش پئونر، منهنجو وڏو ڀاءُ مرحوم غلام دستگير، منهنجو سوٽ مرحوم محمد، مان ۽ مٿين ڪلاس جا ڪي شاگرد سائيڪلن تي چڙهي اسڪول مان درياهه تي ويندا هئاسين. درياهه ڏانهن ويندڙ واٽ وچ ٻيلي مان لنگهندي هئي. ان واٽ سان وڃڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. هڪ دفعي بابا سائينءَ کان سندس ڪنهن دوست ماکيءَ جو شيشو گهريو. بابا سائينءَ اسان اسڪولي شاگردن کي ٻيلي مان تازي ماکي لاهي اچڻ لاءِ چيو. ڪلاڪ ٻن ۾ جيڪا ماکي لٿي ان مان بابا سائينءَ ٻاويهه شيشا ڀري ان دوست کي موڪليا. ماکي اهڙي جو ذرو وات ۾ وجهه ته چڻ گلاب ۽ مصريءَ سان وات ڀرجي ويو.
درياهه تي ٽي چار ٻيڙيون اڳيئي اسان لاءِ سينگاريون بيٺيون هونديون هيون. اسان جي ويهڻ شرط مير بحر ٻيڙيون هاڪاريندا هئا. جيستائين نظر پوندي هئي تيستائين پاڻي ئي پاڻي هوندو هو. درياهه ۾ ننڍيون وڏيون ٻيڙيون ترنديون نظر

ايندڙيون هيون. ڪي ته ايڏيون وڏيون جو منجهن اٺ، ٻيو چوپايو مال، چانورن ۽ ڪڻڪ جون ڳوٽيون وغيره چاڙهيندا هئا. اسان واريون ننڍيون ٻيڙيون ترنديون ترنديون، اچي وچ سير ۾ پهچنديون هيون. اتي پاڻيءَ کي ڏاڍو تک هوندو هو. مير بحر وچ سير ۾ ٻيڙي هلائڻ کان پاسو ڪندا هئا ۽ مناسب هنڌ ڳولي چار هڻندا هئا. جڏهن ٻاهر ڪيندا هئا ته منجهس ٻه چار پلا پٽڪندا نظر ايندا هئا. مير بحرن جون زالون اوڏيءَ مهل ئي انهن کي صاف ڪري، پچائينديون هيون. ٻيڙيون ترنديون رهنديون هيون، جو اسان جي اڳيان دسترخوان وڇائجي ويندا هئا ۽ انهن تي مکڻ سان جهپيل ڪڻڪ جا اوڦراٽا، پلن جو ٻوڙ، تريل پلا، ۽ انهن جون تريل آنيون ولائتي چينيءَ جي رڪيبن ۾ رکي ويندا هئا. جڏهن کائي ڍؤ ڪندا هئاسين ته ٻيڙين ۾ ٿاڌل گهوٿبي هئي. ان کان پوءِ ٻيڙين ۾ اندر هنڌ بسترا وڇائجي ويندا هئا. بابا سائين ۽ استاد مير محمد آرام ڪندا هئا *
اسان کي ننڊ ڪا نه ايندي هئي، سو ٻاهر اچي ٻيڙيءَ جي ڪنڌيءَ تي ونجه هلائيندڙ مير بحرن سان گڏ وهندا هئاسون. ٻيڙين تي صاف سفيد رنگ جا بدڪن کان وڏا پکي ويٺل ڏسندا هئاسون. سندن ڳچيون ٻگهه پکيءَ وانگر ڊگهيون هونديون هيون ۽ اکين تي ڪوپا چڙهيل هوندا هئن. سڄو ڏينهن چپ هوندا هئا، پر ڪنهن ڪنهن مهل ”ٿان“

”ٿان“ ڪندا هئا. مير بحر چوندا هئا ته انهن جي چربيءَ مان تيل نڪرندو آهي، جو گهڻين ئي بيمارين تي پوندو آهي. انهن پکين کي جاچڻ وڏو دلچسپ شغل هوندو هو. پر ان کان به دلچسپ شغل اهو هوندو هو، ته ڪڇن ساون بصرن جا پن درياهه ۾ ڦٽي ڪندا هئاسون. پن درياهه ۾ ڪريوناهي ته دابڙي جيڏا ساوا ڪچون ان کي کائڻ ڪاڻ درياهه مان نڪري ايندا هئا. مير بحرن اهو ٻڌائي اسان جو ٻپ لاهي ڇڏيو هو ته اهي ڪچون ماڻهوءَ کي چڪ ڪونه پائيندا آهن. البت واڳونءَ جو نالو ٻڌي پاڻ به ٻڃي ويندا هئا. چوندا هئا ته اهڙو حرامي آهي، جو پاڻيءَ ۾ اندران ئي اندران پاسو هٽي، ٻيڙي اونڌي ڪري وجهندو آهي. انهيءَ زماني ۾ گهڻي پاڻي ڪري درياهه ۾ واڳون هوندا هئا، پر عام جام ڪونه هئا. مير بحرن کي سندن ٿاڪ سجهندا هئا، انڪري ڪانئن پري پري رهندا هئا. پاڻيءَ جي جاندارن ۾ ٻيو ذڪر نڪرندو هو سيسر جو. پر سيسر شايد واڳونءَ جي مقابلي ۾ بي ضرر جاندار ٿئي ٿو. مير بحر چوندا هئا ته درياهه مان نڪري، سڪيءَ تي اچي ليٽندو آهي ۽ اس جو سيڪ وٺندو آهي، پر ماڻهوءَ يا ٻئي جاندار کي ستائيندو ڪونهي.

مير بحرن کي درياهه ۾ سپ کان گهڻو خوف ڪُنَ جو هوندو هو. پر ننڍي لاڪر ٻيڙيون هلائي هلائي ايڏا ته ماهر ٿي

ويا هئا، جو ڪن ڪان هميشه پري رهندا هئا. اڪثر ان هنڌ ٻيڙيون هلائيندا هئا، جتي وڏيون وڏيون بار بردار ٻيڙيون پتڻ تان ماڻهن ۽ چوپايي مال جو پور ڪٽي، ٻئي پار ويندڀون هيون.
ڪڏهن ڪڏهن اهڙا بهادر ۽ سگهارا ماڻهو به نظر ايندا هئا، جي ٻيڙيءَ بدران، سيڻاهه جي زور تي، سانوڻيءَ جو درياهه تري، ٻئي پار ترندا ويندا هئا. ڪين شايد لوهه جا لڱ هئا.
سچو ڏينهن درياهه تي ائين سئر ۽ تفريح ۾ گذاري، شام جو واپس ورندا هئاسين. پوئين چار ۾ جيڪي پلا ڦاٿا، سي مير بحر بابا ۽ حڪيم حسين بخش کي تحفي طور ڏيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن چار خالي به نڪرندو هو. ماڇهين هڪ پلو به ڪونه ڦاسندو هو. هڪ دفعي بابا کي مون لاءِ چيائون ته ”سائين، اڄ تنهنجي نينگر جو بخت آزمايون ٿا. سندس نالي ۾ چار هڻون ٿا.“ پهرئين ئي چار ۾ ست پلا ڦٿڪندا آيا.
امان مٺي پلو ڏاڍو سٺو پچائيندي هئي. سو، بابا پلي کائڻ جو ڏاڍو شوقين هوندو هو. هڪ دفعي پلي لاءِ درياهه تي ماڻهو موڪليائين پر خالي هٿين موٽي آيو. بابا ڳوٺان ڪندياري پلو وٺڻ هليو ويو، پر اتان به ڪونه مليس. ريل گاڏي اسٽيشن تي اچڻ واري هئي. ان ۾ چڙهي ويٺو ۽

روهڙيءَ وڃي نڪتو. اتي پاڻ به پلو ڪاڏائين ۽ موٺ تي اسان لاءِ به ٻه پلا وٺيون آيون.
امان مٺيءَ کي رڳو پلي پچائڻ ۾ ڪمال ڪونه هو. ڪن ڪن ماڻهن جي رڌ پچاءَ ۾ ڏاڍو ساءُ ٿيندو آهي. قدرت امان کي به انهيءَ نعمت سان نوازيو هو. پنجاهه پنجيتاليهه ورهيه اڳ جي هڪ ڳالهه ياد ٿي اچيم. مان پنجن ستن ورهين جو ٻار هئس. بخار اچڻ لڳا. ننڍڙو ٻار هلڪي سلڪي بخار کي ليکيندو ئي ڪونهي. پر منهنجو بخار روز بروز وڌندو ويو. شايد مدي جو بخار ٿي ويو. مان ٻه ٽي هفتا بستري داخل رهيس. ان زماني ۾ ڪلورو مائيسن جهڙيون دوائون ڪونه هونديون هيون. ڳري ڪنڊا ٿي ويس. کائڻ پيئڻ ڇڏائي ويو. بجنسي هڏن جي مٺ وڃي بچيس. امان مٺي ڪا پريشان هئي! هڪ ڏينهن آسمان ۾ ڪڪر هئا. ٿڌڙيءَ جي مهل هئي. امان منهنجي کٽ وراندي جي در ۾ وڌي هئي. نه اندر نه ٻهار، ته بخار ڪري گهٽ به نه ٿئيم ۽ ٻاهرئين واءُ جو اثر به نه ٿئيم. مون امان کي چيو ته ”امان اڄ بک لڳي آهي“ منهنجا اهي اکر ٻڌي سندس اکين ۾ خوشيءَ جا ڳوڙها اچي ويا. سٽ پائي اٿي. اڌ پاءَ جيترو ڪچڙو، ڪڪڙ جو چوزو گهرايائين. ڦوٽي جي داغ سان ڪارن مرچن ۾ رڌيائين ۽ نرم اوڦراٽو پچائي، پرسان ويٺي. ننڍڙا ننڍڙا گرهه ٺاهي وات ۾ ڏيندي وئي. جڏهن کائي ڍؤ

ڪيم ته الله جو مٺو نالو وٺي، لولي ڏنائين. مون کي ننڊ ڪٽي
ويئي. زندگيءَ ۾ مون ان کان بهتر ماني ڪونه کاڌي.

*   *   *

پئونرن جي ڳوٺ ۾ ڪو وڏو وڏيرو ڪونه هوندو هو.
اوسي پاسي وڏا وڏا وڏيرا هوندا هئا ۽ ڪي ته سخت ظالم.
پر جان محمد پئونر جنهن کي اسان چاچو جانو ڪوٺيندا
هئاسين، نالي ماتر ڳوٺ جو وڏيرو هوندو هو. هڪ اک
ڪانه هئس. صبح جو ڏهين يارهين بجي ڌاران نيرن پاڻي
ڪري بابا سائينءَ وٽ ايندو هو، بابا سائين اسان کي حسابن
جو ڪم ڏيئي، ساڻ نوٽڻ کيڏندو هو. پهراڙين ۾ عام ماڻهو
ڪنهن نه ڪنهن شيءِ تي نوٽڻ ليکي، راند کيڏندا آهن. پر
بابا ان لاءِ خاص اهتمام ڪيو. ڪاٺ جي هڪ خوبصورت
تختي ٺهرائي، ان کي سفيد رنگ سان پينٽ ڪرايائين ۽ ان
تي ڪاري رنگ سان نوٽڻ ٺهرايائين. چاچي جان محمد
جون ڳوٺون اچي پٽڙ جون هونديون هيون. راند ڪندي،
بعضي بعضي جڏهن چاچا جانوءَ جي بازي سرس ٿي
ويندي هئي، تڏهن بابا استاد مير محمد کي اک هڻندو هو،
جو لڪي لڪي ان پاسي کان ايندو هو، جنهن پاسي کان
چاچي جان محمد جي اک ڪانه هوندي هئي. آهستي آهستي
هٿ بڳهو ڪري ڳوٺ چورائيندو هو. ڪنهن ڪنهن مهل
پڪڙجي به پوندو هو. پوءِ تماشو ڏسڻ وٽان هوندو هو.

مون کي يقين آهي ته سنڌ ۾ گارين ڏيڻ جو مقابلو ٿئي ها ته چاچو جانو پهريون نمبر کٽي ها.
چاچو جانو عجب انسان هو عمر اسي ورهيه پر، پنهنجو پيٽ ڦوڪي، سڄي اسڪول کي چئلينج ڏيندو ته مون کي پيٽ تي مڪ هڻو . مجال جو سندس ڦوڪيل پيٽ تي ڪو اثر پوي! هڪ دفعي استاد مير محمد مڪ اولاري بيٺس ته هٽاڻ ٿو. پر هنيائينس ڪانه. جڏهن چاچو جانو ساهه منجهائي ٿڪو، ۽ پيٽ ڍرو ڪيائين ته استاد مير محمد اڳيان ۽ چاچو جانو پٺيان. گار جي رئي پئي پئيس: ”مون سان ٺڳي ٿو ڪرين“!
چاچو جانو ڳالهه ڪندو هو ته جڏهن جوان هوندو هئس ته ڏاڍو سگهارو هوندو هئس. هڪ دفعي جهنگ ۾ ٿي چار سنگتي گابو ڪهي، رڌي، سڄو کائي وياسين.
پئونرن جي انجنيري بنگلي ۾ انگريز عملدار گشت جي سانگي سان ڪڏهن اڪيلا ته ڪڏهن مندمن سان گڏ اچي ٽڪندا هئا. چاچي جانوءَ ڳالهه ڪئي ته هڪ دفعي، مندم کي اڪيلي سر درياهه ۾ ٻيڙيءَ تي سئر ڪرائڻ جو موقعو مليم. ڏاڍي سهڻي هئي. منهنجي جواني هئي: پاڻ به ڪرمفرمائيءَ تي مائل هئي. دل ٺاري ڇڏيائين. خبر ناهي ته چاچي جانوءَ سچي ڳالهه ٿي ڪئي، يا رڳو وات جو چشڪو ٿي ورتائين.

چاچو جانو منجهند جي ماني سدائين بابا سائينءَ وٽ اچي کائيندو هو. ڪڏهن به ڪنهن شيءِ کائڻ کان پرهيز ڪانه ڪيائين. اسي ٽپي مٿي چڙهيو هو. پر نه ته ”ڪولو سٽرال“ ٽيس، نه مٺاڻ کان پرهيز جي ضرورت محسوس ڪيائين. جي چئجي ته ڪو پگهر جو پورهئو ڪندو هو، ته اهڙي به ڳالهه ڪانه هئي. سڄو ڏينهن وندر، وروندهن ۽ آرام ۾ گذاريندو هو. پر هن جهان ۾ الله سائينءَ جيڪا به کاڌي پيتي جي شيءِ خلقي آهي ۽ دين اسلام حلال ڪئي آهي، سا سڀ کائي ڍؤ ڪندو هو ۽ مٿان ٿڌي پاڻيءَ جا به گلاس پي، اوڳرائي ڏيئي، بابا سائينءَ کي چوندو هو ته ”عبداللطيف، تو حيدرآباد مان انبن، آئرن ۽ صوفن جو جيڪو مربو گهرايو هو، سو جي بچيل هجي ته ذرو ته ڏجانءِ ته ڪجھ سواد وٺان.“

* * *

چاچو جانو، بلا ناغي، روزانو بابا وٽ ايندو هو ۽ منجهند جي ماني کائي پوءِ گهر ويندو هو. گاهي فقير ٻئي ٽئي ڏينهن پيرو پريندو هو. ذات جو غالباً گاڏيهي هو. عمر اسي نوي ورهيه. اچي بافتي جي گوڏ ٻڌل. بافتي جي ٻئي ٽڪر سان پٺا ڍڪيل، مٿي سان صافو ٻڌل. پير اگهاڙا. اچي سفيد سونهاري دن تي پئي پويس. هٿ ۾ بيرا ڳڻ ۽ چپن تي الله جو اسم.

بابا سائينءَ جي پيرن فقيرن سان اصل ڪانه پوندي هئي. پر گاهي فقير لاءِ سندس چوڻ هو ته ”منهنجو مرشد آهي“ ڪيس ڏسڻ شرط ادب سان اٿي ڪڙو ٿيندو هو ۽ پنهنجيءَ ڪرسيءَ جي پر ۾ سندس ڪرسي وجهائيندو هو.
گاهي فقير ٻڪاٽڪو ڪم ڪندو هو. هڪ دفعي بابا سائينءَ کي چيائين ته، ”ادا، رات ننڊ ئي ڪانه ڪئي اٿم.“
بابا پڇيس ته ”سائين خير؟“
چيائين ته، ”ڪنهن شخص کي گهڙامنجي ٿاهي ڏنم. ڏاڍي وڻيس. سو، ٻيانيءَ بدران سڄو روڪ رپيو ڏئي ويو. منجهي پيس. رپئي کي هٿ ته لائي ڪونه سگهيس، سو خاڪ ۾ ڪٽي پوريومانس. پر ڳڻتيءَ ۾ سڄي رات ننڊ نه آئي. صبح جو اٿي ڪاٺيءَ سان کوٽي ڪڍيومانس. ڪنهن ضرورتمند شخص کي خيرات ڪري ڏنم. پر دل جي تسليءَ لاءِ توهان کان پڇڻ آيو آهيان ته الله سائين منهنجو اهو ڏوهه معاف ڪندو يا نه““؟
بابا پڇيس ته، ”سائين ڪهڙو ڏوهه؟“
گاهي فقير جواب ڏنو ته، ”ادا، آخر سڄي رات مون روڪ رپيو پاڻ وٽ رکيو آهي. پئسو خراب شيءِ آهي!“
گاهي فقير ڪنهن وٽ پاڻيءَ جو گلاس به ڪونه پيئندو هو. پگهر جو پورهئو ڪري، پنهنجو گذاران ڪندو هو. سڄي عمر شادي ڪانه ڪيائين. پنهنجي ماني پاڻ پچائي کائيندو

هو. دنيا جي هر طمع کان بي نياز هو. زماني جي ڳالهين ۾ سندس دلچسپي ڪانه هئي. ٻئي جي گلا ٻڌي نه سگهندو هو. ان مهل ئي ان مجلس مان اٿي هليو ويندو هو. هر ڪنهن جو خير گهرندو هو. ٻين تي ٿورا ڪندو هو، پر پاڻ ڪنهن جو به ٿورو ڪونه کڻندو هو. سڀني سان محبت ڪندو هو. ماڻهو سندس ادب ڪندا هئا ۽ ”فقير صاحب“ ڪري ڪوٺيندا هئا. اسي نوي عمر ۾ به تکو چوهو چوهو هلندو هو. هڪ دفعي ڳالهه ڪيائين ته اڄ قمبر ۾ ڪم هو. صبح سان ڳوٺان پيادو نڪتس. پتڻ تي ويس. درياهه ٽپي قمبر پهتس ڪم لاهي وري پوئتي موٽيس. درياهه ٽپي رات جو وري ڳوٺ پهچي ويس ۽ گهر اچي ستس.

جڏهن اسان جي اسڪول ايندو هو ته پري کان سندس ذڪر جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو: ”الله! الله! بابا سان ڪچهري ڪري جڏهن موڪلائي ويندو هو ته ڪڏهن به اسڪول کي پٺي ڏيئي ڪونه ويندو هو. هميشه پوئين پيرين ويندو هو. هڪ دفعي ڪنهن شخص چيس ته ”سائين هي ڇا ٿا ڪريو“؟ چيائينس ته ”ادا، اسڪول ادب جي جاءِ آهي. ان کي پٺي ڪيئن ڏبي!“

علم ۽ تعليم لاءِ تقديس جو ايڏو وڏو جذبو مون زندگيءَ ۾ ٻئي فقط هڪ ماڻهوءَ ۾ ڏٺو. اهو هو قبله علامه آءِ. آءِ. قاضي. سنڌ يونيورسٽيءَ کي مسجد وانگر مقدس سمجهندو

هو. گاهي فقير وانگر پاڻ به خوف خدا رکندو هو انڪري ماڻهن جي خوف کان بي نياز هو. ٻنهي ۾ فرق اهو هو ته علامه صاحب عالم هو، گاهي فقيرامي هو.
گاهي فقير بابا سان رڳو الله وارن جون ڳالهيون ڪندو هو. بابا سائين به ڪڏهن ڪيس پيغمبر ۽ سندس اصحابين جا ڪتاب پڙهي ٻڌائيندو هو. اهي ٻڌي، گاهي فقير جي اکين مان ڳوڙها وهي ايندا هئا. عجب سمو پئدا ٿي ويندو هو. آسمان مان ملائڪ گلاب جي گلن جا هار کڻي پئونرن جي اسڪول تي نازل ٿيندا هئا ۽ ريشم جي رومالن ۾ گاهي فقير جا ڳوڙها کڻي ادب سان عرش عظيم ڏانهن اڏامندا ويندا هئا.
مون کي يقين آهي ته قيامت جي ڏينهن جڏهن الله سائين گاهي فقير کي قبر مان اٿاريندو ته کانئس پڇاڻو ڪونه ٿيندو. ملائڪن کي حڪم ملندو ته بهشت جا سڀ دروازا کولي ڇڏيو. گاهي فقير اچي رهيو آهي.

*　　*　　*

هڪ دفعي پيرانيءَ جي پاسي جا ڪي ماڻهو بابا سان اسڪول ۾ ملڻ آيا. بابا سائين ڪنهن زماني ۾ اتي نوڪري ڪري آيو هو.
کين فقراهي لڏي وانگر وڏا وڏا جاما پاتل هئا. ان مهل بابا سائين اسان کي صورت خطي پئي لکائي. ان زماني ۾ اکرن

تي خاص توجه ڏنو ويندو هو ۽ سٺن اکرن واري کي خاص مارڪون ملنديون هيون. فقراهي لڏي مان هڪ مولائي شخص بابا سائينءَ کان قلم ۽ ڪاغذ گهريو. اسان ڪلڻ لڳاسين ته هي جاهل شخص قلم ڪاغذ سان ڇا ڪندو؟ ڪيس قلم ڪاغذ مليو ته ڏهاڪو منٽن ڪانپوءِ ڪجھ لکي بابا سائينءَ کي ڏنائين. بابا يڪدم سيپني نائب ماسترن کي سڏيو. اسان شاگرد به وائڙا ٿي وياسين ۽ ميز تي چوڌاري وچي بيٺاسين. ان جاهل شخص اسان جو هوش حواس خطا ڪري ڇڏيو. ڪاغذ تي هڪ فارسي بيت لکيل هو:

”گر همي خواهي کي گردي خوش نويس

مي نويس و مي نويس و مي نويس.“

منهنجي سڄي زندگي علمي ۽ ادبي ادارن ۾ گذري آهي ۽ بيشمار ڪاتبن جا سهڻا اکر ڏٺا اٿم. پر گذريل پنجاھ ورهين ۾ پيرانيءَ جي انهيءَ مولائيءَ جي اکرن کان وڌيڪ سهڻا اکر ڪونه ڏٺم! بعد ۾ پتو پيو ته اهو شخص هندستان جي ڪنهن وڏي نواب جو خوشنويس هو. سنڌي ۽ فارسيءَ جو عالم هو. نشي جي عادت پئجي ويس. موٽي سنڌ ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو ۽ باقي عمر ائين ئي وڃائي ڇڏيائين.

*   *   *

بابا سائينءَ جي پڳ مٽ يارن ۾ هندو به هئا، مسلمان به هئا. هندن ۾ ڪاڪي گني مل سان سندس ڏاڍي دل هوندي

هئي. ڪاڪو گنومل هفتي ڏهين اسان وٽ مهمان ٿي ايندو هو. اوطاق جي گلاس دانيءَ ۾ سڀ کان خوبصورت سفيد گلن وارو شيشي جو گلاس ڪاڪي گني مل لاءِ مخصوص هوندو هو. امان مٺي سندس ماني وڏي توجهه سان پچائيندي هئي. ڪاڪو گنومل اسان لاءِ طرح طرح جون مٺايون وٺي ايندو هو. بابا ۽ پاڻ اڌ اڌ رات تائين ڪچهري ڪندا رهندا هئا. ڪاڪي گني مل جي ماءُ فقيراڻي سپاءَ واري هئي. پيرن فقيرن جي مزارن تي ويندي هئي ۽ خدا جي نالي ۾ خير خيرات ڪندي هئي. هوئنئن پنهنجي ڌرم تي پڪي هوندي هئي ۽ صبح سان اٿي پاٺ پوڄا ڪندي هئي. اسان کي ڏاڍو قرب ڏيندي هئي. سندس نيڪو ڪاري ڏسي سمجھ ۾ ايندو هو ته قرآن خدا کي ”رب العالمين“ ڇو ڪوٺيو آهي، ”رب المسلمين“ ڇو نه ڪوٺيو آحي.
بابا سائينءَ جي هندو دوستن ۾ ٻيو هوندو هو استاد پرچارام. جڏهن مان سنڌي چار درجا پڙهي، انگريزي تعليم لاءِ محبت ديري جتوئي جي پئنچائتي اسڪول ۾ داخل ٿيس ته پاڻ ان جو هيڊ ماستر هو. ملڪ ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جون تحريڪون زور تي هيون. شاگردن جي اڪثريت هندو هئي ۽ منجهن تعصب به هو. سيد سچل شاهه اڪيلو مسلمان ماستر هو، سو اسڪول مان استعيفا ڏيئي هليو ويو ۽ مسلمان زميندارن جي ٻارن لاءِ جدا اسڪول وجي

ڪوليائين. هندڪي پئنچائتي اسڪول ۾ فقط مان اڪيلو مسلمان شاگرد وجي بچيس. هندو شاگرد صبح سان هڪ پرارٿنا ڪندا هئا: ”جئه جئه پارت ماتا.“ ان ۾ هڪ پول هئو:

”چاليس ڪروڙ مين جس ڪي رهواسي
چهائي اس پر ڪيون هي اداسي“

ان زمان ۾ گڏيل هندستان جي آدم شماري چاليهه ڪروڙ هئي. ٽيٽيهه ڪروڙ هندو ۽ ست ڪروڙ مسلمان. متعصب هندو شاگردن ان پرارٿنا ۾ ترميم ڪئي. ستن ڪروڙن مسلمانن کي ٻاهر ڪڍي پرارٿنا ڪرڻ لڳا ته:

”تيتيس ڪروڙ مين جس ڪي رهواسي
چهائي اس پر ڪيون هي اداسي“

استاد پرچارام کي جيئن ئي اها خبر پئي ته ڪاوڙ ۾ باهه ٿي ويو. ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن پرارٿنا جو وقت آيو تڏهن سڄي اسڪول جي شاگردن کي صحن ۾ بيهاري تقرير ڪيائين ۽ اعلان ڪيائين ته جيسين هڪ به مسلمان شاگرد منهنجي اسڪول ۾ آهي، تيسين پرارٿنا ائين ئي ٿيندي، جيئن اڳي ٿيندي هئي. ان ڪانپوءِ پرارٿنا ٿي:

”چاليس ڪروڙ مين جس ڪي رهواسي
چهائي اس پر ڪيون هي اداسي“

متعصب شاگردن جا منهن لهي ويا!

جڏهن سڀ شاگرد پنهنجي ڪلاسن ۾ ويا، تڏهن استاد پرچارام اسان واري ڪلاس ۾ آيو. هندو مانيٽر کي پهرينءَ بينچ تان اٿاري مون کي سندس جاءِ تي وهاريائين ۽ اعلان ڪيائين ته ”اڄ کان وٺي غلام رباني ڪلاس جو مانيٽر آهي“.

اهڙيءَ ريت، مون کي ننڍپڻ ۾ ئي اهڙا استاد مليا، جن مذهبي رواداريءَ جا سبق ڏنا. هڪ سبق قيمت واري واقعي ۾ بابا سائينءَ کان مليو هوم ۽ ٻيو سبق استاد پرچارام ڏنو. جڏهن وڏو ٿيس ته علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ کان به ساڳي تعليم مليم. اهي صحيح معنيٰ ۾ وڏا ماڻهو هئا. غريباڻي گودڙين ۾ املهه ماڻڪ هئا. پٺائيءَ جي ٻوليءَ ۾ ”لوئيءَ ۾ لعل“ هئا.

سنت پاڪستان ٺهيو ۽ استاد پرچارام ٻين هندن سان گڏ هندستان هليو ويو. مان به وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ نوشهري فيروز هليو ويس.

* * *

پيءُ جي پاڇي کان پري ٿيس ته دنيا جو رنگ نئون ڏٺم. سک سڻائيءَ جا ڏينهن پورا ٿيا، ڏکن جا ڏينهن شروع ٿيا. جڏهن منهنجو وڏو ڀاءُ نوشهري پڙهڻ ويو هو تڏهن بابا سائينءَ کيس نصيحت ڪئي هئي ته ”پٽ، نه ڪنهن سان اهڙو ڪوڙو ٺجاءِ جو توکي ايرئي وانگر ٺوڪاري ڇڏي

۾ نه وري ڪنهن سان اهڙو مٺو ٽجاڻِ، جو توکي مصريءَ وانگر ڳرڪائي ڇڏي“. مان بابا سائينءَ جي انهيءَ نصيحت تي عمل ڪري ڪونه سگهيس. قدرت منهنجو من اهڙيءَ مٽيءَ مان ٺاهيو هو، جو مان جنهن سان محبت ڪندو هوس ته ان کي ترڻيءَ تي دل ڪڍي ڏيندو هوس. پر هن دنيا جا اڪثر انسان پٿر جا بت هئا. مجال آهي جو سندن اک ۾ ڳوڙهو اچي يا چپن تي مرڪ اچي.

بابا سائينءَ کي به پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پئونرن جو اسڪول سنت چڙهٽو پيو. هو ترجي ناليوارن استادن مان هو. هندن جي لڏي وڃڻ ڪري انگريزدانن جي ڪمي ٿي پيئي، سو سرڪار بابا سائينءَ جهڙن چوند آزمودگار استادن کي ڳولي، اسڪولن جا تعلقي انسپيڪٽر مقرر ڪيا. بابا سائينءَ کي اهو عهدو چا مليو، امان مٿيءَ لاءِ آزار ٿي ويو. اسڪولن جي ضلعي انسپيڪٽر بابا سائينءَ جي اخلاق کان متاثر ٿي، کيس ضلعي ماسترن جي بدليءَ جا اختيار به سونپي ڇڏيا. نتيجو اهو نڪتو ته رات ڏينهن ماسترن جا لڏا اسان جي اوطاق تي لٿا پيا هجن. بابا سائينءَ جو نياپي مٿان نياپو پيو گهر پهچي ته پهريائين پنجن ماسترن لاءِ ماني موڪليو، پوءِ سٺن ماسترن لاءِ چانور چاڙهيو ۽ پٽاٽا تريو. سچو ڏينهن اسان جي گهر ۾ چلهه تان دانگي نه لهي. امان

سان گڏ اوڙي پاڙي جون زالون به ماني پچائڻ ۾ مشغول هجن.
سنڌ جي ڀهراڙين ۾ مهمان نوازيءَ جو عام دستور آهي. پر اسان جي گهر ڪي اها چڻ ته ورثي ۾ مليل هئي. منهنجو ڏاڏو محمد آگرو، وڏو حڪيم ۽ اوڏو ئي وڏو ديندار انسان هو. يارهن حج ڪيا هئائين، انڪري حاجي ڪوٺيندا هئس. ست حج پيادل ڪيا هئائين. مهمان نوازي سندس مزاج ۾ سمايل هئي. اسان جي ڳوٺ ۾ جيڪو به مسافر ايندو هو، ان کي ڏاڏا حاجي ماني کارائيندو هو. غريب غربي کي دل کولي خيرات ڏيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته بدن تان لٽا لاهي به ڏيندو هو ۽ پاڻ گوڏ ٻڌي گهر پهچندو هو. پوين ڏينهن ۾ ڳوٺ کان ميل پنڌ تي مڪيه رستي تي مسجد تعمير ڪيائين. اها مسجد اڃا بيٺي آهي. اتي اٺو ڇانور دال پٽاٽا ۽ رڌ پچاءَ جا ٿانو وڇي رکيائين. رستي جي عام راهگيرن ۽ مسافرن کي پاڻ ماني پچائي کارائيندو هو. پيءَ جي انهيءَ مزاج جو پٽن تي اثر پيو. چاچا ۽ بابا سائين ڳوٺ جي مسجد جي مسافر کي ماني کارائڻ پنهنجو فرض سمجهيو. چاچا ان کان علاوه مهيني مهيني يارهين به ڪندو هو. ان ڏينهن اسان جي گهر ۾ گوشت جي ٻوڙ، پلا ۽ کيرڻيءَ جا ديگڙا چڙهندا هئا ۽ مانين جا ٿها پچندا هئا. اسان جماعتن لاءِ

خونچا پري جامع مسجد ۾ کڻي ويندا هئا سون ۽ کين ادب سان کارائيندا هئا سون.

ماڻهو ماتحتن مان کائيندا آهن. بابا کين کارائيندو هو. سندس پگهار ماسترن کي ماني کارائڻ ۾ ئي پوري ٿي ويندي هئي. سندس يار دوست ۽ مهمان ان کان علاوه ايندا هئا. مهمان آيو ته سندس ڪاڻ چڻ ته عيد ٿي ويندي هئي. گهر ۾ طرحين طرحين طعام رڌيا هئا. رڳو نيرن تي ئي قسم قسم جا حلوا ٺهندا هئا، مال پڙا، ڪڪڙ جا آنا ۽ مغز تربا هئا.

اوطاق ۾ ماني کانپوءِ ڪچهري ٿيندي هئي. بابا سائين محفل ٿي چانيو رهندو هو. سندس ٻَڏا ٻَڏا ٺهڪ پري کان ٻڌڻ ۾ ايندا هئا.

سيد غلام دستگير شاهه هالاڻيءَ واري سان ڏاڍي سڪ هوندي هئس. هيڪر سندس ڳالهه ٻڌايائين ته محرابپور کان ڳوٺ هالاڻي پئي آيو. رستي تي جت کي چيائين ته ”اهو کهڙو پکي وڻ تي ويٺو آهي؟“ جت چيس ته ”سائين مون کي خبر ڪانهي.“ شاهه صاحب چيس ته ”تلور ته ڪانهي؟“ جت چيس ته ”سائين، شايد تلور آهي.“ شاهه صاحب چيس ته ”اٺ کي هشاءِ.“ اٺ هشيو ته شاهه صاحب جي اوٺ ڪري، پکيءَ جو نشانو وٺي، بندوق چوڙي. پکيءَ وجي هيٺ ڦهڪو ڪيو. شاهه صاحب خوشيءَ مان ٻوڙندو ويو ۽ تڪبير وجهي حلال ڪيائين. پکي ڪٽي اٺ

تي چڙهيو. ڳورو پڪي. سو ميل ڪن پنڌ ڪيائون ته ٻانهن
ٿڪجي پيس. جڏهن تمام عاجز ٿيو ته هڪ راهگير کي
بيهاري رازداري ۾ پڇائين ته ”هي کهڙو پکي آهي؟“
راهگير ٺهه پهه جواب ڏنس ته ”اهو ته گونه خور آهي.“
شاهه صاحب پکي ته امالڪ اڇلايو پر لڳو جت کي منٿون
ڪرڻ ته ”خدا جي واسطي اها ڳالهه ڪنهن سان نه
ڪجانءِ. متان ماٺهو مون تي کلن.“
ٻئي دفعي ڳالهه ڪيائين ته فلاڻي ڳوٺ ۾ استاد هئس. صبح
سان چاءِ پيڻ جي عادت هوندي هئي. ڳوٺ جي وڏيري جو
نوڪر چاءِ جي ڪيتلي کڻي روز مون کان چاءِ وٺڻ ايندو
هو. ڪيتلي پرائي ويندو هو. هڪ ڏينهن نياپو موڪليو ته
”سپاڻي منهنجو پٽيوالو موڪل تي آهي، سو اوهان مون کي
چاءِ موڪلجو.“ صبح جو شاگرد کي ڪوپ ڏنم. جڏهن
وڏيري وٽان چاءِ وٺي موٽيو ته چيائين ته ”سائين وڏيرو
صاحب ڪا گهڙي ته ڪوپ کي هٿ ۾ جهلي هيٺ مٿي
ڏسندو رهيو. پوءِ ٽڏو ساهه پري، پنهنجي نوڪر کي چيائين
ته ”ابا استاد صاحب جو ڪوپ ته ڪيڏو نه وڏو آهي،
جهڙي نار جي لوٽي!“
سٺي صحبت، سٺي پوشاڪ ۽ سٺي ماني بابا سائين کي
وڻندي هئي. وڏو شوقين مڙس هو. ڳالهه ڪيائين ته هيڪر
هڪ ڳوٺ ۾ استاد هوس. ڳوٺ جو وڏيرو آيو. منهنجا بوٽ

ڏسي وائڙو ٿي ويو. نوڪر کي چيائين ته ”استاد صاحب جا بوٽ ته ڳڻ.“ پورا چوڏهن جوڙا ٿيا. تن ڏينهن ۾ مٿي سان ٽوپي پائڻ جو اجا رواج ڪونه پيو هو. عام ماڻهو ململ ۽ سرنديءَ وارا بوسڪيءَ جو پٽڪو ٻڌندا هئا. پر، بابا سائين پنهنجي لاءِ ڪوئيٽا مان مشهدي لونگيون گهرائيندو هو ۽ ڪلي سان ٻڌندو هو. ڪنهن زماني ۾ انگريزي سوٽ ڪوٽ به سبائيندو هو.

امان سان ڏاڍي دل هوندي هئس. پر شاديءَ کان اڳ جوانيءَ ۾ عشق به ڪيو هئائين. مائي صاحبه سان شادي ڪرڻ لاءِ وڏا وس ڪيائين. هڪ دوست کان صلاح ڪيائين، جنهن ڪنهن ڏاهي جو ڏس ڏنس، ان شخص بابا کي چيو ته ”مان تيل جي وٽي پري باهه تي رکندس. جڏهن تيل ٽڙڪندو ته مٿس وظيفو پڙهندس. پوءِ اها تيل جي گرم وٽي باهه تان لاهي سڌي تنهنجي تريءَ تي رکندس. جي تو اف به نه ڪئي ته تنهنجو ڪم ٿيندو.“ بابا سائين عشق جي باهه کان اها باهه ٿڌي سمجهي. پٺائيءَ بي سبب ته ڪونه چيو هو:

# بابا سائين  عبداللطيف آگرو

”مون کي ماءُ مجاز، پچاري جيئن پچيو“
ان شخص  جڏهن گرم تيل سان پريل وٽي، هٿ جي ترڙيءَ تي رکيس ته سڄي کل اپامي ويس. پر بابا سائين اف به نه ڪئي.
عشق جي انهيءَ امتحان مان گذرڻ ڪانپوءِ به جڏهن سندس دل جو مطلب پورو نه ٿيو ته ڏاڏا حاجيءَ امان سان شادي ڪرايس. سڄي عمر امان سان اهڙيءَ ته سک سان گذاريائين جو مون کي اهڙو ٻيو ڪو مثال نٔي ڪونه ٿو سجهي. جڏهن ٻئي ڄڻا پيريءَ ۾ آيا تڏهن هڪ ڏينهن مون کي چيائين ته ”پٽ تنهنجي ماءُ جيڪا خدمت ڪئي آهي، ان جي عيوض خدا کان ڪيس جنت وٺي ڏيڻ جو ذميوار مان آهيان.“
بابا سائينءَ کي مون کان پوءِ ٻيو پٽ به ٿيو. غلام شبير نالو رکيو هئائينس. بابا جي ساڻس ڏاڍي دل هوندي هئي. پر اهو ننڍپڻ ۾ گذاري ويو. بابا سائين وڏو بهادر انسان هو. پر ننڍڙي شبير کي ياد ڪري، اوطاق ۾ اڪيلو نٔي رئندو هو.
اسان جي ڳوٺ جو زميندار وڏيرو محمد خان آگرو اوطاق

۾ اچي پاڪر پائي سمجهائيندو هوس. عبداللطيف عقل ڪر. الله جو حڪم قبول ڪر.“
بابا سائين روز فجر جي نماز پڙهي، ننيڙي شبير جي تربت تي ختمو ڏيڻ ويندو هو. ڳالهه ڪيائين ته”هيڪر غلام شبير جي تربت مٿان ختمو ڏيئي موٽيس ته پنهنجي پيءُ ماءُ جي قبرن مان آواز ٻڌم ته ”تون به ته اسان جو اهڙو ئي پيارو پٽ هئين.“ اهو ٻڌي موٽيس ۽ سندس قبرن تي ختمو ڏنم.“
بابا سائينءَ کي ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. اڪثر ڪري سنڌي ڪتاب خريد ڪندو هو. بعضي بعضي فارسي ڪتاب به وٺندو هو. سندس هڪ فارسي ڪتاب شرح گلستان اڃا تائين مون وٽ يادگار آهي. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جو ميمبر هو ۽ ادبي رسالن جو ساليانو خريدار هو. پوڪرداس ۽ ٻين پبلشرن کان ڪتاب گهرائيندو هو. امان مٿي ڪتاب سنڀالي ٿڪجي پوندي هئي. چوندي هئي ته اسان جي گهر ۾ رڳو ڪتابن ۾ برڪت آهي.
جڏهن پئونرن ۾ هيڊماستر هوندو ته تڏهن فارسيءَ تي دسترس وڌائڻ لاءِ روزانو ڳوٺ ڪوڙي خان خشڪ ۾ چاچي محمد عثمان وٽ جاميءَ جي يوسف زليخا جو سبق وٺڻ ويندو هو. ڪجهه وقت پئونرن جي اسڪول مان بدلي ٿي، ڳوٺ گاهي خان جلباڻيءَ ۾ هيڊماستر مقرر ٿيو. اتي جو چڱو مڙس چاچو نصرالله سندس پڳ مٽ يار هو ۽

فارسي زبان ۽ ادب جو دلدادو هو. اسان سندس اوطاق ۾ ٽڪندا هئاسين. سياري جي مند هوندي هئي. اجا سج ڪني مس ڪيندو هو ته چاچو نصرالله چاءِ جي ڪٽلي ۽ ڪوپ ساسريون ڪڻي ايندو هو. سندس ڪڇ ۾ ديوان حافظ هوندو هو. بابا ان مهل، نماز پڙهي، مصلي تان اٿندو هو. بابا ۽ چاچو نصرالله گرم گرم چاءِ به پيئندا هئا. جڏهن مان وڏو ٿيس ته حافظ، سعدي، خيام ۽ روميءَ کي پڙهيم هي سٺون لکڻ مهل اسلام آباد جي اڄوڪيءَ سخت سرديءَ ۾ سعديءَ جو هڪ شعر زبان تي آيو اٿم:

در موسم زِ مستان سعدي دو چيز خواهد

باروي آفتابي آفتاب روئي.

بابا سائين، پئونرن ۾ مقرريءَ کان اڳ ڪجھ وقت لاءِ سرهاريءَ بدلي ٿي ويو هو. ڳالهه ڪندو هو ته ”اتان جمعي جمعي رات پٺ شاهه تي هليو ويندو هوس ۽ پٺائيءَ جو راڳ ٻڌندو هوس.“

جاميءَ جي يوسف زليخا ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ٺاهيل شاهه جو رسالو اوطاق ۾ سندس سير انديءَ سدائين کٽ تي رکيل هوندا هئا. پير حسام الدين راشديءَ جو نالو پهريون دفعو مون ٻاراڻيءَ عمر ۾ بابا سائينءَ کان ٻڌو.

بابا سائينءَ کي ڪتابن سان گڏ جيڪو ٻيو گهڻي ۾ گهڻو شوق هو سو سئر سفر جو. گرميءَ جي مند ۾ ڪوئيٽا هليو

ويندو هو. اسان اڃا ننڍا هئاسين ته سنڌ جا شهر نواب شاهه، سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، حيدرآباد ۽ ڪراچي گهمائڻ وٺي هليو انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ حرن واري مارشل لا لڳي هئي، انڪري اسان کي حيدرآباد کان ڪراچيءَ وڃڻ ڪونه ڏنائون.

هڪ دفعي هندستان گهمڻ ويو. امرتسر، دهلي، آگري، فتح پور سڪري، سهارنپور، جوڌپور، ۽ جئپور، جا شهر ڏنائين. جڏهن ڳوٺ موٽي آيو ته دهليءَ جي چاندني چوڪ فتح پور سڪريءَ جي عمارتن ۽ آگري جي تاج محل سان گڏ، امرتسر جي سک عورتن جي سونهن جي ڏاڍي تعريف ڪندو هو. امان مٺيءَ لاءِ چاندني چوڪ مان پٽ پٽيهر جا ويس وڳا ۽ اسان لاءِ سهارنپور مان انبن جا ڪارا وٺي آيو. ٻاهران ساوا، اندران ڳاڙها، ڪپ ته مٺا جهڙي مصري. ان زماني ۾ سنڌ ۾ فارمي انبن جو رواج اڃا ڪونه پيو هو. ديسي انب هوندا هئا. جي کٽا ۽ چاري وارا هوندا هئا. پئونرن جي بنگلي ۾ مهري نالي هڪ وڻ هوندو هو، جنهن جا انب وڏا ۽ مٺا هوندا هئا. بابا سائين هر سال مند ۾ ان وڻ مان ٻه ٽي مڻ انب وٺي پال وجهندو هو ۽ نيرن ۽ رات جي مانيءَ تي اسان کي ڪپي ڏيندو هو.

منهنجو چاچو جن ڀوت پريت ۽ پرين جو قائل هوندو هو. پر بابا سائينءَ جو انهن ڳالهين ۾ ويساهه ڪونه هوندو هو.

هڪ دفعي ڳالهه ڪيائين ته ”پنهنجي عقيدي جي خاطريءَ لاءِ جوانيءَ ۾ هڪ رات آذيءَ جو اٿيس. لڪڻ ڪنيم. ڳوٺ کان به ميل پري گهاٽي جهنگ ۾ هليو ويس. اتي هندن جا مسڻ هوندا هئا، جتي مڙدا ساڙيندا هئا. ماڻهو چوندا هئا ته مسڻن جي وڻن جي ۾ جن ڀوت رهندا آهن. سو مان اذ رات جو وڻن تي چڙهي ويس ۽ لڪڻ سان ڏارن ۽ پنن کي کڙڪايم. پر مون کي ته ڪوبه جن ڀوت نظر ڪونه آيو. پاڻ روشن دماغ ۽ روشن ضمير انسان هو. مولانا تاج محمود امروٽي ۽ عبيدالله سنڌيءَ جي ڏاڍي تعريف ڪندو هو. ڳالهه ڪندو هو ته”خلافت تحريڪ جي زماني ۾ اسان مٿن کان مشهدي لونگيون لاهي، جوڙيءَ جا پٽڪا به ٻڌا. پر پوءِ جو هندستان جا مسلمان هندن کان جدا ٿيا ته وري ساڻن ڪونه مليا .“

بابا سائين پنهنجي پيءُ ڏاڍي جي مسلڪ موجب پورو پورو مذهبي ماڻهو. پر، مذهبي ڪٽر پڻي کان بلڪل آجو هو. پوين چاليهن ورهين جي عرصي اندر ڪڏهن نماز قضا ڪانه ڪيائين. بيماريءَءِ ۾ اٿڻ جهڙو نه هوندو هو ته شريعت جي حڪم موجب، اشارن سان به نماز ادا ڪندو هو. مون کي قرآن مجيد پاڻ پڙ هايائين. پوئينءَ عمر ۾ ته تهجد به پڙهندو هو. سڀ روزا وڏي شوق سان رکندو هو. مولوين کي گهرائي ڳوٺ ۾ واعظ ڪرائيندو هو. غريبن ۾

خير خيرات ڪندو هو. غريب سان ايڏي ته دل هيس جو وس پڄيس ها ته سڄيءَ دنيا جي دولت غريبن ۾ روهائي ڇڏي ها. *
اوڪيءَ ويل، مخدوم محمد دائود آگري جي مزار تي، ختمو ڏيڻ ۽ خدا کان دعا گهرڻ ويندو هو. ڳالهه ڪندو هو ته ”هيڪر ڪنهن درويش جي درگاهه تي دعا گهرڻ ويس. رات جو خواب ۾ اشارو مليو ته پنهنجي ڏاڏي مخدوم محمد دائود جي مزار تي ويندو ڪر.“
هن دنيا جي زندگي ڪنهن لاءِ به سکن جي سيج ڪانهي. بابا سائين جي زندگي رڳو درياهه تي سئر تفريح ڪرڻ، نوان نوان شهر گهمڻ، دعوتون کائڻ ۽ کارائڻ ۽ ڪتابن جي مطالعي ۾ ڪانه گذري. ڪيئي ڏک به ڏٺائين. زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾، جڏهن نوڪريءَ تان رٽاير ڪيو هئائين ۽ مان به اڃا پنهنجن، پيرن تي بيٺل ڪو نه هئس تڏهن مالي تنگ دستي به ڏٺائين. سرڪار وٽ ايماندار ملازم جو ڪوبه قدر ڪونهي. سندس پينشن جا ڪاغذ ٺهڻ ۾ ٽي ورهيه لڳي ويا. پئسو اسم اعظم آهي. گهڻن ئي مرضن جو علاج آهي. انهن ئي ڏينهن ۾ مون هڪ دفعي ڪيس اپاٽڪو ڏسي چيو ته ”بابا اسان جي بورڊ جو چيئرمين خانبهادر کهڙو اوهان کان عمر ۾ گهڻو وڏو آهي، پر اڃا ڪڙو تڙ و بيٺو آهي.“ مون کي ٺهه پهه جواب ۾ چيائين ( ۽ سندس اکرن

جي دانائي مون کي بعد ۾ دل تي نقش ٿي ويئي) ته ”پٽ، اهي ماڻهو آسودا به آهن.“
پوين ڏينهن ۾ سندس گهڻا تڻا يار دوستار هي جهان ڇڏي ويا هئا. انهيءَ ڳالھ دلگير ڪري وڌو هوس. اڪثر اپاڻڪو هوندو هو.
هيءَ دنيا مطلب جي آهي. ماسترن جا لڏا، جيڪي سالن جا سال اسان جي اوطاق ۾ پنهنجي مطلب لاءِ اچي منزل انداز ٿيندا هئا، سي بابا جي رٽاير ڪرڻ سان الائي ڪاڏي پَرَ ڪري اڏامي ويا. بابا سائينءَ جي زندگيءَ جو پويون عرصو تنهائي ۾ گذريو فقط سائين مير محمد گهانگهري ۽ چاچي عبدالعليم اجڻ، چاچي نصرالله جلباڻيءَ جي پائٽي مرحوم شمس الدين جلباڻيءَ اچي وانگر قرب جو رستو قائم رکيو.
جڏهن بابا سائينءَ جي حياتيءَ جو پيالو پرجي آيو، تڏهن هڪ ڏينهن مون کي چيائين ته، ”پٽ، بهشت جي وڏي ڳالھ ٻڌجي ٿي. پر هن جهان جا نظارا به ايڏا ته وڻندڙ آهن، جو ڪنهن به انسان جي انهن کي ڇڏڻ تي دل ڪانه ٿي ٿئي.“
بابا سائين ۽ امان مٺي هاڻي ٻئي ڄڻا هي جهان ڇڏي ويا آهن هو اسان جي ڳوٺ جي قبرستان ۾ ابدي آرامي آهن. مان جڏهن ٻارهين مهيني ٻئي سال ڳوٺ ويندو آهيان، تڏهن قبرستان ۾ حاضري ڏيڻ ويندو آهيان. جڏهن سندس تربتن

وٺ وڃي بيهندو آهيان تڏهن ڌرتي ڌڏڻ لڳندي آهي ۽ آسمان ۾ سخت گجگوڙ ٿيندي آهي. پر، ڪڪر ڪونه هوندا آهن، انڪري منهنجون اکيون وسڻ لڳنديون آهن.

---

* اصل لفظ آگرو نه پر آڳرو آهي. اڳي ڪتابَ فارسي زبان ۾ لکبا هئا. فارسيءَ ۾ ڳ جو اچار ڪونهي، ان ڪري"آڳرو" کي "آگرو" لکيو ويندو هو. اهڙيءَ ريت آگرو ۽ آگرا لفظ مشهور ٿيا. پر ٻهراڙيءَ ۾ اڻ پڙهيل ماڻهن جو اڄ تائين صحيح اچار "آڳرو" آهي.

آڳرن جا ٻه ٿي ڳوٺ نوابشاهہ ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾، درياهہ جي ڪپن سان، آمهون سامهون آهن. اڳي جڏهن روڊ رستا ڪونه هوندا هئا، تڏهن آمدورفت ٻيڙين وسيلي ٿيندي هئي، ان ڪري درياهہ جي ٻنهي پاسن کان آبادي هوندي هئي. سنڌ ۾ ڪيترن ئي ذاتين ۽ قبيلن جا ائين درياهہ جي ٻنهي پاسن سان آمهون سامهون ڳوٺ آهن.

شايد، نوابشاهہ ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جا آڳرا، خيرپور جا اڳڙا ۽ ٺٽي جا آگريا اصل ۾ هڪ ئي ذات وارا هجن. ٻاهران آيل قومن ۽ قبيلن سان آڳرن جو ڪوبه واسطو ڪونهي. سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو آهن. غالباً سماٽ آهن. اها روايت غلط معلوم ٿئي ٿي، ته مغل آهن ۽ چغدا يا چغتائي شاخ سان تعلق اٿن.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "مهراڻ" رسالي جي سوانح نمبر ۾، سنڌي زبان جا ست قديم بيت ڏنا آهن. انهن ۾ هڪ بيت جو شاعر ذات جو آگرو آهي.

سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جي ڇپايل تاريخ سنڌ ۾ ڄاڻايل آهي ته جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪيو هو، تڏهن برهمڻ آباد ڀويزن تي جسوڏن آگرو حڪومت ڪندو هو. ڀٽائيءَ جي رسالي ۾”آڳڙين“ جو ذڪر آهي. اهو لفظ ”آگرين“ ڪي ويجهو آهي، جيڪي ننٽي جا رهاڪو هئا. (غالباً اجا آهن). ننٽي شهر ۾ آگرين جو جدا پاڙو آهي. شايد ان کي ”آگر“ محلو ڪوٺيندا آهن. فارسي تلفظ ۽ تحرير جي ڪري، جيئن”آڳرا“ بدلجي ”آگرا“ ٿيا، تيئن ”آڳڙيا“، بدلجي ”آگريا“ ٿيا هوندا.
آڳڙيا نالي مان ظاهر آهي ته آڳ جو ڪم ڪندا هوندا. آڳ معنيٰ باهه. آڳڙيا معنيٰ باهه. آڳڙيا معنيٰ آڳ جو ڪم ڪرڻ وارا، باهه جو ڪم ڪرڻ وارا. سنڌ ۾ گهڻيون ئي ذاتيون ڌنڌي سان سڃاڻپ ٿيون، مثلاً ٻڪڻ، ڪنڀر، لوهر، سونارا، پچارا وغيره. آڳرا ذات وارن جو اصلوڪو ڌنڌو لوهارڪو ڪم هو، يا ڪو ٻيو، سو چوڻ ته مشڪل آهي. البت هڪ ڳالهه مشهور آهي ته قديم زماني کان وٺي، منجهن علم سان محبت ۽ درس تدريس جي روايت رهي اهي. مولوي عبداللطيف سڪندري،، قادريءَ پنهنجي ڪتابڙي ”روحاني رزمون“ ۾ ڄاڻايو آهي ته، ”پير سائين سيد محمد راشد، روضي ڌڻي، شاگرد آهن مخدوم محمد آريجي جا ۽ اهي پاڻ شاگرد آهن مخدوم محمد دائود آگري جا.“ مخدوم محمد دائود آگرو ڪوٽڙي ڪبير جي مدرسي ۾ پڙهيو هو. پنهنجي دور جو هاڪارو عالم ۽ اهل الله هو. سندس ڪتب خانو هو، جو ضايع ٿي ويو. سندس هٿ اکرن ۾ مثنوي مولانا روم جو نسخو ٻن جلدن ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ آهي. هالاڻيءَ جا سادات، ميمڻ ۽ ٻين ذاتي وارا ماڻهو مخدوم محمد دائود آگري جو وڏو ادب ڪندا هئا. مخدوم صاحب عاقل شاهه ڪبير گيسوئي دراز جو پڻ استاد هو. سندس پارسائيءَ ۽ پرهيزگاريءَ جا ڪيئي قصا ٻڌبا آهن. سندس والد مخدوم عبدالله آگرو به ايڏو ته وڏو عالم هو،

جو مير علي شير قانع تاريخ تحفته الڪرام ۾ سندس ذڪر سنڌ جي مکيه علمي مشاهيرن ۾ ڪيو آهي. نثار احمد آگري مون سان روايت بيان ڪئي ته شاهه پٺائي، جڏهن کهڙن ڏانهن ويندو هو ته هالاڻيءَ ۾ مخدوم عبدالله آگري وٽ رات رهندو هو. پر، سندس فرزند محمد دائود آگرو ايڏو ته وڏو ماڻهو ٿيو، جو ماڻهن کان سندس والد جو نالو ئي وسري ويو. مخدوم محمد دائود وڏي هستي هو.

سڄي عمر شادي ڪانه ڪيائين. رحلت کان اڳ، بابا سائينءَ، هڪ دفعي مون سان ڳالهه ڪئي هئي ته مخدوم صاحب جي اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ مائيءَ سان دل هئي. ان جو سڱ گهريائين پر ڪونه مليس. ان تان ناراض ٿي ڳوٺ ڇڏي هالاڻيءَ هليو ويو. سڄي عمر اتي رهيو ۽ شادي ڪانه ڪيائين. مخدوم محمد دائود آگري، سندس والد مخدوم عبدالله آگري ۽ ٻين آگرن مخدومن جون مزارون پشاور کان ڪراچيءَ ويندڙ قومي شاهراهه تي، هالاڻيءَ کان ميل ڪن جي مفاصلي تي ڪندياري طرف، لبِ سڙڪ آهن. مزارن سان گڏ جيڪا مسجد نظر ايندي آهي، سا اسان جي ڳوٺ جي ڇڱي مڙس وڏيري محمد خان آڳري ٺهرائي هئي.

* ان زماني ۾ ڊپٽي ڪمشنر ڪونه هوندا هئا. ضلعي جي انتظامي سربراهه کي ڪليڪٽر ڪوٺيندا هئا. سندس وڏو رعب هوندو هو.

* جڏهن مان وڏو ٿيس ته درياهه ۾ اٿل وارو اهو منظر ذهن ۾ رکي، ”بري هن ٻنيور ۾“ افسانو لکيم، جو مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿيو. ٻه چار سال پوءِ، سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ مون کي ٽپال ۾، چيني زبان ۾ هڪ رسالو اچي مليو. چيني زبان ۾ رسالو پڙهي ڪير؟ پر، منجهانئس اندران ٽائيپ ٿيل هڪ پنو نڪتو، جو رسالي جي فهرست جو انگريزي ترجمو هو. ان مان معلوم ٿيو ته رسالي جو نالو”شر جئي

ويٽشوي“ هو، جنهن جو مطلب هو ”عالمي ادب“. منجهس سچيءَ دنيا جي ادب مان چونڊ شاهڪار، چيني زبان ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيا ويندا هئا. رسالي جي چيني ايڊيٽر، اوهينري، ماپاسان ۽ دنيا جي ٻين عظيم اديبن جي تحريرن سان گڏ، منهنجي افساني کي به عالمي ادب جو شاهڪار قرار ڏيئي، رسالي ۾ ڇاپيو هو. افساني جو چيني ترجمو هندستان جي انگريزي اخبار روزنامه ”هندستان ٽائيمس“ تان ڪيو ويو هو. هندستان ٽائيمس ۾ افساني جو انگريزي ترجمو حشو ڪيولراماڻيءَ ڪيو هو.

* پيڙين ۾ اندر باقاعدي سمهڻ جو انتظام هوندو هو. تري ۾ تونريون وڇايل هونديون هيون. اندران سونهن ڪاڻ ڇپاني ٽائلس جون ڪناريون ڪاٺ تي لڳل هونديون هيون.

استاد مير محمد جن رٽاير ڪري هاڻي پنهنجي ڳوٺ ۾ سڪونت پذير آهن. مونکي محبت سان ياد ڪندا رهندا آهن. جڏهن ڳوٺ ويندو آهيان ته قرب جا پير پري ملاقات جو شرف بخشيندا آهن. سائن ملي نندپڻ جا ڏينهن ياد ايندا آهن.

* مان سچي عمر غريبن جو حمايتي رهيس سو انڪري جو مسڪينن سان محبت پيءُ ڏاڏي کان ورسي ۾ مليم.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page7.html#بابا سائين عبداللطيف آگرو

# ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو

مون ڊاڪٽر صاحب کي ڏٺو، جيتوڻيڪ ساڻ گهرائپ ۾ گهاٽائيءَ جو موقعو ڪو نه مليو. 1957ع ۾ جڏهن آڪٽوبر مهيني ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو نائب سيڪريٽري مقرر ٿيس ته پاڻ بورڊ جو ميمبر هو، ليڪن حياتي جو پيالو پرجي آيو هئس. سنه 1958ع ۾ وفات ڪيائين. هڪ سال جو عرصو ايڏو وڏو ڪونه هو، جو مون کي سندس قريب اچڻ جو موقعو ملي.

سندس اصلوڪو نالو عمر هو ۽ والد جو نالو محمد. دادو ضلعي ۾ ٿلٽيءَ جي پاسي جو ويٺل هو. غريب جو ٻار هو. چون ٿا ته سندس والد ٻڪاٽڪو ڪم ڪندو هو، پر پنهنجي پٽ کي انگريزي پڙهائڻ جو شوق هوندو هوس. الله سائينءَ سندس اها آس پوري ڪئي. ڊاڪٽر صاحب نه رڳو پنهنجو نالو روشن ڪيو، پر پنهنجي والد جو نيڪ نالو به هن طرح اجاريائين، ته پڙهيل لکيل ماڻهن کي اڄ به سندس نالو ”عمر بن محمد“ دائود پوٽو ياد آهي.

سندس ننڍپڻ جي غربت جو هڪ چٽو ثبوت هن ڳالهه مان به ملي ٿو، ته ماهنامي نئين زندگيءَ ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي قسطن ۾ لکڻ شروع ڪئي هئائين جنهن ۾ هڪ  هنڌ لکيو هئائين (يا انهن ڏينهن ۾ اسان کي پاڻ ٻڌايو هئائين) ته ”جڏهن نوشهري مدرسي ۾ پڙهندو هوس ته غريبي حال سببان هاسٽل ۾ رهنڌ ٻين سرنديءَ وارن شاگردن جي کٽن

جون واڏٺون ڪين چڪي ڏيندو هوس“. ان خدمتگذاريءَ سببان، اهي سرنديءَ وارا شاگرد، ڪيس رپيو ٻٺو ڏيندا هوندا. پر ڪنهن ڪهڙو چڱو چيو آهي ته ”ذات ناهي ذات تي، جيڪو وهي سو لهي“. اڄ، انهن سرنديءَ وارن جو ته ڪنهن کي نالو نشان به معلوم ڪونهي، پر ڊاڪٽر دائود پوٽي جو نالو سنڌ جي آسمان ۾ قطب تاري وانگر روشن آهي ۽ انشاءَ الله تعاليٰ هميشہ رهندو.

مون ڊاڪٽر صاحب جو نالو پهريون دفعو سنه 1945ع ڌاران ٻڌو. پنهنجي ڳوٺ پرسان محبت ديري جتوئيءَ جي اسڪول ۾ ٻيو درجو انگريزي پڙهندو هوس. بابا سائين غالباً پونئرن جي سنڌي اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو. روشن خيال ماڻهو هو. اسان کي چاچا سائينءَ جي منع جي باوجود (جيڪا مذهبي بنيادن تي هئي. تڏهن انگريزي پڙهڻ چڻ ته عيسائين ۽ نصارن جي پيروي ڪرڻ تصور ڪئي ويندي هئي)، انگريزي تعليم لاءِ موڪليائين، ۽ پنهنجي مستقبل کي بهتر بنائڻ لاءِ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾، ”فرسٽ ڪلاس“ پڙهڻ جي ڪوشش ڪيائين. چا هو ته پرائيمري اسڪولن جي استادن کي، انهيءَ زماني کان اڳ، ٽي سال ٽريننگ ڏيندا هئا ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ ٽريننگ جو ڪاليج هڪڙو ئي حيدرآباد وارو هوندو هو. پهريائين ٿرڊ ڪلاس پڙهائيندا هئا، پوءِ سيڪنڊ ڪلاس ۽ آخر ۾ فرسٽ

ڪلاس جي ٽريننگ. پرائمري اسڪولن ۾ استادن جي مقرري ”ڪاميٽي“ امتحان پاس ڪرڻ تي ٿيندي هئي. اها ڪاميٽي سنڌي ست درجا پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڏبي هئي. ڪجھ عرصو نوڪري ڪرڻ بعد استادن کي سندس اهليت موجب، ٽريننگ لاءِ چونڊي، حيدرآباد واري ڪاليج ۾ موڪليندا هئا. بابا سائين ٻه سال ٽريننگ پوري ڪري آيو هو. پر خبر ناهي ته ڪهڙي سبب بنيو هو، جو انگريز سرڪار ٽريننگ جو مدو ٻن سالن تائين محدود ڪري ڇڏيو يعني ٿرڊ ڪلاس ۽ سيڪنڊ ڪلاس. استادن جي ٽئين ۽ آخرين يعني فرسٽ ڪلاس واري ٽريننگ ماڳهين بند ڪئي ويئي يا ڪجھ سالن لاءِ معطل ڪئي ويئي.
جاڙي ٻه جڳ سنئين. ان صورت حال ۾ بابا سائينءَ لاءِ اهوئي رستو کليل هو ته ماٺ ڪري ويهي رهي، يا وري فرسٽ ڪلاس کلڻ جو انتظار ڪري.
پر مون عرض ڪيو آهي ته هو روشن خيال ماڻهو هو. کيس پنهنجي ۽ اولاد جي مستقبل جو خيال رهندو هو. سو کيس قرار نه آيو. چاچا سائينءَ تي بار وڌائين ته تعليم کاتي جو ڊي. پي . آءِ (ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن) ڊاڪٽر دائود پوٽو آهي. ڪيئن به ڪري ڪانئس مون کي فرسٽ ڪلاس ۾ ٽريننگ جي خاص اجازت وٺرائي ڏيو. اسان جي ڳوٺ کان ڇهن ميلن جي پنڌ تي هالاڻيءَ جو ڳوٺ آهي.

هالاڻيءَ جو هڪ معتبر خاندان اتان لڏي دادوءَ وڃي ويٺو هو. ان خاندان جو پريو مڙس ان زماني ۾ سيٺ يعقوب هو. وڏي اثر وارو هو. ذات جو ميمڻ هو. *
چاچا سائينءَ جا ان خاندان سان پراڻا لاڳاپا هئا. اڳوڻي زماني ۾ ماڻهو اوڙي پاڙي جو پورو خيال رکندا هئا. چاچا سائين پيڙيءَ ۾ درياهه ٽپي ويو دادوءَ ۾ اتي سيٺ يعقوب سان حال احوال ڪيائين. سيٺ صاحب سندس آئي جو آدر ڪيو ۽ ٽلٽيءَ جي پاسي ڊاڪٽر دائود پوٽي جي ڳوٺ ماڻهو موڪلي سندس مائٽن تي بار رکيو ته هي ڪم ڪيئن به ڪرائي ڏيو. ڳالهه ڊاڪٽر صاحب جي ڪن تي پئي. چيائين ته ”هڪ انهيءَ استاد جي فرسٽ ڪلاس ۾ داخلا لاءِ سڄي پاليسي ڦيرائڻي پوندي ۽ سڄيءَ سنڌ جي استادن لاءِ فرسٽ ڪلاس ۾ گهٽ ۾ گهٽ هن سال داخلا وري کولڻي پوندي“. پر، پاڻ ٺيٺ سنڌي چڱو مڙس هو ۽ سنڌ جي تهذيبي روايتن جو ڪيس پورو پورو احترام هو. چنانچ، بابا سائينءَ جي فرسٽ ڪلا ۾ ٽريننگ لاءِ خاص انهيءَ سال، اڳين پاليسي بدلائڻ جو فيصلو ڪري، پنهنجي غريب مائٽن جو منهن به مٿي ڪيائين ۽ اسان جو به پلو ڪيائين *
سو، مون عرض ٿي ڪيو ته ان ريت سنه 1945ع ۾ پهريون پيرو ڊاڪٽر دائود پوٽي جو نالو منهنجي ڪن تي پيو. ٻن سالن ڪانپوءِ سندس زيارت نصيب ٿي، تيسين

ڪتابن ۾ سندس تصويرون ڏنيون هئم. سچيءَ سنڌ ۾ سندس نالي جي ڌاڪ هئي.

1947ع ۾ انگريزيدان هندن جي لڏي وڃڻ ڪري، محبت ديري جتوئيءَ جهڙا پئنچائتي انگريزي اسڪول ته چا پر ساهتيه ۾، ڪنڊياري، هالاڻيءَ ۽ پرين جهڙا تاريخي هاءِ اسڪول به بند ٿي ويا. بابا سائينءَ اسان کي انگريزي تعليم جاري رکڻ لاءِ نوشهري فيروز جي مدرسي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو. نوشهري فيروز ۽ ٺٽي باگي جا مدرسه هاءِ اسڪول هندن جي مقابلي ۾، مسلمان مخير خاندانن قائم ڪيا هئا. نوشهري جي درسگاهه مرحوم الهه آندي شاهه قائم ڪئي. ٺٽي باگي وارو اسڪول مير صاحب جي مهربانيءَ سان قائم ٿيو. سنڌ ۾ ٻيا به مسلمانن جا جيڪي برک اسڪول قائم ٿيا، سي هئا، حيدرآباد وارو نور محمد هاءِ اسڪول، جنهن جو بنياد مرحوم نور محمد وڌو، ۽ ڪراچيءَ وارو سنڌ مدرسو جنهن جو بنياد خانبهادر حسن علي افنديءَ وڌو.*

نوشهري فيروز جي هاءِ اسڪول ۾ اسان جو هڪ پرنسيپال سخت مذهبي ماڻهو مقرر ٿي آيو، تنهن شاگردن کي قرآن ڪريم جي قرئت سکڻ لاءِ همٿايو ۽ بورڊنگ هائوس جي مسجد جو پيش امام به هڪ سند يافته قاري مقرر ڪرايو. مون قرئت ۾ دلچسپي ورتي ۽ چوند طالب

العلمن ۾ شمار ٿيڻ لڳس. ٽيون درجو يا چوٿون درجو پڙهندو هوس، جو اسڪول ۾ هل ٿي ويو ته ڊاڪٽر دائود پوٽو اسڪول جي معائني تي اچي رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب کي عربيءَ سان محبت هوندي هئي. ان جو هڪ پس منظر هو.

انگريزن جي پوئين دور ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ رڳو هندستان ۾ نه، پر خود سنڌ جهڙي صوفيانه پرڳڻي ۾ به اٽڪل هئي. خاص ڪري ملازم پيشي ماڻهن ۾ زور تي هئي. تعليم ۽ ادب جي ميدان ۾ مسلمان عالم سنڌي زبان کي عربيءَ ڏي ڇڪڻ لڳا ۽ هندو وري هنديءَ ڏانهن. ڊاڪٽر دائود پوٽو جڏهن ڊي . پي . آءِ جهڙي عهدي تي آيو ته سندس عربيءَ سان دلچسپيءَ ڪري، اسڪولن ۾ به عربيءَ زبان کي هٿي ملي. چنانچ، اسڪول ۾ ته هن ڪجھ ڪونه ڏٺو، پر چيائين ته ”شام جو مسجد ۾ شاگردن جي قرئت ٻڌڻ ايندس“

قاري صاحب ست شاگرد چونديا. مان به انهن ۾ شامل هئس.

شام جو ٽيپهريءَ جي نماز بعد مسجد ۾ آيو. اتي مون پهريون دفعو سندس ديدار ڪيو. گلاب جي گل وانگر سهڻو هو. عمر پنجاھ کان مٿي هئس. مون کان الحمد شريف پڙهايائين.

ڏهه سال پوءِ جڏهن مان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ويس ته ان ڪان اڳ نئين زندگي رسالي ۾ مولانا عبدالواحد سنڌيءَ سان گڏ ڪم ڪندو هئس. ڊاڪٽر صاحب جي آتم ڪهاڻيءَ جون قسطون نئين زندگيءَ ۾ ڇپيون هيون. مون جهڙن الهڙ جوانن تي ترقي پسند اديبن جو پاڇو پيو هو، جن جي نظر ۾ ڊاڪٽر صاحب جهڙا اديب به رجعت پسند هئا! اسان کي جهرڪيءَ جيترو دماغ هو، پر به افسانا لکي، پاڻ کي ”وڏو اديب“ ٿي سمجهيو سون. سو، ڊاڪٽر صاحب جي تحريرن ۾ مان ڪابه دلچسپي ڪانه وٺندو هوس. مولانا (عبدالواحد، اصل ذات جو انيڙ) سنڌيءَ کي سنڌي زبان پوري ساري ايندي هئي، جو عمر دهليءَ ۾ گذاري هئائين.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو



انهن سببن ڪري، ڊاڪٽر صاحب جي آتم ڪهاڻيءَ جي قسطن ۾ ڇپائيءَ جون ڪي غلطيون رهنديون هيون. جڏهن مرحوم مولانا صاحب ڊاڪٽر صاحب سان وچي ملندو هو، ته پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ غلطين لاءِ مون تي الزام مڙهي ايندو هو، ته اهي ڇڪون فلاڻي جي ڪري آهن. مون کي

ڪل ئي ڪانه ڏيندو هو. سو، سرائڪي چوڻيءَ موجب، ”ميڏي دل وچ ڪلمان“.
هڪ ڏينهن، مان، تنوير عباسي ۽ رشيد آخوند سان گڏجي، رڳو رونشي خاطر ويس ڊاڪٽر صاحب سان ملڻ. غالباً لئبرريءَ ۾ ويٺي لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪيائين. اسان کي وڏي قرب سان مليو. شايد شربت وغيره به پياريائين. ايتري ۾ مولوي عبدالواحد سنڌي به اچي نڪتو ۽ پنهنجي عادت موجب رسالي جو نئون پرچو ٿيلهي مان ڪڍي، ڊاڪٽر صاحب کي پيش ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب رسالي جي منڍ ۾ هڪ ڪلام ڏٺو ته باهه ٿي ويو. خبر ناهي ته چو اهل تشيعت وارن سان سندس ڪانه پوندي هئي. ان ڳالهه جي اسان کي ته ڪا خبر ئي ڪانه هئي. مولوي صاحب کي چڱي چنڊ ڪڍيائين ته هي ڪلام چو ڇاپيو اٿيئي! ان ڪانپوءِ پنا ورايائين ته پنهنجي آتم ڪهاڻي نظر آيس. پهرئين ئي صفحي تي ڪي به ٽي چڪون نظر آيس. مولوي صاحب ڏي نهاري چيائين ته، ”اڙي مولوي انهي درانيءَ کي دٻ نٿو ڪڍين.“
اسان ته اهو ٻڌي وائڙا ٿي وياسين!
ڊاڪٽر صاحب وٽ رونشي لاءِ ويا هئاسين پر پاڻ ئي رونشو بنجي وياسين. هوڏانهن مولوي صاحب ويچارڙو اهڙو ته ششدر ٿيو، جو ذرتي جاءِ ڏئيس ته گهڙي وڃي.

چهن ٻارهن مهينن اندر  مان بورڊ ۾ اسسٽنٽ سيڪريٽري ٿي آيس ته ڊاڪٽر صاحب سان ٿورو گهڻو سڌو  واسطو پيو. ان زماني ۾ پبلڪ سروس ڪميشن تان رٽاير ڪري آيو هو ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو هڪ هزار رپيا ماهوار اجرت تي ”اسڪالر“ مقرر ٿيو هو. بورڊ طرفان بنيادي طرح ڪيس اهو ڪم سونپيل هو ته شاهه جي رسالي جو مستند متن تيار ڪري ڏئي. ان ڪم لاءِ وڏي لکپڙهه هلي. ڪڇ پيچ جي پاسي ڪي قلمي نسخا  سجهيا ٿي، انهن جي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ڊاڪٽر صاحب پاڻ به وڏي همٿ ڪئي. غالباً ٻٽيهه چٽيهه قلمي رسالا گڏ ڪيائين ۽ صحيح  متن(بيت جي صحيح صورت) قائم ڪرڻ لاءِ وڏي محنت ڪيائين. ڪيس سنڌي زبان تي وڏو درڪ هو. سندس ڪتاب ”سرها گل“ ان ڳالهه جو چٽو ثبوت آهي. ازانسواءِ، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جهڙي هاڪاري عالم ڪي شاهه جو رسالو جوڙڻ ۾ قابل قدر مدد ڏني. هئائين. وڏي اميد هئي ته سندس مبارڪ هٿن مان شاهه جو رسالو ٺهي، اهل سنڌ جي هٿن ۾ پهچندو. پر پاڻ ڪم کي پايه تڪميل تي پهچائي، ان کان اڳ ئي رب سائينءَ ڪيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو. *

ان زماني ۾ بورڊ ڊاڪٽر صاحب کي بيو اهو ڪم به سونپيو هو ته پاڻ سنڌي لغات تي نظرثاني ڪري. ان پراجيڪٽ

جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر بلوچ صاحب هو، ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ٺاهيل لغت مان ڪي چڪون ڪڍيون، جيڪي ڊاڪٽر بلوچ صاحب قبول ڪونه ڪيون. غالباً ان قسم جو ڪو اختلاف ٻنهي عالمن ۾ هو. مون کي صحيح خبر ڪانهي چو ته ان ڪم ۾ بورڊ جو سيڪريٽري جويو صاحب ٻنهي عالمن سان سڌو تعلق رکندو هو. بهرحال ان اختلاف جو نتيجو اهو نڪتو ته لغات جي پهرئين جلد جي ڇپائيءَ ۾ ئي دير پئجي ويئي. پر، وري به جويي صاحب کي شابس هجي. ڏاهو ماڻهو هو. ٻنهي قابل احترام بزرگن جي نازڪ مزاج کي خيال ۾ رکي، نهايت خوش اسلوبيءَ سان، ڳالھ کي ٺاهي ورتائين ۽ لغات جي پهرئين جلد جي ڇپائيءَ جو ڪم خير خوبيءَ سان ختم ٿيو. سنڌ جي ٻنهي وڏن عالمن کي به وڏي شابس هجي جو افهام تفهيم جو رستو ورتي، ڳالھ جي ٺهڻ جي صورت پيدا ڪيائون، ۽ علمي اختلاف کي پنهنجيءَ ”انا“ جو مسئلو نه بنايائون.

عالمن جا پاڻ ۾ اختلاف ڪابه نئين ڳالھ ناهن. مولانا قاسمي صاحب ڳالھ ڪندو آهي ته مديني منور ۾ سنڌ جا ٻه برک مذهبي عالم رهند هئا، جي پاڻ ۾ ڪڏهن ڪونه ٺهندا هئا. هڪ دفعي حاڪم کي ڇئي هڪڙي ٻئي کي تڪليف ۾ وجهايو.

ٺٽي ۾ مخدوم معين ٺٽويءَ ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جهڙن جليل القدر عالمن جا اختلاف ته تاريخ جي صفحن تي نقش ٿيا پيا آهن. ڇا ڇئجي سندن شخصي عظمت ۽ ڇا ڇئجي سندن علمي عظمت!

چون ٿا ته جڏهن مخدوم معين دهليءَ مان تحصيل ڪري نڪتو ته شاهه ولي الله محدث دهلويءَ چيو ته ”علم اڄ دهليءَ مان موڪلايون ٿو وڃي“. اها ڳالهه مون گرامي صاحب کان ٻڌي. قاسمي صاحب وري اها ڳالهه ڪئي ته ، ”مخدوم معين هڪ خط شاهه ولي الله ڏانهن لکي ڪانئس ڪا ڳالهه پڇي“.

شاهه ولي الله جواب ۾ لکيس ته ”تون شينهن (علم) تي سوار آهين، توکي مون کان پڇڻ جي ڪهڙي ضرورت“.

سچي ڳالهه اها آهي ته مان ته عربيءَ جي اکر کان به واقف ڪونه آهيان، انڪري شاهه ولي الله ۽ مخدوم معين جي معاملي ۾ اڻ پڙهيل آهيان. سو، مون تي ان ڳالهه جو ڪو به رعب ڪونهي ته مخدوم معين شاهه ولي الله کان ڪي علمي ڳالهيون سکيو هو. مان ته مخدوم جي غلامن جي غلامن جي غلامن جون جتيون مٿي تي رکي، انهن کي رڳو انڪري چميون ڏيان ۽ اکين تي رکان، جو مخدوم معين ٿٽائيءَ جو يار هو. جنهن شخص کي ڀٽائي پنهنجو يار بنائي،

ان کي ڪنهن ٻيءَ سَنَدَ جي ڪا ضرورت آهي؟ اهو شخص ته جيئري جنتي آهي!

هوڏانهن، مخدوم محمد هاشم جو مان ۾ مرتبو، بيان ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي! اهو ته سج کي ڏيئو ڏيکارڻو آهي*

مون ملاڪاتيار جي هاڪاري بزرگ ميين اسحاق کان هڪ ڳالهه ٻُڌي ته ”هيڪر ڪنهن علمي اختلاف سببان، مخدوم محمد هاشم، مخدوم ثاري کي چوائي موڪليو ته مان انهيءَ اختلافي مسئلي کي طئي ڪرڻ لاءِ روبرو گفتگوءَ واسطي خود اوهان وٽ حاضر ٿي رهيو آهيان، جو اوهان منهنجا استاد آهيو“.

بزرگ ميين اسحاق فرمايو ته، ”مخدوم معين کي مخدوم ثارو به ڪوٺيندا هئا.

جنهن مهل مخدوم محمد هاشم سندس گهر پهتو ته شاهه پٺائي اڳيئي وٽس ويٺو هو. جيئن ئي مخدوم محمد هاشم دروازي مان اندر ڪمري ۾ پير پاتو ته پٺائي صاحب مخدوم ثاري جي ڪن ۾ ڪو پٽڪو ڪيو. اهو ٻڌي، مخدوم ثارو هڪدم اٿي بيٺو ۽ مخدوم محمد هاشم کي ٻانهون ٻڌي چيائين ته سائين، مونکي اوهان سان ڪوبه بحث ڪرڻو نه آهي“.

مون اها ڳالھ ٻڌي، بزرگ ميين اسحاق کي عرض ڪيو ته
”سائين، پٽائي صاحب مخدوم ثاري کي ڇا چيو، جو هن
مخدوم محمد هاشم کي پانهون ٻڌي معافي ورتي؟“
بزرگ ميين اسحاق چيو ته ، ”ابا، شاھ پٽائيءَ مخدوم ثاري
کي چيو ته خبردار جو هن شخص سان ڪو بحث ڪيو
اٿيئي. مان سندس چهري تي رسول الله صلي الله عليه وسلم
جي رحمت جو سايو ڏسي رهيو آهيان.“
شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽي جا رڳو ڊاڪٽر نبي بخش
خان بلوچ سان اختلاف ڪونه هئا، پر مرحوم عثمان علي
انصاريءَ سان به اصل ڪونه ٺهندو هو.
شاھ صاحب جي . ايم. سيد ڳالھ ڪئي ته هڪ دفعي سنڌي
ادبي بورڊ جي ميٽنگ هلي رهي هئي. مان صدارت ڪري
رهيو هوس. عثمان عليءَ انصاريءَ ڪنهن ڳالھ تي علمي
راءِ ڏني ۽ ڪا تجويز ڏني. اها ڳالھ هن بس ڪئي ته ڊاڪٽر
دائود پوٽو پنهنجيءَ ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ اچي ڪن ۾ چيائين
ته ”شاھ صاحب، متان هن... جي ڪا ڳالھ مڃي اٿيئي!“
شاھ صاحب چيو ته ”مان حالي ته منجهي پيس. پر سنڌ جي
هيڏن وڏن عالمن جون اهي ڳالهيون ٻڌي، ڪل نڪري ويم.“
هڪ دفعي مان بورڊ مان ڪنهن ڪم سان ڊاڪٽر صاحب
سان ملڻ ويس. علمي ڳالهين ڪندي، راشدي برادران جو
تذڪرو ڪيائين. وڏي راشدي صاحب لاءِ تمام ڏکيا لفظ

ڪم آندائين پر حسام الدين راشديءَ جي ڏاڍي تعريف ڪيائين. ڪيس ”رڄ سنڌي چڱو مڙس“ ڪوٺيائين.
ڊاڪٽر صاحب ڪم ڪار سان مون کي بورڊ ۾ ڪڏهن ڪڏهن نياپو ڪندو هو. سو، ادبي بورڊ جي ملازمت دوران مان ٻه ٽي دفعا، سندس رهائشگاهه تي ساڻس ملڻ ويس. سندس اعليٰ اخلاق جي ڪهڙي نيڪي ڪريان. معصوم ٻارَ وانگر پاڻ معصوم هو. مون ته ائين ڀانيو ته گناهه ڪڏهن سندس پاسي مان به ڪونه لنگهيو آهي. مون خالص سنڌي ڪلچر جا سڄيءَ عمر ۾ ٻه مثال ڏٺا:

- هڪ ڊاڪٽر دائود پوٽو
- ٻيو مخدوم محمد زمان طالب المولي.

سنڌيت، اشرافت، فضيلت، مروت، اخلاق، رواداري، منهن ۾ نيمڪ، مزاج ۾ نرمي ۽ گفتگوءَ ۾ شائستگي مٿن ختم ٿي. هڪ هي جهان ڇڏي ويو، ٻيو حال حيات آهي. الله پاڪ سندس عمر دراز ڪري ۽ سندس صحت کي قائم رکي. سنڌ جي سونهن آهي.
ڊاڪٽر صاحب جي اعليٰ اخلاق جا ڪيئي مثال ٻڌا اٿم. ڪي مولانا عبدالواحد سنڌيءَ ٻڌايا، ڪي پير حسام الدين راشديءَ ٻڌايا، ڪي مرحوم ميران محمد شاهه کان ٻڌم، پر گهڻا تڻا شاهه صاحب جي. ايم . سيد کان ٻڌم. انهن مان ڪي ٻڌائڻ جهڙا آهن ڪي ٻڌائڻ جهڙا ڪونهن، پر اهي سڀ

سندس سچائيءَ ۽ سادگيءَ جا ثبوت آهن. ۽ ڏيکارين ٿا ته هو ڪيڏو نه نيڪ ماڻهو هو. هت فقط پنهنجي ذاتي تجربي مان هڪ مثال بيان ڪريان ٿو.

جن ڏينهن ۾ پاڻ بورڊ جو هڪ هزار رپيا ماهوار اجرت تي ”اسڪالر“ هو، تن ڏينهن ۾ اسان حسب دستور مهيني جي پهرينءَ تاريخ کيس نقد هزار رپيا موڪليا. انهن مان پاڻ فقط پنج سو کنيائين ۽ پنج سو موٽائي موڪليائين. بل تي نوٽ هنيائين ته ”هن مهيني ۾ مون فقط پندرهن ڏينهن ڪم ڪيو آهي. پندرهن ڏينهن پنهنجيءَ نياڻيءَ جي شاديءَ جي ڪم ۾ مصروف هوس.“

اسان کي ڪا خبر ڪانه هئي، ڇو ته پاڻ گهر تي پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ڪم ڪندو رهندو هو. ڪانئس ڪوبه پڇڻ وارو ڪونه هو. پر سندس اندر ۾ ويٺل سجاڳ هو.

انگريزن کيس شمس العلماءُ جو خطاب سوچي سمجهي ڏنو هو. هو سڀ کان اول ماڻهوءَ جو اخلاق ۽ ڪردار ڏسندا هئا.

هڪ ڏينهن مون کي گهر سڏيائين. چاليهه قيمتي قلمي ڪتاب ڏنائين. پيو ڪو هجي ها ته ان زماني ۾ به گهٽ ۾ گهٽ چاليهه هزار رپيا وٺي ها، پر ڪتابن جي هَڙَ منهنجي حوالي ڪري چيائين ته،”ابا، هي سنڌي ادبي بورڊ لاءِ منهنجو تحفو آهي.“

# سنڌ وري اهڙا اعليٰ انسان ڏسي سگهندي؟

---

* سيٺ يعقوب جو پٽ شمس الدين ٿيو. مشهور سنڌي اديب ميمڻ حميد سنڌيءَ انهيءَ ئي خاندان مان شادي ڪئي. سندس بيگم شمس الدين جي قريبي رشتيدار آهي. اڳتي هلي، سيٺ شمس الدين مرحوم جي خود مون سان دعا سلام ٿي. پاڻ هالاٽيءَ واري بزرگ مرحوم مخدوم محمد دائود آگري جو معتقد هو. ان سلسلي ۾ اسلام آباد ۾ مون سان خط و ڪتابت ڪيائين ۽ ڏاڍا محبت وار ا خط لکيائين. مون کي پنهنجي بزرگ مخدوم محمد دائود آگري جي سوانح حيات ڇپائڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين.

* انگريزن جي ملڪ ڇڏڻ کانپوءِ، جڏهن 1947ع ۾ ورهاڱو ٿيو ۽ تعليم کاتي جا انگريزيدان هندو عملدار هندستان هليا ويا ته سرڪار، فرسٽ ڪلاس ٽريننگ وارن استادن کي ترقي ڏيئي، اسڪولن جا ”تعلقي انسپيڪٽر“ مقرر ڪيا. بابا سائينءَ جي ڪنڊياري تعلقي ۾ مقرري ٿي. اهڙيءَ ريت، فرسٽ ڪلاس جي ٽريننگ کيس آخرڪار ڪم آئي.

* حسن علي افنديءَ وارا سيوهڻ جا ويٺل هئا. غالباً اصل ۾ ميمڻ هئا. پوءِ جڏهن کين افندي جو خطاب مليو ته افندي سڏجڻ ۾ آيا. يا ٿي سگهي ٿو ته سندن ٻي ڪا ذات هجي، ڇو ته افندي ته سنڌي ذات ڪانهي. خانبهادر حسن علي اسان سنڌ وارن جو صحيح معنيٰ ۾ هيرو هو. سندس ننڍي پاءُ جو نالو غالباً محمد علي هو. جنهن زماني ۾ مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پرووائس چانسيلر هئس، ته لئبريري سائنس شعبي جي سربراهه، پروفيسر رفعه ٻڌايو هو ته پاڻ مرحوم محمد عليءَ جي خاندان مان

آهي. هالن جي مخدوم صاحب مون کي اهو ٻڌايو هو ته اهو خاندان سندن مريد هوندو هو. غالباً اهو به مخدوم صاحب ئي ٻڌايو هو ته اصل ۾ ميمڻ ذات جا هئا.

* ڊاڪٽر صاحب جي ڇڏيل مسودي کي صاف ڪري ۽ اڻ پوري ڪم کي مڪمل ڪرڻ لاءِ بورڊ بعد ۾ مولانا قاسمي صاحب کي اپڳتي ڪيو. مولوي صاحب وڏي محنت به ڪئي. پر ڪم مڪمل ٿي نه سگهيو ۽ ڊاڪٽر صاحب جو ڇڏيل مسودو ٿيهن ورهين گذرڻ کانپوءِ اڄ به شايد ان ئي حالت ۾ موجود آهي.

* مخدوم صاحب جي زندگيءَ تي تازو سنڌي ادبي بورڊ هڪ شاندار ڪتاب شايع ڪيو آهي. مصنف آهي عبدالرسول قادري بلوچ.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book24_page8.html#ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو

# عثمان علي انصاري

سنڌ هاڻي کيس وساري چڪي آهي. ڪنهن زماني ۾ وڏو اديب ليکبو هو. هڪ دفعي مون کي ذڪ ڪري چيائين ته ”ابا، جي. ايم. سيد چوي ٿو ته انصاريءَ جا ابا ڏاڏا ٻاهران آيا هئا. گويا هو مون کي سنڌي مڃڻ لاءِ ئي تيار نه آهي“.

سيد صاحب واقعي ائين چيو به هو يا نه، ۽ جي چيو هو ته ڪهڙي پس منظر ۾، سا ته خدا کي خبر. اهو به ممڪن آهي ته انصاري صاحب جا ابا ڏاڏا، جيئن پير علي محمد راشديءَ جي ڪتاب ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ منجهان ۽ خود سيد صاحب جي ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ مان اشارا ملن ٿا، ته واقعي ٻاهران آيا هجن پر ان لحاظ کان ته سنڌ ۾ گهڻا اهڙا خاندان بچندا، جن جا ابا ڏاڏا ٻاهران پلي چو نه آيا آهن، پر هن شخص کي سنڌي ٻوليءَ تي ڪو ڪمال هو. ڇا لکڻ ۾، ڇا ڳالهائڻ ۾!

مون کان جيڪڏهن سنڌي نثر جا سڀ کان سٺا ست ڪتاب پڇيا وڃن ته انهن ستن ۾ ”بدنصيب ٿري“ ناٽڪ پهرين ٻن چئن ۾ ايندو. (بنيادي طرح اسلوب بيان ۽ ٻوليءَ جي حسن جي لحاظ کان. بظاهر ته اهو ڪتاب مرحوم محمد اسماعيل عرساڻي صاحب لکيو آهي، ۽ حقيقت به اها آهي. پر، عرساڻي صاحب جي ٻين ڪتابن مان اوهان کي اها خوشبوءِ ڪانه ايندي. اهو به صحيح آهي ته ضروري ڪونهي ته ساڳئي ئي اديب جا سڀ ڪتاب هڪجهڙا سٺا بيهن. مثلاً اردوءَ ۾ ڪرنل محمد خان جو ڪتاب ”بجنگ آمد“ پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ غير معمولي ڪتاب آهي پر ان ڪتاب کانپوءِ ٻيا جيڪي به ڪتاب لکيائين، تن ۾ اها ڳالهه ڪانهي. سو ائين چوڻ بجا طور صحيح ٿيندو، ته

جيڪڏهن عرساڻي صاحب جي ٻين ڪتابن ۾ ”بدنصيب ٿري“ واري رنگيني ڪانهي، ته ان جو مطلب اهو ڪونهي ته اهو ڪتاب سندس ئي زور قلم جو نتيجو ڪونهي. منهنجي عرساڻي صاحب سان وڏي محبت هئي. نهايت نيڪ انسان ۽ اعليٰ پايي جو اديب هو. سندس نائي شمس الدين عرساڻي به نهايت لائق انسان ۽ وڏو اديب آهي. پر، مون ڪن ماڻهن کان ٻڌو هو ته عرساڻي صاحب جي انهيءَ سون کي چمڪائڻ وارو ماڻهو انصاري صاحب هو.

انصاري صاحب پاڻ به ڪتاب لکيا: ڪي ترجمو ڪيائين ۽ ڪي اصلوڪا به لکيائين. انهن ۾ هڪ ڪتاب شيڪسپيئر جي ناٽڪ جو ترجمو هو، جيڪو ”گمراهه دوست“ جي نالي سان ڇپيو هو، ان ۾ به سندس قلم جي عظمت جون جهلڪيون ڏسي سگهجن ٿيون. جيتوڻيڪ اهو ڪتاب ”بدنصيب ٿريءَ“ جي مقابلي ۾ ڪابه شيءِ ڪانهي. ”بدنصيب ٿري“ سنڌي ادب جو هڪ شاهڪار آهي. انصاري صاحب، زندگيءَ جو پوين حصو شاهه جي رسالي جي ترتيب ۾ صرف ڪيو. سڄي جو سڄو تيار به ڪري ڇڏيو هئائين. پر، قسمت ان کي ڇنبو آهي. ڪتاب به سڄي جو سڄو تيار ۽ پاڻ به سنڌي ادبي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري، پوءِ به رسالو اڻ ڇپيل ڇڏي ويو، اڄ ڏينهن تائين ڇپجي نه سگهيو. سالن جا سال رڳو ڳالهيون

ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيائين. ڪڏهن به ڇپائيءَ ڏانهن توجهه نه ڏنائين.

شاهه تي مون سندس پهرين پهرين تقرير سنه 1953ع – 1954ع“ ڌاران ٻڌي. حيدرآباد واري ڦليلي ڪاليج ۾، ڪاليج جو پهريون سال پڙهندو هوس. پاڻ غالباً سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر يا ڊپٽي ڊائريڪٽر هوندو هو، جيڪو ان زماني ۾ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشنس سنڌ(ڊي. پي. آءِ) سڏبو هو.

”مارئيءَ جي لوئي“ عنوان تي تقرير ڪيائين، پرواهه جو ڳالهائيان. لوئيءَ کي سنڌ جي عزت ۽ غيرت جي نشاني ڪري پيش ڪيائين. انصاري صاحب کي ڳالهائڻ تي وڏو ملڪو هو.

1961ع ۾ جويو صاحب سنڌي ادبي بورڊ ڇڏي ويو ته في الحال انصاري صاحب، بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ ڪانئس اعزازي سيڪريٽريءَ طور چارج ورتي. پاڻ غالباً سال کن انهيءَ عهدي تي هو. مان نائب سيڪريٽري هوس.

جويو صاحب سڄو ڪم ۽ سڄو اختيار پاڻ وٽ رکندو هو. انصاري صاحب سڄو ڪم ۽ سڄو اختيار منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو. پاڻ رڳو پگهارن ۽ خرچ جي چيڪن تي صحيح وجهڻ جي ذميواري قبول ڪيائين، جنهن ۾ به خانبهادر کهڙو، بورڊ جي صدر جي حيثيت ۾، ساڻس

شريڪ هو. ٻئي ڄڻا گڏجي چيڪن تي صحيحون وجهندا هئا.

انصاري صاحب جي توجہ جو سچو مرڪز سندس زرعي فارم هو، جو ڪراچيءَ کان چند ميل ٻاهر هو. پر بورڊ جي آفيس ۾ روز ايندو هو. ٻه ٽي ڪلاڪ ويهي، اخبارون پڙهي، ضروري لکپڙھ نظر مان ڪڍي هليو ويندو هو. ان زماني ۾، بورڊ وٽ جيپ هوندي هئي. ان کي سو پاڻ خانگي ڪم لاءِ به استعمال ڪندو رهندو هو، پر، ان کان علاوه بورڊ کان پيو ڪوبه فائدو ڪونه ورتائين. جيپ جو ڊرائيور ذات جو جوکيو هوندو هو. تنهن هڪ دفعي مون سان اچي ڳالھ ڪيئ ته، ”سائينءَ جي زرعي فارم تي ٽريڪٽر جي انجڻ خراب ٿي پئي. چيائين ته جيپ ڏي هلائي ڏس، ته ٽريڪٽر هلي ٿو.“

انصاري صاحب سنڌي محاوري موجب، رپئي جا سورهن آنا مولائي ماڻهوهو. مون کي سندس لاءِ تمام وڏي عزت آهي. مون کي پاڻ به وڏي عزت ڏيندو هو. ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هوندو هو. ڳالهين ۾ بعضي وڏاءُ به ڪري ويندو هو. وڏاءُ به اهڙو جو ماڻهو کل کي روڪي ئي نه سگهي. سندس هڪ دوست هوندو هو. هاڻي گذاري ويو آهي، انڪري سندس نالو ڪونه ٿو کڻان. ان سان ڏاڍي سنگت هوندي هئس. چوندو هو ته ايوب خان کي، ان شخص کي

۽ هندستان جي جنرل ٿميا کي مليٽريءَ ۾ ڪميشن ڳڌ ملي هئي، پر اهو شخص اڳتي هلي مليٽريءَ ڇڏي آيو. (اسان کي ته اهڙو سنڌي شخص ڪوبه ڪونه سجهي). انصاري صاحب پاڻ به شڪار جو شوقين هو، ۽ سندس چوڻ موجب، سندس اهو دوست به شڪار جو شوقين هو. مون سان ڳالهه ڪيائين ته ”ڪيئي هرڻ ڦاڙها، بارهن سڱا، بگهڙ، شينهن، گينڊا ۽ واڳون ماريا هئائين“. هڪ دفعي مون چيس ته ”سائين، پوءِ اهي ڪاڏي ڪيائين؟“ چيائين ته ”اجا گهر ۾ اٿس. انهن جو ماس ڪيرائي، علاج وسيلي، انهن جي کل کي سڪارائي، اندران ئي اندران بھ پرائي، پاڻ وٽ انهن کي بيهاري ڇڏيو اٿس. ائين لڳندو، ته سڀ جانور جيئرا بيٺا آهن! سنس گهر اصل عجائب گهر آهي“. بہ ٽي دفعا جڏهن اها ڳالهه مون سان ڪيائين، ته هڪ ڏينهن مون کيس چيو ته ”سائين، مان شام جو اوهان جي گهر ايندس.پوءِ سندس گهر هلي اهي جانور ڏسنداسون“.

اهو ٻڌي ٿڌو ساهه ڀري چيائين ته”افسوس آهي جو ڪالهه رات سندس گهر ۾ چور آيا، سو بھ ڪيڏي، پريون ٻڌي، سڀ جانور ڪڍي ويا“. مان چپ ٿي ويس. ٻئي ڏينهن سندس فارم تي پگهارن جا چيڪ ڪڍي ويس. چيڪ صحيح ڪري ڏنائين. مون چيس ته، ”سائين هت اڪيلا ويهي ويهي ڪڪ ڪونه ٿا ٿيو؟“

چيائين ته، ”صبح جو ڪريان شڪار. موٽي اچي عبداللطيف جي رسالي تي ڪم ڪريان. ڪڪ ٿيان ئي ڪونه“.

سوچيم ته ڪراچيءَ کان ڏهه ويهه ميل پري آخر کهڙو شڪار هوندو. روڊ سان گاڏين جو گوڙ لڳو پيو آهي. سو، چيومانس، ته ”سائين، هت شڪار آهي؟“

چيائين ته، ”بلي! تتر، هرڻ، ڦاڙها، پيو ته نهيو خود چيتا!“ مان وائڙو ٿي ويس.

هڪ دفعي پينشن جي ڪنهن ڪم سان ڊاڪٽرن سان ملڻ لاءِ حيدرآباد ويو. موٽي آيو ته احوال ورتومانس. چيائين ته ”ابا ڊاڪٽرن کي منهنجي ٽِري هٿ اچي ئي ڪونه. ڳولي ڳولي ٿڪجي پيا، پي ٽِري ڳولي نه سگهيا. سڄو ڏينهن ائين گذري ويو“.

مون چيو ته ”سائين، اهو وري ڪيئن؟“ چيائين ته، ”اهو انڪري جو ٽِري وڌندي آهي مليريا جي ڪري، پر مون کي ته سڄيءَ عمر ۾ مليريا جو بخار ٿيو ئي ڪونهي“. اهو ٻڌي مون کان کل نڪري ويئي. پاڻ به کلي ڏنائين.

انصاري صاحب اهي معصومانه ڳالهيون سو عام جام ڪندو هو. سندس وفات تي، اهڙا ڪي قصا، گرامي صاحب گڏ ڪري، مهراڻ رسالي ۾ وڌا. پر انصاري صاحب ڏولڻ مڙس هو. مون ڪڏهن به کيس ڪنهن لاءِ

حسد ۽ ساڙ ڪونه ڏٺو. مون سندس سيني ۾ ڪنهن به شخص لاءِ بغض ڪونه ڏٺو. ڪڏهن ڪنهن سان، سبب سان يا سبب کان سواءِ، ڪابه دشمني ڪانه ڪيائين. هر ڪنهن جو خير گهريائين. انصاري صاحب باغ بهشت جو ميوو هو. سندس اخلاق ڇا چئجي! جهڙو ٻاهر جو اڇو، اهڙوئي دل جو اڇو، قربدار ماڻهو، سخي ماڻهو، سٺن ماڻهن جو سنگتي. سندس خاص سنگتين ۾ سرفهرست هوندو هو، ڏيري وارو مرحوم محمد علي شاهه، جو خود وڏيءَ ڏيا وارو مڙس هو. ۽ ڇا چئجي سندس تَرَ ۾ هلندي پڇندي! سنڌ محمد علي شاهه جهڙا مڙس ٿورا پئدا ڪيا. سندس والد مرحوم الهه آندو شاهه سنڌ جي مجيل متبرڪ شخصيت هو. جيڪڏهن مان ڀلجان نٿو ته پاڻ وائسراءِ جي ڪائونسل جو ميمبر به هو. نوشهري فيروز وارو تاريخي مدرسه هاءِ اسڪول سندس قائم ڪيل آهي.

بورڊ جو هڪ ملازم هو. ملازم ته ڪونه هو، پر جويي صاحب جي بورڊ مان وڃڻ کان پوءِ، موقعي جو ناجائز فائدو وٺي، ميمبرن کي ڇئه ڇئاءُ ڪرائي، پاڻ کي ٽي سو رپيا ماهوار پگهار تي ملازم مقرر ڪرايائين. ان زماني ۾ ٽي سو وڏي ڳالهه هئا. پر اصل مسئلو اهو هئو ته ڪم ڪري ئي ڪونه. گهر ويٺي، پينشن پيو کائي. (هاڻي گذاري ويو آهي. رب سائين کيس بخشيندو). مون کان آخر رهيو نه ٿيو.

انصاري صاحب کي وجي دانهن ڏنم. ڳالھ ٻڌي، مون کي هڪ نصيحت ڪيائين، پوءِ چيائين ته” اهو فائيل خانبهادر کهڙي وٽ ڪٽي وڃ.“ منهنجو کهڙي صاحب کي فائيل پيش ڪرڻ ۽ کهڙي صاحب جو هڪ منٽ ۾ آرڊر ڪرڻ”ڪيس هڪدم ڊسمس ڪيو وڃي“. اهو همراھ ته وڃي گهر ويٺو.



عثمان علي انصاري

مون ڳالھ ٿي ڪئي انصاري صاحب جي بلند اخلاق جي. نصيحت هيءَ ڪيائين ته، ”بابا، مون سڄي ءَ عمر ۾ پيا کهڙا به گناھ ڪيا هجن، پر هڪ گناھ کان پاڻ بچايو اٿم. بيشڪ، رزق رب جي طرفان آهي. پر مون ڪنهن به شخص کان اڄ ڏينهن تائين روزگار نه کسيو آهي.“

انصاري صاحب جا اهي اکر منهنجيءَ دل تي نقش ٿي ويا. انسان غلطين جو گهر آهي. هڪ دفعي، هڪ غريب ماڻهوءَ کي بي روزگار ڪري ويٺس. پر ان ۾ سندس ڏنو وائنو ڏوھ هو، ۽ ڏوھ به ڏوهن جهڙو. ليڪن ان ڪانپوءِ توبهه ڪري ڇڏيم. زندگيءَ ۾ ڪيئي موقعا آيا. پر، مون هر پيري، انصاري صاحب جي نصيحت کي ياد ڪري، ڪنهن کي به بي روزگار ڪرڻ کان پنهنجو پلئه بچائي ورتو.

انصاري صاحب کي الله سائينءَ اولاد ڏنو: هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي – فريد ۽ زهره بيبي. اولاد سان سندس ڏاڍي دل هوندي هئي. سندس وفات ڪانپوءِ هڪ اڌ دفعو ساڻن ملاقات ٿي. پر پوءِ تعلق ڪونه رهيو. انصاري صاحب جا شاگرد ۽ ماتحت سندس وڏا شيدائي هوندا هئا. انهن مان ٻن ڄڻن جي مون کي خبر آهي: هڪ مرحوم حافظ محمد صادق ۽ ٻيو مرحوم جعفري غلام حسين.

حافظ مرحوم پرين جو ويٺل هو. انصاري صاحب وٽ پڙهيو هو يا ميرپورخاص واري اسڪول ۾ سندس ماتحت ٿي رهيو هو. انصاري صاحب غالباً ميرپورخاص جي اسڪول جو پرنسيپال هوندو هو. حافظ صاحب سندس ڳالهيون ٻڌائيندو هو. پاڻ نوشهري فيروز ۾ اسان جي هاءِ اسڪول جو پرنسيپال ٿي آيو. چوندو هو ته ”انصاري

صاحب راجا ماڻهو هوندو هو راجا.“ حافظ صاحب پاڻ بهترين منتظم ۽ تمام قابل استاد هوندو هو، هر وجه تعريف جي لائق.

مرحوم غلام حسين جعفري صاحب لاڙڪاڻي جي پاسي جو ويٺل هو، انڪري منهنجو ساڻس گهڻو واهپو ڪونه پيو. مون جڏهن ڪيس پهريون دفعو ڏٺو ته حيدآباد ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين جو پرنسيپال هوندو هو. ورزش جو ڏاڍو شوقين هوندو هو. نيڪ ماڻهو هو. مون ماڻهن کان سندس نيڪي ٻڌي. اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر مقرر ٿيو. سمورو وقت تمام سٺو هليو. پر هڪ دفعي چيا ٿيو ته جويي صاحب جي بورڊ ڇڏي وڃڻ بعد، هڪ انڪوائري ڪميٽي ويٺي. ان ۾ هڪ ميمبر ڊاڪٽر غلام حسين جعفري به هو. خبر ناهي ڪيس چا ٿيو، جو جويي صاحب خلاف رپورٽ ڏنائين. حالانڪ جويي صاحب سان سندس سٺا تعلقات هوندا هئا. انهيءَ رپورٽ ڪري چڱو چوٻول ٿيو. پر خدا ڪيو، جو ڳالهه اتي ئي ختم ٿي ويئي. ۽ ان ۾ هئو به ڪجھ ڪونه. انگريزيءَ ۾ جنهن کي Storm in Tea – Cup چئبو آهي، ائين هو. منهنجيءَ چاڻ موجب، جويو صاحب بورڊ جو محسن هو. ڪنهن کي به ناجائز فائدو ته چا پر جائز فائدو ڏيڻ ۾ به سندس دل ڪرڪندي هئي، چو ته سندس وفاداري بنيادي طرح اداري سان هئي. هن ڏه

سال نهايت محنت، محبت ۽ ايمانداريءَ سان سنڌي ادبي
بورڊ جي سائي سلي جي آبياري ڪري، ان کي ثمر آور
درخت بنايو. سندس احسانن جو بدلو اهو ڏجي ته سندس
وچڻ ڪانپوءِ ڪيس بدنام ڪجي ۽ انڪوائري ڪميٽيون
مقرر ڪجن. ان غلط ڪم جي جيتري به مذمت ڪجي،
اوتري گهٽ آهي! پر، منهنجي زندگيءَ جو تجربو اهو آهي
ته سنڌ بي قدرن جي سرزمين آهي. جي سنڌ کي شناس هجي
ها، ته علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جهڙو اعليٰ انسان سنڌ جي
ماڻهن کي ڇڏي، سنڌو درياهه جي ڇولين ۾ پناهه ڇو وٺي ها؟
بهرحال، الله سائينءَ جويي صاحب جي به عزت رکي ۽
سنڌي ادبي بورڊ به امان ۽ پناهه ۾ رهيو. منهنجو اندازو اهو
آهي ته مرحوم جعفري صاحب کي ڪنهن غلط فهميءَ ۾
وجهي، ڪانئس رپورٽ تي صحيح ورتي هئي، ورنه هو
نهايت لائق انسان هو ۽ ڪو به غلط ڪم ڪرڻ جهڙو مڙس
نه هو.

منهنجون ان واقعي کان پوءِ به ساڻس ڪيترا دفعا ملاقاتون
ٿيون. نهايت قرب ۽ محبت سان مليو. پوئين دفعي ويچارو
حيدرآباد ۾، به ٽي دفعا، قرب جا پير پري، مون وٽ ادبي
بورڊ جي آفيس ۾ آيو، ته بورڊ انصاري صاحب وارو شاهه
جو رسالو ڇپائي. مون وڏو وس ڪيو، پر منهنجي هوندي،
بورڊ ۾ رسالو ڇپجي ڪونه سگهيو.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page9.html

# سيد ميران محمد شاهه

## اسان جوڳيئڙا دم الهي الا!

”ابا، مان ختم ٿي ويل قوت آهيان*“ سيد ميران محمد شاهه مون کي چيو، ۽ پوءِ قلم ڪاغذن جي مٿان رکي، ڪرسيءَ جي ٻانهن تي ٻانهون رکي، ڪنڌ پوئتي لاڙي، ٻڳها ساهه کڻڻ لڳو.

مون ويهارو کن ڪاغذ سندس اڳيان رکيا هئا، جن تي ڪيس فقط صحيحون وجهڻيون هيون. پر ڏهاڪو کن ڪاغذ مس صحيح ڪري سگهيو، جو ٿڪجي ساٿو ٿي پيو. گهڙي کن ساهي پٽي، وري سنئون ٿي ويٺو ۽ ڪاغذن تي صحيحون وجهڻ لڳو.

مون ڏانهس چتائي نهاريو، سندس هٿن ۽ ٻانهن جون نسون ڦنڊجي پيون هيون، ڳلن ۾ کڏون پئجي ويون هيون، مٿي جا وار چٽي ويا هئا، اکين جي جوت جهڪي ٿي ويئي هئي. البت، آواز ۾ ڪڙڪو اڳي وانگر قائم هئو. پاڻ چوندو هو:

”جيڪو مون سان فون تي ڳالهائيندو، سو ڪيئن مڃيندو ته ميران محمد شاھ بيمار آهي.“
پر، ميران محمد شاھ واقعي بيمار هو. ڪيس هوئڻ ته گهڻين ئي بيمارين جو عارضو هو، پر ڪن سالن کان وٺي دم ڪشيءَ سندس ساھ مٺ ۾ ڪري ورتو هو. غريب سولائي سان ساھ کڻڻ لاءِ سڪندو هئو. خاص ڪري جڏهن ننڊ مان اٿندو هو ته کيس ساھ کڻڻ ۾ گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. آفيس ۾ جڏهن ڪاغذن جو نيڪال پورو ٿي نه سگهندو هو، ته مون کي شام جو پنجين ڇهين بجي گهر اچڻ لاءِ چوندو هئو. آءٌ فائيل ڪڇ ۾ ڪري شام جو سندس جاءِ تي ويندو هوس. عارب ۽ سومر سندس حاضريءَ جا نوڪر هئا، مون کي ڏسڻ شرط ٻنهي مان هڪ چوندو هو: ”هڪ منٽ ويهو ته سائينءَ کي ٻڌايان ٿو.“ پنجن پندرهن منٽن کان پوءِ سامهون ورانڊي وارو دروازو کلندو، ”هلو، سائين سڏي ٿو.“
ورانڊي جي اندران سندس ويهڻ جو ڪمرو هوندو هو. هميشہ پنهنجي مقرر صوفي تي ويٺو هوندو هو. اڳيان ٽپائيءَ تي بعضي چانھ رکيل هوندي هئي. ”ابا، ويھ. چانھ پيون ته پوءِ ٿا ڪاغذ ڏسون. ”عارب، چانھ ٺاھ.“ جيسين عارب چانھ ٺاهي: تيسين ميران محمد شاھ وري صوفي ۾ ليٽندو هو ۽ اکيون ٻوٽي ٻگها ٻگها ساھ کڻندو هو.

سيد ميران محمد شاهه سنڌي ادبي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري هئو ۽ مان نائب سيڪريٽري. هو نو مهينا کن انهيءَ عهدي تي رهيو. پاڪستان کان اڳ بورڊ جو خود چيئرمين به رهي چڪو هو. انهيءَ هوندي به هن پيريءَ ۾ اعزازي سيڪريٽريءَ جو عهدو شوق سان ورتو، سو ان ڪري جو گهر ويٺي ڪيس ڪا نه ڪا دلچسپيءَ واري مشغولي گهربي هئي. بورڊ جي سيڪريٽري هئڻ سان گڏ هو ان جي ”بانيڪار ميمبرن“ مان هئو، ۽ مڙني ميمبر ۾ غالباً سڀني کان سينئر.

”سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ يونيورسٽي، سنڌين وٽ هاڻي فقط اُهي به شيون باقي وڃي بچيون آهن*“. سيد ميران محمد شاهه اڪثر چوندو هو. سندس انهيءَ قول ڪي اهميت هئي.

”پائو، سنڌ جي اڌ صديءَ جي تاريخ منهنجي اکين اڳيان آهي، ۽ انهيءَ تاريخ ٺاهڻ ۾ ڪجهه منهنجو حصو به آهي. اسان جي مئي کان پوءِ ايندڙ نسل کي اهي ڳالهيون ڪير ٻڌائيندو؟“ سيد ميران محمد شاهه هڪ دفعي پير حسام الدين راشديءَ کي چيو. اسان ٻئي ڄڻا ڪراچيءَ ويا هئاسين ۽ اتي پير صاحب سان سندس لئبريريءَ ۾ بورڊ جي ڪم ڪار بابت صلاح ڪري رهيا هئاسين.

”يار، منهنجي صلاح مڃين ته ٻيو سڀ ڪم ڇڏي، سنڌ جي اها تاريخ لکڻ جو ڪم هٿ ۾ کڻ.“ پير صاحب ڪيس صلاح

ڏني. اهي صلاحون بهرحال صلاحون ئي رهيون. ڪنهن ٿي چاتو ته ميران محمد شاهه جي حياتيءَ ۾ گهڙيال سالن تان هلي هاڻي اچي مهينن، ڪلاڪن ۽ منٽن تي بيٺو آهي. اجهو ڏار پڳو، اجهو سندس ساهه جو پکيئڙو اُڏاڻو. اسان جوڳيئڙا، دم الهي الا.

- ميران محمد شاهه، سنڌ جو وزير!
- ميران محمد شاهه، سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر!
- ميران محمد شاهه، اسپين ۾ پاڪستان جو سفير!
- ميران محمد شاهه، ڪي – ڊي – اي جو چيئرمين!
- سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين!
- زرعي بئنڪ جو چيئرمين!
- لطيف ڪائونسل جو چيئرمين!
- ۽ آخر ۾ ميران محمد شاهه خاڪ جي مٺ!
- انسان جي انتها ڇا آهي!

هڪ دفعي سيد ميران محمد شاهه هڪ دلچسپ واقعو ٻڌايو. ڪراچي ۾ پلازا سئنيما جي سامهون سندس فلئٽ ۾ ويٺا هئاسين. سانجهيءَ جي مهل هئي. شهر جون بتيون روشن ٿي چڪيون هيون. ”نئين زندگي“ جو ايڊيٽر (مرحوم) مولانا عبدالواحد سنڌي هجي، شاهه صاحب هجي ۽ مان هجان.

”گھڻا گھڻا سال اڳ، هن صديءَ جي شروعات ۾، هڪ رات سومهاڻيءَ جي مهل، هڪ شخص پنهنجي ننڍڙي نينگر کي، اُٺ تي چاڙهي ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي وٺي آيو. نينگر کي اڇا ڏاڙهي مڇ به ڪانه آئي هئي. هو پڙهڻ لاءِ ڪراچيءَ وڃي رهيو هو. ڪيس پاچن پريل سلوار ۽ گلي پريل پهراڻ پيل هو. تن ڏينهن ۾ اهو فئشن هوندو هو ته سلوار جي پاچن ۽ پهراڻ جي گلي تي پرت پرائبو هئو. ڪيس هڪ سهڻي صدري به پاتل هئي. مٿي تي گل واري ترڪي ٽوپي هئس. سندس سمورو سامان هڪ ننڍي لوهي پيٽي هئي، جنهن ۾ سندس پائڻ جا ڪپڙا ۽ ڪجھ ڪتاب پيل هئا، هن پنهنجي پيٽي پليٽ فارم جي هڪ ڪنڊ ۾ رکي ۽ پاڻ ان جي پرسان فرش تي ويهي، گاڏيءَ جو انتظار ڪرڻ لڳو. ڪوٽڙي اسٽيشن جو وڏو ويڪرو پليٽ فارم سنسان پيو هئو. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪو ماڻهو آيو ويو ٿي. دور دور هڪ فانوس جلي رهيو هو، جنهن جي چوڌاري پتنگ پئي ڦريا. نينگر ان فانوس کي تڪيندي تڪيندي ۽ گاڏيءَ جو انتظار ڪندي، آخر ٿڪجي پيو ۽ اتي ئي پيٽڙيءَ تي مٿو رکي، فرش تي ليٽي پيو – ڪيس ننڊ ڪٽي ويئي! سومهاڻيءَ لڙيءَ جو گاڏي آئي. ماڻهن جي اچ وڃ ٿي. هل هنگامي تي نينگر جاڳي پيو ۽ پيٽي ڪڇي وجي گاڏيءَ تي چڙهيو. گاڏي ڪوڪون ڪندي، دونهان ڪيندي،

ڪراچيءَ رواني ٿي ويئي. انهيءَ ڳالھ کي ڪيئي سال گذري ويا“.

”سنه 1936ع ۾ سنڌ بمبئي کان جدا ٿي ۽ ان جي پنهنجي صوبائي حڪومت ٺهي. ڏهاڪو کن سال پوءِ، سنڌ جي صوبائي حڪومت جو هڪ وزير حيدرآباد ضلعي جي گشت لاءِ ڪراچيءَ مان نڪتو. ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي حيدرآباد ضلعي جا معزز شهري ۽ اعلى عملدار وزير صاحب جي استقبال لاءِ موجود هئا. گاڏي آئي، وزير صاحب لٿو. بئنڊون وڄڻ لڳيون. وزير صاحب هڪ شاندار شامياني جي هيٺان عمدن غاليچن سان سينگاريل ڊائس تي بيهي، پوليس جي سلامي وٺڻ لڳو. جڏهن اها تقريب پوري ٿي ته وزير صاحب کان سندس هڪ دوست پڇيو، ”اوهان حيدرآباد جي بدران ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي سلامي ورتي، سو ڇا جي ڪري؟“ وزير صاحب جواب ۾ پنهنجي انهيءَ دوست کي ماضيءَ جو اهو واقعو ٻڌايو.“

ڳالھ پوري ڪري، سيد ميران محمد شاھ مرڪي چيو، ”اهو نينگر ۽ اهو وزير مان ئي هئس.“

اهو واقعو ٻڌڻ بعد سنڌي صاحب، شاھ صاحب تي زور پريو ته پنهنجيءَ زندگيءَ جا ڪي ٻيا اهڙا دلچسپ واقعا لکي ڏيو ته ”نئين زندگي“ ۾ ڇاپيون. شاھ صاحب کيس چيو

ته، ”جيڪڏهن رباني آفيس مان ڪو ماڻهو مون کي جاءِ تي روز موڪليندو رهي ته مان ان کي لکائيندو وڃان“. مون آچ ڪئي ته مان پاڻ ايندس. ڪراچي مان ڪم لاهي موٽياسين. ڳالهه دل تان لهي ويئي. نه مون کي ڪڏهن سماءُ رهيو، نه هن ئي وري يادگيري ڪئي. قسمت جو عجب اتفاق جو سنڌي صاحب جي ئي چوڻ موجب، مون ”نئين زندگي“ لاءِ سيد ميران محمد شاهه تي مضمون لکڻ لاءِ قلم کنيو ته سهي، پر تڏهن جڏهن خود سندس زندگيءَ جو واقعو ختم ٿي چڪو.

ڪن ڪن ماڻهن کي موت جو ڏاڍو خوف ٿيندو آهي. هنن لاءِ اهو تصور ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي ته آخر ڪين هيءَ دنيا ڇڏڻي پوندي. ميران محمد شاهه انهن ماڻهن مان نه هو. توڙي جو سالن کان وٽي صحت خراب رهڻ ڪري هو نهايت ڪمزور ٿي ويو هئو، ايتري قدر جو بعضي ته بيماريءَ جي دوري پوڻ بعد اٿڻ وهڻ ۾ به ڪيس ڏکيائي ٿيندي هئي ۽ ڏاڪڻ تي هو اصل چڙهي ڪو نه سگهندو هو – پاڻ چوندو ته ”ابا، هاڻي پاڻ قبر جي ڪنڌيءَ تي آهيون“ – پر تڏهن به پرپور زندگي گذاريندو هئو. پنهنجا پراوا ڪم ڪاريون ايڏي ته چاهه ۽ اتساهه سان ڪندو هو، جو انهن کي ڏسي ۽ وري سندس صحت کي ڏسي حيرت لڳندي هئي.

هڪ دفعي مرڪزي حڪومت وٽ سنڌي ادبي بورڊ جي گرانٽ رڪيل هئي. جنهن عملدار وٽ اسان جا ڪاغذ اٽڪيل هئا، سو سيڪشن آفيسر جي ليول جو ماڻهو مس هو ۽ ٽينءَ ماڙ تي آفيس جو ڪمرو هئس، شاهه صاحب وٽس خود هلڻ ۾ عار ڪو نه سمجهيو. البت، ٽماڙ تي چڙهي ڪيئن؟ ان جو علاج اهو ڪيائين ته ڪرسيءَ تي چڙهي ويٺو، جنهن کي نوڪرن کنيو. ان ريت پاڻ ان عملدار وٽ پهتو ۽ ڪانئس بورڊ جو ڪم ڪرايائين جنهن ۾ سندس ذاتي مفاد ڪو به ڪو نه هو، قومي ڪم هو.

پڇاڙيءَ تائين ڪاڏي پيتي ۽ لباس جو شوق نه ڇڏيائين. بهترين سوٽ پائيندو هئو ۽ اعلى کان اعلى ٽوپيون ۽ بوٽ رکندو هئو. کاڌي ۾ پنهنجي پسند جو گهڻو خيال رکندو هو. آفيس ۾ اچڻ کان پوءِ سڀ کان اول چانهه پيئندو هو. هيڪر آفيس ۾ چانهه ويٺي پيتيسون ته مون کي چيائين، ”تنهنجا بسڪوٽ ڪهڙا آهن؟“

مون کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. سامهون پليٽ ۾ بسڪوٽ رکيا هئا، جي هن گهرايا هئا. مان ڏاڍو منجهي پيس. آخر هٻڪي هٻڪي کيس چيم، ”مون ته ڪي به بسڪوٽ ڪو نه گهرايا آهن“.

چيائين، ”مون کي ميري بسڪوٽ وڻندا آهن ۽ هميشه اهي کائيندو آهيان. تو کي ڪهڙا وڻندا آهن؟“.

اتي مون کي ڳالھ سمجھ ۾ آئي ۽ کل آيم. مون ته ڪڏھن بسڪوٽن ۾ پنھنجي پسند مقرر ڪرڻ جي معاملي تي غور ئي ڪو نه ڪيو ھئو، جيڪي اڳيان سو بسم الله! پر ڳالھ رکڻ لاءِ کيس چيم، ”نائيس بسڪوٽ“.

ھڪ دفعي چيائين ته منھنجو کائڻ جو ھفتي جو پروگرام مقرر ھوندو آھي. اھو پروگرام مون کي آفيس جي خوشنويس مولوي محمد صديق کان لکائي ڏي ته بورچيخاني ۾ پٽ تي ھٽائي چڏيندس، بورچياڻيءَ کي رڌ پچاءُ ۾ سولائي ٿيندي. مون کيس پروگرام لکائي ڏنو جو ھن ريت ھو:

آچر: نيرن چانھ ۽ بسڪوٽ. منجھند جي ماني، گوشت جا ڪوفتا ۽ رات جي ماني، مغز جا رول ۽ مٺو کاڌو پڊنگ بيدن جي.

سومر: نيرن، چانھ ۽ اسڪرومبلڊ بيدا. منجھند جي ماني، مڇيءَ جو پلاءُ. رات جي ماني بيدن جو پوڙ ۽ مٺو کاڌو جيلي ڪريم.

اڱارو: نيرن، چانھ ۽ بسڪوٽ. منجھند جي ماني، منڊي. رات جي ماني، گوشت جا ڪباب ۽ مٺو کاڌو فروٽ ڪسٽرڊ.

اربع: نيرن، چانهه ۽ اسڪر مبلڊ بيدا. منجهند جي ماني سنيل گوشت ۽ تريل پٽاٽا. رات جي ماني، مغز ۽ قيمو ۽ مٺو کاڌو پڊنگ بيدن جي.

خميس: نيرن، چانهه، ٽوسٽ، مکڻ ۽ جام. منجهند جي ماني، گوشت جا ڪوفتا. رات جي ماني، گوشت جو پوڙ يا قيمو ۽ مٺو کاڌو فروٽ ڪسٽرڊ.

جمع: نيرن، چانهه ۽ بسڪوٽ، منجهند جو ماني، مڇيءَ جا ڪوفتا. رات جي ماني، مرغي ڪٽليٽس ۽ مٺو کاڌو فروٽ ڪسٽرڊ.

ڇنڇر: نيرن، چانهه ۽ اسڪر مبلڊ بيدا. منجهند جي ماني، منڊي، رات جي ماني، مڇيءَ جا ڪباب ۽ مٺو کاڌو سيگو چانورن جي پڊنگ.

مون کي جڏهن به شاهه صاحب سان گڏ ماني کائڻ جو موقعو مليو ته ڏٺم ته نهايت گهٽ کاڌو کائي رهيو هئو. بس، اکين جي ڍو کاڻ سڀ ڪجهه اڳيان رکندو هئو. هڪ سال ڀٽائيءَ جي ميلي تي ادبي ڪانفرنس لاءِ پير حسام الدين شاهه راشدي پنهنجي هڪ ايراني دوست ڊاڪٽر ماهيار نوابيءَ سان گڏ ڪراچيءَ کان حيدرآباد آيل هئو. ڪيس ادبي ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻي هئي. شاهه صاحب، پير صاحب جي ماني ڪئي ۽ مون کي به دعوت ڏني. رات جو سندس بنگلي جي باغيچي ۾ ڊنر کاڌيسون. نهايت لذيذ کاڌو

۽ وڻندڙ ماحول هئو. ماني کائي اسين آرام ڪرسين تي ويٺاسين ۽ ڪافي پيئڻ لڳاسين. شاهه صاحب نه ماني کائڻ ۾ چاهه ڏيکاريو ۽ نه ڪافي پيئڻ ۾ شريڪ ٿيو. هو سمورو وقت ايراني مهمان کي شاهه ڀٽائيءَ جي شعرن جو فارسي ترجمو ٻڌائيندو رهيو. ايراني مهمان اسان کي خيام، حافظ ۽ سعديءَ جا شعر ٻڌايا. چانڊوڪي رات هئي پر باغيچي جي ڪن وڻن ۾ بجلي جا بلب ٽارين ۾ ٻڌي سونهن ڪاڻ روشن ڪيا ويا هئا. اهو ڏسي ايراني مهمان هڪ شعر پڙهيو جنهن جي هڪ مصرع مون کي اڃا ياد آهي:

(سوختيم و سوزش ما بر کسي ظاهر نه شد!)

”چون چراغان شب مهتاب بيجا سوختيم!“

چنڊ رات ۾ شاهه صاحب سان ٻيءَ اهڙيءَ محفل جو موقعو هالن ۾ مليو. اونهاري جي موسم هئي، شاهه صاحب ۽ مان بورڊ جي چيئرمين مخدوم صاحب وٽ سرڪاري ڪم ڪار سان صلاح مشوري لاءِ ويل هئاسين. مخدوم صاحب ڳالهيون ٻولهيون ڪري سانجهيءَ جو موڪلائي ويو. اسان رات جي ماني کاڌي. پوءِ شاهه صاحب پلنگ تي ليٽي پيو ۽ مان آرام ڪرسيءَ تي ٿي ويٺس. بنگلي جي صحن ۾ تن تنها هڪ لمبو کجيءَ جو وڻ هئو، جنهن جي مٿان آسمان ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ پنهنجي سموري آب تاب سان جلوه گر هئو. نهايت دلڪش منظر هئو! ميران محمد شاهه موج ۾

اچي هڪ پراڻي ڪافي ڳائڻ لڳو، جا سندس چوڻ موجب، هن اسپين ۾ سفير هئڻ واري زماني ۾ ٺاهي هئي:

مارو ٺيام ملير وي، ڏوٿي ٿيئڙم ڏور وي،
وطن پنهنجي کي ڪيئن آءٌ وساريان!
ماڙيون بنگلا باغ بهاريون،
ڪين وڻن مون کي برڪُ بازاريون،
ٻيرن جا پر ٻور وي.
گواد لڪيوئر سيرانوادا قيدز قرطب يا گرانادا
سنڌو نديءَ بن سور وي.
ميران شاهه ٿو سانگي ساري،
گوندر گهڙيون هت پيو گهاري،
پل پل پونس پور وي.
وطن پنهنجي کي ڪيئن آءٌ وساريان!*

اسپين جو ذڪر نڪتو ته سنڌ جي گذريل سياسي دور جا قصا نڪتا. شاهه صاحب مون کي پنهنجن اڳوڻن سياسي رفيقن ۽ حريفن جا دلچسپ لطيفا ٻڌايا. هن سيد غلام مرتضى شاهه سنائيءَ جي ڏاڍي واکاڻ ٿي ڪئي ۽ کيس سنڌ جي سونهن ٿي سڏيو. خود ميران محمد شاهه جي سياسي زندگيءَ جو هڪ دلچسپ لطيفو بعد ۾ مون پير علي محمد شاهه راشديءَ کان ٻڌو. تن ڏينهن ۾ راشدي صاحب هانگ

ڪانگ مان ڪجھ ڏينھن لاءِ ڪراچي ۾ آيل ھو. ميران محمد شاھ ۽ مان بورڊ جي ڪنھن ڪم سان ڪراچيءَ ويا ھئاسين. پير حسام الدين شاھ راشديءَ وٽ رات جي ماني ھئي. وٽس ھميشہ وانگر پيا به اڌ ڊزن کن مھمان موجود ھئا. وڏي راشديءَ جي اچڻ بعد ماني کائڻ شروع ڪئيسون. ھو مانيءَ ۾ شريڪ ڪو نه ٿيو، سمورو وقت حقو ڇڪي رھيو ھئو ۽ ميران محمد شاھ کي صلاح ڏيئي رھيو ھو ته ”ميران محمد شاھ، ھوءَ تلور کائي ڏس. تلور جو گوشت ڏاڍو سوادي ٿئي ٿو.“ ميران محمد شاھ کي تلور جي ترغيب ڏيئي، راشدي صاحب سندس سياسي زندگي جو ھڪ لطيفو ٻڌائڻ شروع ڪيو. –چي ”ھيڪر اليڪشن جي معاملي ۾ حيدرآباد ۾ اچي گڏ ٿياسين. تڏھن سڀ جوان ھئاسين. پائو ميران محمد شاھ ۽ مرحوم نور محمد جي وچ ۾ مقابلو ھو. سڀي سنگت مرحوم نور محمد جي فائدي ۾ ھئي. مون انھيءَ جي مخالفت ڪئي ۽ ميران محمد شاھ جي حمايت ڪئي، پر فتح ايڏي سولي نظر نٿي آئي. ٻئي ڏينھن جڏھن ميٽنگ ٿي ته مون گذريل ٻن ٽئن سالن جي رڪارڊ مان مرحوم نور محمد ۽ ميران محمد شاھ جي اڳوڻين تقريرن جا اقتباس پيش ڪري، ثابت ڪري ڏيکاريو ته ڪيئن ميران محمد شاھ مرحوم نور محمد کان بھتر اميدوار ھئو. تقريرن جا ٽڪرا ھر ڪنھن جي اڳيان ھئا. منھنجي

ڳالھ ڪي وزن مليو. سنگت ڳالھ مڃي، ميران محمد شاھ اليڪشن ڪٽي ويو.“
راشدي صاحب حقي مان ڦوڪ پريندي چيو، ”ان معاملي ۾ مزي جي ڳالھ اها هئي ته تقريرن جا اقتباس سڀ ڪوڙا هئا! ڪوڙ گهڙڻ ۾ مون ڪي انديشو اصل ڪو نه ٿيو، ڇو ته مون ڪي معلوم هئو ته ڪنهن به مسلمان ميمبر ڪان اها تڪليف ته پڇندي ئي ڪا نه، جو پراڻو رڪارڊ ڪولي، ويهي خاطري ڪري ته ڳالھ ڇاهي؟ واقعي ٿيو به ائين.“
انهيءَ ئي محفل ۾ ڀاءُ رحيم بخش سومري پرڀرو ويهي اسان کي راشدي صاحب ۽ ميران محمد شاھ جي جهيڙي جو هڪ اهڙو ته لطيفو ٻڌايو، جو کلي کلي پيٽ ۾ سور پئجي ويو.
اسان جا بزرگ هڪ هڪ ڪري اسان کان موڪلائيندا پيا وڃن. سيد ميران محمد شاھ کان اڳ مير غلام علي ٽالپر موڪلائي ويو، تنهن کان اڳ عثمان علي انصاريءَ موڪلاڻيون ڪيون ۽ انهيءَ کان اڳ ڊاڪٽر دائودپوٽو جدائيءَ جو داغ ڏيئي ويو. بعد ۾ پير حسام الدين راشدي ۽ مير علي احمد خان ٽالپر موڪلائي ويا.
اهي سڀ صاحب سنڌ جي تاريخ جا ورق هئا. اهي ورق وري ويا ته ڄڻ سنڌ جي تاريخ جو هڪ دور ختم ٿيو. هونئن انهن شخصن مان هرهڪ جي زندگي پنهنجيءَ جاءِ

تي هڪ جدا ڪتاب آهي، جنهن ۾ سوين هزارين اهم واقعا هِتي هُتي ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. انهن واقعن کي قلمبند ڪرڻ گويا سنڌ جي تاريخ کي مرتب ڪرڻو آهي. ميران محمد شاهه جي زندگيءَ جو ڪتاب پورو ٿي چڪو. هاڻي ان ڪتاب کي لکڻ ميران محمد شاهه جي دوستن، عزيزن ۽ احبابن جو فرض آهي.

بدقسمتيءَ سان سنڌ جي زميندار طبقي جو چڱو حصو اجا تائين پنهنجي روايتي زندگيءَ جي چار ۾ ڦاٿل آهي. وٽن اهي ئي عيش عشرت جون محفلون گرم آهن. سريتون رکڻ، ڪتن جون لوڏيون پالڻ، هڪٻئي سان وير پاڙڻ، چوريون ڪرائڻ، ڌاڙا* هڻائڻ سندن عام شغل آهن.

سيد ميران محمد شاهه سنڌ جي زميندار طبقي جي انهن روشن دماغ شخصن مان هئو، جن انهيءَ زندگيءَ کي ٺڏي ڇڏيو، مهذب زندگي اختيار ڪري، ٻين لاءِ مثال قائم ڪيو ۽ معاشري جي اصلاح لاءِ عملي قدم کنيا.

هن زنانيءَ تعليم کي همٿايو، شعر ۽ سخن جون انجمنون برپا ڪيون، پنهنجي ثقافتي ورثي کي محفوظ رکيو ۽ پکيڙيو، پنهنجي ذاتي صلاحيتن جي باعث نه فقط پنهنجي خاندان جو نالو روشن ڪيو، بلڪه سڀني هم وطنين لاءِ فخر جو باعث بڻيو.

حيدرآباد ضلعي جي هڪ ڳوٺڙي ٽکڙ ۾ پيدا ٿيو ۽ بڪنگهام محلات ۾ دعوتون کاڌائين، اسپين جي جنرل فرانڪو وٽ سفير ٿي رهيو ۽ انگلينڊ جي وزيراعظم اٽلي سان ملاقاتون ڪيائين، سونهاريءَ سنڌ جي اسيمبليءَ جو 10 سال اسپيڪر ۽ پوءِ وزير ٿي ۽ پاڪستان جي تاريخ ڄاڻ ۾ اهم حصو ورتائين.

زنده قومون پنهنجن اهڙن بزرگن جي يادگيرين کي محفوظ رکنديون آهن. هونئن به ڪي ڪي ماڻهو پنهنجي سڀاجهي سڀاءَ ۽ محبتي انداز سبب اهڙا پيارا هوندا آهن، جو انهن جون ڳالهيون وسرڻ جهڙيون نه هونديون آهن. جڏهن به ياد اينديون آهن ته دل کي راحت رسندي آهي. سائين ميران محمد شاه اهڙو ئي مٺو ماڻهو هئو.

قدرت کيس گهڻين ئي نعمتن سان نوازيو هو. چون ٿا ته جوانيءَ ۾ ڏاڍو سهڻو هوندو هو. پير حسام الدين راشدي ڳالهه ڪندو هو، ته جڏهن ميران محمد شاه سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر هوندو هو ۽ مٿي تي ڪلف لڳل، شملي وارو سفيد پٽڪو ٻڌي، اڇي اسپيڪر جي ڪرسيءَ تي ويهندو هو، تڏهن سندس شان ڏسڻ وٽان هوندو هو. ميران محمد شاه ڀرپور زندگي گذاري، پر قبر ۾ هڪ غم کڻي ويو. هو سڄي عمر نريني اولاد لاءِ سڪايل رهيو. الله سائينءَ کيس هڪ پٽڙو ڏنو هو، پر ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي واپس گهرائي

ورتائينس. سائين غلام مرتضى سنائيءَ مون سان ڳالھ ڪئي، ته اسان سمجھو هو ته ميران محمد شاھ پٽ جي جدائيءَ جي صدمي ۾ ئي ختم ٿي ويندو، پر ڏک سهي ويو. انسان مضبوط آهي ته هماليه جبل کان به ڏاڍو آهي، هيٺو آهي ته ڪوِل کان به ڪمزور آهي.

ڪيس نياٽيون هيون، پر سنڌ ۾ چوٽي آهي ته ”نياٽي پرائو ڏاج آهي.“ چنانچ، پنهنجي ڀاءُ سيد قاسم شاھ جي پٽ قمرالزمان شاھ کي پٽ ڪري پاليائين، ۽ ڪيس پنهنجي نياٽي پرڻايائين. قمر سان ڏاڍي دل هوندي هئس.

پوين ڏينهن ۾ پنهنجي ڀاءُ سيد قاسم شاھ سان ملڪيت جي مسئلي تي ٿورو گهڻو اختلاف ٿي پيس. ان سلسلي ۾ هڪ دفعي مون کي ملڪيت جا ڪاغذ ڏنائين، ته نقل ڪري ڏي، پر ٻيو ڪير نه ڏسي. اهي ڪاغذ زمين جي تقسيم بابت هئا. مون ڪم لاهي، ڳالھ وساري ڇڏي. انهن ڏينهن ۾ ڪيس البت ڏکويل ڏسندو هوس، سو سندس دل رکڻ لاءِ، هڪ دفعي ڪيس چيم ته ”اوهان مون کي اولاد وانگر سمجهو. مان اوهان کي مايوس نه ڪندس.“ اهو ٻڌي، ڏک ۾ ويڙهجي ويو. پريل گلي سان چيائين ته، ”ابا جنهن کي پٽ ڪري پاليم، سو ئي پٽ نه ٿيو ته ٻين لاءِ ڇا چوان.“

مون کي خبر ناهي ته هن ائين ڇو چيو، ڇو ته مون قمر کي سدائين سندس ادب ۾ ڏٺو هو. مان سمجهان ٿو ته اهو

سندس دل جو عارضي غير گمان هو، چو ته مان ان ڳالھ جو اکين ڏٺو شاهد آهيان ته قمر جي ساڻس ڪيڏي نه دل هئي. جڏهن سيد ميران محمد شاھ جو پويون وقت آيو ۽ اسان ٻڌو ته پاڻ بيهوش ٿي ويو آهي، تڏهن مان سنڌي ادبي بورڊ جو سڄو اسٽاف وٺي سندس بنگلي تي ويس. قمرالزمان شاھ ٻاهر ويٺو هو. ڏڪويل ۽ ڪوماڻل. مون ڪانئس شاھ صاحب جي طبيعت پڇي ته اچي روئڻ ۾ چٽو. فقط ايترو چئي سگهيو ته، ”پائو، دعا ڪريو.“ قمر کي جن به جوانيءَ ۾ ڏٺو آهي، تن کي ياد هوندو ته هو ڪيڏو نه البيلو ۽ ارڏو هوندو هو. پر اهو ارڏو شهزادو ان ڏينهن ٻارن وانگر زارو زار روئي رهيو هو. سندس گلاب جي گلن جهڙا ڳل ڳوڙهن سان ڌوپي ويا هئا.
ايڏو ڏک ته فقط حقيقي اولاد کي ئي ٿي سگهي ٿيو. قمرالزمان شاھ جي ڏک جي انهيءَ منظر منهنجي دل ۾ ساڻس محبت پيدا ڪئي. هن پاڻ کي ميران محمد شاھ جو حقيقي فرزند ثابت ڪيو. هڪ ڏينهن مون وٽ آفيس ۾ آيو. چانھ پيتيسون. بورڊ جي آفيس ۾ دل جي ڳالھ حجاب سببان چئي نه سگهيو. سو، مون کي ڪار ۾ وهاري ٻاهر وٺي ويو. هڪ هنڌ گاڏي جهلي، سڪ سان چيائين ته ”سائين ميران محمد شاھ جي حياتيءَ تي ڪتاب لکي ڏي.“

مان آفيس جي خفن ڪري، سندس ڳالھ ته قبول ڪري نه سگھيس، پر دل ۾ سندس عزت اڳي کان به وڌي ويئي.
اڳتي هلي، سندس همشيره ڊاڪٽر آفتاب شاھ سان واقفيت ٿي. ٻئي پاءُ پيڻ گلاب جا گل ڏنم. چون ٿا ته ڊاڪٽر آفتاب اسان سان گڏ حيدرآباد واري ڦليلي ڪاليج ۾ پڙهندي هئي. پر مون کي ان ڳالھ جي ڪا به يادگيري ڪانهي. مون سان سندس ملاقات تڏهن ٿي، جڏهن ولايت مان اعلى تعليم وٺي موٽي هئي ۽ حيدرآباد جي سول لائينس ۾ في الحال پنهنجي ئي بنگلي ۾ خانگي اسپتال کولي هئائين. مان ساڻس پنهنجي پيڻ جي علاج خاطر وجي مليو هئس. پاڻ جوانيءَ جو چوھ چڏي، پوئتي موٽي هئي، پر اکين جي سونهن اها ئي قائم هئس.



ڊاڪٽر آفتاب شاهه

مون کي پيٽ جي علاج لاءِ ڪا سٺي صلاح ڏنائين. سنت منهنجي شادي ٿي ۽ پنهنجيءَ گهرواريءَ جي علاج لاءِ وٽس اڪثر اچڻ وڃڻ ٿيڻ لڳو. جيئن جيئن اسان جون ملاقاتون وڌنديون ويون، تيئن تيئن مان ڪانئس متاثر ٿيندو ويس. سندس شخصيت جو راز سندس اعلى اخلاق ۾ سمايل

هو. ڪاليج جا شاگرد ڏاڍا ارڏا ٿيندا آهن. پر مون جنهن به شاگرد سان ڳالهايو، ان ڊاڪٽر آفتاب جي تعريف ڪئي ۽ چيو ته ”هن ڪنهن به شاگرد سان ڪا به ناانصافي ڪا نه ڪئي ۽ ڪنهن به شاگرد کي بيجا رعايت ڪا نه ڏني.“

ميران محمد شاهه کان وڌيڪ سندس والد سيد قاسم شاهه جي دلچسپي هئي، توڙي جو هو پاڻ اعلى تعليم يافته ڪو نه هو. سنڌ جي سيد مان اهڙي اميد رکڻ ته هو پنهنجي نياڻيءَ کي نه فقط تعليم ڏياري، بلڪه اعلى تعليم لاءِ اڪيلي سر ولايت موڪلي، وڏي ڳالهه آهي!

ڊاڪٽر آفتاب هڪ ٻيو به ڪم ڪيو، جنهن مون کي متاثر ڪيو. هن سنڌ جي فرسوده روايتن کي ٽوڙي، هڪ غير – سيد سان شادي ڪئي. سنڌ جي لحاظ کان اها تمام وڏي ڳالهه هئي، ڇو ته سنڌ ۾ ته نياڻيءَ جو قرآن کان حق بخشايو ويندو آهي. پيغمبر ته پنهنجون نياڻيون پرڻايون، پر سنڌ جو سيد ڌيءُ جي شاديءَ ۾ پنهنجي بي عزتي سمجهندو آهي.

ڊاڪٽر آفتاب دقيانوسي پراڻن طريقن کي اختيار ڪرڻ ۽ ڪنهن ڇٽ ڇاموٽ سان پلئه اٽڪائڻ ۽ پوءِ سڄي عمر رت روئڻ بدران هڪ انقلابي قدم کنيو. سندس نازڪ ۽ نفيس بدن ۾ ڄڻ ته رت جي بدران رڪ ۽ فولاد پريل هو. هن پاڻ جهڙي هڪ اعلى تعليم يافته غير سيد سنڌي باشندي سان زندگي گڏ گذارڻ جو فيصلو ڪيو. مون ٻڌو ته ان

فيصلي ۾ خود سندس ڪي مائٽ به راضي نه هئا، پر هوءَ پنهنجي اصول تي قائم رهي. قسمت سندس بخت بلند ڪيو ۽ کيس بهترين رفيق حيات نصيب ٿيو.
ڊاڪٽر آفتاب ڪان پوءِ، سائين غلام مصطفى شاهه پنهنجيءَ نياڻيءَ جي شاديءَ ۾ ٻي اهڙي شاندار روايت قائم ڪئي. سنڌ جي ساداتن ۾ انهن ٻنهي خاندانن کي روشن خيال ماڻهو هميشه عزت جي نگاهه سان ڏسندا. رڳو سنڌ ۾ نه پر هر معاشري ۾ ڪي ٿورا اهڙا خاندان ٿين ٿا، جن ۾ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جو اولاد صالح ٿئي ٿو. ورنه، ٿئي ائين ٿو ته جيئن ئي اهو ماڻهو اکيون ٻوٽي ٿو ته اها ڪنڌ ئي خالي ٿيو وڃي. رڳو سندس ڳالهيون وڃيو باقي بچن.
پر، سيد ميران محمد شاهه ان معاملي ۾ به خوش نصيب انسان ثابت ٿيو. هن ڪامياب زندگي گذاري ۽ پنهنجي اولاد جي جيڪا پرورش ڪئي، تن به پاڻ کي سندس صحيح جانشين ثابت ڪيو. دعا آهي ته سيد ميران محمد شاهه جي خاندان تي قدرت جي رحمت سدائين قائم رهي.
ٽکڙ جي سيدن کي سنڌ جي ساداتن ۾ هڪ خاص سماجي حيثيت حاصل آهي. کين انهيءَ منزل تي پهچائڻ ۾ هونئن ته گهڻن ئي شخصن جون ڪوششون شامل آهن، پر هاڻوڪي دور ۾ سيد ميران محمد شاهه وڏو ڪردار ادا ڪيو. سندس خاندان جي هڪ بزرگ جا منهنجي چاچي

مرحوم حاجي حڪيم عزيزالله آڳري سان دوستانه تعلقات هوندا هئا. اڳتي هلي، سندس خاندان جي هڪ ٻئي فرد ڊاڪٽر اسدالله شاهه حسينيءَ سان خود منهنجا تمام گهرا گهاٽا دوستانه تعلقات قائم ٿيا.

## اسدالله شاهه حسيني ٽڪڙائي

اسدالله شاهه سنه 1954ع ڌاران مون سان حيدرآباد واري ڦليلي ڪاليج ۾ گڏ پڙهندو هو. هو آرٽس سيڪشن ۾ هو ۽ مان سائنس ۾. ڪاليج جا هال، ڪمرا ۽ استاد به آرٽس ۽ سائنس سيڪشن ۾ ورهايل هوندا هئا، ان ڪري اسدالله شاهه ۽ منهنجي گهڻي ڏيٺ ويٺ ڪا نه ٿي پر اسان ٻنهي جا ڪي دوست ساڳيا هوندا هئا، ان ڪري هڪٻئي جا شناسا هوندا هئاسون. ان زماني ۾ اسدالله ڪي سندس دوست قاضي ڪوٺيندا هئا.

اسدالله شاهه حسينيءَ سان منهنجي دوستي تڏهن ٿي، جڏهن پاڻ ولايت مان پي ايچ ڊي ڪري آيو ۽ ادبي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري مقرر ٿيو. هالن جو مخدوم صاحب بورڊ جو اعزازي چيئرمين هو ۽ اسدالله شاهه سندس خاص مقربن ۾ شامل هو. مخدوم صاحب جي ئي ڪوشش سان ڪيس ايوب خان جي تڏهوڪي سنڌ جي وزير، مرحوم

ذوالفقار علي پٽي، ولايت ۾ اعلى تعليم لاءِ اسڪالرشپ وٺي ڏني. ان زماني ۾ مرحوم ميران محمد شاهه بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري هو ۽ مان نائب سيڪريٽري. ڪنهن دفعي ڪم سانگي منهنجو ڪراچيءَ وڃڻ ٿيو. مرحوم ميران محمد شاهه مون کي چيو ته ”پلازا سئنيما وٽ منهنجو فليٽ آهي، سو هوٽل ۾ رهڻ بدران ان ۾ وڃي ٽڪ.“

ڏينهن ٻن ڪانپوءِ اسدالله شاهه به ولايت ويندي، ساڳئي فليٽ ۾ رات اچي رهيو. اسان رات جو دير دير تائين ڪچهري ڪئي. اسدالله شاهه مون کي فارسي شاعرن خاص ڪري قرت العين ”صبح ازل“ جا ڏاڍا پيارا شعر ٻڌايا.

ولايت مان موٽڻ کان پوءِ وري به پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبه فارسيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. مان ڏهاڪو سالن کان وڌيڪ عرصو بورڊ جو نائب سيڪريٽري رهي چڪو هوس ۽ عملي طرح سيڪريٽريءَ جي عهدي جو سمورو ڪم ڪار ڪندو هوس. ڪجهه عرصو ته ائڪٽنگ سيڪريٽري به رهي چڪو هوس. انصاف جي ڳالهه اها هئي ته بورڊ جا ميمبر مون کي ئي سيڪريٽري مقرر ڪن ها. پر جاگيردارانه ماحول ۾ انصاف جي اميد رکڻ ٻٻرن کان ٻير گهرڻ برابر آهي. سنڌ ۾ ماڻهوءَ جي لياقت جو قدر ڪونهي. انسان جي ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي ته بااثر ماڻهن جي حلقي ۾ سندس ڪيتري پهچ آهي.

سو، ٿورن گهڻن ڏينهن گذرڻ کانپوءِ، پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري، اسدالله شاھ، ٺڪڙائي سيدن مان سيد ميران محمد شاھ کانپوءِ، بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري مقرر ٿي آيو. مون سندس مقرريءَ جو خير مقدم ڪيو ۽ سمجهيم ته منهنجو پلو ان ڳالھ ۾ ئي آهي. ڪجھ عرصو گڏجي ڪم ڪرڻ کانپوءِ منهنجي سوچ صحيح نڪتي. هو منهنجيءَ محنت، محبت ۽ اخلاص کان ايترو ته متاثر ٿيو، جو پاڻ ئي مخدوم صاحب کي آماده ڪيائين ته رباني‌ءَ کي ترقي ڏيئي بورڊ جو سيڪريٽري مقرر ڪجي. مٿان جو منهنجي حمايتي، سائين غلام مصطفى شاھ جهڙو شير دل انسان، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ۽ بورڊ جو بااثر ميمبر مقرر ٿيو، ته منهنجي ترقيءَ جا رستا خودبخود کلي پيا.
اسدالله شاھ حسينيءَ کي سنڌي ادبي بورڊ ڇڏڻ کانپوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماستريءَ ۾ مزو ڪو نه آيو. سو ڪوشش ڪري، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو چيئرمين مقرر ٿيو. پر اوچتو بخت پاسو ورايس. تعليم کاتي جي وزير جي ساڻس اٽڪ‌ٽ ٿي پيئي. اچي سنگهن تي کنيائينس. ٻي واھ وسيلو نه ڏسي، اسدالله شاھ چيئرمينيءَ تان استعيفا ڏيڻي ڪئي. پر وزير اهڙو چپ پيس، جو استعيفا به قبول نه ڪريس، چي:
"You are the captain of the sinking ship"

بهرحال، آخر استعيفا ڏيئي جان ڇڏايائين. پر ڪيس دل تي داغ ٿي بيٺو. زمانو هڪ حال تي سدائين قائم ڪونهي. قدرت سندس دعا ٻڌي، رئيس غلام مصطفى خان جتوئي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو. مخدوم صاحب سان سندس سٺا تعلقات هئا. اسدالله شاهه چيف منسٽر جو او ايس ڊي مقرر ٿيو.

موڪل جو ڏينهن هجي. پر، مان گهران نڪري، عادت موجب، سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ ويس. اخبارون پڙهي رهيو هوس، جو هيٺان ڪار جو هارن ٻڌم. ٻاهر نڪري ڏسان ته اسدالله شاهه بيٺو آهي. هٿ ۾ هڪ ڪاغذ اٿس، سو به پيو لوڏي ۽ کلي به پيو. مون کي ڏسي ٿپ ٿپ ڪندو، ڏاڪڻ تان مٿي چڙهي آيو ۽ اچڻ سان فرمائش ڪيائين ته ”جلدي ناشتو گهراءِ ۽ هي آرڊر پڙهه.“

چوڪيدار اسدالله شاهه لاءِ منهنجي گهران ناشتو کڻي آيو. تيسين مون آرڊر پڙهي، چيف منسٽر جي او ايس ڊيءَ کي مبارڪ ڏني. کلي پاڪر پاتائين: ”هاڻي ته خوش ٿئين نه؟ پنهنجيءَ بي عزتيءَ جو بدلو ورتم.“ مون کيس دوباره مبارڪ ڏني.

سنڌي ادبي بورڊ ۾ اعزازي سيڪريٽريءَ جي عهدي تي مقرريءَ کان وٺي چيف منسٽر جي او ايس ڊي مقرر ٿيڻ تائين، ڪو به اهڙو ڏينهن ڪو نه آيو، جڏهن اسان ٻنهي

جي وچ ۾ وٺي پئي هجي. هو منهنجو پيارو يار ٿي ويو هو. ڳوٺ ويندو هوس ته جيپ موڪلي ڏيندو هو ته منهنجن پارن کي تڪليف نه ٿئي. فصل لهندو هوس ته ڪٽڪ ۽ نورن جون پوريون موڪلي ڏيندو هو. شادي ڪيم ته سوين رپيا مبارڪ ۾ ڏنائين. حالانڪه پاڻ به مون وانگر پورهيت ۽ مسڪين ماڻهو هو. ٻئي طرف منهنجا ڪامريڊ دوست فقط عالمي برادريءَ جي اصولن جي تشريح ڪندا رهندا هئا، ۽ مون کي تلقين ڪندا هئا ته پاڻ پورهيت ئي پاڻ ۾ سچا ڀائر آهيون، اٺ مهل عالمي برادريءَ جي نالي ۾ مون کي چاليهه پنجاهه رپيا ڦري، ڪيسي ۾ وجهي رمندا رهندا هئا. ڪجهه عرصي بعد مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پرو وائيس چانسلر مقرر ٿيس ۽ اسدالله شاهه جو چيف منسٽر هائوس وارو عهدو، جتوئي صاحب جي وڏيءَ وزارت تان هٽڻ ڪري ختم ٿي ويو. پاڻ موٽي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ٿي آيو ۽ ان حيثيت ۾ هاڻي منهنجو ماتحت. پر جڏهن پرو وائيس چانسيلر واريءَ آفيس ۾ مون سان پهرئين دفعي اچي مليو ته مون اڳي کان وڌيڪ زور سان کيس چڪي پاڪر پاتو، ۽ قرب ۽ تعظيم ڏني. البت، جنهن وقت وائيس چانسيلر وٽ ويو ته اتان سخت ڏکوئجي موٽيو. مون سندس هيان تي ڪجهه ٿڌو چنڊو وڌو. پر ٿڌو ساهه ڀري چيائين ته ”هي اهو

ساڳيو شخص آهي جيڪو چيف منسٽر هائوس ۾ منهنجي سلام تي ايندو هو ۽ منهنجي خوشامد ڪندو هو“.
سنت، اسدالله شاهه کي ملٽريءَ وارن پاڻ وٽ سڏايو. ملڪ ۾ مارشل لا لڳي چڪو هو. سنڌ ۾ اليڪشن تي، جيڪو خرچ پکو ٿيو هو، ان ۾ پاڻ به شايد ڪي بل صحيح ڪيا هئائين. ان باري ۾ ملٽريءَ جي آڏيءَ پڇا منجهائي وڌس. هٿ پير صاف هئس، سو عزت سان ڇڏي ڏنائونس. پر گلاب جي گل وانگر ڪومائجي ويو. ڳڻتين جا ڪوٽ چڙهي ويس. اوچتو دل جو عارضو ٿيس ۽ بستري داخل ٿيو. تنهن ته آقي باقي هيٺو ڪري وڌس. مان ڪانئس به ٿي دفعا پڇڻ ويس. پر اهو اسدالله شاهه ئي ڪو نه بچيو هو. ڪل خوشي وسري ويئي هئس. جڏهن هي جهان ڇڏيائين، ته مان سندس قريبي عزيزن سان گڏ، ٺکڙ واري قبرستان ۾ ويس ۽ ڪفن دفن ۾ شريڪ ٿيس. ڪوشش ڪيم ته سندس ياد ۾ ڪو جلسو ٿئي، سندس ڪلام جو ڪتاب ڇپجي ۽ مهراڻ رسالي جو خاص نمبر شايع ٿئي. پر ڪٿان به سڏ ۾ سڏ ڪو نه مليو. هر ڪو عذر واري ويهي رهيو. اڪيلي امداد حسينيءَ سو اخلاص سان هٿ پير هنيو. پر اسدالله شاهه جا سرنديءَ وارا ساٿي ۽ عزيز اقارب ڪيس مٽيءَ ۾ لاهڻ وقت ئي وساري ويٺا هئا. دنيا ان جو نالو آهي!

اسدالله شاهہ حسيني مٺو ماڻهو هو. هڪ غريب، پورهيت، محب وطن سنڌي، اشراف انسان، دل جو اڇو، هر ڪنهن جو خير گهرڻ وارو، ڪل پوڳ جو ڪوڏيو، يار ويس، سخي، مهمان نواز، محبتي ماڻهو هو. پاڻ گرامي صاحب جي معرفت مخدوم صاحب سان مليو هو، پر پنهنجي اخلاقي ۽ اخلاق وسيلي، سندس دل ۾ ايڏي ته عزت ۽ محبت پيدا ڪيائين، جو مخدوم صاحب شايد ئي ڪو ڪم سندس صلاح کان سواءِ ڪندو هو. گرامي صاحب سان سڪ ۽ محبت جو رستو اڳئين وانگر قائم رهيس.

اسان جو اهو روزانو نيم هوندو هو ته منجهند جو اسدالله شاهہ جي بورڊ واريءَ آفيس جي ڪمري ۾ گڏ ٿيندا هئاسون ۽ پوءِ اسدالله شاهہ جا گرامي صاحب سان چرچا گهڻا شروع ٿيندا هئا. گرامي صاحب ڪنهن ڪنهن مهل پاڻ به هٽي ڪيندو هوس. ڪچهريءَ جو اختتام هميشہ ان ڳالهہ تي ٿيندو هو، تہ اسان ٿيئي چٽا ڪنهن نہ ڪنهن هوٽل ۾ دلپسند کاڌو کائيندا هئاسون، جنهن جو بل سدائين اسدالله شاهہ پريندو هو.

موڪلائڻ مهل گرامي صاحب کي ڏهہ ويهہ رپيا خرچيءَ طور بہ ڏيندو هو. هڪ ڏينهن گرامي صاحب حسب دستور کانئس مانئي کائڻ کان پوءِ خرچي گهري. اسدالله شاهہ چيو تہ اڄ کيسو خالي آهي. گرامي صاحب مچڙو ٿي لڳس.

اسدالله شاھ قسم کنيو ته اڄ پئسا ڪونهن. گرامي صاحب تلاشي وٺڻ تي زور ڏنو. اسدالله شاھ جي کيسي مان فقط ٻه آنا نڪتا. گرامي صاحب پهريائين ته منهن سڄايو. پوءِ ٻه آنا کيسي ۾ وجهي، کلندو، ٺڪڙ جي ساداتن کي صلواتون سڻائيندو، گهر روانو ٿيو. اسدالله شاھ ۽ مان به اڇي ڪل ۾ چٺڪياسين.

اسدالله شاھ جي طبيعت ۾ قدرت مزاح جو ڏاڍو پيارو رنگ پريو هو. سدائين کلندو رهندو هو. مون سان کل پوڳ ڪندي چوندو هو ته ”ادبي بورڊ ۾ اوهان سنڌي زبان جي برابر وڏي خذمت ويٺا ڪريو. پر ٺڪڙ جي پاسي ۾ مانگُر جا مهاڻا آهن. توهان شايد سندن سنڌي نه ٻڌي آهي.“

ان کان پوءِ انهن جا اهڙا نقل نظير ٻڌائيندو هو، جيڪي منهنجي لکڻ کان زور آهن.

هڪ دفعي اسدالله شاھ ۽ مان گڏجي لاهور وياسين. سنڌي ادبي بورڊ مخدوم نوح واري قرآن مجيد جي فارسي ترجمي جو ڪم هٿ ۾ کنيو هو. ان جي ڇپائيءَ بابت پيڪيجز پريس وارن سان ڳالهائڻو هو.

هوائي جهاز ۾ ايئر هوسٽيس پين سان گڏ اسان کي به چانهه ۽ سمبوسا ڏيئي ويئي. پر ڪا سهڻي هجي؟ ۽ ڇا چئجن سندس انداز دلبرانه. اسان کي اصل هوش مان ڪڍي ڇڏيائين. مون ساڻس ڳالهائڻ لاءِ مٿي جي سور جو بهانو

ڪيو ۽ ڪائنس دوباره چانهه گهريم. هوءَ هزار ادائن سان چانهه به کڻي آئي ۽ سمبوسا به. پوءِ نيم باز نگاهن سان نهاري پڇڻ لڳي ته ”ڪٿان جو ويٺل آهين؟ ڪاڏي وڃي رهيو آهين؟“ اسدالله شاهه اهو ڏسي، پاڻ به ڪائنس چانهه گهري ۽ ايئر هوسٽيس کي ٻڌايائين ته هي ته نائب سيڪريٽري آهي، سيڪريٽري مان آهيان. پر ايئرهوسٽيس نرڙ ۾ گهنج وجهي هڪڙوئي سڪو جواب ڏنس ته
”لاهور اچڻ وارو آهي، ان ڪري ٻي چانهه ملي نه سگهندي.“
ڳالهه اتي ختم ٿئي ته به خير. جڏهن جهاز لاهور تي لٿو ته لڏندي لمندي مون وٽ آئي ۽ رازادارانه انداز سان چيائين ته، ”سڀ مسافر لهي وڃن پر تون جهاز جي ڪئبن ۾ ويٺو رهنجانءِ“. اسدالله شاهه اهو ٻڌي وائڙو ٿي ويو! خير، جهاز آهستي هلي هلي وڃي هڪ هنڌ بيٺو ۽ مسافر هڪ هڪ ٿي سڀ لهي ويا. پر مان ويٺو رهيس. اسدالله شاهه به اٿي ئي نه. ايتري ۾ ايئر هوسٽيس وري آئي ۽ مون کي چيائين ته ڪهڙيءَ هوٽل ۾ ٽڪندين؟ مون چيو ته فلئٽيز ۾. چيائين ته ”اتي تو سان ملڻ ايندس يا فون ڪنديس.“ اسدالله شاهه اهو ٻڌي مون کي ٻانهن کان وٺي ٻاهر نڪتو ۽ اچي ٽيڪسيءَ ۾ ويٺو. هوائي اڏي کان هوٽل تائين انهيءَ ايئر هوسٽس کي مانگر جي مهاڻن جي ٻوليءَ ۾ عقيدت جا گل پيش ڪندو

هليو. ان ڪان پوءِ سمورو وقت منهنجي مٿان چوڪيداري
ڪندو رهيو ته ڪاڏي اڪيلو ته ڪو نه ٿو وڃان. اڃان
فون جي گهنٽي وڃي ته ڊوڙي وڃي فون کڻي.
جڏهن پاڻ دل جي عارضي وگهي بستري داخل هو، تڏهن
ڪيس ڪلاڪن لاءِ مان خوبصورت ايئر هوسٽيس وارو داستان
دهرائيندو هوس. هزار ڳٽين جي باوجود، سندس چپن تي
مٺي مرڪ اچي ويندي هئي. مون کي يقين آهي ته هو
پنهنجي نيڪ اعمالن سبب جنت ۾ حورن جي هنج ۾ هوندو.
پر جڏهن خوبصورت ايئر هوسٽيس واري ڳالهه ڪيس ياد
ايندي ته اتي به ڪانئس ڪل نڪري ويندي.

---

* سندس اصل لفظ انگريزي زبان ۾ هئا: “I am a spent force”

* مون کان اها ڪافي وسري ويئي هئي. بعد ۾ سندس ڪتاب ”ڪليات ميران“ تان اتاري، مضمون ۾ وڌم. گواد لڪيوئر، سيرانوادا، قيدز، قرطب ۽ گرانادا اسپين جي شهرن، ندين، جبلن ۽ تاريخي جاين جا نالا آهن.

* ۽ هاٿي هڪيئي جا ماٺهو ڪٽائڻ، بلڪه ٻچا ڪٽائي، پئسن تي موٽائڻ سنڌ ۾ عام جام ٿي پيو آهي

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page10.html

# پير حسام الدين راشدي

موهن جي دڙي وارو پَٽُ، هن ڌرتيءَ تي قدرت جو نوازيل اهوسڀاڳو هنڌ آهي، جتي انساني تهذيب جا ڪي اولين گؤنچ ڦُٽا هئا.
قدرت پير حسام الدين راشديءَ جي ضمَير جو خميُر موهن جي دڙي جي مقدس مٽيءَ ۽ سنڌو درياهه جي پاڪ پاڻيءَ سان ڳوهيو هو.
هو لاڙڪاڻي ضلعي جي، بهمڻ نالي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو هو، جو موهن جي دڙي کان روڊ رستي پنجويهه ٽيهه ميل ۽ هوائي اڏام (Crow-Flight) موجب ڏهه پندرهن ميل پري ٿيندو.*
هڪ دفعي پير صاحب ۽ مان هوائي جهاز رستي ڪراچيءَ کان شڪارپور وڃي رهيا هئاسون. هوائي جهاز جيئن ئي موهن جي دڙي واري ايئرپورٽ تي لهڻ لڳو ۽ منهنجي نگاهه، دريءَ مان دڙي تي پيئي، ته وات مان بي اختيار نڪري ويو:
”اسان جي عظمت جا نشانَ تو تي سلامُ“.

پير صاحب پاسي واريءَ ڪرسيءَ تي ويٺو هو. ڪنڌ ورائي چيائين، ”رڳو اسان جي عظمت؟ پوريءَ انسان ذات جي عظمت.“
رحيم بخش سومرو ايئرپورٽ تي موٽر جهليو بيٺو هو. ساڻس گڏ شڪارپور هليا وياسين ۽ هفتو کن وٽس ٽڪياسون، جنهن ڪم سان ويا هئاسون، سو ته نه ٿيو. پر وقت ڏاڍو فرحتي گذريو. ڪل، خوشي، ٽهڪ، نقل، ڪچهريون، دعوتون، آسپاس جو سير. اهي ست ڏينهن ياد رهندا.
پير صاحب جي رحيم بخش سان ڏاڍي سِڪ هوندي هئي. مون ڪراچيءَ ۾ ڪيئي خوبصورت شامون (Evenings) ساڻن گڏ گذاريون. اول ذهني سُروَر جو سامان، پوءِ ”اسپينزر“ جا چڪن تڪا ۽ نان، مٿان ”ڪون آئيس ڪريم“. آخر ۾ هل پارڪ تي هواخوري. بعضي بعضي پراڻي ڪلفٽن تي هليا ويندا هئاسين. سنڌ جي سياست کان وٺي، ملڪ جي مکيه معاشقن تائين، سڀ موضوع پير صاحب ۽ رحيم بخش جي گفتگوءَ ۾ بحث هيٺ ايندا هئا.
هاڻي جڏهن مان ۽ رحيم بخش ملندا آهيون ته پير صاحب کي ڏاڍيءَ سڪ سان ياد ڪندا آهيون. هڪ دفعي مون

ڪانئس پڇيو ته ”تنهنجي خيال موجب پير صاحب جو زندگيءَ ۾ عزيز ترين دوست ڪير هو؟“
رحيم بخش چيو ته ”تون پڏاءِ.“



غلام رباني    ممتاز حسن    پير صاحب



ڊاڪٽر شمل

مون چيو، ”ممتاز حسن، ڊاڪٽر شمل...“

رحيم بخش منهنجي ڳالهه ڪاٽي چيو ته ”منهنجي خيال موجب پير صاحب جو دوست، پير صاحب جو ڀاءُ، پير صاحب جو اولاد تون ئي هئين.“

هڪ دفعي پير صاحب جي مان ۾ حيدرآباد ۾ ڪو جلسو ٿي رهيو هو. سندس دوستن ۽ احبابن کي مٿس مضمون لکڻ لاءِ چيو ويو. سنگت مون تي به زور رکيو پر مون معافي ورتي. پير صاحب چيو ته، ”مضمون ڇو نٿو لکين؟“

مون ڪيس جواب ڏنو ته، ”توهان جو دماغ خراب ٿيو آهي ڇا؟ مان اوهان تي مضمون لکي سگهندس؟“

هو خاموش ٿي ويو. ڪجھ دير ڪانپوءِ ڏکاري لهجي ۾ چيائين ته ”منهنجي مرڻ ڪانپوءِ لکندين!“

حقيقت اها آهي ته مان سندس مرڻ ڪانپوءِ به ڪافي عرصي تائين مٿس قلم کڻڻ جهڙو ڪو نه هئس. توڙي جو سندس ياد ۾ ”مهراڻ“ رسالي جو ”يادگار – نمبر“ شايع ڪيم. ان ۾ ”نذرانه عقيدت“ جي عنوان سان ابتدائي ڪلمات لکيم ۽ نالي ڳڻائڻ لاءِ پير صاحب جي تاريخ نويسيءَ تي به چار صفحا به رهڙي ورتم.

اصل ڳالھ اها هئي ته پير صاحب منهنجي ايڏو ته قريب هو، جو مٿس مضمون لکڻ لاءِ ڪيس پاڻ کان پري ڪري ڏسي ئي نٿي سگهيس.

جڏهن هيءُ جهان ڇڏيائين ته خبر پڌڻ شرط حيدرآباد مان ڪراچيءَ ويندي سارو رستو موٽر ۾ روئندو ويو هئس. سندس رهائشگاھ تي پهچڻ سان ته اصل ڇھ ئي ڇڇي پيا. حسين شاھ نظر پوڻ سان ڊوڙندو آيو ۽ پائرن وانگر پاڪر پائي ”ادا“ ”ادا“ ڪندو، ڏيڍ ڏيندو رهيو. پر روئڻ سان ڇا ٿو ٿئي؟ جيڪي وڃڻ وارا آهن، سي ٿورو ئي موٽي ٿا اچن؟ ڪڏهن وڇڙيا به وري مليا آهن؟

وارث شاھ چيو آهي:

هير آکدي جوگيا جوٺ آکين، ڪو نه رنڙي يار ملاوندا اي
ايها ڪوئي نه مليا مين ڍوند ٿڪي، جيهڙا گيا نون موڙ
لياوندا اي
ساڌي چم ديان جتيان ڪري ڪوئي، جيهڙا جيودا روگ
گواوندا اي
پلادس کهان چرين وچنيان نون، ڪدون رب سچا گهرين
لياوندا اي
پلا موئي تي وچڙي ڪون ميلي، ايوين جيوڙا لوڪ
ولاوندا اي

(هير ٿي چوي ته جوڳي تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، رنل يارن
کي ڪير ملائيندو؟ اهڙو ڪو به ڪو نه مليو، مان ڳولي
ٿڪس، جيڪو ويلن کي موٽائي! اسان جي چم مان اهو
جتيون ٺاهي پائي، جيڪو جيءَ جو ڏک ڏور ڪري! پلا
ٻڌاءِ ته ڪڏهن ورهين جي وچڙيلن کي سچو رب موٽائي
گهر آڻيندو؟ پلا مئلن ۽ وچڙيلن کي ڪير ملائيندو، لوڪ
ائين ئي دل کي دلبو ڏيندوآ.)
*   *   *   *
سنه 1957ع جي آڪٽوبر مهيني جي ڳالهه آهي.

مان ماهنامي نئين زندگيءَ مان نوڪري ڇڏي، سنڌي ادبي بورڊ ۾ نئون نئون اسسٽنٽ سيڪريٽريءَ جي عهدي تي مقرر ٿيو هئس. جويو صاحب سيڪريٽري هو.

پير صاحب جو مقرر نيم هوندو هو ته ڪچڙيءَ منجهند جو يارهين سادي يارهين ڌاران ڪراچيءَ جي صدر بزار جو چڪر ڏيئي، بندر روڊ، تي بورڊ جي آفيس ۾ ايندو هو ۽ ڪلاڪ اڌ جويي صاحب سان ڪچهري ڪري، مانيءَ مهل موڪلائي، پنهنجي گهر (جشميد روڊ، ”بيت الضيا“) هليو ويندو هو.

هڪ ڏينهن مان پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هئس، جو اوچتو دروازي مان پير صاحب اندر داخل ٿيو ۽ چيائين ته ”بابا، تو وٽ سگريٽ آهي؟“

مان ڪيس ڏسي ادب سان اٿي بيٺس ۽ ميز جي خاني مان پليئر نمبر 3 جو پاڪيٽ ڪڍي سندس اڳيان رکيم.

پير صاحب ڪي هيڊي رنگ جي بش شرٽ ۽ سفيد پينٽ پاتل هئي. سندس مٿي ۾ اڇا ۽ ڪارا وار هڪجيترا ٿي لڳا. سگريٽ دکائيندي، پاڪيٽ مون ڪي موٽائي ڏيندي چيائين ته ”بابا تون ته ڏاڍا اوچا سگريٽ ٿو ڇڪين؟ *

اهو پهريون دفعو هو، جو هو مون سان هم ڪلام ٿيو هو. ان ڪان اڳ سندس هڪ پيغام مليو هئم.

سنڌ ادبي سنگت ڪراچيءَ افسانن جي چٽا پيٽي ڪرائي هئي. مان به ان ۾ شريڪ ٿيو هئس. ججن منهنجي ئي افساني کي پهريون نمبر ڏنو هو. جج ٽي ڄڻا هئا:

(1) بيگم زينت عبدالله چنا

(2) عثمان علي انصاري ۽

(3) پير حسام الدين راشدي.

(هاڻي ويچارا ٽئي الله کي پيارا ٿي ويا آهن).

پير صاحب افسانو پڙهڻ کانپوءِ مون کي چوائي موڪليو هو ته ربانيءَ کي چئجو.

جهونا گڙهه جهُرندو

پوندي جهان ۽ جهروڪ ۾

تيستائين پير صاحب سان منهان منهن منهنجو تعارف ڪو نه ٿيو هو. جيتوڻيڪ ڪيترا سال اڳي بابا سائينءَ کان ٻڌو هئم ته ”پير حسام الدين راشدي سنڌ جو هڪ وڏو عالم آهي.“

سندس پهريون پهريون ديدار سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ جويي صاحب وٽ ٿيو. تن ڏينهن ۾ مان مرحوم مولانا عبدالواحد سنڌيءَ سان گڏ ماهنامي ”نئين زندگيءَ“ جي آفيس ۾ ڪم ڪندو هئس. پير صاحب اسان کان اڳ بورڊ جي آفيس ۾ جويي صاحب وٽ ويٺو هو ۽ لطف الله بدويءَ سان محمود غزنويءَ متعلق بحث ڪري رهيو هو. بحث

جي آخر ۾ بدوي صاحب کي مخاطب ٿي چيائين، ”غزني تو ڏٺي آهي يا مون؟“
اسان تي به پير صاحب جي علم جو رعب ڇانئجي ويو.
ٿورا گهڻا ڏينهن گذاريا ته ساڻس ٻيءَ ملاقات جو قدرت موقعو پيدا ڪيو.
مئڪملنس ڪمپنيءَ جو نمائندو پاڪستان پهتو. سرڪار کيس اسان جي کاتي محڪمه مطبوعات (D.F.P) ۾ موڪليو. جلال الدين احمد ڊپٽي ڊائريڪٽر هوندو هو. مون کي نئين زندگيءَ جي آفيس مان سڏائي چيائين ته ”هن شخص کي پير صاحب جي گهر وٺي وڃ. مون ساڻس فون تي ڳالهائي ڇڏيو آهي.“
اسان جڏهن پير صاحب وٽ پهتاسين ته اسان جو انتظار ڪري رهيو هو. کيس عمدو انگريزي سوٽ ڪوٽ پاتل هو. ڪافي گهرايائين ۽ مهمان کان حال احوال ورتائين. هن چيس ته ”اسان مشرقي ادب جو انگريزيءَ ۾ انتخاب شايع ڪري رهيا آهيون. مصر مان ڪم لاهي، پاڪستان پهتو آهيان. سرڪار صلاح لاءِ اوهان وٽ موڪليو آهي. ٻڌايو ته ڪهڙا ناول، افسانا ۽ ناٽڪ ترجمي لاءِ موزون ٿيندا؟“
پير صاحب چيس ته، ”اهو ته هي نوجوان اوهان کي ٻڌائي سگهندو؟“
”تڏهن توهان ڪهڙي موضوع تي ڪتاب لکندا آهيو؟“

”تاريخ“ پير صاحب هڪ لفظ ۾ جواب ڏنو.
”ظاهر آهي ته اسان جي دلچسپي اوهان جي ملڪ جي موجوده معاشري ۾ آهي، جنهن جو ترجمان جديد تخليقي ادب آهي.“
گفتگو اتي ختم ٿي. اسان، پير صاحب کان موڪلائي آياسين.
اهي هيون پير صاحب سان ابتدائي ملاقاتون. مان سندس ويجهو آيس ۽ قرب ۾ ڪڙجي ويس سو سنڌي ادبي بورڊ جي ملازمت دوران.

* * *

هڪ دفعي پير صاحب مون کي چيو ته ”رباني پنهنجو تعلق بورڊ جي ڪري آهي. ائين نه؟“ سندس مطلب هو ته بورڊ سندس ڪتاب ڇاپي ٿو، ان ڪري بورڊ ۾ سندس دلچسپي آهي. مان بورڊ جو سينيئر ملازم آهيان، پاڻ وري بورڊ جو سينيئر ميمبر آهي، ان ڪري اسان ٻنهي جو تعلق باهمي مفاد تي مبني آهي.
مون جواب ۾ چيو ته ”هائو، سائين“.
منهنجي ائين چوڻ شرط ڪانئس به ڪل نڪري ويئي ۽ مون کان به.
ماڻهن جي هڪٻئي جي ويجهو اچڻ جو بنياد ڪهڙيءَ به ڳالهه ڪري هجي، پر جيڪڏهن ٻنهي جي سڀاءَ ۾ ڪي

ڳالهيون هڪجهڙيون آهن، ته اهو تعلق اڳتي هلي، دوستيءَ ۽ قرب جو باعث بڻجي ٿو.

پير صاحب ۾ منهنجي معاملي ۾ به ائين ئي ٿيو. هڪ دفعي مون کي چيائين ته ”بابا، مون ۾ ته هاڻي تو سان چنڻ جي طاقت ڪانهي. تو ۾ هجي، ته هجي.“

مون کي اهڙا ماڻهو وڻندا آهن، جيڪي طبيعت جا سخي هجن. دل کولي ٿهڪ ڏيئي سگهن ۽ وقت تي ڳرانڍي پائي، گڏ روئي به سگهن. دوستي رکڻ سان گڏ، دوستي نڀائڻ به ڄاڻن. پير صاحب ۾ اهي خوبيون هيون.

سنڌي ادبي بورڊ ۾ اسان جو اهو مقرر نيم هوندو هو ته سڄو ڏينهن آفيس جو ڪم ڪري، شام جو مان ۽ جويو صاحب بندر روڊ سان پنڌ ڪندا، شاهه صاحب جي. ايم. سيد جي بنگلي تي هليا ويندا هئاسين. هو تن ڏينهن ۾ بورڊ جو نائب صدر ۽ ان جي اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو صدر هوندو هو. سندس بنگلي تي روزانو جيڪا ڪچهري ٿيندي هئي، تنهن جا پيا مستقل ميمبر هوندا هئا:

- شيخ عبدالمجيد سنڌي،
- رئيس غلام مصطفى پرڳڙي،
- پير حسام الدين راشدي،
- ڪامريڊ، عبدالقادر،
- يار محمد ٿانوري ۽ پوهو مل،

- ٻئي ٽئين ڏينهن
  - حاتم علوي،
  - الله بخش گبول
  - ۽ شاهه صاحب غلام مصطفى شاهه به اچي نڪرندا هئا.

اهي سڀ ڄڻ ته شاهه صاحب جي گهر جا ڀاتي هوندا هئا ۽ ڪچهريءَ دوران سائنس رات جي مانيءَ ۾ به شريڪ ٿيندا هئا.

الله بخش گبول ڪڏهن ڪڏهن ڪباب پارٽي ڪندو هو. ٻڪر ڪهائي، سيخ ڪباب ٺهرائي، ٿالهن جا ٿالهه پرائي ڪٽي ايندو هو.

رئيس غلام مصطفى ڀرڳڙيءَ جي طبيعت ۾ مذاح جو رنگ آهي. سو ڪا نه ڪا ڪل پوڳ جي ڳالهه سوچيندو رهندو هو. سندس طعني ۽ ٽنڪي جو مکيه مرڪز هوندو هو، آنجهاني پوهو جنهن کي رئيس ”بيريا“ ڪوٺيندو هو. بيريا اسٽالين جي ڏينهن ۾ روس جي جاسوسيءَ جي وزارت جو سربراهه هوندو هو.

رئيس کي حاضر جوابيءَ تي به ڏاڍو ملڪو هوندو هو. ون يونٽ ٽاهڻ کان پوءِ، هڪ دفعي خانبهادر کهڙو کيس مليو ۽ چيائيس ته ”رئيس تون سنڌ جون ڳالهيون ڪندي چوندو آهين ته اڳي ڪنهن زماني ۾ سنڌ جون سرحدون ڪشمير

تائين هونديون هيون. سو، مون ون يونٽ ٺاهي، اوهان کي سنڌ جون سرحدون وڏائي ڏنيون آهن.“
رئيس چيو ته مون کي چرچو سجهي آيو سو کلي، کيس ٺهه پهه جواب ڏنم ته ”خانبهادر اها ته اوهان جي وڏي مهرباني. پر ون يونٽ سنڌ لاءِ ايڏيون ته انتظامي مشڪلاتون پيدا ڪيون آهن، جو اسان سوچيو آهي ته اوهان کي عرض ڪيون ته سرحدن کي اڃا به ڪجهه اڳيرو وڏائي ڏيو.“
اهو ٻڌي خانبهادر کهڙو گهٻرائجي ويو ۽ چوڻ لڳس ته ”ميان، تون ته ڪو خطرناڪ ماڻهو آهين“.
شاهه صاحب جي ايم سيد جي بنگلي تي ڪچهريءَ جو رنگ ان وقت چمندو هو، جڏهن پير حسام الدين راشدي ايندو هو. اچڻ شرط پڇندو هو ته، ”سيد اڄ مانيءَ ۾ ڇاهي“؟ جيڪڏهن ماني سندس مرضيءَ موجب هوندي هئي ته ڪچهريءَ ۾ شريڪ ٿيندو هو. نه ته گهڙي کن ويهي موڪلائي ويندو هو ۽ بعضي ته اسان کي پاڻ سان گڏ گهر وٺي ويندو هو ۽ ماني کارائي ڪچهري ڪندو هو.
رئيس پرڳڙيءَ جو پهوءَ سان چرچو گهٻو جاري رهندو هو ته پير صاحب جو وري شڪار هوندو هو مولوي خسرو.
مولوي خسرو هندستان مان مهارج ٿي آيو. خبر ناهي ته ڪيئن شاهه صاحب جي ايم سيد وٽ پهتو ۽ سندس مهمان ٿيو. هفتو گذريو، ٻه گذريا، ٽي گذريا. پر مولوي خسرو

وجي چو ٿو؟ تان ته ٻارهن مهينا ڦري آيا، ٻه سال گذري، ٽي سال گذريا. مولوي خسرو شاهه صاحب جو مهمان. ان وچ ۾ سندس بنگلي جي هڪ ڪمري تي قبضو ڪيائين. سو هيئن ته ڪنهن کي به ان ڪمري ۾ پير پائڻ جي اجازت ڪا نه هوندي هئي. نوڪرن کي ايتري موڪل هئي ته گهر جي بورچيخاني مان ٽه وقتي ماني خومچن ۾ کڻي، کيس ڪمري ۾ ڏيئي وڃن ۽ شام جي چاءِ. ان کان علاوه ڪمري ۾ پير نه پائن.
مولوي خسري جي دعوى هئي ته پاڻ وڏو عالم آهي. سو پير صاحب اچڻ شرط کيس پاڻ وٽ سڏيندو هو ۽ ساڻس ڪتابن جون ڳالهيون ڪيندو هو ۽ جڏهن هو پير صاحب کان موڪلائي پنهنجي ڪمري ڏانهن ويندو هو ته پير صاحب کيس پٺيان بجو ڏيئي، شاهه صاحب کي چوندو هو ته ”سيد هن مردود مان جان نٿو ڇڏائين.“

پر شاهه حضور شرم ماڻهو، سو تڏي آيل مهمان کي ڪيئن چوي ته هليو وڃي. بهر حال ڇئن پنجن سالن بعد هڪ واقعو ٿيو، جنهن ڪري، مولوي خسري پنهنجي عافيت ان ۾ سمجهي ته پاڻ ازخود ٽپڙ ٻڌي، ڪيڏانهن هليو وڃي.
شاهه صاحب جي ايم سيد جي ڪچهريءَ جا سوين موضوع هوندا هئا. بورڊ جون دفتري ڳالهيون ڪي ورلي

نڪرنديون هيون. نه ته گهڻو ڪري اڳئين زماني، پراڻن يارن ۽ ڪتابن جا قصا هوندا هئا. شاهه صاحب ون يونٽ ٽٽڻ بعد ڪو زمانو جيل ۾ گذاريو هو. سو ڪڏهن ڪڏهن اهي قصا به ڪيندو هو ته سياسي قيدين کي ذهني اذيت ڪيئن ڏني ويندي آهي؟ ان سلسلي ۾ آخرڪار جويي صاحب جي چوڻ تي هڪ مضمون لکيائين جو ”نظربنديءَ جا ايام“ عنوان سان مهراڻ ۾ شايع ٿيو. ان کان علاوه شاهه صاحب سنڌ جي تصوف، تاريخ ۽ تذڪري جون ڳالهيون ڪيندو هو، جن ۾ جان وجهڻ وارو ماڻهو هوندو هو پير حسام الدين راشدي.
تن ڏينهن ۾ شاهه صاحب کي سنڌ جي ساداتن جي شجري ٺاهڻ جو شوق کنيو بيٺو هو، سو، ان باري ۾ پير صاحب سان صلاح مشورو ڪندو رهندو هو. پر، پير صاحب کي اها ڳالهه مزو ڪا نه ڏيندي هئي، سو جواب ۾ چوندو هئس ته ”فلاڻيءَ پيڙهيءَ کانپوءِ سنڌ جي سيدن جو شجرو ملي ئي ڪو نه ٿو ۽ مٿي هلي بولڻ شاهه ۽ ان قسم جا پيا نالا ملن ٿا، جي خالص سنڌي آهن، منجهن عربيت ڪا به ڪانهي. ان جو مطلب ته اسان سنڌ جا سيد تاجي پيٺي سنڌي آهيون.“ پير صاحب جي اها ڳالهه ٻڌي شاهه صاحب کلي ڏيندو هو. خبر ناهي ته اها مذاق ڪئين پنجاب وڃي پهتي. لائلپور جي پاسي هڪ هفتيوار اخبار ۾ پهرئين صفحي پير صاحب

جي نالي سان هڪ بگهو بيان شايع ٿيو ته سنڌ جي ممتاز تاريخ نويس پير حسام الدين راشديءَ جو خيال آهي ته سنڌ جا سيد اصل ۾ پيلن ۽ ڪولهين جو اولاد آهن.
جڏهن اسان ننڍا هوندا هئاسين ته ريجهو مل نالي هڪ واڻيو محبت ديري جتوئيءَ مان اسان جي ڳوٺ ۾ صبح جو سوير گهور ڪرڻ ايندو هو. مٿي تي هڪ لوهي ٿالهه هوندو هوس. ڳوٺ جي گهٽين مان لنگهندي، هوڪو ڏيندو هو، "بيہ مرچائي ڪوسو."
پير صاحب ته اها خبار پڙهي، ايڊيٽر کي ريجهو مل جي مرچائي بيهن جهڙيون ڪوسيون ڪوسيون گاريون ڏنيون.
پر رئيس پرڳڙيءَ کي گهر ويٺي تماشي لاءِ مواد ملي ويو، سو چوڻ لڳو ته مان ان ايڊيٽر کي دعوت ڏيئي سنڌ ۾ گهرايان ٿو ته هت اچي ۽ پاڻ سنڌ جي سيدن سان ملاقاتون ڪري، سندن حسب نسب جي مستند معلومات ڪٺي ڪري.
هڪ دفعي هاسانند جادوگر، شاهه صاحب جي ايم سيد وٽ اچي نڪتو. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ مان لڏي هندستان هليو ويو هو. اتان سالن ڪانپوءِ سنڌ گهمڻ آيو هو ۽ سيڌ سڪديو سان گڏجي شاهه صاحب جي سلام تي آيو هو. اسان ننڍي هوندي سندس جادوءَ جا ڪيئي قصا ٻڌا هئا. سو چيوسونس ته ڪجهه تماشو ڏيکار. چيائين ته مان سامان

ڪٽي ڪو نه آيو آهيان. بهرحال اسان جي زور پرڻ تي چانديءَ جو هڪ رپيو ڪيسي مان ڪڍيائين ۽ اسان کي چڱيءَ طرح ڏيکاري، ان کي هٿ سان مهٽو ڏيئي، اسان کي ڏنائين ته به اڌ هو. چيائين ته ٻئي اڌ ملائي رپيو وري هڪ ڪري ڏيو. اسان هٽي هٽي ٻيڻاسين، ڪجھ نه ٿيو. چيائين ته مون کي ڏيو. هٿ ۾ وٺي، مهٽو ڏيئي، چيائين ته وٺو. ڏسون ته رپيو رپين جهڙو. پڇا تي ٻڌايائين ته ”جادو وغيره ڪجھ ڪونهي. رڳو هٿ جي چالاڪي آهي، جنهن تيزيءَ سان اوهان جون نظرون ڪم ڪن ٿيون، ان کان وڌيڪ تيزيءَ سان، منهنجو هٿ ڪم ڪري ٿو.“
پير صاحب اها ڳالھ ٻڌي رئيس پرڳڙيءَ ڏانهن نهاريو.
رئيس ڪلي چيو ته ”اسان هاسانند کي وڃائي، پنهنجو وڏو نقصان ڪيو.“
پير صاحب پڇيس ته ”اهو وري ڪيئن؟“
رئيس چيس ته ”هاسانند هت هجي ها ته اسان ڪيس سنڌ جي سياستدانن جي سکيا جو ڪم سونپيون ها. پوءِ هو اهڙا ته آڙيڪاپ سياستدان ٺي پون ها، جو ڪو به ڪين ٺڳي ڪو نه سگهي ها. سنڌ ون يونٽ جهڙن ڏوجهرن کان بچي پوي ها.“
شاھ صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن سنڌي راڳ به ٿيندو هو. هڪ دفعي سن جي پاسي جو هڪ پنڊت آيو.

اسٽيج ڪا نه هئي. سو، ميز تي چڙهي ويٺو. ڏڪڙ به وڄائڻ لڳو ۽ راڳ به ڳائڻ لڳو. سندس آواز سٺو هو، پر ان ۾ سوز ڪو نه هو. سندس هڪ سرائڪي ڪلام جون به سٽون منهنجي دل ۾ ڪپي ويون:
اکڙيان تيڏيان عقاب
عاشق مارِ شڪار ڪِتوني.
پير صاحب کي پنڊت جي راڳ گهٽو مزو ڪو نه ڏنو. گهڙي کن رکي اٿيو ۽ اسان کي به پنهنجي گهر وٺي هليو. حسب دستور، رات جي ماني کاڌيسون ۽ پوءِ ڪتابن جا قصا نڪتا.
سنڌي ادبي بورڊ سوين، سنڌي، سرائڪي، عربي، فارسي، اردو ۽ انگريزي ڪتاب شايع ڪيا. ڪي ننڍا سٺ صفحن جا ته ڪي وڏا ٻن هزارن صفحن جا. ڪي هاڻوڪن عالمن جا لکيل ته ڪي سنڌ جو اڳوڻن عالمن، مير علي شير قانع، مخدوم معين، مخدوم محمد هاشم، مخدوم جعفر بوبڪائي، عبدالحڪيم عطا، منشي عطا محمد شڪارپوريءَ ۽ ٻين اهڙن برک عالمن جا لکيل.
قديم ناياب نسخن خاص ڪري عربي فارسي ڪتابن جي ڇپائيءَ جا سڀ امور پير صاحب سان بحث هيٺ ايندا هئا. جويي صاحب جي بورڊ مان هلئي وڃڻ کانپوءِ، اهو سڄو ڪم مون کي ئي سنڀالڻو پيو. اهڙيءَ ريت قدرت مون کي

مخدوم نوح واري قرآن ڪريم جي فارسي ترجمي جي اشاعت جي سعادت نصيب ڪئي.
چون ٿا ته اهو پاڪستان ۽ هندستان ۾ فارسي زبان ۾ قرآن ڪريم جو ان معنى ۾ پهريون پهريون ترجمو آهي، ته جيڪڏهن مولانا شهاب الدين دولت آباديءَ واري تفسير کي ”تفسير“ قرار ڏجي ته پوءِ خالص ترجمن ۾ هيءُ، پهريون پهريون فارسي ترجمو آهي.
شاهه ولي الله واري ترجمي کان به اڍائي سو ورهيه آڳاٽو آهي.
پير صاحب کي ان سلسلي ۾ شڪ شبهو هوندو هو ته ان ڳالهه جي ڪهڙي ثابتي آهي ته هي ترجمو مخدوم نوح جو ڪيل آهي؟ جتي قرآن ڪريم پورو ٿئي ٿو، اتي فارسي ترجمي جي نقل نويس بهاءُالدين گودڙئي غالباً فقط ايترو لکيو آهي ته مون هي مصحف مبارڪ اڄ فلاڻي ڏينهن اتاري پورو ڪيو.
بهاءُالدين گودڙيو مخدوم نوح جو خليفو هوندو هو ۽ خود به ايڏو عالم هوندو هو، جو عبدالڪريم بلڙيءَ وارو سندس چاڪڙيون سڏيون ڪري رکندو هو. پير صاحب جو خيال هو ته ممڪن آهي ته اهو ترجمو ڪنهن اڳوڻي عالم جو هجي ۽ مخدوم نوح کي پسند هجي. ان سببان گودڙئي ان کي نقل ڪيو هجي. گودڙي نقل نويسيءَ جو ڪم لکيءَ ۽

سيوهڻ جي پاسي مخدوم نوح جي ڪنهن مريد لاءِ ڪيو هو.

ٻئي طرف ان ڳالهه جي حمايت ۾ ته اهو ترجمو مخدوم نوح جو ڪيل آهي، هي دليل هئا ته هڪ ته مخدوم نوح جي بزرگيءَ جون جيڪي مکيه وصفون هيون تن ۾

- هڪ اها به هئي ته سندس قرآن داني ملڪان ملڪ مشهور هئي.*
- ٻيو ته مخدوم نوح جي خاندان ۾ اها روايت هلي اچي ٿي ته اهو ترجمو مخدوم نوح جو آهي.
- ٽيون ته ترجمي جي جيڪا فارسي آهي، اها سنڌ جي مقامي فارسي آهي، افغانستان ۽ ايران جي فارسيءَ وانگ شسته نه آهي.

مولانا قاسمي صاحب هڪ دفعي ٻڌايو ته ترجمي ۾ ڪي لفظ اهڙا آهن، جي فارسي زبان ۾ مستعمل نه آهن، پر سنڌي زبان ۾ آهن: مثلاً لفظ ”موتي“. انهن دليلن جي بنياد تي اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي ته اهو ترجمو مخدوم نوح جو ئي ڪيل آهي.

در اصل ان ترجمي جو ڪم به جويي صاحب جي زماني ۾ ئي شروع ٿيو هو. ان کان به اڳ ڊاڪٽر غلام مصطفى خان، صدر شعبه اردو، سنڌ يونيورسٽي، مرحوم ممتاز

حسين جي همٿائڻ تي انهيءَ قرآن ڪريم جي هڪڙي پاري ڪي نقل ڪيو ۽ ان ڪي ڇپايو هو. پر ان ڳالهه جي گهڻي مشهوري ڪا نه ٿي.

جڏهن سنڌي ادبي بورڊ اهو علمي ڪم هٿ ۾ کنيو ته اصل نسخي جي نقل نويسيءَ جو ڪجهه ڪم شروعات ۾ مرحوم حبيب الله رشديءَ ڪيو. اهو ويچارو الله کي پيارو ٿيو ته ڪم کي مرحوم مولوي محمد صديق ”ماعر“ اڳتي هلايو. آخر ۾ صحيح معنى ۾ نقل نويسيءَ، ايڊيٽنگ ۽ مقدمي لکڻ جو سڄو ڪم مولانا غلام مصطفى قاسمي صاحب پايه تڪميل تي پهچايو. اها ته ٿي ايڊٽنگ. ليڪن ڇپائي به پنهنجي مٿي وڏو مسئلو هئي. مون لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ جا چڪر ڪاٽيا. وڏو مسئلو خرچ جو هو. بورڊ وٽ پئسا ڪو نه هئا، پوءِ الله اهو ڪم آسان ڪري ڇڏيو. بهرحال ويهن ورهين جي مٿا ڪٺ ۽ محنت ڪانپوءِ قرآن ڪريم وجي شايع ٿيو.

ڪا زنده قوم يا فرض شناس حڪومت هجي ها ته اسان سڀني جون ڪي عزتون ٿين ها. پر هت ته سنڌ وارن وٽان ٿلهي شابس به ڪا نه ملي. مون کي سو مخدوم محمد زمان طالب المولى صاحب نهايت محبت پريو خط لکيو ۽ سڪ سان مبارڪباد ڏني پر جيتريقدر ياد پويم ٿو ته مولانا قاسمي

صاحب ڪي ايڏي شاندار ڪارنامي سرانجام ڏيڻ تي خود بورڊ وٽان به پورو اجورو ڪو نه مليو.
سنڌو ڪتاب ڇاپڻ ڇڻ ته ٻار ڇٽو آهي. جيڏي محنت ڪتاب جي لکڻ تي ٿئي ٿي، اوتري ئي محنت ان جي ڇاپڻ تي ٿئي ٿي. سڌن اديبن وانگر سڌا ناشر قومن جي ترقي ۽ تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. فورٽ وليم ڪاليج ڪلڪتي ۽ نول ڪشور جا نالا ائين ئي اردو ادب ۾ مشهور ڪو نه ٿيا هئا. سنڌي ادبي بورڊ سنڌ ۾ ذهني بيداريءَ ۽ خود شناسيءَ جو بنيادي ڪم ڪيو. پر اها ڪا سولي ڳالهه ڪا نه هئي. اسان ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. منهنجيءَ جوانيءَ جو ته سڄو رت ست سنڌي ادبي بورڊ جي پي ويو. پير صاحب ان ڳالهه جو اکين ڏٺو شاهد هو. منهنجيءَ غريبيءَ جو حال، اهو جو پنهنجن وڏڙن جا ڪي قلمي ڪتاب، پنجاهه پنجاهه رپين ۾ وڪيم. ڇٽيهن ورهين جي عمر تائين شادي ڪري نه سگهيس، جو پاڻ وٽ 3 هزار رپيا گڏ ڪري ڪو نه سگهيس. آخر بابا سائينءَ زمين جو ٽڪر وڪڻي، مون کي پرڻايو. تقريباً ويهه ورهيه بورڊ جي نوڪري ڪيم، پر سڄو عرصو مقروض رهيس. ڪنهن زماني ۾ هڪ دفعو قدرت ڪرم ڪيو. ڇا ٿيو ته ايوب خان ملڪ تان مارشل لا هڻڻ ڪانپوءِ سرڪاري ملازمن جون پگهارون وڌايون. ان جي نتيجي طور اسان جي پاسي واريءَ ڊئريڪٽر ايڊيوڪيشن، سنڌ، جي آفيس ۾

به متعلقه ملازمن جون پگهارون وڌايون ويون. ڪن کي
ته نه رڳو وڌيل پگهارن جا نوان اسڪيل مليا، پر
سرڪاري قاعدي موجب اڳين پگهارن جا تفاوت به پرجي
مليا. ڪن کي ٻه هزار ته ڪن کي ٽي هزار وغيره.
اسان وٽ سنڌي ادبي بورڊ ۾، تن ڏينهن ۾، پگهارن، موڪلن
۽ ٻين اهڙن ڪمن ۾ سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي جي قاعدن
قانونن جي پيروي ڪئي ويندي هئي. اها ڳالهه بورڊ جي آئين
۾ لکيل هئي. سو اسان ٻه ڪجهه ڏينهن صبر ڪرڻ کانپوءِ
جويي صاحب جي ڪن تي ڳالهه وڌي، جو ان زماني ۾ بورڊ
جو سيڪريٽري هو. چيائين ته سرڪاري قاعدي موجب،
رپورٽ ٺاهي پيش ڪيو. مرحوم عبدالجبار عباسي بورڊ
جو اڪائونٽنٽ هوندو هو، تنهن ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن جي
آفيس ۾ ويهي، اها رپورٽ ٺهرائي، جنهن موجب مون کي
اڳين پگهارن جو سورهن سو رپيا تفاوت به ٿي مليو ۽ نئين
اسڪيل ۾ به ويهن پنجويهن رپين جو يا ان کان ڪجهه مٿي
واڌارو ٿي مليو. بورڊ جي هڪ جونيئر ڪلارڪ ۽
پٽيوالي کي به ڪجهه نه ڪجهه فائدو ٿي پهتو، پر ڪين تفاوت
ڪو نه ٿي مليو. ان زماني ۾ سورهن سو رپيا وڏي ڳالهه
هئي! ڪي ڏينهن ته خوشيءَ جا خواب ڏسندو رهيس.
جويي صاحب به ٿي ڏينهن فائيل پاڻ وٽ رکي، ان تي
فيصلو لکي اڪائونٽنٽ کي ڏنو ته جونيئر ڪلارڪ ۽

پٽيوالي کي ته سرڪاري قانون موجب پلي فائدو ڏيو، پر رباني‌ءَ کي ڪو به فائدو ڏيڻ جو ضرور ڪونهي.
جڏهن منهنجي چوڻ تي مرحوم عبدالجبار عباسي‌ءَ ڪيس چيو ته ”سائين، رباني صاحب کي به ته سرڪاري قانون موجب ئي فائدو ملي رهيو آهي. بورڊ ته ساڻس ڪا به رعايت ڪا نه ٿو ڪري.“ تڏهن چيائينس ”هائو، پر ايڏا پئسا ڪاڏي ڪندو؟“
اڳتي هلي جويو صاحب وچي ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو ملازم ٿيو ۽ جتوئي صاحب چيف منسٽر ٿيو. ساڻس سٺا تعلقات هئس. ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي چيئرمين مرحوم اسدالله شاهه حسيني‌ءَ مون ڳالهه ڪئي ته جويي صاحب هزارين رپين جو هڪ بل ڏاهيو هو، جنهن تي بورڊ ۾ اختلاف ٿي پيو، ان ڪري سرڪار کان خاص منظوري وٺي پئسا وصول ڪيائين. هر غريب ماڻهوءَ کي پئسي جو احتياج ٿئي ٿو، ان ڪري منهنجي خيال موجب، جويي صاحب پنهنجو حق ورتو، ته ان ڳالهه ۾ هن ڪا به غلطي ڪا نه ڪئي. بلڪه چڱو ڪيائين. پر مون کي منهنجو قانوني حق به نه ڏنائين. بهر حال عبدالجبار عباسي‌ءَ مون سان اچي سربستو احوال ڪيو. هو سچو ماڻهو هو. ڪيس ڏاڍو ڏک رسيو؟
مون کي زندگي‌ءَ ۾ گهڻيئي صدما مليا. ڪيترا وسري ويا، ڪي اجا ياد اٿم. ان قدمي جو به اجا دل تي داغ اٿم، چو ته

ان جو منهنجي آئندي تي به برو اثر پيو، يعني آءٌ سڄيءَ عمر لاءِ پگهار ۾ فائدي کان محروم رهيس، جو منهنجو حق هو ۽ ٻين ملازمن وانگر مون کي به سرڪاري قانون موجب ئي ملي رهيو هو.

پر مون سڀ ڪجهه صبر سان برداشت ڪيو. پير صاحب کي سو اڳتي هلي، ڏيڍ لفظن ۾ ڏانهن ڏنم. ان زماني ۾ مون کي سياري ۾ پائڻ لاءِ ڪوٽ ڪو نه هوندو هو. نيري رنگ جو ٻگهين ٻانهن وارو هڪ سئيٽر قرض ڪٽي ورتو هئم. پير صاحب ڳالهه ٻڌي ڏک ۾ ويڙهجي ويو. پاڻ به مون سان ڏانهون ڪرڻ لڳو. چي ”هيڏي محنت ڪتابن ٺاهڻ تي ڪريان ٿو. بعضي ته ڪتابن جون مئڪرو فلمون ٻاهران گهرائڻ لاءِ کيسي مان پئسا خرچ ڪريان ٿو. (تن ڏينهن ۾ کيس ڪتابن ٺاهڻ لاءِ جدا معاوضو ڪو نه ملندو هو. پر هر مهيني هڪ هزار رپين جو يڪو مقرر معاوضو ملندو هو.) اوهان آفيس ۾ ڪم ڪريو ٿا. مون کان ڪو پڇڻ وارو ڪونهي. پر ته به صبح سان تيار ٿي، ميز تي اوهان وانگر ئي ڪم ڪريان ٿو. ڪڏهن ناغو وڌو اٿم؟ ڪڏهن ڪڏهن ته رات جو به ويهي نور نچوئيندو آهيان. انهن سببن ڪري دل جو دورو به پيم. پر آهي ڪنهن شخص کي ان ڳالهه جو قدر ته سنڌ جي تاريخ جي تعمير نو جو ڪم ڪري رهيو آهيان؟ ڪيئي هيرا لعل جيڪي وقت جي هٿان ضايع ٿي

وجن ها، سي بچائي ورتا اٿم.“ ٿڌو ساهه پري چيائين ته
”مون کي هنن جي تحسين جي پرواهه ڪانهي. اهو سنڌ جي
ڌرتيءَ جو مون تي حق آهي، جو ادا ڪري رهيو آهيان.“
هت مان ان ڳالھ جي وضاحت ڪري ڇڏيان ته جويي
صاحب مون سان ڏٺي وائٺي ناانصافي ڇو ڪئي؟ هن جو
مون سان ذاتي بغض يا عناد ڪو نه هو. بلڪه مون سان
محبت ڪندو هو. پر بورڊ سان سنڌ جي اداري جي حيثيت
۾، ڪيس وڌيڪ محبت هئي. هو ان جا چار پئسا بچائڻ ۾
خوشي محسوس ڪندو هو. ان زماني ۾ شاهه صاحب جي
ايم سيد چوندو هو ته ”بورڊ معنى جويو صاحب.“ سو، هو
ان کي ذاتي ملڪيت ۽ خانگي اداري وانگر هلائيندو هو پر
اها سندس ڀل هئي. سرڪاري ادارا سرڪاري آهن ۽
ڪنهن جي به ذاتي ملڪيت ڪونهن. ٻيو ته پنهنجي ذاتي
مفاد لاءِ هر ڪوشش ڪرڻ پر ٻئي پورهيت پاڻُ کي جائز
حق کان به محروم رکڻ ڪيس نه جڳائيندو هو. اها ميار
مٿس رهي. اڳتي هلي سنه 1963ع ۾ سندس خلاف سنڌي
ادبي بورڊ ۾ طوفان متو. مون ئي اڳتي وڌي سندس بچاءُ
ڪيو. اسان جي پاڻ ۾ محبت هئي مون کي سندس لاءِ تمام
وڏي عزت هئي ۽ انشاءَالله هميشه رهندي.
1958ع ۾ پير صاحب کي دل جو دورو پيو. علاج لاءِ
پنهنجي پاءُ وٽ منيلا هليو ويو. وڏو پاڻس اتي سفير هوندو

هو. پير صاحب منيلا مان مون کي ٻگها ٻگها خط لکندو هو. ڪي ته ڏهن ويهن صفحن جا. خط ڇا هئا، سنڌ جي سماجي ۽ ادبي زندگيءَ جا دلچسپ دستاويز هئا. مون چڱو عرصو اهي خط سانديي رکيا. ڏهاڪو سال گذرڻ کان پوءِ ڪائنس اجازت گهريم، ته انهن خطن کي ڇپايان. اجازت پاڻ ڪانه ڏنائين. وڏيڪ عرصو اهي خط مون کان سنڀاليا ڪو نه ٿيا. نيٺ ضايع ٿي ويا.

جڏهن پير صاحب منيلا مان دل جو علاج ڪرائي موٽي وطن آيو، ته ڪافي عرصي تائين ذهن تي بيماريءَ جو پؤ ويٺل هوندو هوس. ڏاڪڻ ڪو نه چڙهندو هو. صبح جو ڏهين بجي کان پوءِ اس ۾ ڪو نه نڪرندو هو. گهر جي ٻوڙ ٻاڙيءَ ۾ گيهه بند ڪري، سرنهن جو تيل ساڙائي، ان کي استعمال ڪندو هو. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي وفات هيڪاري کيس متاثر ڪيو هو. ڊاڪٽر صاحب به دل جي دوري سببان جهان ڇڏيو هو.

1962ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جون آفيسون ڪراچيءَ مان حيدرآباد کڄي آيون. ان جو سبب اهو هو ته خانبهادر کهڙي کي بورڊ جي صدارت تان هٽايو ويو ۽ ساڻس گڏ، سائين جي ايم سيد، پير علي محمد راشدي ۽ آغا بدرالدين به بورڊ جي ميمبريءَ تان هٽايا ويا. ايوب خان جي ملٽري حڪومت پنهنجي ليکي جڻ ته بورڊ جي تطهير ڪري ڇڏي. ان کان

پوءِ حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر ڪي سنڌي ادب جي هن اداري جو سربراهه بڻايو ويو.
ايوب خان واري مارشل لا لڳڻ کان اڳ کهڙو صاحب حڪومت پاڪستان جو ڊفينس منسٽر هوندو هو ۽ بورڊ جو صدر. هڪ دفعي لاڙڪاڻي ۾ ڪنهن جلسي ۾ ويو. ڪانئس گهر ڪئي ويئي ته بورڊ جي ڪتابن جو سيٽ اسڪول جي لئبرريءَ لاءِ تحفي طور ڏيو. ڪراچيءَ موٽي آيو ته مون کي پاڻ وٽ سڏيائين ۽ چيائين ته بورڊ جي شايع ڪيل ڪتابن جي لسٽ ڪڍي اچ. لسٽ مان ڪتاب چونڊي، حساب ڪري، هڪ سو پيانوي رپين جو ذاتي چيڪ ڏنائين ته فلاڻي اسڪول کي هي ڪتاب منهنجي طرفان موڪليو.
بورڊ جي ميٽنگ هميشہ پنهنجي بنگلي تي ڪوٺائيندو هو ۽ ان ۾ وڏي شان مان سان بورڊ جي ميمبرن جي خاطر تواضع لاءِ ڪيڪ، پيسٽرين ۽ چاءِ جو انتظام ڪندو هو. ڪڏهن به بورڊ کان بل نه ورتائين.
کيس اهو شوق هوندو هو ته بورڊ جي ملازمن جي پگهار جا چيڪ پاڻ دستخط ڪري. ڪاٿي به هوندو هو ته ان ڪم لاءِ کهي اچي ڪراچيءَ پهچندو هو. پر ڪڏهن به ائين ڪو نه ٿيو ته لاڙڪاڻي کان ڪراچيءَ جو ڪرايو اسان کان وصول ڪيو هجيس.

جڏهن علامه قاضي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي، تڏهن سڀ کان اول خانبهادر کهڙو وٽس پهتو ۽ عرض ڪيائينس ته ”بورڊ جا عالم ٿيڻ قبول فرمايو.“ ڪانئس اها ڳالهه مڃائي، بورڊ ۾ علامه صاحب جي لاءِ ٻه هزار رپيا ماهيانو معاوضو مقرر ڪرايائين. ان زماني ۾ وائيس چانسلر کي شايد اڍائي هزار رپيا هرماهه پگهار ملندي هئي.

جڏهن ايوب خان جي مليٽري حڪومت سندس جاءِ تي حيدرآباد ڊويزن جي غير سنڌي ڪمشنر کي سنڌي ادب جي ترقيءَ جي هن اداري جو سربراهه بڻايو، تڏهن پير صاحب اهو سڄو ناٽڪ ڏسندو رهيو. خاموشيءَ سان ايوب خان کان انٽرويو ورتائين. کيس حقيقت حال کان واقف ڪري چيائين ته ”سنڌ جا عالم هاڻي ڪمشنر جي قيادت هيٺ ادبي ڪم ڪندا؟“ ايوب خان چيس ته ”پوءِ اوهان اهو بار سنڀاليو.“ پير صاحب پنهنجي لاءِ معذرت ڪئي. پٺو صاحب ايوب خان جو وزير هو، تنهن پير صاحب کي چيو ته مون کي پنهنجو ڪم ڻاهڻ ڏيو. پير صاحب چيس ته بسم الله. پٺي صاحب ايوب خان کي چئي، هالن جي مخدوم صاحب کي بورڊ جو چيئرمين مقرر ڪرايو.

اهڙيءَ ريت ڪمشنر بدران، ڪهڙي صاحب جي جاءِ تي، مخدوم صاحب جي تقرر ڪري، بورڊ جي آبرو به بچي ويئي ۽ سنڌين جي هيانءَ تي به ٿڌو ڇنڊو پيو.
ڪمشنر صاحب بورڊ جي پهرينءَ ميٽنگ ۾ ئي بورڊ جون آفيسون حيدرآباد منتقل ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو هو، جو پاڻ حيدرآباد ڊويزن جو ڪمشنر هو. حڪم جي تعميل ٿي ويئي. اسان اچي حيدرآباد خيما کوڙيا.

---

[*](#) هڪ دفعي پير صاحب مون کان پڇيو ته "ٻڌاءِ ته مان ڪاٿي ڄائو هئس؟" مون جواب ۾ ٻهمڻ جو نالو ورتو. پير صاحب مشڪي انڪار ڪيو.
وڏي پاٽس سندس وفات ڪانپوءِ مٿس جيڪو مضمون لکيو، ان ۾ چيو اٿس ته مان ڏاڏي سان گڏ ڪوٽ جي پاهران ويٺو هئس جو پارڙي جي ڄمڻ جو اطلاع آيو.
حسين شاھ جو چوڻ آهي ته چاچا پنهنجي جيڪا "بايوڊيٽا" ٺهرائي هئي، ان ۾ ڄم جو هنڌ ٻهمڻ لکايو هئائين ۽ ڄم جي تاريخ ويهين سيپٽمبر 1911ع
[*](#) تن ڏينهن ۾ مان عام طرح "ولس" سگريٽ ڇڪيندو هوس، پر ڪڏهن ڪڏهن مزي وٺڻ لاءِ پليئرس نمبر 3 يا ٿري ڪئسلس جا به ٽي سگريٽ وٺي ايندو هوس.
[*](#) مخدوم نوح جي حياتيءَ جو احوال، ڪتابي صورت ۾ لکيل، مون مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ صاحب وٽ ڏٺو.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page11.html

هاڻي ڪتابن جي ڪم سانگي پير صاحب کي جلد جلد حيدرآباد اچڻو پيو. رٽز هوٽل ۾ ترسندو هو. مون کي انهيءَ ڏيپ ۾ رات جو پاڻ وٽ سمهاريندو هو ته متان ڪنهن مهل اڪيلائيءَ ۾ وري ڪو ڪيس دل جو دورو پوي. منهنجي لاءِ وٽس سمهڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو هبو. اچا بستري تي پاسو مس ورايان ته سندس دانهن ٻڌان، ”رباني تون مون کي سمهڻ ڪو نه ڏيندين. اهي چا جا کڙڪا لاتا اٿئي؟ پنهنجي کٽ اچا پرڀرو ڪر.“ نتيجو اهو ته مان پاسو ورائي به نه سگهان. تيسين سنئون نئون ليٽيو پيو هجان، جيسين وچي کيس ننڊ اچي.

پير صاحب حيدرآباد ايندو هو، ته نه فقط پنهنجي ماني پاڻ کائيندو هو پر اسان سڀني کي به پاڻ کارائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر بلوچ، شيخ علي محمد ۽ مون وٽ کائيندو هو. شيخ علي محمد تڪلف ڪندو هو ته گهر ۾ عمدا طعام رڌائيندو هو، نه ته اسان جي ڪاهه هوندي هئي ڪراچيءَ هوٽل تي. جويو صاحب، گرامي صاحب، نياز همايوني، اسدالله شاهه حسيني، تنوير عباسي، امداد حسيني، پيڙو فقير ۽ ٻيا ڪي دوست به شريڪ ٿيندا هئا. اڳيان پير صاحب ۽ شيخ علي محمد ۽ پٺيان اسان جو ڊنبلو. بعضي بعضي لجپت روڊ تي واٽئي واريءَ هوٽل تي هليا ويندا هئاسين.

پير صاحب کي حيدرآباد آئي هفتي ٻن جي وٿي پئجي ويندي هئي، ته پوءِ مون کي ڪراچيءَ سڏائي وٺندو هو. بعضي اڪيلو مون کي. بعضي نواب نور احمد لغاريءَ سان گڏ. هر سال مون کي بورڊ جي ساليانِي گرانٽ جاري ڪرائڻ لاءِ لاهور وڃڻو پوندو هو ۽ ڏهه ٻارنهن ڏينهن اتي هوٽل ۾ ٽڪڻو پوندو هو. اهڙن موقعن تي پير صاحب لاهور ۾ پنهنجن ذاتي، دوستن ڏانهن خط ڏيندو هو ته ضرورت وقت ڪانئن مدد وٺان.

هڪ دفعي پنهنجي دوست ظهيرالاسلام ڏانهن خط ڏنائين، جنهن لاهور ۾ مون کي پندرهن ڏينهن پنهنجي گهر ۾ ٽڪايو ۽ ميزباني ڪئي. مون کي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو پنجاب جي وچولي طبقي جي رهڻي ڪهڻي ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ اهو محسوس ڪيم ته هنن جي زندگيءَ ۾ ڪفايت شعاريءَ جو پورو پورو خيال رکيو وڃي ٿو. اسان سنڌين وانگر رڳو مولائي ماڻهو ناهن. لاهور جي انهن چڪرن ۾ هڪ دلچسپ واقعو ٿيو. هڪ ڏينهن سيڪريٽريٽ ۾ ڪاغذ پئي نيڪال ڪرايم، ته آفيس جو هڪ ملازم اٿي مون وٽ آيو ۽ چيائين ته ”منهنجيءَ ميز تي اچي چانهه پيئو.“ اول ته مان غير واقف ماڻهوءَ جي اها ڳالهه ٻڌي ڪجهه حيران ٿيس، پوءِ وٽس ويس. چيائين ته ”ڪاغذن جي ٽائيپ ٿيڻ ۾ دير آهي. تيسين پاڻ ڪچهري ٿا ڪريون.“ واقفيت

ڪرائيسون. چيائين ته ”اوهان هڪ علمي اداري سان تعلق رکو ٿا. مون کي ٻڌايوو ته احد جي جنگ ۾ حضور ﷺ جن جو ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو هو؟“ مون سيرت جو چڱو مطالعو ته ڪيو هو، پر ان موضوع بابت ڪا خبر ڪا نه هئم. سو خاموش رهيس. چيائين ته ”دنيا ۾ ڪنهن کي به خبر ڪانهي. پر مون کي آهي.“ مون چيو ”اهو ڪيئن؟“ چيائين ته ”خواب ۾ حضور جن خود مون کي وات مبارڪ ۾ اهو هنڌ آڱر رکي ڏيکاريو آهي.“ ڳالهه ٻڌي مان وائڙو ٿي ويس. ايتري ۾ ڪاغذ ٽائيپ ٿي ويا، سي وٺي ڪانئس موڪلائي، ٻاهر نڪتس ته پٺيان آيو. چيائين ته ”منهنجي جاءِ تي اهل دل لاءِ روزانو رات جو مجلس ٿيندي آهي. اوهان ان ۾ ڪجهه خير خيرات ڏيڻ گهرو، ته اوهان جي مرضي آهي. اوهان کي رسول الله ﷺ سان محبت آهي.“

مون ڳالهه ٻڌي ائين محسوس ڪيو ته هي هڪ ٺڳ آهي. ڪانئس نفرت ٿي ويئي. سو، موٽر ۾ چڙهي روانو ٿيس. رستي تي خيال آيو ته ”رباني، هو ته برابر ٺڳ هو. پر تو اهو سوچيو ته هن تو کان ڪنهن جي نالي ۾ خيرات طلب ڪئي! ڪاڏي نبيءَ ﷺ جو نالو، ڪاڏي ڏهه ويهه رپيا. تو کي شرم ڪو نه آيو؟“ اکين ۾ پاڻي اچي ويو. هڪدم موٽر

پوئتي موٽايم. ڪيس ڪجھ رقم وچي ڏيئي آيس، تڏهن دل کي آٿت آيو.
لاهور جي انهن چڪرن دوران پيو به هڪ دلچسپ واقعو ٿيو. لاهور ۾ مان هوٽلن ۾ ٽڪندو هئس. هڪ دفعي ڪنهن هوٽل ۾ وچي ڪمرو ورتم. رات جو سمهي پيس. صبح سان ننڊ مان اٿي چاءِ گهرايم ۽ ڪمري جي دري کوليم. سياري جي مند هئي. رات جو در دريون بند ڪري ستو هوس. منهنجو ڪمرو ٽينءَ ماڙ تي هو. مون جيئن ئي دري کولي ته آمهون سامهون هڪ جاءِ جي ڇت تي نگاهه پيئي. انهيءَ ڇت ۽ اسان جي هوٽل جي وچ ۾ رڳو هڪ ديوار جي وٿي هئي. ڇت تي اس پکڙجي چڪي هئي. هڪ انتهائي حسين ۽ نوجوان عورت، پلاسٽڪ جي هڪ ٿانو ۾، پنهنجا رنگبرنگي ريشمي دوپٽا ڌوئي رهي هئي. سندس وار ڇڙيل هئا، جي سندس ڪلهن تي ٿي پيا. گلابي ريشمي قميص ۽ گلابي سلوار پيل هئس. مون کان پنجن ستن والن جي مفاصلي تي دنيا جهان کان بي خبر ويٺي هئي. سندس ۽ منهنجي وچ ۾ فقط ڪمري جي دريءَ جي باريڪ چاري هئي. ان زماني ۾ ڇڙوڇانڊ هئس. آفيس ۾ رڳو مرد ئي مرد ملازم هوندا هئاسين. سو ڪنهن حسين عورت کي ڏسڻ ۽ سندس آواز ٻڌڻ لاءِ دل سڪندي هئي. ڪجھ دير بعد هن اوچتو ئي اوچتو ڪنڌ مٿي ڪنيو. سندس نگاهه سامهون

دريءَ تي پيئي. شايد چند لمحن لاءِ اسان جون نظرون هڪٻئي سان مليون هونديون، پر اهي چند لمحا مون جهڙي ماڻهوءَ کي متاثر ڪرڻ لاءِ ڪافي هئا. هن فورن پنهنجون نظرون هيٺ جهڪايون ۽ جلدي جلدي دوپٽا نپوڙي، ٿانو ۾ وجهي، ڏاڪڻ تان هيٺ لهي هلي ويئي.

مان تيار ٿي آفيس جا ڪاغذ سنڀالي، سيڪريٽريٽ هليو ويس. منجهند جو ڪم لاهي موٽيس. حسب دستور ماني گهرايم. پر کائي، آرام ڪرڻ بدران، وري دري کوليم. ڇت خالي هئي. دري بند ڪري ليٽيس. شام جو چاءِ گهرايم. چاءِ پي، غسل ڪري، ڪپڙا بدلائي چڪر ڏيڻ لاءِ ٻاهر نڪرڻ وارو هوس ته اوچتو خيال آيم، سو وري دري کوليم. هوءَ ڇت تي موجود هئي. اهو ئي گلابي ويس اهيئي زلف پريشان. ڏهن يارهن ورهين جو هڪ ننڍو ٻار هو، غالباً سندس ننڍو ڀاءُ، جنهن سان بال راند ڪري رهي هئي. آءٌ کيس ڏسندو رهيس، تان جو هن ڪنهن مهل ڪنڌ ورائي دريءَ ڏانهن نهاريو. سندس مون تي نگاهه پيئي، پر اهڙو نمونو ڪيائين، جو ڄڻ ته مون کي ڏٺو ئي ڪو نه اٿس. اڌ منو ڪلاڪ ان ڇوڪري سان کيڏندي ۽ کلندي رهي ۽ وقفي وقفي کانپوءِ سندس نگاهن جي ڪنوڻ مون تي به چمڪندي رهي.

ان ڏينهن ڪانپوءِ اسان جو اهو روزانو نيم ٿي ويو، ته مان صبح جو سوير دري کوليندو هوس ۽ هوءَ ڪڏهن دوپٽا، ڪڏهن پنهنجا ريشمي رومال ڌوئندي نظر ايندي هئي. وقفي وقفي ڪانپوءِ چند لمحن لاءِ اسان جون نگاهون ملنديون هيون پر اهي لمحا صدين تي حاوي هوندا هئا. نه مون ڪڏهن ڪو اکر چيو نه هن، پر خاموشيءَ ڪي پنهنجي زبان ٿئي ٿي.

هڪ ڏينهن جهڙالي مند هئي. شام جو مون دري کولي آسمان ۾ ڪڪر هئا پر چت تي ”سونهن جو سج“ چمڪي رهيو هو. جيئن ئي مون تي سندس نگاهه پئي ته سندس چپن تي هلڪي مرڪ آئي. ڪتاب هٿ ۾ ڪنيو، هوءَ اڪيلي ئي اڪيلي هيڏي هوڏي گهمي رهي هئي. ڪيس ڏسي مون کي ٿر جا اهي مور ياد آيا، جيڪي چون ٿا ته وسڪاري ۾ پنهنجا رنگبرنگي پَر کولي واري جي پٽن تي ٽلندا آهن. جڏهن آسمان ۾ جهڙ گهاٽو ٿي ويو ۽ مينهن جون ڪٽيون تيز ٿي ويون، ته هوءَ هڪ هنڌ ڪافي دير تائين بيهي مون ڏانهن نيم باز نگاهن سان نهاريندي رهي ۽ پوءِ مشڪندي، لڏندي، لمندي، ڏاڪڻ تان لهي هيٺ هلي ويئي.

ڏينهن گذرندي دير ڪا نه ٿي ٿئي. سيڪريٽريٽ ۾ منهنجو ڪم پورو ٿي ويو، ته مون واپسيءَ جي ٽڪيٽ ورتي. شام جو ريل چڙهڻ واري هئي. اهو سڄو ڏينهن مون دريءَ وٽ

ويهي گذاريو. هوءَ به ٿي دفعا ڇت تي آئي. چوطرف نهاري، اطمينان ڪرڻ کان پوءِ، دريءَ تي ديد وڌائين. ڪير ڪنهن جو وڏيڪ منتظر هو، سو ته مان چئي نٿو سگهان، پر جدائي جي تصور ڪري مان ڏاڍو اداس هئس. اها ڳالهه هوءَ سمجهي نٿي سگهي. سو، هر بار، سوالي نظرن سان نهاريندي رهي. سندس نگاهن ۾ ڪيئي سوال هئا، پر ڳالهائڻ جي همت نه مون ۾ هئي نه منجهس.

رات جو ريل مون کي لاهور مان ڪڍي حيدرآباد پهتي، پر مون سان فقط منهنجو جسم گڏ آيو. روح اتي ئي رهيو.

پهرئينءَ ئي ملاقات ۾ پير صاحب سان سربستو احوال ڪيم. بڌي اچي ٺهڪن ۾ پيو. چوڻ لڳو ته ”تنهنجي پيٽ ۾ عشق آهي.“

ٻئي سال وري بورڊ جي گرانٽ لاءِ لاهور وڃڻو پيو. پير صاحب چيو ته ”ظهيرالاسلام نالي منهنجو هڪ دوست آهي. وٽس ٽڪجانءِ ڏانهس هڪ خط به لکي ڏنائين. مان ريل ۾ انهيءَ مسئلي تي سوچيندو ويس. ڪنهن زماني ۾ هوٽل ۾ ٽڪڻ عيب واري ڳالهه هوندي هئي. مغربي تهذيب جي غلبي ڪري، اهو تاثر آهستي آهستي ختم ٿي ويو. هاڻي ماڻهو ڪنهن به گهري دوست بدران هوٽل ۾ ٽڪڻ کي ترجيح ڏئي ٿو سبب اهو آهي ته هوٽل ۾ اچڻ وڃڻ جي آزادي آهي، ماڻهو ڪنهن وٽ مهمان ٿيو ته ڄڻ ڪيس به،

پابند ڪيائين، پاڻ به سندس نيمن جو پابند ٿيو. مناسب وقت تي ميزبان جي گهر وڃي ۽ مناسب وقت تي ٻاهر نڪري. هوٽل ۾ ٽڪڻ ۾ قباحت اها آهي ته ڳالهائڻ ٻولهائڻ وارو ڪير ڪو نه آهي. ماڻهو پنهنجي ليکي پيو آهي. مون کي تنهائيءَ کان وحشت ٿيندي آهي. سو، ظهير صاحب وٽ هليو ويس. زندگيءَ ۾ پهريون پيرو وچولي طبقي جي پنجابي خاندانن جي رهڻي ڪهڻيءَ کي ويجهڙو ڏسڻ جو موقعو مليو. ظهير صاحب دراصل، وڪالت ڪندو هو. مڇيءَ ماني وارو هو. ماڊل ٽائون ۾ چڱو گهر هئس، جنهن کي سنڌي محاوري ۾ بنگلو ڪوٺجي، اڳيان آڳر ۾ وڏي ڪشادي چبر، جنهن جي اڳيان ڪمپائونڊ وال سان يوڪلپٽس جي وڻن جون قطارون هيون، جاءِ ۽ چبر جي وچ ۾ پڪ سرائون ٿلهو، جنهن تي ويهارو کن ڪٽن وجهڻ جي گنجائش هئي، ٿلهي ڪانپوءِ ورانڊو ۽ ان جي پٺيان ڪوٺيون. منهنجي پيتي به هڪ ڪوٺيءَ ۾ رکيائون، پر مون ان ڪوٺيءَ کي استعمال نه ڪيو. صبح جو ناشتو ڪري آفيس جي ڪم سان هليو ويندو هوس. رات جو ڪڏهن ماني کائي موٽندو هوس ته ڪڏهن وٽن اچي گرهه وجهندو هوس. گرميءَ جي مند هئي. چوڏهن پندرهن واڻ جون کٽون قطار ۾ وجهندا هئا، هڪ تي منهنجو هنڌ بسترو هوندو هو. هوا جو نالو ڪو نه هو. مجال آهي جو وڻن جو

ڪو پن چري. مرد ماڻهو ٿلهي تي سمهندا هئا. زالون پٿيان ٻئي ڪنهن هنڌ هونديون. اسان ڪٿن تي ليٽڻ ڪانپوءِ ڪلاڪ ڏيڍ ڪچهري ڪندا هئاسون. ظهير صاحب وارن جي ڪل ڪائنات گهريلو معاملن تائين محدود هوندي هئي. رات جو جيڪو ٻوڙ چاڙهيندا هئا، ان مان هرهڪ پنهنجو پنهنجو ذرو وٽيءَ ۾ بچائي رکندو هو. صبح جو نيرن ان سان ڪندو هو، منهنجي لاءِ سوجيءَ جو حلوو يا آمليٽ ٺاهيندا هئا، سندن پاڙي ۾ ”ترانه پاڪستان“ جو شاعر، حفيظ جالنڌري رهندو هو. نيرن ڪري گهران تيار ٿي نڪرندا هئاسون ته اهو يار ۽ اقبال اڪيڊميءَ جو موجوده ڊئريڪٽر ميرزا منور به اچي شامل ٿيندو هو. پوءِ ٽولو ٺاهي، پنڌ ڪندا، بس اسٽئنڊ تي ويندا هئاسين. اتان بس ۾ سوار ٿي، شهر ۾، پنهنجي پنهنجي مطلب واريءَ آفيس وٽ لهندا ويندا هئاسين. ٽئڪسيءَ ۾ چڙهڻ جو عيش ڪير ڪو نه ڪندو هو.

ظهير صاحب وارا سنڌي وچولي طبقي جي ماڻهن وانگر اشراف انسان هوندا هئا. نه ڪنهن جي ٻن ۾ نه ٽن ۾. ظهير صاحب مقامي ليول تي مسلم ليگ جو مشهور ڪارڪن هو. پر، مون ڪي ڪو نه سجهي ته هن ڪنهن ڏينهن ڀلئي ڀلائي به ڪنهن سياسي مسئلي تي گفتگو ڪئي هجي. سندس هڪ پٽ هوندو هو، جنهن ڪي برمنگهام ۾ اعلى

تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق هوندو هو. شام جو اڪثر گفتگو ان ڳالھ تي ٿيندي هئي ته اهو معاملو اڄ ڪاٿي پهتو. ڪاڳر ڪهڙيءَ آفيس مان نڪري ڪهڙيءَ ۾ پهتا. مون سان جيڪا ڳالھ ٻولھ ڪندا هئا، سا به اها ته تو وارا ڪاڳر ڪاٿي پهتا. سنڌ ۾ ون يونٽ جي ڪري رڻ متو پيو هو. جوشيلا جوان رات ڏينهن جلسا جلوس ڪندا رهندا هئا، پر لاهور ۾ وچولي طبقي جي ماڻهن ۾ ڪا پچار ئي ڪا نه هئي. سڄو وقت پنهنجي گذر سفر ۽ آمدني وڌائڻ جو فڪر هوندو هون. سنڌ جي وچولي طبقي جي ماڻهن جي پيٽ ۾ پڪا هئا. مون کي اهو ڏينهن ڪو نه سجهي، جنهن ڏينهن ظهير صاحب وارن گهر ۾ ڪڪڙ جو ٻوڙ چاڙهيو هجي. وطن دشمن ماڻهن جو اهو طبقو، جنهن خلق خدا جي مرضيءَ خلاف، مٿن زوريءَ ون يونٽ مڙهيو، وڏو رهزن هو! مون انهن رهزنن کي آخر سڃاڻي ورتو، پر گهڻو گهڻو پوءِ. منهن ۾ مٺا، گفتي جا ڪوڏيا، سخن جا ڪوڙا، اندر جا ڪارا ۽ پليت هئا. پنهنجو پيٽ پرڻ لاءِ سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ڪرڻ رات ڏينهن سندن شغل هو. دين ۽ ايمان کي، دنيا جي مطلب لاءِ تين وال ڪندا هئا. جيڪڏهن منجهن ذري برابر به قومي انگ هجي ها، ته اوپر پاڪستان اسان کان ڪڏهن به جدا ڪو نه ٿئي ها. پر مطلبي ۽ منافق ماڻهوءَ جي اک ۾ لڄ ڪا نه ٿيندي آهي.

هڪ دفعي ون يونٽ سيڪريٽريٽ ۾، هڪ ڪاموري، مون کي بورڊ جي گرانٽ لاءِ پورا پندرهن ڏينهن پنهنجي پٽيوالي سان گڏ آفيس جي در وٽ ويهاريو. ڪمري ۾ اندر ڪو نه گهرايائين. پندرهن ڏينهن کان پوءِ به جڏهن ڪاگر ڪيائين، ته پٽيوالي کي چيائين: ”پرپاهرو روانو ڪريس.“

ٻئي سال لاهور ويس ته بورڊ جي چيئرمين مخدوم صاحب کان لاهور ۾ ون يونٽ جي هڪ سنڌي وزير ڏانهن سفارشي خط وٺي ويس. پورو پهر پرسنل سيڪريٽريءَ وٽ ويٺو رهيس پر چيائين ته وزير صاحب اندر آفيس ۾ ميٽنگ ۾ مشغول آهي. ان وچ ۾ ڪيئي گڏه گهوڙا وزير صاحب جي آفيس اندر ايندي ويندي ڏٺم. ڏک ٿيم، پر چپ رهيس. اوچتو وزير صاحب ٻاهر نڪتو. ٻوڙي وجي بورڊ جي گرانٽ جي ڳالهه ڪئي مانس ۽ مخدوم صاحب جو خط ڏنو مانس. لفافو وٺي ڪوٽ جي کيسي ۾ بي پرواهيءَ سان وجهي چيائين ته ”مان ته پنڊيءَ ٿو وڃان.“ ٽن ڏينهن کانپوءِ وري لاچار سنڌس آفيس ۾ ويس. پاڻ وري به ڪو نه مليو. البت سنڌس سيڪريٽريءَ واسطيدار آفيسر کي فون تي پارت ڪئي ۽ مون کي چيائين ته ”وڃي مليس.“ مان خوشيءَ ۾ وڃي آفيسر سان مليس. اندر گهرائي ڪاوڙ مان چيائين ته ”مون کي پنهنجو ڪم ايندو آهي. وزير ڪير

ٿيندو آهي، جو مون کي سفارش ٿو ڪري؟“ مس مس وڃي مون ڪيس ٿڌو ڪيو، تڏهن ڪم ٿيو.

جيسين ون يونٽ قائم رهيو، تيسين سنڌي ادبي بورڊ جي گرانٽ پنهنجو پاڻ مرادو لاهور مان ڪڏهن به جاري ڪا نه ٿي. هر سال مون کي لاهور وڃي، ڪلارڪ کان وٺي ڪاموري تائين، هر ڪنهن جي خوشامد ڪري، ڪاغذن جو نيڪال ڪرائڻو پوندو هو.

هڪ سال حڪم مليو ته ڪتابن جي بين الاقوامي نمائش ٿي رهي آهي. ايوب خان افتتاح ڪندو، ڪتاب کڻي لاهور پهچو. تن ڏينهن ۾ پير صاحب مرڪزي اردو بورڊ لاهور جو ايڊيٽر مقرر ٿيو هو ۽ جويو صاحب ٽيڪسٽ بڪ بورڊ لاهور ۾ ملازم هو. رهائش لاءِ ٻنهي ڄڻن گڏجي لاهور جي تڏهوڪي سڀ کان سهڻي علائقي ”گلبرگ“ ۾ هڪ وڏو ڪشادو بنگلو ڪرايي تي ورتو هو. ان جو نمبر شايد -T 13 هو. مان پير صاحب ۽ جويي صاحب وٽ تقريباً پندرهن ڏينهن ٽڪيس. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ تاريخ جو هڪ ڪتاب اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمي لاءِ ڏنو هو. غريب ماڻهو هوس. ان ترجمي جي ڪم مان هزار ٻه ملڻا هئا. اڳيون قرض لهي ويندو، اڳتي جو آسرو الله تي! ڏينهن جو سرڪاري ڪم ۽ رات جو ترجمي جو ڪم.

سياري جي مند هئي. جويو صاحب ۽ پير صاحب باھ تي ڪچهري ڪندا رهندا هئا. مان ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ڪندو رهندو هوس. ڪنهن ڪنهن مهل ڪو دلچسپ ٽڪر هوندو هو ته اچي ڪين ٻڌائيندو هوس. هڪ هنڌ لکيل هو ته نيپولين بونا پارٽ لاءِ ڪن جو چوڻ آهي ته بونا پارٽ ”بن فرات“ جي بگڙيل صورت آهي ۽ نيپولين جا ابا ڏاڏا مسلمان هئا. ڪتاب جي مصنف کي شايد اهو احساس هو ته ڳالھ ته حماقت جي ڪئي اٿم، سو ان کي گل ڦل وجهڻ لاءِ لکيو هئائين ته ممڪن آهي ته هي رڳو هڪ لطيفو هجي، پر آهي ڏاڍو دلچسپ!

منهنجو جويي صاحب ۽ پير صاحب وٽ وڃي اهو قصو بيان ڪرڻ ۽ جويي صاحب کي چڙ وٺڻ. پايان ٿو ته مصنف موجود هجي ها ته چڱي موچاري جٺ ڪريس ها. ٻئي طرف اهو نقل ٻڌي، پير صاحب کل ۾ ويڙهجي وڃي. ڪتاب جو مصنف هجي مولانا غلام رسول مهر، پير صاحب جو دوست ۽ سنڌ جي تاريخ جي ٻن جلدن (عهد ڪلهوڙا) جو مصنف.

هڪ ڏينهن پير صاحب مون کي وٽس وٺي هليو. اسان کي حلوو کارايائين ۽ چاءِ پياريائين. پير صاحب سان تاريخ بابت ڳالهيون ڪيائين ۽ مون سان ابوالڪلام آزاد بابت. ان ڪانپوءِ آچر ڏينهن مانيءَ جي دعوت ڏنائين. آچر ڏينهن پاڻ

شيخ نياز ڪتب فروش وارن وٽ ويندو هو، پوءِ سيئي ويندا هئا. نعمت ڪدي هوٽل تي منجهند جي ماني کائڻ. ڳالهيون فقط علمي ۽ تمام دلچسپ. عالمن جو اهو نسل هو، جيڪو اسان وٽان اٿي ويو. هاڻي انهن کي ڏسڻ لاءِ اکيون سڪنديون رهنديون. مٺا ماڻهو هئا. عجب انسان هئا!
T-13 ۾ رهائش دوران پير صاحب ۽ مان ڪڏهن ڪڏهن شام جو رستي تي پسار ڪندا هئاسين. انهن ڏينهن ۾ آمريڪا مان امن جا دستا Peace-Corps يعني نوجوان چوڪرا ۽ چوڪريون پاڪستان ۾ آيل هئا ۽ پروگرام موجب مهينن جا مهينا وڏن ماڻهن جي گهرن ۾ ٽڪيل هئا. شام جو اسان به ٻاهر نڪرون ته آمريڪي نوجوان پاڪستاني دوشيزه کي ۽ پاڪستاني جوان آمريڪي حسينه کي بغل ۾ ڪنيو گلبرگ ۾ گهمندو نظر اچي.
T-13 بنگلو به گلبرگ ۾ هوندو هو. ڊاڪٽر عبدالله چغتائي نالي پير صاحب جو هڪ دوست اڪثر ڪري اسان سان گڏ چڪر ڏيندو هو. پير صاحب چوندو هوس ته ”چغتائي، هي نوجوان جوڙ ان باهمي خير سگاليءَ کي فروغ ڏيڻ لاءِ سڀ فرائض سرانجام ڏيندا هوندا؟“
اهو ٻڌي مون کان کل نڪري ويندي هئي ته چغتائي صاحب، جو ڳالهائڻ ۾ ٻاتو هوندو هو، مون کي چوندو هو، ”ان ۾ کلڻ جي ڳالهه ڪانهي. پير صاحب سچ ٿو چوي.“

ڊاڪٽر عبدالله چغتائي اڏاوت جي فن جو وڏو ماهر هو. تاج محل تي سندس تحقيق سند جي حيثيت رکي ٿي. سندس وڏو ڀاءُ عبدالرحمان چغتائي ملڪ جو وڏو آرٽسٽ هو.

ڊاڪٽر عبدالله چغتائيءَ پير صاحب ۽ مون کي لاهور به گهمايو. انارڪليءَ جي مقبري کان وٺي، لنڊا بازار تائين جتي پراڻي آمريڪي سامان جي خريداريءَ لاءِ آچر آچر ڏينهن ميلو لڳي ويندو هو.

هاڻي اسلام آباد مان منهنجو مهيني ماسي لاهور وڃڻ ٿيندو آهي. هڪ دفعي اڪيلو ئي اڪيلو نعمت ڪدي هوٽل ۾ ماني کائڻ هليو ويس. جڏهن موٽر ۾ هوٽل ڏانهن موٽيس، ته مرحوم مولانا غلام رسول مهر، مرحوم عبدالله چغتائيءَ ۽ مرحوم سائين پير صاحب سان مجلسون ياد آيون. دل اداس ٿي ويئي ۽ مير جو شعر چپن تي آيو:

وه صورتين الاهي کس ديس بستيان هين

اب ديکهني کو جن کي آنکهين ترستيان هين

* * *

هڪ دفعو صاحب مون کي امير خسروءَ جي سيمينار تي راولپنڊيءَ وٺي ويو. ڪرنل افنديءَ جي والده وٽ ٽڪياسين. اها خاتون افغانستان جي بادشاه ظاهر شاه جي ڀڻاث هئي. سندس خاوند سردار افندي ڪنهن ڳالهه تي بادشاه سان ناراض ٿي افغانستان ڇڏي آيو هو. پهريائين

ڪشمير جي راجا وٽ هليو ويو. اتي ٻي شادي به ڪيائين. پاڪستان ٺيو ته هجرت ڪري آيو. ايوب خان ڪيس پنڊيءَ ۾ ايڪڙن ۾ هڪ شاهي بنگلو الاٽ ڪيو، پنجاب ۽ سنڌ ۾ زمين ڏني. سنڌ واري زمين ڏي ته هن توجهه ڪو نه ڏنو، البت پنجاب واريءَ زمين ۾ باغ پوکايائين. پٺ کي فوج ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏنائين ۽ سندس شادي پنجاب جي چيف منسٽر سر سڪندر حيات جي پائٽيءَ سان ڪيائين.
سردار افندي مون ڪو نه ڏٺو. بيگم افندي وڏي وقار واري عورت هئي. منجهس شاهي خاندان واريون سڀ خوبيون هيون. اردو پوري ساري ايندي هئس. پير صاحب سان فارسي ڳالهائيندي هئي ۽ مون سان اردو. بدن ۾ پريل. ڳوري زائفان هئي. عمر سٺ پنجهٺ ورهيه. پوري پوري جهڙي ڪپهه. رات ڏينهن تسبيح هٿ ۾. خاص شوق بنگلي جي باغيچي ۾ قسم قسم جا گل ٻوٽا هٽائڻ.
اسان جون ڏاڍيون خدمتون ڪيائين. مانيءَ جي هر ويلي تي نئين قسم جا طعام ۽ نئين نئين قسم جي ڪراڪري. رات جي مانيءَ کانپوءِ قهوي جو دور هلندو هو، ان ۾ ڦودني جا پن وجهائيندي هئي.
ڪچهريءَ جو مکيه موضوع افغانستان جو شاهي خاندان. ڪڏهن ڪڏهن پير صاحب ڪيس سنڌ ۽ افغانستان جي قديم تاريخي لاڳاپن کان واقف ڪندو هو.

جڏهن پير صاحب هيءُ جهان ڇڏي ويو، تڏهن مون ساڻن قرب جو پير قائم رکيو. مان جڏهن به پنديءَ ويندو هوس ته بيگم افندي دعوت ڪندي هئي. وچ تي ڪو حج تي ويئي هئي. اتان جي جيڪا خاص ڳالھ مون کي ٻڌائڻي هئس سا اها ته ”رباني صاحب اتان جا پوليس وارا ڏسي، مان ته حيرت ۾ پئجي ويس. هيترا هيترا قد جا هجن“. هٿ سان اشارو ڪيائين، چڻ ته اهي سپ چامڙا هئا. پوءِ اچي کل ۾ ڇٽڪي.
بعد ۾ ڪنهن مون سان ڳالھ ڪئي بيگم افندي سورهن آنا سچي ڳالھ ٿي ڪئي. ٻه چار ورهيه ٿيا ته بيگم صاحبہ به هي جهان ڇڏي ويئي. هاڻي سندس فرزند ڪرنل يحى خان افنديءَ سان ڳاهي ماهي ملاقات ٿيندي آهي. صحيح معنى ۾ وڏو مهذب انسان آهي ۽ علمي ادبي ڪتابن جو شوقين.
پوئين دور ۾ پير صاحب جو ملتان گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيو. ممتاز حسن نالي هڪ خزانه آفيسر هوندو هو، جو مون کان تاريخي ڪتاب گهرائيندو هو. هڪ سال غوث بهاول الحق ملتانيءَ جي عرس تي پير صاحب کي ادبي ڪانفرنس جي صدارت لاءِ سڏيائين. ان موقعي تي پير صاحب جو غوث جي سجاده نشين مخدوم سجاد حسين قريشيءَ سان تعارف ٿيو.

ٻئي سال پير صاحب ملتان ويو ته مون کي به ساڻ وٺيون ويو. مخدوم صاحب جي مون سان پاڻ جيڪا تعريف ڪئي هئائين، هو اهڙو ئي مکڻ ماٿو نڪتو.
رات جي ماني کائي پير صاحب ۽ مخدوم صاحب جو ڪچهري شروع ڪن ته صبح جا ٻه پيا وڄن. ان وچ ۾ چاءِ جو دور جاري هجي. ٻي بجي کانپوءِ نوڪر وڃي سمهن، ته مخدوم صاحب پاڻ وڃي چاءِ ٺاهي کڻي اچي. تان ته صبح جو بانگ اچي.
سندس ڪچهري جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. ماٿو تي جادو ڪري ڇڏي. ڪو اهڙو موضوع نه هجي، جنهن تي جديد ترين معلومات نه رکندو هجي. انگريزي زبان تي وڏو ملڪو هئس. شايد آڪسفورڊ ۾ اعلى تعليم ورتي هئائين. مذهب، تصوف، ادب، ثقافت، تاريخ، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي سندس گفتگو ٻڌڻ وٽان هئي. سنڌ ۽ ملتان جا تاريخي لاڳاپا ۽ انگريزي دور ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ تحريڪن جو اپرڻ ته سندس خاص موضوع هئا. پر سندس مجلس جي جيڪا خاص ڳالهه هئي، سا هئي سندس مزاح جو رنگ. هڪ دفعي خروشچوف ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي ملاقات جو قصو ٻڌايائين. اهو قصو ڀٽي (مرحوم) خود ڪيس ٻڌايو هو، پر ان ۾ پاڻ ڪا رنگ آميزي ڪيائين. ٻئي دفعي شاهه ايران جي ڀيڻ شهزادي اشرف پهلويءَ جي ملتان

۾ آمد جي ڳالھ ٻڌايائين. شهزاديءَ جو جهاز هندستان ويندي ڪجھ خراب ٿي پيو هو، سو ملتان ۾ ايمرجنسي لئنڊنگ ڪئي هئائين. ايوب خان جا ڪيئي قصا ٻڌايائين. مان نٿو سمجهان ته پير صاحب ۽ مان زندگيءَ ۾ ڪنهن به مزاحيه فلم ڏسندي يا مزاحيه ناول پڙهندي، ايڏو کليا هونداسين. پير صاحب کان ته کلي کلي اکين مان پاڻي وهي ايندو هو. پر وري مخدوم صاحب جڏهن سنجيده گفتگو ڪري ته چڻ ته ڪو عالمي مفڪر ۽ دانشور ڳالهائي رهيو آهي. جڏهن رات جا ٽي چار وڄندا هئا، ته مان سمهي پوندو هوس. پر، پير صاحب ۽ مخدوم صاحب جي ڪچهري پوءِ به جاري رهندي هئي. صبح جي بانگ ٻڌي، مخدوم صاحب نماز پڙهڻ ويندو هو ۽ پير صاحب اچي آرامي ٿيندو هو.

اهي غوث جي عرس جا ڏينهن هوندا هئا. ملتان ۾ مخدوم صاحب جي رهائشگاھ، جا چڱي خاصي محلات هئي، جي ٻاهران دم بهاوالحق جا نعرا لڳندا رهندا هئا. هزارين ماڻهو گڏجي هڪ خاص سر سان نعرو هڻندا هئا. مخدوم صاحب، نماز پڙهي، سڄو وڃي مختلف جماعتن سان ملاقاتون ڪندو هو. سڄو ڏينهن وٽس ماڻهن ۽ مريدن جا ميڙ لڳا پيا هوندا هئا. ڪو منجهند جو ڪلاڪ به سمهندو هجي ته سمهندو هجي، نه ته مان ته سمورو وقت ڪيس هل هلان ۾ڏسندو هوس. عمر پنجاھ ۽ سٺ ورهين جي وچ ۾ هئس،

پر مون کيس ٺڪجندي ڪو نه ڏٺو. پير صاحب جي ڪري، مون سان به محبت ٿي ويس. مون وٽ ادبي بورڊ ۾ قرب جا پير پري آيو. منهنجي والد صاحب وفات ڪئي ته تعزيت ڏيڻ آيو. پر پير صاحب جي وفات ڪانپوءِ ملتان مان اسان جو مرڪز اجڙي ويو. هڪ ته مخدوم صاحب گورنر ٿي لاهور هليو ويو، ٻيو ته خود ملتاني دوست چڙوچڙ ٿي ويا.

مخدوم صاحب سان هاڻي به ملاقاتون ٿينديون رهنديون آهن. ڪڏهن مان کيس گورنر هائوس لاهور فون ڪندو آهيان ۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ به ياد ڪندو آهي. اڳي ملتان مان مون کي حيدرآباد انب موڪليندو هو. هاڻي لاهور مان اسلام آباد منهنجي گهر ليچي ميوي جو ٽوڪرو موڪليائين، مون سان گڏ ٻين جن ماڻهن کي ساڳي ميووي جا ٽوڪرا موڪليائين تن ۾ ملڪ جو صدر، مرڪزي وزير ۽ فوج جا جرنيل لسٽ ۾ چاڙهايل هئا. غريب ماڻهو شايد مان اڪيلو ئي هوس. لاهور جي گورنر هائوس ۾ ڊاڪٽر شمل سان گڏ سندس پرتڪلف دعوتون به کائي آيو آهيان. تازو ايوان صدر ۾ ملياسون. پر تڏهن به مان جڏهن لاهور ويندو آهيان، ته ورلي ڪو وٽس گورنر هائوس ۾ پير پائيندو آهيان.

پير صاحب هڪ دفعي مون کي ٻڌايو هو ته جڏهن پاڻس وزير هوندو هو، ته پاڻ سندس بنگلي تي ورلي ڪو ويندو هو، ان ڪري مان به ان ۾ ئي پلائي پائيندو آهيان.

* * *

پير صاحب جا هونئن ته گهڻائي دوست هئا پر انهن مڙني ۾ ڊاڪٽر شمل ۽ ممتاز حسن کيس وڌيڪ ويجها هئا. ٿيون ماڻهو آغا بدرالدين دراني. کيس ڏاڍو ويجهو هو. پر ان مرحوم جي حال احوال جي مون کي خبر ڪانهي.

ڊاڪٽر شمل سان پير صاحب جي معرفت منهنجي پهرين پهرين ملاقات سنه 1958ع ۾ ٿي. انهيءَ سال هن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي سالگره ملهائي. مير غلام علي خان ٽالپر کيس چانديءَ جو هڪ ٽي سيٽ تحفي طور ڏنو ۽ مون هالن جي جنديءَ جو هڪ خوبصورت آئينو. پير صاحب ڇا ڏنس، سو هاڻي ياد ڪونهيم.

ڊاڪٽر شمل اصل ۾ سيد عبدالواحد نالي ٻيلي کاتي جي هڪ رٽائرڊ عملدار سان جرمنيءَ ۾ واقف ٿي هئي ۽ سندس دعوت تي اقبال تي ڪم ڪرڻ لاءِ پاڪستان ۾ آئي هئي. سيد صاحب ۽ پير صاحب ٻئي اقبال اڪيڊميءَ جا ميمبر هئا. ڊاڪٽر شمل جي پير صاحب سان واقفيت ٿي ته هو کيس ڳڙهي ياسين ۾ پنهنجي دوست آغا بدرالدين وٽ گهمائڻ وٺي آيو. آغا صاحب ڊاڪٽر شمل جي ڏاڍي خاطر

تواضع ڪئي. واپسيءَ تي سنڌي پرت پريل وڳا ۽ چانديءَ جا ڳهه ڳٺا به تحفي طور ڏنائينس.
ڊاڪٽر شمل جي پير صاحب سان آهستي آهستي دوستي وڌندي ويئي ۽ هوءَ سنڌي ادب ۾ به دلچسپي وٺڻ لڳي. سنت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ڏانهن متوجهه ٿي. سيد صاحب جي مرضي هئي ته هوءَ رڳو علامه اقبال تي ڪم ڪري. ان وچ ۾ هڪ واقعو ٿيو، جنهن صورتحال کي پيچيده بڻائي ڇڏيو.
پير صاحب ڊاڪٽر شمل کي مڪلي ۽ ٺٽو گهمائڻ وٺي ويو. ممتاز حسن، سيد عبدالواحد، آثار قديمه جو ڊائريڪٽر ولي الله به ان دعوت ۾ شامل هئا.
مڪلي ۽ ٺٽو گهمي ڏوپهرو آثار قديمه واري ريسٽ هائوس ۾ مڪليءَ تي ڪيائون. ڪچهري ڪندي، اقبال ۽ شاهه لطيف جو ذڪر نڪتو. ولي الله چيو ته، ”ٻنهي جي ڀيٽ اجائي آهي، ڇو ته ٻنهي جو زمانو ساڳيو ڪونهي. هر هڪ پنهنجيءَ جاءِ تي عظيم آهي. علامه اقبال جديد زماني جو تمام وڏو شاعر هو. ولايت جو پڙهيل هو. سياسي ذهن رکندو هو. شاهه لطيف کي وفات ڪئي ٽي سو ورهيه ٿيا، عام روايت موجب کيس ابتدائي اسڪولي تعليم به ڪا نه ملي هئي. پر جيڏو وڏو شاعر هو، ان کان وڏو اهل الله هو. سياست کان پري هو، پر وقت جي بادشاهه نور محمد

ڪلهوڙي سندس قدمن تي اچي هٿ رکيا. شاعر ۽ فقير جي
پاڻ ۾ ڪهڙي پيٽ؟“
پير صاحب اهي اکر ٻڌي پنهنجيءَ ڪرسيءَ تان اٿيو، ولي
الله کي وچي چمي ڏنائين. پير صاحب جي ائين ڪرڻ سان
محفل ۾ هيجان واري ڪيفيت پيدا ٿي ويئي. سيد عبدالواحد
ڪڏهن به اهو واقعو وساري نه سگهيو.*
هڪ دفعي ڊاڪٽر شمل وٽس ٽڪيل هئي ۽ علامه اقبال تي
ڪم ڪرڻ لاءِ سورهن هزار رپيا اجورو مليو هوس، جنهن
مان هن ڳهن جو سونو سيٽ خريد ڪيو هو.
جنهن ڏينهن جرمنيءَ وڃي رهي هئي، ان ڏينهن سانجهيءَ
جو پير صاحب جي گهر ڪانئس موڪلائڻ ويئي ته پٺيان
سيد صاحب جي گهر ۾، ڪنهن پيتي پچي، سندس سونو
سيٽ ڪڍي ورتو.
ڊاڪٽر شمل خاموشيءَ سان سامان کڻي ايئرپورٽ تي
پهتي. اتي پير صاحب کان موڪلائڻ مهل ڪيس ڪن ۾ ڳالهه
ڪيائين. ايئرپورٽ کان واپسيءَ تي پير صاحب موٽر ۾
مون سان اهو احوال ڪيو ۽ منع ڪئي ته ڪنهن سان به
ڳالهه نه ڪج.
ٻئي سال جڏهن ڊاڪٽر شمل پاڪستان آئي ته ون يونٽ
سرڪار سندس لاهور وڃڻ تي ته ڪو به اعتراض ڪو
نه واريو، پر سنڌ ۾ داخلا تي بندش وڌي. تن ڏينهن ۾ پير

صاحب لاهور هو. مون کي فون تي اها خبر ٻڌايائين ۽ چيائين ته تون ۽ حسين شاهه پاڻ ۾ صلاح ڪري ڪراچي ايئرپورٽ تي سندس آجيان ڪريو جو هوءَ ڏڪويل آهي.
اسان سنگتي ساڻ ڪري، گلن جا هار کڻي، ڳائڻا وٺي ايئرپورٽ پهتاسين. جيئن ئي ڊاڪٽر شمل وي آءِ پي لائونج مان ٻاهر نڪتي ته مٿس گلن جي ورکا ٿي ويئي ۽ سنڌي ڪلام شروع ٿي ويا. ڏاڍي خوش ٿي.
اڳتي هلي ڊاڪٽر شمل سان واقفيت زندگيءَ ڀر جي دوستيءَ ۾ تبديل ٿي. هن منهنجي هڪ افساني جو جرمن زبان ۾ ترجمو ڪيو. هاڻي هوءَ ۽ مان هڪٻئي کي مستقل طرح خط پٽ لکندا رهندا آهيون. حڪومت کيس ”سرڪاري مهمان“ قرار ڏنو آهي. جڏهن پاڪستان جي دوري تي ايندي آهي ته مان اڪيڊميءَ جي طرفان کيس سڪردو، سوات، ڪاغان، سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب گهمائڻ وٺي ويندو آهيان.
گذريل سال چترال وياسين. سرسبز بلند و بالا جبلن جي وادين ۾ سئر ڪندي، چيائين ته ”رباني تو کي هڪ دلچسپ ڳالهه ٻڌائيندي اٿم. ڪجهه عرصو اڳ لندن ۾ هئس. ورهين کانپوءِ مرحوم سيد عبدالواحد جي نندڍيءَ ننهن فون ڪئي. ٻئي ڏينهن مون سان ملڻ آئي ۽ پنهنجيءَ سس جا سلام ڏيئي، ڳهن جو هڪ سونو سيٽ تحفي طور ڏيئي ويئي.“

ڊاڪٽر شمل هاڻي وصيت ڪئي آهي ته جڏهن پاڻ هيءُ جهان ڇڏي، ته ڪيس ولايت مان سنڌ آڻي، مڪليءَ تي پير صاحب جي پاسي ۾ دفن ڪيو وڃي. پڇاڙيءَ چيو هو:

”واجهائي وطن کي آءٌ جي هت مياس،
ته گور منهنجي سومرا ڪج پنوهارن پاس،
ڏج ڏاڏاڻين ڏيهه جي، منجهان ولڙين واس،
ميائي جياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.“

**

عمر ۾ عرصي جي لحاظ کان پير صاحب جو ڊاڪٽر شمل کان به جهونو دوست هو (مرحوم) ممتاز حسن.

جڏهن پير صاحب جشميد روڊ تي رهندو هو، ته شام جو جيڪي دوست وٽس مقرر گڏ ٿيندا هئا، تن ۾ مان ممتاز حسن کي روزانو ڏسندو هوس. ننڍين پانهن واري قميص ۾ انگريزن جي زماني واري خاڪي چڊي پائي ايندو هو. پير صاحب جي مجلس ۾ ويٺل ماڻهو سندس ڏاڍو ادب ڪندا هئا. پر پاڻ ۾ پير صاحب هڪٻئي سان ڏاڍا حجائتا هوندا هئا، سو هڪٻئي سان چرچا گهٻا ڪندا رهندا هئا. هونئن هر معاملي ۾ ٻن سچن دوستن وانگر هڪٻئي جو ساٿ ڏيندا رهندا هئا. ممتاز حسن پنهنجي نياڻيءَ جي شاديءَ ۾ ٻين اهڙن نازڪ ڪمن ۾ پير صاحب سان مشورو ڪندو هو.

ساڳيءَ ريت پير صاحب جي گهر جي پاتين کي به پنهنجو اولاد سمجهي، سندن پر گهور لهندو رهندو هو.
ممتاز حسن آءِ سي ايس عملدار هو. پهريائين حڪومت پاڪستان جو مالي سيڪريٽري هو. پوءِ نيشنل بئنڪ جو مئنيجنگ ڊئريڪٽر ٿيو. ادب نواز ماڻهو هو. ملڪ جو اهڙو ڪو علمي ۽ ادبي ادارو مشڪل ملندو، جنهن جي ڪنهن نه ڪنهن طرح سرپرستي نه ڪئي هجيس.
سندس والد ڪنهن زماني ۾ خيرپور رياست جي والي، مير علي نواز جو اتاليق هو. ان نسبت سان، ممتاز حسن جو سنڌ سان انس هو. جڏهن مالي سيڪريٽري هو، ته بورڊ کي عربي ۽ فارسي ڪتاب ڇپائڻ لاءِ چئن لکن رپين جي گرانٽ ڏنائين، جنهن ۾ پوءِ ڏيڍ لک جو اضافو ٿيو. کيس بورڊ جي ڪتابن جو انگ سدائين ياد هوندو هو، جڏهن ملندو هو، ته پڇندو هو ته، پوئين ڪتاب جو انگ 276 آهي يا 277. پير صاحب جي ڪري مون سان به محبت ڪندو هو. حيدرآباد ۾ مون کي جڏهن گڙدن جي سور ڪڪ ڪيو ۽ کيس اها خبر پيئي، تڏهن ڪنهن ڊاڪٽر جو ڏس ڏيڻ بدران، نئون نسخو تجويز ڪيائين. خط لکيائين ته، ”پنهنجون عادتون سڌار.“
هيءَ دنيا عجب جهان آهي. مون کان ڪو پڇي ته تو عمر ۾ ڪي به سچا دوست ڏٺا؟ ته فوراً جواب ڏيان ته پير

صاحب ۽ ممتاز حسن. پر پوين ڏينهن ۾ اهڙن ٻن پيارن دوستن کي به هڪ ٻئي کان وڇڙندو ڏٺم. حيرت به لڳندي هئم. تازو اردو زبان جي هڪ اديب سان، جو ممتاز حسن، پير صاحب ۽ جوش مليح آباديءَ جو دوست هو، اها ڳالهه نڪتي. هن ڏيڍ زبان سان ٻڌايو ته پير صاحب جي وڏي پاءُ ممتاز حسن جي معرفت ڪو قرض ورتو هو، جو ادا ڪري نه سگهيو، يا دير سان ادا ڪيائين، يا ان ۾ ٻي ڪا ڪمي پيشي رهجي ويئي، ان واقعي، پير صاحب ۽ ممتاز حسن جي دوستيءَ کي به متاثر ڪيو.

خدا ڄاڻي ته حقيقت ڇا هئي؟ پر هڪ ڳالهه مون کي به ياد آهي. هڪ رات مان پير صاحب وٽ ويٺو هوس، ته ممتاز حسن آيو. وڏو پاڻس به موجود هو. حقو ڇڪي رهيو هو ۽ ممتاز حسن سان ڪچهري ڪري رهيو هو. موڪلائڻ مهل ممتاز حسن جو هٿ وٺي چيائين، ۽ چيائين ته ”اسان جي عرض جو غرض پورو نه ٿيو.“ ممتاز حسن گهٻرائجي هٿ پوئتي ڪيو ۽ چيو ته ”پير صاحب هي ڇا ٿا ڪريو!“

پير صاحب پنهنجي وڏي پاءُ ۽ مالڪ رام جو هڪ اهڙو پيو قصو خود به مون کي ٻڌايو هو. پر مان ان ڳالهه جو اکين ڏٺو شاهد آهيان ته هو انهن ڳالهين جي باوجود پنهنجي وڏي پاءُ جو بيحد ادب ڪندو هو. سندس ذڪر ڪندي، هڪ

دفعي مون کي چيائين ته ”ڪڏهن سندس غلطين جو مان نتيجو ڀڳندو آهيان ۽ ڪڏهن منهنجي غلطين جو نتيجو هو ڀوڳيندو آهي.“ ٻئي هڪ دفعي مون ڪيس پنهنجي وڏي ڀاءُ کي ٻجنسي پيرين پئي ملندي ڏٺو. پوين زماني ۾ مير معصوم جي زندگيءَ تي يا ٻئي ڪنهن موضوع تي ڪتاب لکيائين، جنهن جو انتساب پنهنجي وڏي ڀاءُ ڏانهن ڪيائين.
سنڌ جي دوستن ۽ احبابن ۾ غالباً پير صاحب سڀ کان وڌيڪ شاهه صاحب جي ايم سيد سان محبت ڪندو هو. چنانچ ايوب خان جي حڪومت شاهه صاحب کي جڏهن نظربند ڪري، ڳوٺ سن ۾ رکيو، تڏهن پير صاحب اتي به سانُس ڪچهري ڪرڻ هلندو هو. تن ڏينهن ۾ شاهه صاحب ”جنب گذاريم جن سين“ ڪتاب لکندو هو. ڏينهن به اسانکي سن ۾ ٽڪائي ڇڏيندو هو. اهي مجلسون ۽ محبتون عمر ڀر ياد رهنديون.
ڪچهريءَ ۾ رني ڪوٽ جي قلعي جو ذڪر اڪثر نڪرندو هو. هڪ دفعي پير صاحب قلعي ڏسڻ لاءِ ڪراچيءَ مان سنبري نڪتو، سندس دوست ڪرنل خواجه عبدالرشيد، مسٽر محمد حسين پنوهر ۽ جويو صاحب به گڏ هئا. رات سن ۾ رهي، صبح سان جيپن ۾ سوار ٿياسين ۽ اچي قلعي جي در تي لٿاسين. اتان انن تي چڙهياسين ۽ ميريءَ واري ڪوٽ وٽ وڃي لٿاسين.

رني ڪوٽ سنڌ جو عجوبو آهي. ڪنهن زماني ۾ ان کي موهن ڪوٽ ڪوٺيندا هئا. ان جي آسپاس هڪ ديھ جو نالو موهن مڪان اهي. رني ڪوٽ آمريءَ کان ويھارو ميل پري ٿيندو. آمري موهن جي دڙي کان سو ميل ڏکڻ اولھ ۾ آهي ۽ ان کان اٺ سو ورهيه قديم آهي، جيئن ته رني ڪوٽ تي آثار قديمه وارن ڪا به تحقيق ڪا نه ڪئي آهي، ان ڪري ان جي عمر جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي.
سنه 1982ع ۾ چين ويس. جڏهن ”ديوار چين“ ڏٺم ته ائين محسوس ڪيم ته رني ڪوٽ جي اڳيان بيٺو آهيان.
قلعو ڏسي اسان سن موٽي آياسين ۽ شاه صاحب جي درياهه واري بنگلي تي ڪچهري ڪئي سون. رات جي ماني کائي، کليل صحن ۾ موڙن تي اچي ويٺاسين. اونهاري جي مند هئي. ٿڌي هوا پئي لڳي. پاسي ۾ درياهه پئي وهيو. مٿي آسمان ۾ تارن جو عجب جنسار لڳو پيو هو. اسان سنڌي زبان ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئاسون، جا ڪرنل خواجه عبدالرشيد کي اصل سمجھ ۾ ڪا نه ٿي آئي. هو غريب چڱيءَ چڱيءَ دير تائين آسمان ۾ تارا جاچيندو رهيو. پوءِ خبر ناهي ته ڪيس ڇا ٿيو، جو امالڪ موڙي تان پٽ تي وڃي ڦهڪو ڪيائين. ٿلهو ٿنڀرو مڙس هو. ڌڏڪو ٿي ويو. ”اوهه“ ڪري اٿي کڙو ٿيو ۽ ڪپڙا لٽا ڇنڊي، وري موڙي تي ٺهي ٺڪي ويٺو. اهو لقاءُ ڏسي مون کان ته کل نڪري

ويئي. پر شاھ صاحب ۽ پير صاحب سياڻا ماڻهو هئا، سي پوءِ ساڻس اردوءَ ۾ ڪچهري ڪرڻ لڳا. خواجه صاحب، شاھ صاحب کان رني ڪوٽ بابت الاهي سوال ڪيا ۽ انهن جي آثار تي هڪ شاندار مضمون لکيائين، جيڪو رني ڪوٽ تي پهريون پهريون اهم مضمون آهي. اول اقبال رويو جرنل ۾ ڇپيو ۽ پوءِ ان جو سنڌي ترجمو مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿيو.

ان موقعي تي اسان شاھ صاحب جي سن واري لئبرري به ڏٺي. ننڍي هئي پر نهايت سليقي سان سنڀاليل هئي. منجهس مولانا ابوالڪلام آزاد، قائداعظم محمد علي جناح ۽ ٻين اهڙن اڳواڻن جا خط ۽ تارون هڪ فائيل ۾ سانديل هئا.

پير صاحب جي پنهنجي لئبريري سنڌ جي تاريخ جي حوالي سان نهايت اهم هئي. ان ۾ ڇاپي ڪتابن سان گڏ سنڌ جي تاريخ تي ڪيترا قلمي نسخا پڻ موجود هئا. پير صاحب جي دلي مرضي هئي ته لئبرري سنڌ يونيورسٽي خريد ڪري. شاھ صاحب غلام مصطفى شاھ وائيس چانسلر هو. هن ٽن ڄڻن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي. ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي پير صاحب جي نازڪ مزاج جو ڪو به پتو ڪو نه هو. هنن ساڻس جنهن انداز ۾ گفتگو ڪئي، ان تان ئي پير صاحب جهڙي نازڪ ماڻهوءَ جي دل ڪڇي ويئي. هن پوءِ قائداعظم يونيورسٽيءَ سان ڳالهيون هلايون. وچ تي

پروفيسر شيخ عبدالرشيد هو سمجهدار ماڻهو هو. غالباً ڊاڪٽر دانيءَ سان به مشورو ٿيو. ٻنهي ڄڻن عقلمنديءَ سان مسئلي کي سلجهايو. ائين پير صاحب جي لئبرري وڃي قائداعظم يونيورسٽيءَ ۾ پهتي. پير صاحب ان سلسلي ۾ هڪ اڌ خط مون کان به انگريزيءَ ۾ ڊرافٽ ڪرايو هو، جنهن مان پتو پيم ته ان لئبرريءَ لاءِ يونيورسٽيءَ جي مرڪزي ڪتبخاني ۾ هڪ خاص گوشو قائم ڪيو ويندو. پير صاحب کي لئبرريءَ جي عيوض جيڪي پئسا مليا، تن مان هن الحمرا سوسائٽيءَ وارو موجوده گهر خريد ڪيو.*
پير صاحب پنهنجي لئبريري سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڏيڻ وڏيڪ پسند ٿي ڪئي، ڇو ته سنڌ سان کيس بيحد محبت هئي. هونئن ته علمي ادبي تحقيقي ڪم جي سلسلي ۾ سڄي ملڪ ۾ سندس دوستن احبابن جو حلقو وسيع هوندو هو. ان ۾ سنڌي عالم ۽ ماهر به هئا ته اردو اديب ۽ محقق به هوندا هئا. مهيني ماسي سندس گهر ۾ عالمن ۽ اديبن جي دعوت ٿيندي هئي، ان ۾ اڪثريت اردو اديبن جي هوندي هئي. مان اردو زبان جي ممتاز عالمن، اديبن ۽ شاعرن سان پير صاحب جي گهر متعارف ٿيس. جوش مليح آبادي پير صاحب وٽ گهڻو ايندو هو. پير صاحب ٻڌايو ته هڪ دفعي ٺاڪ منجهند جي مهل بي وقتو اچي نڪتو. اها منهنجي آرام ڪرڻ جي مهل هئي. چيائين ته پير صاحب پنجين بجي

نياڻيءَ جو نڪاح آهي. مون چيس ته جوش صاحب ان ۾ حيرت جي ڳالهه ڪهڙي آهي؟ چيائين ته اڃا تائين ڪنهن کي به اطلاع ڪو نه ڪيو اٿم. نڪو نڪاح پڙهڻ جو بندوبست ڪيو اٿم. ظاهر آهي ته مان به اها ڳالهه ٻڌي وائڙو ٿي ويس. ان مهل ئي دوستن احبابن کي فونيون ڪيم، تڏهن وڃي گلم غاليچي، تنبو، شاميانې، ۽ خارڪ ۽ نقل ورهائڻ جو انتظام ٿيو.

پوين ڏينهن ۾ فيض احمد فيض به پير صاحب کي ويجهو هوندو هو. سنڌ ۾ اردو ۽ سنڌي اديب هڪٻئي کان ڇڄي ويا هئا. پير صاحب ۽ فيض جو خيال هو ته ٻئي ادبي گروهه گڏجي عوام جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪن.

هڪ ڏينهن پير صاحب ڪراچيءَ مان فون ڪئي ته مان فيض کي وٺي حيدرآباد اچان ٿو. تون مرڪزي اردو بورڊ ۾ جلسي جو بندوبست ڪر. جلسي ۾ حفيظ قريشيءَ، ڊاڪٽر عاليه امام ۽ رسول بخش پليجي تقريرون ڪيون. صدارت فيض ڪئي. سنڌي ادبي حلقن ۾. مون کي ياد آهي ته ان موقعي تي رسول بخش پليجي انگريزي زبان ۾ نهايت پياري تقرير ڪئي. دل کي ڇهندڙ انداز ۾ فيض کي مخاطب ٿي چيائين ”سائين، سياسي اختلاف پنهنجي جاءِ تي، پر تون اسان جي اڱڻ پيهي آئين، ته ڄڻ زندگيءَ جو هڪ خواب پورو ٿيو.“

پير صاحب پنهنجين دعوتن ۾ ٿوريون گهڻيون زالون به سڏيندو هو. مان اڪثر ڪري ٻه جوان خوبصورت پينر ڏسندو هوس، جي انگريزي يا فارسي ڳالهائيندڙيون هيون. سندن آڳاٽو تعلق افغانستان جي شاهي خاندان سان هو. اهو خاندان ڪن گهرو اختلافن سببان، انگريزن جي زماني ۾، لڏي اچي ديرادون ويٺو هو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ، هجرت ڪري ڪراچي آيو. وڏي ڀيڻ شاديءَ کانپوءِ ابوظهبيءَ هلي ويئي ۽ ننڍي سعودي عرب. وڏي ڀيڻ اهل قلم هئي. آمريڪي مرڪز اطلاعات جي ثقافتي پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندي هئي. ساڻس پير صاحب جي ڪري منهنجي دعا سلام ٿي. اڃا تائين خط پٽ لکندي رهندي آهي. منهنجي مشوري تي ڪن سنڌي لوڪ ڪهاڻين جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿس.

هڪ ڏينهن پير صاحب مون کي چيو ته اڄ تو کي هڪ خوبصورت فارسي ڳالهائيندڙ خاتون به ڏيکاريندس ۽ سندن گهر دعوت به کارائيندس.

منجهند جو مون کي هڪ محلات جهڙي گهر ۾ وٺي هليو. خانم ۽ سندس خاوند ٻئي ايراني هئا. پر خانم ڪا سهڻي هئي! مون ته پنهنجي ملڪ ۾ يا ڪنهن به، ٻاهرئين ملڪ ۾ اهڙي خوبصورت عورت ڪا نه ڏٺي آهي.

پير صاحب ٻڌايو ته پاڻ شاهه ايران جي راڻيءَ سان به ڪيترا ڀيرا ملاقات ڪئي اٿس، پر خود راڻي به هن عورت اڳيان پاڻي نه ڀري سگهندي.
خانم ايڏي ته خوبصورت هئي، جو مان جيئري جاڳندي ڪنهن به انسان سان سندس تشبيهه ڏيئي نٿو سگهان.
اسلام بت تراشيءَ کي ناجائز قرار ڏنو. اسلام کان اڳ بت تراشي عام هئي. حضرت ابراهيم جو پيءُ آذر به بت تراشيندو هو ۽ چون ٿا ته ڏاڍا سهڻا بت ٺاهيندو هو. هاڻي شاعر جڏهن محبوب جي سونهن جي تعريف ڪندا آهن، ته کيس ”رشڪِ بتانِ آذري“ ڪوٺيندا آهن.
پر، آذڙ جو زمانو اڄ کان هزارين ورهيه اڳ هو. مان نٿو پايان ته آذر جو ڪو بت باقي بچيو هوندو، جنهن سان جديد دور جي ڪنهن زنده حسين بت کي ڀيٽي ڏسجي.
عيسائيت بت پرستيءَ تي اعتراض ڪو نه واريو. سو، عيسائي مذهب وڏا وڏا بت تراش پيدا ڪيا، جن مان ڪن جا تراشيل بت اڄا تائين يورپ جي ڪليسائن ۽ بادشاهن جي محلاتن ۾ موجود آهن.
مون روم جي ڪن تاريخي محلاتن جون تصويرون ڏٺيون آهن. انهن ۾ پاڻيءَ جي حوض يا آبشار مٿان سنگمرمر مان ٺهيل پرين جا بت ڏٺا اٿم. اها ايراني حسينه انهن پرين

جهڙي سهڻي هئي. فرق اهو هئو ته هو بت هئا ۽ پاڻ جيئرو جاڳندو انسان هئي.
خانم ايڏي ته سهڻي هئي، جو اڳتي هلي، پنهنجي ئي سونهن سندس لاءِ نفسياتي مسئلو ٿي پيئي. ڪو زمانو ڪراچيءَ ۾ نفسيات جي هڪ ماهر کان ذهني الجهن جو علاج ڪرائيندي رهي.
سندس عاشق اڻ ڪٿ هئا. ڪي ويچارا ته سندس هڪڙيءَ مٺيءَ مرڪ لاءِ ٻاهرين ملڪن مان هيرا، جواهر، موتي ۽ لعل تحفي طور آڻيندا هئا. پر هوءَ ڪنهن کي به خاطر ۾ ئي ڪو نه آڻيندي هئي.
جنهن ڏينهن پير صاحب مون کي وٽس وٺي هليو، ان ڏينهن ڪيس بنا ٻانهن جي سفيد ريشم جي چاريءَ جي گلن واري قميص ۽ هيٺ گلابي جينس جي پينٽ پاتل هئي. پيرن ۾ هاءِ هيل سونهري سئنڊل. هڪ ٻانهن ۾ سوني پٽي سان سنهڙي واچ، ۽ ٻيءَ ۾ موتين سان جڙيل سون جو پٽو. سندس سونهري وار ڪلهن تي پئي پيا. جڏهن پير صاحب منهنجو ساڻس تعارف ڪرايو، تڏهن زماني جي دستور موجب رسمي طرح، پنهنجيءَ صراحيدار گردن کي ٿوري جنبش ڏنائين ۽ مون ڏي مرڪي نهاريائين. مون کان ته سيسراٽيون نڪري ويون. ورهيه اڳ ٻڌل هڪ سرائڪي ڪلام ياد اچي ويو:

اکڙيان تيڏيان عقاب
عاشق مار شڪار ڪِتوني
اسان کي ”چلو ڪباب“ کارايائين ۽ مٿان ايراني چاءِ جو دور هليو.
پير صاحب چاءِ جي چسڪي پريندي چيس ته، ”خانم، شام جو ڪراچيءَ جي ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ خوبصورت زالون ۽ مرد گهمڻ ايندا آهن. ڪنهن ڏينهن او هان به ڪاري ريشمي سلوار، ڪاري ريشمي قميص ۽ ڪارو دوپٽو پائي چڪر ڏيڻ اچو.“
خانم ڏاڍي ذهين هئي. مرڪي چيائين، ”پير صاحب پوءِ ڇا ٿيندو؟“
پير صاحب چيو، ”بس، پوءِ قيامت اچي ويندي!“
هڪ دفعي مڙس سان گڏ حيدرآباد گهمڻ آئي ۽ خانه فرهنگ ايران ۾ اچي ٽڪي. ڪراچيءَ جي هڪ ٻي ايراني فئملي به ساڻن گڏ هئي.
مان ۽ خانه فرهنگ جو ڊئريڪٽر، ڪين نواب نور احمد لغاريءَ جي باغ تي دعوت کارائڻ وٺي وياسون. ان ڏينهن يار جي ديدار جي عام خاص کي اجازت هئي، يعني ”نڪا جهل نه پل، سپڪو پسي پرينءَ کي“ وارو حساب هو.
خانم شام جو ڪجھ دير لاءِ ايراني سهيلين سان گڏ، ريشم گليءَ جو چڪر ڏيڻ ويئي. مڙسس به ڪو سڪايل هو.

جڏهن موٽر رواني ٿي ويئي، تڏهن غريب مون کي اچي آهستي ڪن ۾ چيو ”آغا سچي سونهن ريشم گلٖيءَ رواني ٿي؟“
انقلاب اچڻ کان ٿورو اڳ،، زال مڙس ايران موٽي ويا. پڄم ته اتي خانم خاوند کان عليحدگي اختيار ڪئي.
* * *
پير صاحب بنيادي طرح اهل دل انسان هو. سچل چيو آهي:
”صورت ۾ جاءِ دم جي
دم ريءَ نه صورت ڪم جي
دم ۾ جا لذت غم جي
وه واه ڳالهه خاصي.“
اها ڳالهه پير صاحب تي سورهن آنا صادق هئي. هر انسان وانگر کيس به سهڻي صورت وٽندي هئي. گلاب جا گل ڪنهن کي نٿا وڻن؟ پر سهڻيءَ صورت کان وڌيڪ کيس سهڻي سيرت وڻدي هئي. مون کي جيڪڏهن ڪو شخص چوي ته تون ويهن ورهين کان مٿي عرصو پير صاحب کي نهايت ويجهو رهئين. هڪ جملي ۾ سندس شخصيت بيان ڪر، ته مان جيڪر جواب ۾ کيس هيئن چوان ته ”پير صاحب بنيادي طرح هڪ بااخلاق انسان هو.“ انسانن کي تورڻ تڪڻ، جاچڻ جوچڻ جو وٽس هڪ ئي پيمانو هو ۽ اهو هو سندن اخلاق.

1965ع واريءَ جنگ ۾ ڪن اديبن، شاعرن ۽ صحافين اهو ضروري سمجهيو ته پاڪستان سان پنهنجي محبت جو ثبوت ڏيڻ لاءِ اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ شعر وغيره لکن. پير صاحب جي وڏي پاءُ به جنگ اخبار ۾، پنهنجي ڪالم ۾، ان موضوع تي قلم کنيو. پهريائين ته ملڪي حالتن ۽ جنگ بابت مضمون لکيائين. ان ڪانپوءِ هندستان جي هڪ وزير کي، جيڪو غالباً ذات جو ”چاڳلا“ هو، پنهنجي طعني تنڪي جو مرڪز بنايائين. ان ۾ ڪجھ زيادتي ڪري ويو. هڪ مضمون ۾ لکيائين ته اسان کي ”چاڳلا“ ڪنهن اهڙيءَ شيءِ جو نالو رکڻ کپي، جيڪا رديءَ جي استعمال لاءِ هجي، يعني خسيس ۽ ذليل هجي، مثلاً اسان ردي ڪاغذن جي ٽوڪريءَ جو نالو ”چاڳلا“ رکون، جو ان ۾ گند بلا ڦٽي ڪندا. رهندا آهيون... وغيره. اها ڳالھ پير صاحب کي نه وڻي. پر، ان ڪانپوءِ پاڻس هڪ ٻيو مضمون لکيو، جنهن ۾ جواهر لعل جي خاندان تي ذاتي حملو ڪيائين ۽ سندس رشتيدار زالن جا مسلمان اڳواڻن سان معاشقا بيان ڪيائين.

هڪ ڏينهن مان پير صاحب وٽ ويس. شام جي مهل هئي. موٽر ۾ ويٺاسين. صدر ۾ ڪو ڪم هوس. موٽر جي ڊرائيور کي چيائين ته ”اول علي محمد شاھ جي جاءِ تي لارينس روڊ تي هل.“ جڏهن اتي پهتاسين ته چيائين ”تون به لھ.“

هيٺ لٿاسين. بنگلي جي وڏي در مان اندر گهڙياسين ته سامهون صحن ۾ سندس وڏو ڀاءُ، اڪيلو ئي اڪيلو، آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هو ۽ پائيپ ڇڪي رهيو هو. پرسان ٻه ٽي آرام ڪرسيون پيون هيون. هڪ تي پير صاحب ويٺو، ٻيءَ تي مان. وڏي ڀاڻس پڇيو ته، ”چانهه پيئندا يا شربت؟“ پير صاحب جواب ۾ چيس ته، ”علي محمد شاهه وطن سان محبت هڪ شيءِ آهي، سياست ٻي ۽ ٽينءَ شيءِ جو نالو اخلاق آهي. تو کي شرم ڪو نه آيو، جو تو جواهر لعل جي زالن کي گهٽ وڌ ڳالهايو؟ تو کي پنهنجي ماءُ، ڀيڻ، ڌيءُ ڪانهي؟“

پير صاحب جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ڪاوڙ ۾ ڏڪڻ لڳو. وڏي ڀاڻس ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو. ڪا دير ته خاموش رهيو. پوءِ ڏاڍي ڏک مان چيائينس، ”حسام الدين شاهه مون کي معاف ڪر. مون کان برابر غلطي ٿي ويئي.“

هڪ دفعي پير صاحب اورينٽ هوٽل ۾ ٽڪيل هو. وٽس ڪچهري متل هئي. ان ۾ نياز همايوني به هو ۽ تنوير عباسيءَ جو ننڍڙو ڀاءُ مرحوم الطاف عباسي به. پير صاحب هوٽل ڇڏي ڪراچيءَ وڃي رهيو هو. بل ڏيئي ٻاهر نڪتو. اسان پٺيان موٽر ۾ ويٺاسون ته کيس اڳڀرو هلي خدا حافظ چونداسون. موٽر جڏهن گاڏي کاتي واري چوڪ وٽ پهتي ته مرحوم الطاف پينٽ ۽ قميص جي کيسن مان ڪانٽا

۽ چمچا ڪڍيا، جي هو، ڪل پوڳ جي نموني ۾، هوٽل مان ڪٽي آيو هو. ننڍيءَ عمر ۾ ماٺهو اهڙيون معصومانه حرڪتون ڪندو آهي. پير صاحب ڪڙڪو ٻڌي، اڳيان سيٽ تان پڇيو ته ”ڇاهي؟“ ڪنهن ڪلندي ڳالھ ٻڌايس. ڊرائيور کي چيائين ته ”موٽر پوئتي موٽاءِ.“ سڌو هلي هوٽل تي بيٺو. چيائين ته ”وڃو، وڃي پرائو سامان موٽائي ڏيئي اچو.“ الطاف غريب جي ته منهن جو پنو ئي لهي ويو، پر اسان سڀ اهڙا ششدر ٿياسين، جو ڌرتي جاءِ ڏئي ته اندر گهڙي وڃون. پير صاحب ٻيو دڙڪو ڏنو. الطاف پاڻ وڃي سامان اندر ڇڏي آيو ۽ هوٽل وارن سان چرچي جي معذرت ڪيائين.
پير صاحب جڏهن ڪئنسر جي علاج مان ماسڪو جي ڊاڪٽرن مان به آخرڪار مايوس ٿيو، تڏهن مون مٿس زور پريو ته لنڊن وڃو. چيائين ته پئسا ڪيڏانهن آڻيان؟ مون چيس ته زمين وڪڻو. اسان ان الجهن ۾ هئاسين جو وٽس هڪ ڏينهن ڊاڪٽر شمل جو خط آيو. لکيائينس ته ”مون سڄو بندوبست ڪيو آهي. تون جرمنيءَ علاج لاءِ هليو اچ.“ مان اها خبر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس. پر جڏهن وٽس ويس، ته ڪيس ڪو به خيال ڪو نه هو. آخر مون جڏهن اصرار ڪري چيو ته ”ڪڏهن ٿا جرمنيءَ وڃو؟“ تڏهن ڏک مان چيائين ته ”رباني، ڪا عقل جي ڳالھ ڪر. مان

اهڙو بداخلاق آهيان، جو رن زال وٺ وڃان ته منهنجو علاج ڪرائي.“

آخر پنهنجي خرچ تي لنڊن ويو. انهن ڏينهن ۾ وري ويزا جو مسئلو پيدا ٿيو. هڪ مرڪزي وزير لاءِ چيو مانس ته ”ان کي چئو.“ جواب ۾ چيائين ته ”بداخلاق ماڻهوءَ کي مان ڪم نه چوندس. موت وڏي ڳالهه ناهي. اخلاق وڏي ڳالهه آهي.“

هڪ دفعي مون کي چيائين ته، ”رباني، چون ٿا ته انسان کي قيامت ڏينهن، ترار کان تکيءَ ۽ وار کان سنهيءَ پلصراط تان لنگهي، بهشت ۾ پير پائڻو پوندو. پر منهنجي خيال موجب هن دنيا جي حياتي ئي حقيقي پلصراط آهي.“

جڏهن مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پرو - وائيس چانسلر مقرر ٿيس ته منهنجا ڪي دوست خوش ٿيا ۽ ڪن کي حسد ٿيو. پير صاحب جو رد عمل نرالو هو. مون کي خوشيءَ ۽ غم جي گڏيل جذبن سان مخاطب ٿيندي چيائين ته ”تو جنهن ماڻهوءَ سان پلئه اٽڪايو آهي سو اڳي پوءِ تو کي ڏنگيندو. مون کي انديشو آهي ته تون آخرڪار پڇتائيندين.“ اڳتي هلي سندس پيشنگوئي حرف بحرف صحيح ثابت ٿي.

پير صاحب مون کي جڏهن به ڪنهن غلط ماڻهوءَ جي صحبت ۾ ڏسندو هو ته فوراً ٽوڪيندو هو. هو مون ڏانهن حقيقي اولاد وانگر ڏسندو هو.

هڪ دفعي ڪراچيءَ ۾ هڪ هوٽل ۾ ٽڪيل هجان ۽ سخت ٿڪل هجان. هڪ دوست اچي ڪڙڪيو ۽ منهنجي مرضيءَ جي خلاف سينيما تي وٺي هليو. پڪچر ڏسندي، مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته ڪو منهنجي دل کي ٻنهي هٿن ۾ جهلي، ان کي پڪوڙي رهيو آهي. سينيما اڌ ۾ ڇڏي، ٽئڪسيءَ ۾ چڙهي پير صاحبن وٽ پهتس. اڌ رات جي مهل هئي. اوڏيءَ مهل ئي موٽر ۾ سمهاري اسپتال وٺي هليو. جڏهن چڪاس ڪرائي موٽياسين ته هوٽل تي وڃڻ نه ڏنائين. گهر هلي پنهنجي پلنگ تي سمهاريائين. پنهنجي لاءِ پاسي ۾ جدا پلنگ وجهايائين. صبح جو ننڊ مان اٿيس ته ساڻس گڏ ناشتو ڪري عادت موجب سگريٽ دکايم. چيائين ته ”سگريٽ ڇڏين نٿو؟“

مون 30 ورهيه لاڳيتو سگريٽ چڪيو هو ۽ ان کي ڇڏڻ لاءِ ڪي جتن ڪيا هئم. مثلاً جڏهن سگريٽ جي ٻاڙ لڳندي هئي، تڏهن ڪنمنڙا يا سونف کائيندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن سگريٽ پهرن جا پهر آڱرين ۾ جهلي وهندو هوس، ان کي دکائيندو ڪو نه هوس. ڪڏهن سگريٽ جي ڪوٽا مقرر ڪندو هوس. هر مانيءَ جي ويلي تي، ڪاڏيءَ ڪانپوءِ هڪ، صبح ۽ شام چاءِ ڪانپوءِ هڪ. ڳوٺ ويندو هوس ته ٻه ٻه ٽي ٽي ڏينهن سگريٽ ڪو نه چڪيندو هوس. پر سگريٽ نوشي ڏاڍي گندي عادت آهي. ريڊرس ڊائجيسٽ رسالي ۾

هڪ مضمون پڙهيم ته ماٺهن سگريٽ چڏڻ ڪانپوءِ ڏهن ورهين جي عرصي بعد وري چڪڻ شروع ڪيو آهي. مطلب ته سگريٽ مان جند ڇڏائڻ منهنجي لاءِ ممڪن نه هو. پر پير صاحب جي ٽن اکرن جادوءَ وارو ڪم ڪيو. مون سندس حڪم جي تعميل ۾ پاڪيٽ ڦٽي ڪيو. اهو سنه 1969ع هو ۽ هي سنه 1988ع آهي. گذريل اڻويهن ورهين جي عرصي اندر، مون ڪڏهن پلجي به سگريٽ کي هٿ نه لاتو آهي.

---

* ڊاڪٽر شمل جو چوڻ آهي ته هن 1958ع ۾ ئي سنڌي ٻولي سکڻ جو فيصلو ڪيو. ڏسو مڪلي ٽڪريءَ تي سندس چپيل انگريزي ليڪچر. ناشر انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل اينڊ ويسٽ ايشين اسٽڊيز، ڪراچي 1983ع.

* پير صاحب لئبرريءَ مان ڪي خاص ڪتاب پاسيرا ڪري رکيا. اهي ۽ ٻيا ڪتاب، جي پوءِ ونس گڏ ٿيا، سي سندس وصيت موجب سنڌالاجيءَ کي مليا.

**

هڪ دفعي ڪراچيءَ جي نارٿ ويسٽرن هوٽل ۾ ٽڪيل هوس. هوٽل جو پيڙهو مالڪ آغا يوسف پير صاحب ۽ منهنجو دوست ٿي ويو هو. آغا يوسف اصل ۾ پشاور جي هڪ وڏي تاجر خاندان مان هو. سندس والد انگريزن جي زماني ۾ ريلوائيءَ جا وڏا وڏا ٺيڪا کڻندو هو. خود آغا يوسف جو برما جي پاسي ڪروڙن جو ڪاٺ جو

ڪاروبار هلندو هو. چين ۾ انقلاب کان اڳ شانگهائي شهر ۾ سندس هوٽل هوندي هئي. * جڏهن انهن ملڪن ۾ ڪميونسٽ تحريڪن زور ورتو ته آغا يوسف واپس وطن هليو آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ نارٿ ويسٽرن هوٽل هلائڻ لڳو. اها ڪراچيءَ جي ٻيو نمبر قديم هوٽل هئي. ان کان آڳاٽي ڪارلٽن هوٽل هئي، جا صدر ريلوائي اسٽيشن وٽ هئي. ڪجھ عرصو اڳ بند ٿي ويئي. هاڻي آغا يوسف جي وفات کان پوءِ نارٿ ويسٽرن هوٽل به بند ٿي ويئي. نارٿ ويسٽرن هوٽل ۾ مان سالن جا سال ٽڪيس. مهيني ماسي ڪراچيءَ وڃڻ ٿيندو هو، سو آغا يوسف جي مون سان ڏاڍي دل ٿي ويئي. سندس گهرواري، پٽس حسام ۽ ڌيٽس مهرو به منهنجو خاص خيال رکندا هئا. آغا يوسف پراڻي زماني جا قصا ڪيندو هو. سندس هڪ ڀاءُ مصطفى ڪمال پاشا ۽ انور پاشا جو ساٿياري هو. پر ٻنهي اڳواڻن جي اختلاف ڪري، موت جو شڪار ٿيو ۽ ترڪيءَ ۾ ئي دفن ٿيو. منهنجيءَ صلاح سان آغا يوسف سندس حياتيءَ جو احوال جو ڪتاب ڇپايو.*

ٻيو پاڻس يونس الائي ڪيئن نهرو خاندان سان لاڳاپي ۾ آيو ۽ انهيءَ ئي خاندان سان سڄي عمر گڏ گذاريائين. هڪ ڏينهن آغا يوسف چيو ته ”منهنجي ڀاءُ يونس پنهنجين يادگيرين جو ڪتاب Persons, Passions and

Politics نالي سان ڇپايو آهي. ٻن ٽن ڏينهن لاءِ تو کي پڙهڻ واسطي ڏيان ٿو.“
يونس ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيو هو ته ”مان جڏهن ڪنهن ڳالهه ڪري پريشان ٿيندو هوس ته جواهر لعل وٽ هليو ويندو هوس. هو هندستان جو وزيراعظم هو، پر منهنجو چڱ ته مربي هو. هڪ ڏينهن مون کي چيائين ته يونس جڏهن تنهنجيءَ عمر جو هوندو هوس ۽ ڪنهن ڳالهه ڪري پريشان ٿيندو هوس ته مهاتما گانڌيءَ وٽ هليو ويندو هوس. هو ڪا نه ڪا سهڻي صلاح ڏيندو هو. تون جڏهن ڪنهن معاملي ۾ منجهين ٿو، ته صلاح مشوري لاءِ مون وٽ اچين ٿو. هاڻي مهاتما گانڌي هن دنيا ۾ موجود ڪونهي. ٻڌاءِ ته مان جڏهن پريشان هجان ته ڪنهن وٽ وڃان؟“
مون ڪتاب اتي بند ڪيو ۽ ٽئڪسي ڪري هوٽل مان پير صاحب جي گهر هليو ويس ۽ کيس اهو قصو ٻڌائي چيم ته، ”پير صاحب، مان به جڏهن ڪنهن پريشانيءَ ۾ اچان ٿو، ته سڌو اوهان جي گهر جو رستو وٺان ٿو.
پير صاحب اها ڳالهه ٻڌي خاموش رهيو. گهڙي کن رکي چيائين ته ”هل ته صدر جو چڪر ڏيئي اچون.“ صدر جو چڪر ڏيئي وٺس گهر اچي منجهند جي ماني کاڌيسون. پاڻ وڃي آرامي ٿيو ۽ مان موٽي هوٽل تي آيس.

هاڻي جڏهن پير صاحب هن جهان ۾ ڪو نه آهي ۽ مان ڪنهن مشڪلات ڪري، اڪيلو ئي اڪيلو تڙپندو آهيان، تڏهن منهنجون ادا اڪيون هيڏي هوڏي پير صاحب لاءِ واجهائينديون آهن. ٻيا ماڻهو هڪ دفعو يتيم ٿيندا آهن پر مان به دفعا ٿيس هڪ دفعو جڏهن بابا سائينءَ هي جهان ڇڏيو ۽ ٻيو دفعو جڏهن پير صاحب موڪلائي ويو.
پر موت به، پير صاحب کي مون کان جدا ڪري ڪو نه سگهيو. جيئن مان ڪڏهن بابا سائينءَ کي خواب ۾ ڏسندو آهيان، تيئن ڪيترائي دفعا پير صاحب کي به خواب ۾ ڏٺو اٿم. مان سمجهان ٿو ته جڏهن سندس روح کي ذرتيءَ تي اچڻ جي موڪل ملندي آهي، تڏهن اهو حسين شاهه وٽان ”علي رضا هائوس“ مان، پيڻ ۾ حسنا جي گهر مان ۽ منهنجي گهر مان ليئو پائيندو آهي ۽ عالمِ ارواح ڏي موٽندي، اسان سڀني کي دعائون ڏيندو ويندو آهي.
پير صاحب جو قرب ۽ ڪرم رڳو مون تائين محدود ڪو نه هو. بيشمار ماڻهو اديب توڙي غير اديب سندس ڳڻ ڳائيندا آهن. هو انهن کي به تمام پيارو هو. پر مان ائين چئي سگهان ٿو ته منهنجي روح ۾ چڻ ته وسيل هو. مون ۾ جيڪي به برايون آهن، سي ته منهنجي مَنَ جي ميرائيءَ ڪري آهن، پر جيڪڏهن ڪا به چڱائي آهي ته اها والدين ۽ پير صاحب جي ذهني تربيت ڪري آهي.

پير صاحب غميءَ ۽ خوشيءَ ۾ منهنجي سار سنڀال لڌي.
جڏهن منهنجي والد جو آپريشن ٿيو، تڏهن آپريشن جي في ته پاڻ ادا ڪيائين، پر منهنجي دلجوئيءَ لاءِ حيدرآباد واريءَ بليئر ڪلينڪ ۾ آپريشن دوران ڊاڪٽر شمل سان گڏ ڪلاڪ ڏيڍ اپين پيرين بيٺو رهيو.
جڏهن منهنجي وڏي ڀاءُ وفات ڪئي ۽ مان ڀاءُ کي ڳوٺ دفنائي، ساڻس ڪراچيءَ ۾ مليس ته ڀاڪر پائي روئي ڏنائين.*
جڏهن مون شادي ڪئي ته منهنجي لاءِ ۽ منهنجي گهرواريءَ لاءِ ڪپڙا خريد ڪيائين. چيائين ته ”پٽ چميئي ته نالو علي رضا رکجانس.“ مون ته پٽن تي وڏن جا نالا رکيا پر جڏهن کيس پوٽو ڄائو ته نالو علي رضا رکيائينس.
زندگيءَ جو شايد ئي ڪو مسئلو هجي جو مون کان مخفي رکندو هجي. نه ته سڀ ڳالهه ڪندو هو ۽ صلاح وٺندو هو، توڙي جو مان ڪانئس ننڍو ۽ گهٽ تجربيڪار هوس. اڄ مان انهن مان ڪيترين ڳالهين لکڻ کان قاصر آهيان.
بعض اوقات پنهنجي وڏي ۽ ننڍي ڀاءُ جون به مون سان گهر جي ڳالهين وانگر شڪايتون ڪندو هو. جڏهن حسين شاهه ۽ حسنا بيبيءَ جي شاديءَ جو معاملو آيو، تڏهن پنهنجن دوستن ۾ فقط مون سان صلاحي هو. حالانڪه، رت جي رشتي جي لحاظ کان هو ٻئي ڄڻا وڏي ڀاڻس، پير علي محمد

راشديءَ جو اولاد هئا پر پاڻ راشدي صاحب کان به اها ڳالهه تيسين راز ۾ رکيائين، جيسين سچو ڪم وڃي راس ٿيو.
پير صاحب جي حسين شاهه ۽ حسنا بيبيءَ سان ڏاڍي دل هئي. ٻنهي کي ننڍي لاڪر اولاد وانگر پاليو هئائين ۽ حقيقي والاد جون سڀ تمنائون ساڻسن ئي وابسته ڪيون هئائين. ٻئي چٽا سندس اکين جو نور ۽ دل جو سرور هئا.
هڪ ڏينهن سندس لئبرريءَ ۾ ويٺا هئاسين. مون سان اندر اوريائين ته ”حسنا جي شادي ڪري وڃڻ کانپوءِ هي هي مشڪلاتون ۽ مسئلا روزمره جي زندگيءَ ۾ درپيش آيا اٿم.“ مون کيس هڪ مخلصانه صلاح ڏني. ٻڌي، ڪنڌ هيٺ ڪيائين. گهڙيءَ کن کان پوءِ ڪنڌ مٿي ڪيائين ته سندس اکيون ڳوڙهن سان ٽمٽار هيون. چيائين ته ”پاءُ، اهي وڻ به ويا، واهيرا به ويا.“
اولاد کان محروميءَ جو احساس عذاب آهي. بدقسمتيءَ سان پير صاحب جي اهليه، تعليم توڙي صحت، ٻنهي نعمتن کان محروم هئي. سو، پير صاحب جي تنهائيءَ جو احساس هيڪاري وڌي ويو. جڏهن بيبي صاحبه هي جهان ڇڏيو ته مون کي وڏي پاڙس جي بيگم ممتاز راشديءَ فون تي ڄاڻ ڪيو. فوراً پير صاحب وٽ پهتس. اوچتو آيل ڏسي اول ته منجهي پيو، پر جلد ئي ڳالهه کي سمجهي ويو. ٻئي خاموش

ويٺا رهياسون. ڪرسيءَ تي ڪنڌ لاڙي، ڏک ۾ چيائين، ”رباني، ٽيهن چاليهن ورهين جو ساٿ هو.“ مون ڏانهس ڏک ۾ نهاريو. سندس اکين ۾ ڳوڙها چلڪي رهيا هئا.

* *

حيدرآباد ۾ اپريل ۽ مئي جو مهينو چڱا گرم ٿين ٿا. هڪ ڏينهن ڄام شوري ۾ بورڊ جي آفيس ۾ ويٺو هوس، جو پٽيوالي اچي چيو ته ”پير صاحب ۽ نواب نور احمد خان لغاري هيٺ موٽر ۾ ويٺا آهن. چون ٿا ته ربانيءَ کي چئه ته جلد هيٺ اچي.“

ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي! اڳئين ڏينهن پير صاحب حيدرآباد آيو هو. نواب نور احمد لغاريءَ وٽ ٽڪيو هو. شام جو مان وٽس ويو هئس. اسان دير دير تائين رات جو ڪچهري ڪئي هئي. ان ڪانپوءِ، آءٌ ٻنهي ڄڻن کان موڪلائي ڄامشوري آيو هوس. شام جو وري ملڻ جو پروگرام هو، جنهن مهل پٽيوالي اچي اهو پيغام ڏنو، ان مهل منجهند جو هڪ ڏيڍ ٿيو هوندو. ڏرتتيءَ جو ڪين ڄامشوري اچڻ جو کهڙو لاچار پيو هو؟ اهي ڳالهيون سوچيندو، مان تڙ تڪڙ ۾ هيٺ لٿس. پير صاحب موٽر جو دروازو کولي چيو ته ”ويهه.“

موٽر شهر رواني ٿي. پير صاحب ۽ نواب صاحب ٻئي چپ. مان به خاموش رهيس. تان جو درياهه واري پل ٽپي وياسين.

اتي پير صاحب نواب صاحب کي چيو ته، ”رباني ءَ کي ڳالهه ٻڌايو“.
نواب صاحب چيو ته ”سائين مون کي اڄ صبح جو ڊاڪٽر منير صديقي ءَ (ڊاڪٽر آفتاب شاهه جي خاوند) کي پاڻ ڏيکارڻو هو. پير صاحب چيو ته مان به ٿو هلان. جڏهن مون پاڻ ڏيکاري بس ڪيو ته پير صاحب ڊاڪٽر کي چيو ته، ”ڊاڪٽر صاحب مون کي ڪافي وقت کان ڳلي ۾ هيءَ ڳوڙهي آهي. ڏسو ته ڇاهي؟“
ڊاڪٽر صاحب ڳوڙهي جاچي چيو ته پير صاحب مون کي ڊپ ٿو ٿئي. ڇئو ته مان ڪڍي وٺان. ننڍو آپريشن آهي“.
نواب صاحب اشارتاً چيو ته ”ڊاڪٽر منير صاحب جو انديشو هو ته خدا نه ڪري جو اها ڪئنسر جي ڳوڙهي هجي.“
مان ڳالهه ٻڌي پير صاحب جي پريشاني ءَ کي سمجهي ويس. ڪيس ڏڍ ڏيندي، نواب صاحب کي چيم ته ”اها شڪي ڳالهه آهي. خود ڊاڪٽر منير صاحب به خاطري ءَ سان ته ڪا ڳالهه ڪا نه ڪئي آهي. پاڻ ءَ کان اڳ ڪپڙا لاهڻ عقلمندي ءَ جي ڳالهه ڪانهي. پير صاحب خير سان ڪراچي ءَ وڃي. اتي ڪيترائي وڏا وڏا ڊاڪٽر سندس دوست آهن. انهن سان صلاح ڪري تپاس ڪرائي. پوءِ جي ضروري هجي ته آپريشن ڪرائي، ته خبر پئي ته ڳالهه

چاهي؟ پير صاحب هڪ دفعي مون کي ٻڌايو هو ته گهڻا گهڻا سال اڳي پاڻ ٻي به اهڙي ڳوڙهي ڪڍائي هئائين.“
ڳالهه پير صاحب کي دل سان لڳي. کيس ڪجهه آٿت آيو. ان ئي ڏينهن شام جو چام ڪرم علي خان پنهنجي ڳوٺ اسان جي دعوت ڪئي هئي. اوڏانهن هليا وياسين. کل خوشيءَ ۾ پير صاحب جو به ڪجهه غم گهٽ ٿيو.
ڏينهن به حيدرآباد ۾ ٽڪي پير صاحب ڪراچيءَ موٽيو. پنهنجن ڊاڪٽرن سان ڳالهه ڪيائين، جن تپاس بعد ڊاڪٽر منير صاحب جي ڳالهه جي تائيد ڪئي.
جنهن ڏينهن پير صاحب جي ڳلي جو پهريون پهريون آپريشن ٿيو، ان ڏينهن ڊاڪٽر شمل به ڪراچي ۾ هئي. مون کي چيائين ته ”خدا ڪري جو ڦهلجندڙ ڪئنسر نه هجي!“
پر ڊاڪٽري تپاسن سڀ اميدون خاڪ ۾ ملائي ڇڏيون.
بهر حال پير صاحب جي حوصلي جو داد ڏجي. دل تي جيڪا به ٿي گذري هجيس. ليڪن ٻاهرئين ٻني پنهنجو حوصلو بلند رکيائين. قدرت کيس غم برداشت ڪرڻ جي وڏي طاقت ڏني هئي. وڏو ماڻهو ٿيڻ لاءِ وڏي دل کپي ۽ شينهن جو جگر کپي. پير صاحب وڏو ماڻهو هو ۽ وڏيءَ دل وارو هو. پر، اها دل بهرحال گوشت پوست مان ٺهيل هئي. سو، ڪڏهن سندس اکيون ڇلڪي به پونديون هيون.

ڪئنسر جي ڪري سندس گلي جا ڪيئي آپريشن ٿيا. هڪ پيري تازو تازو اسپتال مان نڪتو هو. گلي تي اجا پلاسٽر چڙهيل هوس. مون نهايت ادب سان آهستي ڪانئس رڳو ايترو پڇيو ته، ”سائين، هاڻي طبيعت ڪيئن آهي؟“
چيائين ته، ”پاءُ، ڊاڪٽرن جو چرو آهي ۽ منهنجو گلو آهي.“ اکين جي پڇڙين وٽ به ڳوڙها تري آيس، جن کي آهستي اگهي چڏيائين.
ڪجهه عرصي ڪانپوءِ، روسي حڪومت جي دعوت تي، ماسڪو علاج لاءِ ويو، جڏهن موٽيو ته ڏاڍو خوش هو. کيس روسي ڊاڪٽرن جي مهارت تي وڏو اعتماد هو. (پر اهو اعتماد عارضي هو، چو ته اصل فيصلو ان جو آهي، جو حياتي ڏئي ۽ وٺي ٿو.)
سال کن ڪانپوءِ، ايران ۾ هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ ويو. جڏهن موٽيو، ته خوشيءَ مان چيائين ته، ”رباني قدرت جا عجب رنگ آهن. مان جنهن ڏينهن ايران ۾ بين الاقوامي ڪانگريس جي هڪ اجلاس جي صدارت ڪري رهيو هوس، انهيءَ ساڳئي ڏينهن گذريل سال، نهايت ملول، ڳٽين ۾ ويڙهيل، اداس ۽ اڪلو ئي اڪيلو، ماسڪو جي اسپتال ۾ علاج لاءِ بستري تي ليٽيل هوس. جنهن مهل ايران ۾، عالمي ڪانفرنس ۾، تاڙين جي گونج ۾، صدارتي

ڪرسيءَ تي وجي ويٺس، تنهن مهل اهو ڏينهن ۽ اها گهڙي ياد آيم.“

پير صاحب جي خوشيءَ گهڻو جٽاءُ ڪو نه ڪيو. سٽت، ڪراچيءَ وارن ڊاڪٽرن ڪيس چيو ته ”اسان کي وري اوهان جو آپريشن ڪرڻو آهي.“ اهو ٻڌي، ڏاڍو دلگير ٿي پيو. ڳالهه به اهڙي هئي.

انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ دفعي مان ساڻس گڏ ڪراچيءَ جي صدر ۾ شام جو گهمڻ ويس. اجا موٽر مان لهڻ وارا هئاسين، ته هڪ فقير تڪڙو تڪڙو موٽر ڏي آيو ۽ پير صاحب کي سڻو لباس پيل ڏسي، ڪانئس خيرات گهريائين. پير صاحب کي فقيرن تي سخت چڙ هوندي هئي ۽ سندس پراڻي عادت هئي ته کين ڪچيون ڪچيون گاريون ڏيندو هو. فقير جو سامهون اچڻ ۽ پير صاحب جو کيس سٽ سريون ٻڌائڻ. فقير ته موٽي ويو. پر، مون پير صاحب کي ڏک سان چيو ته ”پير صاحب، قرآن ڪريم ۾ صاف حڪم آهي ته ”سواليءَ کي نه جهڻڪ“. مون کي ڊپ آهي ته اوهان کي ڪئنسر هنن فقيرن ڏني آهي.“

اهو ٻڌي چپ ٿي ويو ۽ ڪار ۾ پنهنجيءَ سيٽ تي ڪا گهڙي ويٺو رهيو. مان به خاموش ويٺو رهيس. ڪجهه دير ڪانپوءِ هيٺ لٿو ته سندس اکيون آليون هيون. پر، ان ڪانپوءِ مون کيس ڪڏهن به فقيرن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي نه ٻڌو.

غالباً، انهن ئي ڏينهن ۾ حڪومت مولانا غلام مصطفى قاسمي صاحب کي سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين مقرر ڪيو. اهو فيصلو سيد پناھ علي شاھ صاحب تڏهوڪي تعليمي سيڪريٽريءَ ڪيو. پير صاحب ان فيصلي تي ناخوش ٿيو. سندس خيال هو ته چيئرمينيءَ جو پاڻ ئي صحيح مستحق هو. هونئن نه ته مولانا قاسمي صاحب سان سندس تعلقات تمام پراڻا ۽ نهايت سٺا هئا. بهرحال، پنهنجي ناخوشيءَ جو مون سان چٽن اکرن ۾ اظهار ڪيائين ۽ صاف صاف منع ڪيائين ته ”آئينده مولانا قاسميءَ کي پاڻ سان مون وٽ نه وٺي ايندو ڪر.“

مولانا قاسمي صاحب فقيراڻي سڀاءُ وارو ماڻهو آهي، ان ڪري مون پير صاحب جي انهيءَ ڳالھ کي پسند ڪو نه ڪيو. دل ۾ سمجهيم ته مان آهستي آهستي ڪري ٻنهي کي کير کنڊ ڪري ڇڏيندس. اڳ ۾ پاڻ مرحوم سيد ميران محمد شاھ سان به ائين ڪنهن ڳالھ تي ڦٽو هو. پر مون آهستي آهستي ڪري، سندن وچ مان ڪنڊو ڪڍي ڇڏيو هو ۽ ٻئي ڄڻا پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويا هئا. پر هن پيري منهنجي توقع غلط ثابت ٿي. ان جا ڪيئي ڪارڻ هئا. هڪ ته مولوي صاحب مفلس ماڻهو هو. سنڌ ۾ غربت کي ڪير ڪو نه سهندو آهي. ٻيو ته ڪيئي مفسد ماڻهو مولوي صاحب جي خلاف پير صاحب جا ڪن ڀريندا هئا. هوندا اهي به اديب

هئا. پر وڏو اديب ٿيڻ هڪ ڳالهه آهي، وڏو انسان ٿيڻ ٻي ڳالهه آهي.* ان طرح، مان پير صاحب ۽ مولانا قاسمي صاحب کي ته ملائي ڪو نه سگهيس، اٿلندو پير صاحب ۽ منهنجي وچ ۾ وٿي پيدا ٿي وئي، ڇو ته چيئرمين ۽ سيڪريٽريءَ جو لاڳاپو اهڙو هو جو مان ته مولوي صاحب کي ڇڏي نٿي سگهيس. مفسد ماڻهن ان طرح پير صاحب کي منهنجي ۽ مولوي صاحب جي خلاف مچرائي ڇڏيو. ٻيا ڪهڙا سبب هئا، سو مان چئي ڪو نه ٿو سگهان. انسان جي هڪ وڏي بدقسمتي اها آهي ته کيس اها به خبر نه پوي ته سندس حقيقي سڄڻ ڪير آهي؟ چون ٿا ته حضرت عيسى دعا گهري هئي ته ”يا خدا، مون کي منهنجن دوستن کان بچاءِ“. ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

ديکها جو تير کهاکي کمين گاه کي طرف

اپني هي دوستون سي ملاقات هوگئي

منهنجو ۽ پير صاحب جو سڄيءَ عمر جو تعلق رهيو هو، تنهن ڪري مون به، گهٽي ڏک جي ڪري، خاموشي اختيار ڪئي. ان طرح، هو مون سان آهستي آهستي ٿڌو ٿي ويو.

مون کي ان ڳالهه جو پڪو پختو احساس تڏهن ٿيو، جڏهن ٻڌم ته پير صاحب حيدرآباد اچي ٿو، پر مون سان ڪو نه ٿو ملي. انهن ئي ڏينهن ۾، مون سنڌ جي هڪ افسانه نگار

خاتونءَ جي وفات تي ”مٽيءَ جي مٺ“ عنوان سان افسانو لکيو هو. منهنجي ان خاتونءَ سان گهڻي زماني کان دعا سلام هئي. هوءَ چڱي خاندان جي نينگر هئي. پر، پوين ڏينهن ۾، ويچاري قسمت جي رولڙي ۾ اچي ويئي.
مون افساني ۾ انسان جي انجام جو منظر چٽيو هو ۽ ان ئي نسبت سان افساني جو عنوان ”مٽيءَ جي مٺ“ رکيو هو.
جن ڏينهن ۾ اهو افسانو ڇپيو، تن ڏينهن ۾، پير صاحب کو حيدرآباد آيل هو. مون کي ڪل ئي ڪانه هئي، ڇو ته مون وٽ اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنو هئائين.
شام جي مهل هئي. ڄامشوري ۾ گهر ۾ ويٺو هوس، ته پُٽَ اچي چيو ته ”بابا پير صاحب دروازي تي موٽر جهليو بيٺو آهي.“ اهو ٻڌي، تڙ تڪڙ ۾، پيرين اگهاڙو ٻاهر نڪري آيس، ۽ اچي سندس پيرن تي هَٿَ رکيم ته ڇڪي پاڪر پاتائين. ان کان اڳجو مان کيس ڪجھ چوان، پاڻ منهنجو هٿ وٺي، ان کي چمي چيائين ته ”بابا، ڪراچيءَ پئي ويس. چيم ته جنهن هٿ سان اهو افسانو لکيو اٿيئي. ان کي چمندو وڃان.“ ائين چوڻ شرط سندس اکين مان ڳوڙها وهي اچي منهنجي هٿ تي ڪريان.
مان اجا انهيءَ حيرت ۾ هوس جو پاڻ موٽر ۾ چڙهيو ۽ ڪراچي روانو ٿيو. سندس ڊرائيور سچوءَ بعد ۾ مون سان

ڳالھ ڪئي ته ڪراچيءَ ويندي، ڪافي دير تائين اکين مان ڳوڙها اگھندو هليو.
مون اهو افسانو ته سنڌي افسانه نگار خاتونءَ جي ياد ۾ لکيو هو، پر خبر ناهي ته ڇو جڏهن افسانو لکي رهيو هوس، ته پير صاحب جو چهرو، وري وري، منهنجين اکين جي اڳيان ٿي آيو ۽ حافظ جو هڪ شعر چپن تي آيو:
آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد
قرعِ فال بنام من ديوانه زدند
* * *
پير حسام الدين راشدي، سنڌ جي تاريخ ۾، هڪ محب وطن تاريخنويس جي حيثيت ۾ امر رهندو.
پير صاحب کي سنڌ جي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ سان عشق هو. ون يونٽ جي ڏينهن ۾، هڪ دفعي مان وٽس ويٺو هوس. پاڻ ڪنهن سان بحث ڪري رهيو هو. ان شخص ڪا اونڌي ابتي ڳالھ ڪئي، جنهن تي پاڻ جذباتي ٿي ويو، ۽ ٻانهون ٻڌي چيائينس ته ”مون کان سڀ ڪجھ وٺ. دين وٺ، ايمان وٺ. پر خدا جي واسطي مون کي سنڌ موٽائي ڏي.“
ٻئي دفعي حيدرآباد ۾ پٺاڻ ڪالونيءَ مان لنگھي رهيا هئاسون اها ڪالوني اصل ۾ هڪ قديمي قبرستان هئي. ڪنهن جاءِ جي اڏاوت ٿي رهي هئي. مزورن بنياد کوٽيندي، پٿر مان ٺهيل قبر جو هڪ تعويذ ڪڍيو، جنهن

تي قرآن جون آيتون ۽ ڪتبا اڪريل هئا. هو تعويذ ڪلهي تي ڪٽي ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا. پير صاحب روڊ تي موٽر روڪي مزورن ڏي ٻوڙيو: ”هي ڇا ٿا ڪيو؟ هي سنڌ جي تاريخ جو پٽر آهي. اوهان ڪاڏي ٿا ڪٽي وڃو؟“

مزور وائڙن وانگر ان شخص ڏانهن ڏسڻ لڳا، جنهن ڪي سوٽ ڪوٽ پيل هو، موٽر مان لٿو هو، هوش حواس ۾ هو، پر اهڙي ڪا ڳالهه ڪري رهيو هو، جا ڪين اصل سمجهه ۾ نٿي آئي.

مون کي يقين آهي ته جڏهن خداوند ڪريم پير صاحب کي بهشت برين ۾ داخل ڪندو، تڏهن پاڻ ادب سان هٿ ٻڌي الله پاڪ کي هڪڙو ئي عرض ڪندو، ”جهانن جا مالڪ! مون کي بهشت ۾ رهائش لاءِ جيڪو زمين جو ٽڪرو ملي، ان جي چوڌاري سنڌ جو نقشو نڪتل هجي.“

پير صاحب جي ذهن ۾ سنڌ جي محبت تاريخ جي مطالعي مان پيدا ٿي. هن پنهنجو ادبي ڪئريئر ته شايد صحافي، افسانه نويس، ناول نگار ۽ شاعر جي حيثيت سان شروع ڪيو هو. پر سندس اندر ۾ جيڪو تاريخدان هو، سو رفتي رفتي سندس ذهن تي ڇانئجي ويو. سندس ابتدائي ڪتاب يا ڪتابڙا سکر جي ”المنار“ پريس مان ڇپيا، جنهن جو مالڪ رشيد ڀٽيءَ جو والد حافظ عبدالحميد ڀٽي هو. تن ڏينهن ۾ ئي پير صاحب جي مرحوم عبدالرحيم ڪرل سان به

ڏيٺ ويٺ ٿي. المنار پريس ۾ حافظ صاحب سان ڪيترو وقت گڏ ڪم ڪيائين، سو معلوم ڪونهي. ان زماني ۾ اها ڳالھ اسان نڪي ته پٽيءَ جي والد صاحب ڪان پڇي ۽ نه وري پير صاحب ڪان. پر پاڻ اها ڳالھ وري وري ٻڌائيندو هو. هڪ دفعي منهنجي اڳيان رشيد پٽيءَ ڪان ان دور جا لکيل پنهنجا ڪتاب به گهريا هئائين.

سکر ۾ رهائش واري دور جو ذڪر ڪندي، وڏي پاڻس پنهنجي ڪتاب ”اهي ڏينهن، اهي شينهن“ جلد اول ۾، خانبهادر کهڙي جي اخبار ۽ آغا نظر عليءَ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ پوءِ پنهنجيءَ اخبار ڪڍڻ جو ذڪر ڪيو آهي. هن هندو مسلم ڪشيدگيءَ جو به شَد مدَ سان ذڪر ڪيو آهي. پر پير صاحب جي لکيل ڪتاب ”هو ڏوٿي، هو ڏينهن“ ۾ هندو مسلم ڪشيدگيءَ جو ايڏيءَ شدت سان ذڪر ڪونهي. ڪٿي ڪٿي اشارا ضرور آهن. اها ڳالھ ان زماني ۾ ٺي، ٻنهي پائرن جي ذهني لاڙن جي نشاندهي ڪري ٿي.

سکر ۾ رهائش ڪانپوءِ، سندن لڏ پلاڻ ڪراچيءَ ڏانهن ٿي. پر، ان وچ ۾ ڪو ويرو آيو، جو پاڻ ڪجھ وقت ڳوٺ ۾ آبائي زمينون به سنڀاليندو هو. سندس والد ۽ ڏاڏو وفات ڪري چڪا هئا. چون ٿا ته پاڻ ڪي ڪامياب زميندار ثابت ڪيائين. اوسي پاسي سان به سٺا تعلقات هئس ۽ هاري ناري به منجهانئس ڏاڍا خوش هئا.

ڪراچيءَ اچڻ ڪانپوءِ، وڏو پاڻس ته اڳي ڪان وڏيڪ، سياست کي جنبي ويو، پر پير صاحب اهو ئي ادب سان لنو لائيندو آيو. اڳتي هلي، همہ وقت، تاريخ ڏانهن متوجه ٿيو. شروع ۾ مسلم سنڌ ۽ هند جي تاريخ ۽ پوين ڏينهن ۾ ايران جي تاريخ، وچ ايشيا جي تاريخ ۽ مسلم سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت، سندس مطالعي جا خاص موضوع هئا.

پير صاحب جي ادبي ڪئريئر ٺاهڻ ۾ وڏي ۾ وڏو رول سنڌي ادبي بورڊ ادا ڪيو. پير صاحب بورڊ جو مرهون منت هو، جنهن سندس ڪتاب وڏي خرچ سان ڇاپيا. اها ڳالھ هو علي الاعلان مڃيندو هو، پر ٻين گھڻن عالمن ۾ ايتري ٻه دل جي سخاوت ڪا نه هئي. دل جي سخاوت انسان جي عظمت جو دليل آهي.

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”يار ڪجي هڪڙو، نه ته ٻه هجن، هڪڙو وڃي نڪري، ته ٻئي تي هٿ ڪپن.“ ان چوڻيءَ موجب، پير صاحب، ٻڳهي نظر ڪري، سنڌي ادبي بورڊ تي پنهنجي پوري پوري تسلط جي باوجود، سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر، ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ کي ترغيب ڏني ته سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ ٻيو هڪ ادارو ٻه قائم ڪجي. آخر اهو ادارو سنڌي ايڪيڊميءَ جي نالي سان ٺهيو. ان جو نگرانُ پنهنجو ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ جي جوانيءَ جو دوست مرحوم

محمد حنيف صديقي مقرر ڪرايائين. پير صاحب اها ڳالھ
به علي الاعلان مڃيندو هو ته ”اسان ٻنهي کي ادب ۽ تاريخ
جا ابتدائي سبق حنيف صديقيءَ ڏنا.“ پر جڏهن پير صاحب
حنيف صديقيءَ کي انهيءَ مقصد لاءِ منتخب ڪيو ته هو
ويچارو خزان ٿي چڪو هو. (هونئن ڏاڍو محبتي ماڻهو هو.
مون سان سندس ڪافي مجلسون ٿيون.) چنانچ اڳتي هلي،
اداري جي نائب نگران ڊاڪٽر الانا ايڪيڊميءَ کي سنڀاليو.
ان وچ ۾ پير صاحب جو ايران اچڻ وڃڻ وڌي ويو هو. اتان
اداره ايران شناسيءَ (۽ مصر جي اداري مصر – شناسي)
جا خيال کڻي آيو. اداره سنڌ شناسيءَ جو سندس ذهن ۾ نالو
۽ تصور ان طرح پيدا ٿيو. اڳتي هلي سنڌي ايڪيڊميءَ جو
نالو مٽرائي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي رکايائين. بهرحال، ان
باري ۾ وڌيڪ خبر ڊاڪٽر لانا کي هوندي.
ڊاڪٽر رضي الدين صديقي نيڪ ماڻهو هو. هندستان مان
مهاجر ٿي آيو هو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪيس
پير صاحب جهڙن سنڌي عالمن ۽ دانشورن جي صلاح ۽
مشوري جي ضرورت هئي. چنانچ، هو پير صاحب جي
مشورن تي پورو پورو توجه ڏيندو هو. پير صاحب سان
سندس واقفيت برک اردو عالمن ۽ اديبن جي وسيلي ٿي
هئي، جن سان پير صاحب جا قريبي مراسم هئا.

ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ ڪانپوءِ سنڌالاجيءَ جو ڪم جيئن پوءِ تيئن وڌندو رهيو. پر، پروفيسر غلام مصطفى شاهه جي وائيس چانسيلر هئڻ واري دور ۾، اها صحيح معنى ۾، وڏي وڻ ٿي ۽ اڄڪلهه ته سنڌي ادب ۽ ثقافت جو تناور ۽ ثمر آور درخت آهي. موجوده پروقار عمارت به پروفيسر سيد غلام مصطفى شاهه ئي پنهنجيءَ ايامڪاريءَ ۾ وڏي شوق سان ٺهرائي. ليڪن حقيقت اها آهي ته سنڌالاجي جي آبياريءَ ۾ ڊاڪٽر الانا وڏيءَ محبت ۽ محنت سان ڪم ڪيو. بيشڪ، وسيلا وڏي ڳالهه آهن. اهي وائيس چانسيلر مهيا ڪيا. پر ادارن کي ٺاهڻ لاءِ عشق جي ضرورت آهي. سندن آبياري رت سان ڪرڻي پوي ٿي. اهو ڪم ڊاڪٽر الانا ڪيو. سندس اسلام آباد اسهڻ کان پوءِ پيڻ مهتاب اڪبر راشديءَ پوري پوري خلوص سان سنڌي ادب جي هن چمن جي رکوالي ڪئي ۽ ان جي گلن ڦلن کي تر و تازه رکيو. دعا آهي ته الله پاڪ شال هن اداري کي سدائين شاد ۽ آباد رکي.

پير صاحب ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ به هڪ اداري جو ٻج پوکيو. ”وچ ايشيا جي مطالعي جو ادارو“ (انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل ايشين اسٽڊيز). پر اهو ادارو سندس زندگيءَ ۾ ئي پوريءَ ريت پرواز ڪري اٿي ڪو نه سگهيو. اڃا تائين پنهنجن پيرن تي بيهڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي. ڪجهه

ڪارائتا ڪتاب شايع ڪيا اٿس. اداري جو سربراهه ڊاڪٽر رياض الاسلام پير صاحب جو دوست ۽ وڏو عالم آهي. ڪيس وسيلن جي ڪجهه ڪمي آهي.

پوين ڏينهن ۾ پير صاحب سچل تي تحقيقي ڪم کي زور وٺائڻ جي تحريڪ کي به ٺيڪو ڏنو، جنهن ڏينهن ۾ سيد غوث علي شاهه سنڌ جو وزير تعليم، محب الله شاهه سکر ڊويزن جو ڪمشنر ۽ غلام محمد ميمڻ خيرپور جو ڊپٽي ڪمشنر هو ته به چار عمدا سچل سيمينار منعقد ٿيا. سندن وڃڻ کانپوءِ بند ٿي ويا. ليڪن، پير صاحب سچل جي ساليانى عرس تي پيرو پرڻ شروع ڪيو. خيرپور ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ وٽ وجي ٺڪندو هو. ممڪن هو ته ڳالهه کي به مچائي، سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌالاجيءَ وانگر، سچل اڪيڊميءَ کي، به ڪا عملي صورت ڏيئي سگهي ها. پر حياتيءَ ساٿس وفا نه ڪئي. سندس لاڏاڻي کانپوءِ سچل ايڪيڊمي قائم ته ٿي، پر ادارن ۽ تحريڪن جي پٺيان ڪو نه ڪو روح روان هوندو آهي. رڳو، جاين ٺهڻ، ٽيبل ڪرسي وجهڻ ۽ گرانٽ مقرر ڪرڻ سان ته ادارا ڪو نه هلندا آهن.

خانگي ادبي تنظيمن ۾، سنڌي ادبي سنگت، پير صاحب جي نقطه نگاهه کان، نوجوان اديبن جو مرڪز هئي. پر پير صاحب ڪڏهن به ان ۾ ڪا خاص دلچسپي ڪا نه ورتي.

انفرادي طرح پاڻ انهن اديبن کي همٿائيندو ضرور هو، جيڪي سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب ۾ دلچسپي وٺندا هئا. انهن ۾ سردست، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، غلام محمد لاکي، نواز علي شوق ۽ عبدالله ورياه جا نالا مون کي ياد اچن ٿا. ممڪن آهي ته ڪي ٻيا اديب به کيس ايترائي ويجها هجن، پر مون کي انهن جي خبر ڪانهي. پر ساڳئي وقت ائين به چئي نٿو سگهجي، ته پاڻ ڪي به ٿي اهڙا ”خاص ماڻهو“ تيار ڪيائين، جن کي تربيت ڏيئي ”تلميذ“ بنايائين ۽ انهن کان پنهنجيءَ نگرانيءَ هيٺ سنڌ جي تاريخ جي ڪن خاص عنوانن تي تحقيقي ڪم ورتائين. هونئن، ته پاڻ سنڌي اديبن جي سڄي نئين نسل کي متاثر ڪيائين. سندس محنت ۽ مکيه ڪم فارسي ڪتابن ۾ آهي، جي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا. جڏهن اهي ڪتاب سنڌي زبان ۾ ترجمو ٿيندا، ته پير صاحب جي ڪم جو صحيح معنى ۾ قدر ٿيندو ۽ فقط سنڌ جو موجوده نسل نه، پر ايندڙ نسل به سندس گڻ ڳائيندا. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ هڪ وڏو خير جو ڪم ڪيو. بيگلارنامي جو سنڌي ترجمو شايع ڪيائين. ڪتاب پڙهه ته عبرت وٺي ٿي وڃي، ته سنڌ ڪهڙن دورن مان گذري آهي! شال ڪو ڏينهن اچي، جو پير صاحب جا ايڊٽ ڪيل فارسي ڪتاب، سنڌي زبان ۾ ترجم ٿي شايع ٿين. اها پير صاحب ۽ سنڌ جي وڏي علمي خدمت ٿيندي.

*     *     *

پير صاحب سنڌ جي اوائلي دور يعني موهن جي دڙي واري زماني، يا ائين ڪٽي چئجي، ته اسلام کان اڳ واريءَ سنڌ جي تاريخ ۾، ڪڏهن به دلچسپي نه ورتي. ان ڳالھ جو مکيه سبب شايد اهو هو ته ان دور تي تحقيق لاءِ مستند مواد موجود ڪو نه هو.

پر، پوئين دور يعني ميرن ۽ انگريزن واري دور ۾ به دلچسپي ڪانه ورتائين، توڙي جو ان دور بابت تحقيق لاءِ مواد موجود هو.

سندس تحقيق جو ميکه موضوع هو سنڌ جي تاريخ جو ارغون، ترخان، مغل دور، ۽ ان کان اڳيون دور يعني سمن جو دور. ان ڳالھ جو مکيه سبب غالباً اهو هو ته ان دور جي عالمن جا لکيل ڪتاب، فارسي ۽ عربي زبانن ۾ قلمي نسخن جي صورت ۾، موجود هئا. پيو ته ان دور جي عالمن جون قبرون حاڪمن جا مقبرا ۽ مسجدون اجا ڻٽي ۽ بين هنڌن تي موجود آهن. ٽيون سبب هي هو ته پير صاحب پنهنجي ادبي ڪئريئر جي آغاز ۾ ئي هندستاني مسلمان عالمن، جهڙوڪ شبلي نعمانيءَ جهڙن محققن کان متاثر ٿيو هو. سيد سليمان ندويءَ سان محبت ڪندو هو، جو کيس ”محقق سنڌ“ ڪوٺيندو هو.*

اڳتي هلي وڏن هندستاني اردو عالمن سان دوستي به رکيائين. انهن ۾ مولوي عبدالحق، سيد صباح الدين عبدالرحمان ۽ مالڪ رام جا نالا سر فهرست آهن.*

پير صاحب جو پهريون پهريون تاريخي ڪتاب به هڪ هندستاني عالم جي تصنيف جو سنڌي ترجمو آهي. پاڪستان کان اڳ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ ”اسلامي ڪتبخانا“ نالي سان شايع ڪيو هو. ڪتاب جو مصنف اختر جهونا ڳڙهي جڏهن پاڪستان لڏي آيو ته پير صاحب سان گهري گهاٽي دوستي ٿيس. پير صاحب جو آخرين ڪتاب، جنهن تي وفات کان اڳ پاڻ وڏي چاهه سان محنت ڪري رهيو هو، ”تاريخ رشيدي“ هو، جو ميرزا حيدر جي تصنيف آهي. جيئن ته پاڻ ان ڪتاب جي ايڊيٽنگ جو ڪم مڪمل ڪري ڪو نه سگهيو، ان ڪري رهيل ڪم کي پايه تڪميل تائين پهچائڻ وصيعت به هڪ اردو عالم، پروفيسر رياض الاسلام کي ڪيائين.

هندستاني عالمن جي تحقيق ۾، برصغير جي مغل دور ۽ ان کان اڳ واري مسلم دور حڪومت کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. سندن خيال موجب، مغل دور هندستان جي تاريخ جو سونهري دور هو. ان دور جي سياسي، ثقافتي ۽ علمي رخن تي تحقيق وسيلي هندستان جا مسلمان محقق،

هڪ طرح سان، جڏهن ته وڃايل جنت جي تلاش ڪري رهيا هئا.
بيشڪ، پير صاحب ڪانئن متاثر ٿيو ۽ پاڻ به سنڌ جي ارغون، ترخان ۽ مغل دور کي ئي پنهنجيءَ تحقيق جو مرڪزي نڪتو بڻايائين، ليڪن جيئن جيئن ان دور جي تاريخ جو باريڪ بينيءَ سان مطالعو ڪندو ويو، تيئن تيئن سندس راءِ هندستاني عالمن کان مختلف ٿيندي ويئي. منهنجو خيال آهي ته ان جو سبب هيءُ هو ته ابن خلدون وانگر تاريخ جي تجزيي ۾ پير صاحب جو نقطه نگاهه به سائنسي هو. پاڻ تاريخي واقعن کي جذباتي انداز سان ڪو نه پرکيندو هو. ڪاري کي ڪارو ۽ سفيد کي سفيد قرار ڏيندو هو. بادشاهي نظام کي بادشاهي نظام ڪوٺيندو هو. ان کي دين ۽ مذهب جا غلاف ڪو نه پهرائيندو هو.* سندس راءِ موجب مخدوم بلال جهڙي درويش ۽ شاهه عنايت شهيد جهڙي اهل الله کي مارائڻ وارا ارغون ۽ مغل مسلمان حاڪم، دين جا نه، دنيا جا طالبو هئا. چنانچ هن انهن کي غاصب ۽ لٽيرا قرار ڏنو. سندس قومي سورمو نظام الدين سمو هو، جو روزانو فجر جي نماز پڙهي گهوڙن جي طبيلي ۾ ويندو هو ۽ سندن پٺيءَ تي پيار مان هٿڙا گهمائي چوندو هو ته:

”پٿارا، الله اهو ڏينهن نه آڻي، جو مان ڪنهن تي ظلم ڪرڻ لاءِ اوهان تي سواري ڪريان.“
تاريخ جي انهيءَ شعور، پير صاحب کي سنڌ جي ڏتڙيل ماڻهن سان محبت سيکاري. چنانچ، هن پنهنجي نقطه نگاه کي بنا ڪنهن رک رکاءَ جي چٽن پٽن لفظن ۾ بيان ڪيو.
”برهانپور ڪي سنڌي اولياء“ ڪتاب جي پيش – لفظ ۾ لکيو اٿس:
”سنڌ جو اهو دور، جنهن کي تاريخي نقطه نظر سان سونهري دور ڪوٺي سگهجي ٿو، سمن جو دور آهي. سمن جي حڪومت ۾ سنڌ امن، آسودگي ۽ سک سڻائيءَ جا اهي ڏينهن ڏٺا، جن جو مثال سنڌ جي تاريخ جي ٻين دورن ۾ ملڻ مشڪل آهي. حقيقت اها آهي ته سمن حاڪمن سنڌ کي ترقيءَ ۽ ڪمال جي عروج تي پهچايو. خوش بختي ۽ ڪامراني سمن جي پيرن کي چمندي هئي. سما حاڪم سنڌ جي ترقيءَ جي راهه تي وڌي رهيا هئا، جو ڄام نظام الدين (متوفي 914ھ) کان پوءِ، سنڌ جي سڪون ۾ خلل پيو. اقتدار جي هوس ۽ گهرو جهيڙي جي ڪري، سمن جي اقبال جو سج لهڻ لڳو.
”928ھ ۾، سنڌ غلاميءَ جي انهيءَ اداس شام ۾ وڃي ويئي، جنهن جي اونده انڌوڪار صدين تائين آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ جي سج کي اڀرڻ نه ڏنو.

ارغونَ، بابر بادشاه، شاه اسماعيل ۽ محمد خان شيبانيءَ جي دٻاءَ ڪري، ڪابل ۽ قنڌار خالي ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. پريشانيءَ ۾ ڪو نئون هنڌ ماڳ تلاش ڪري رهيا هئا. سمن جي گهرو جهيڙي جو فائدو وٺي، سنڌ تي اچي ڪڙڪيا ۽ طوفان وانگر ملڪ تي ڇانئجي ويا. اهي ختم ٿيا ته ترخانن کي وارو مليو. ٻنهي ڌرين سنڌ تي سؤ سال حڪومت ڪئي. سندن بادشاهيءَ جو هڪ هڪ ڏينهن سنڌ کي تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ، قتل ۽ غارت گريءَ ڏانهن ڌڪيندو رهيو. اها ڌرتي جنهن کي سمن حاڪمن جنت بڻايو هو، سا ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ دوزخ بڻجي ويئي. سنڌ جا رهاڪو وڏي عرصي تائين انهيءَ دوزخ جي باه جو ٻارڻ بڻبا رهيا.

مطلب ته 914 ۾ ڄام نظام الدين سمي جي وفات کان وٺي سنه 1000ھ تائين، پورا سو سال سنڌ لاءِ قيامت صغرى قائم ٿي ويئي. سنڌ علمي ۽ مادي طرح تباه ۽ برباد ٿي ويئي. سمن جيڪي خوشيون ۽ خوشحاليون آنديون هيون، سي سنڌ کان کسجي ويون. سندن اڏايل عمارتون باه، خاڪ، آنڌي ۽ طوفان جي نذر ٿي ويون. انهن هنگامن ۾ سنڌ جو جيڪو وڏو نقصان ٿيو ۽ جنهن جي تلافي اڄ تائين ٿي نه سگهي، سو هيءُ هو ته علم ۽ ادب جا چمن، جيڪي صدين کان سرسبز هئا، سي اجڙي ويا؛ روحاني فيض ۽ رشد و هدايت

جا مرڪز، جتان تصوف ۽ عرفان جا چشما ڦٽي نڪرندا هئا، سڪي خشڪ ٿي ويا؛ اهي خانقاهون، جن مان معرفت ۽ عظمت الاهيءَ جا نغما ٻڌڻ ۾ ايندا هئا، سي ويران ٿي ويون؛ مدرسا جن مان علم ۽ فضل جا درياهه وهندا هئا، سي تباهه ٿي ويا.

جڏهن يوسف ميرڪ جو ڪتاب ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ ايڊٽ ڪيائين ته ان ۾ وڏيءَ محنت سان ملڪه نورجهان جا مادري ۽ پدري شجرا ڏاهي، اهو ڏيکاريائين ته سندس خاندان مغل سلطنت ۾ ڪيئن ”ڪئنسر وانگر پکڙجي ويو هو“ * سيوهڻ جي ڊويزن جهانگير نورجهان کي پرائيويٽ پرس ۾ ڏني هئي. پير صاحب جو چوڻ هو ته سيوهڻ جو ڪمشنر نورجهان خود مقرر ڪندي هئي. يوسف ميرڪ مظهر شاهجهانيءَ ۾ جنهن ڪمشنر جو ذڪر ڪيو آهي، سو چمڙي جا چوڙا لوڻ جي ڳوڻين ۾ رکائيندو هو ۽ خداءِ جي خلق کي انهن سان ڪٽائيندو هو، ته جيئن زخمن تي لوڻ لڳڻ ڪري، ماڻهن کي عذاب ۾ تڙپندو ڏسي سگهي!

هڪ دفعي مان پير صاحب وٽ ويٺو هوس. ڪنهن شخص سان مغل خاندان بابت بحث ڪري رهيو هو. جهانگير جو ذڪر ڪندي، چيائين ته ڪشمير ۾ هو، جو پٺيان سندس پٽ بغاوت ڪئي. لشڪر کي بغاوت جي ڪچلڻ جو حڪم ڏيئي، جهانگير موٽي لاهور پهتو. شهزادي جو لشڪر

شڪست کائي پڇي ويو ۽ پاڻ گرفتار ٿيو. جهانگير لاهور جي قلعي ۾ دربار ڪئي ۽ باغيءَ کي پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو. شاهي فوج شهزادي جي ساٿين جون منڍيون ڪپي، راويءَ کان قلعي تائين ڪاٺ جي ٿنڀن تي ٽنگيون. پوءِ شهزادي کي چيلهه ۾ زنجير وجهي، راويءَ کان قلعي تائين اهو منظر ڏيکاريندا، گهليندا آيا ۽ جهانگير جي قدمن ۾ آڻي اڇلايائونس. پيءُ پٽ کي ڳراٽڙي پائڻ، قرب ۽ محبت سان نصيحت ۽ هدايت ڪرڻ بدران، مٿس هڪ نگاهه غلط انداز وڌي ۽ حڪم ڏنائين ته ”اکيون ڪڍي ڇڏيوس.“

محي الدين اورنگزيب جو ذڪر ڪندي، چيائين ته، ”بيجا پور ۽ گولڪنڊي جي جن بادشاهن تي ڪاهي، کين تحس نحس ڪري ڇڏيائين، سي ڪارا ڪافر ڪونه هئا.“ *

پير صاحب پنهنجي تاريخي شعور کي ماضيءَ تائين محدود ڪو نه رکيو. هن پنهنجي دور جي واقعن جو تجزيو ڪيو ۽ انهن متعلق دليرانه موقف اختيار ڪيو. هيڪر ملتان ۾ جلسو هجي، هڪ وفاقي وزير صدارت ڪري رهيو هو. پير صاحب پنهنجيءَ تقرير ۾ ساڻس اهڙي ته تعدي ڪئي جو وزير صاحب جا ڪن ڳاڙها ٿي ويا.

پوين ڏينهن ۾ ته هو تمام بيباڪ ٿي ويو هو ۽ تڪيءَ کان تکي ڳالهه پريءَ مجلس ۾ چوڻ کان ڪو نه گسندو هو. ان

سلسلي ۾ مٿس ”متعصب سنڌي“ هجڻ جو الزام به لڳو پر پاڻ ڪا به پرواهه ڪانه ڪيائين.

سندس دوست ۽ اردو زبان جي ممتاز اديب، ممتاز مفتيءَ پنهنجي مضمون* ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته هڪ ڏينهن، مون کيس چيو ته ”حسام الدين ماڻهو چون ٿا ته تون متعصب سنڌي آهين؟“

هن گهوري مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو ته ”تون متعصب پنجابي نه آهين؟“

مون چيو ”نه.“

”وڏو احمق آهين“ پير صاحب چيو، ”مثبت تعصب کانسواءِ ماڻهو انسان ٿي نٿو سگهي. ماءُ پيءُ جي معاملي ۾ تعصب، خاندان جي حق ۾ تعصب، ڳوٺ جي حق ۾ تعصب، پنهنجي علائقي جي حق ۾ تعصب ۽ وطن جي حق ۾ تعصب.“

جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، سنڌيءَ کي سرڪاري زبان بڻائڻ جو ٺهراءُ آندائين، تڏهن اردو اديبن کيس ”شهناز گل“ جو لقب ڏنو، جنهن تي مصطفى زيدي شاعر کي مارڻ جو الزام هنيو ويو هو. پير صاحب کي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر سنڌ سان سندس محبت هيڪاري وڌي ويئي.

جن ڏينهن ۾ ڪورٽ مرحوم ڀٽي کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني ته سندس پارٽيءَ جا چڱا ڀلا ماڻهو، جن کانئس ڪيئي فائدا

ورتا هئا، سي چپ ٿي ويا. ڪي ٿورا اهڙا هئا، جن سندس جان بچائڻ لاءِ رحم جون اپيلون ڪيون. پير صاحب نڪي سياستدان هو ۽ نه مرحوم جي پارٽيءَ سان واسطو هئس، پر پڻو سنڌ جو باشندو هو، ان نسبت سان پير صاحب اپيل جاري ڪئي ۽ سرڪاري عتاب جي ڪا به پرواهه ڪانه ڪئي. پاڻ مون کي ٻڌايائين ته خود سندس وڏو پاءُ به اخبار ۾ اپيل پڙهي، چرڪي ويو. پر، پير صاحب لحظي لاءِ به نه لڏيو. اٽلندو. پاڻ سيد صاحب وٽ سن ويو ته ”تون به اپيل جاري ڪر.“ سندس خيال هو ته سنڌ جي سمورن اڳواڻن کي اهڙين ڳالهين ۾ ذاتي رنجشون وساري، حسن اخلاق جو مظاهرو ڪرڻ کپي“.
ايراني عالمن سان پير صاحب جا نهايت قريبي مراسم هئا. انهن جي وسيلي آخر خود شاهه ايران سان به سندس شناسائي ٿي. شاهه کانئس ايترو ته متاثر ٿيو، جو نه رڳو سائٽس ڪلاڪن جا ڪلاڪ ملاقاتون ڪندو هو، پر پوين ڏينهن ۾ ته کيس شايد اهو اختيار به ڏنو هئائين ته ”تون ايراني حڪومت پاران هيترن هزارن ڊالرن جو ڪنهن به ڌر سان معاهدو ڪري سگهين ٿو. ايران جي حڪومت تنهنجي قول کي پاڙيندي.“ اها ڳالهه پير صاحب خود مون سان ڪئي هئي. مان تن ڏينهن ۾ بورڊ مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ويو هئس. مون سان بورڊ جي ڪم جي شڪايت ڪيائين

ته تنهنجي وچڻ ڪانپوءِ بورڊ جو ڪم بريءَ طرح متاثر ٿيو آهي. چوڻ لڳو ”جيڪڏهن هنن ڳريلن ۾ جان هجي ۽ پنهنجن فارسي ڪتابن جا سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ترجما ڪرائين ته مان ايران جي حڪومت پاران سالن هزارن ڊالرن تائين معاهدو ڪري سگهان ٿو.“

پر انهيءَ عزت افزائي ڪري، پاڻ ايران جي حقيقي حالتن بابت ڪڏهن به غلط راءِ قائم نه ڪيائين. پنهنجا ڪن ۽ پنهنجيون اکيون کليل رکيائين، چو ته شاهه ايران جي ڏينهن ۾ ايران جي شهرن جي ڇا حالت هئي، ان جو اندازو فقط اهي ماڻهو لڳائي سگهن ٿا، جن ان زماني جو ايران اکين سان ڏٺو. ”تخت طائوس جي پٺيان“ ڪتاب جي مصنفه هڪ هنڌ لکيو آهي ته، ”ٻيو ته ٺهيو پر خود شاهي خاندان جي حالت اها هئي ته شاهه جي ڀيڻ، شهزادي اشرف پهلوي، هر سال ڏکڻ فرانس ويندي هئي، جتي لکين ڊالرن جي جوا کيڏندي هئي، ۽ هر پيري نئين نئين عاشق سان دادِ عيش ڏيندي هئي. هڪ دفعي مٿس حملو به ٿيو. فائرنگ ۾ سندس عاشق مارجي ويو. پاڻ بچي ويئي.“ *

ايراني حڪومت جا جيڪي ڪارڪن پاڪستان ۾ ملازمت ڪندا هئا، سي هر سال موڪلن جا ڏينهن پئرس ۾ موج مزي ۾ گذاريندا هئا. هڪ دفعي منهنجي اڳيان پير صاحب هڪ ايراني عملدار کان پڇيو ته ”موڪلن ۾ ڪيڏهن

پروگرام آهي؟“ هن جواب ۾ چيو ته ”پاريس (پئرس) وڃڻ جو خيال آهي.“
پير صاحب سختيءَ سان چيس ته، ”اوهان ايرانين سان منهنجي محبت پنهنجيءَ جاءِ تي آهي. پر مان طوفان جا آثار ڏسي رهيو آهيان. جنهن کان پچان ٿو ته ڪاڏي ويندين، سو ٿو چوي ته پاريس! ياد رکو ته ايران ۾ اهو طوفان ايندو، جو اوهان جون وايون ولڙيون ٿي ويندون. سِرَ سِرَ سان ٽڪرائبي. اوهان ڪک پن وانگر اڏامي ويندؤ.“
جڏهن ايران ۾ انقلاب آيو، تڏهن اهو ساڳيو عملدار، ڪنهن ريت، ايران مان ڪسڪي پاڪستان پهتو ۽ هتان ڪئنيڊا ويو. منهنجي ساڻس ڪراچيءَ ۾ اوچتي مختصر ملاقات ٿي ويئي. ملڻ سان ٿڌو ساهه ڀري چيائين ته ”پير صاحب سچ چوندو هو. ان زماني ۾ سندس اکر اسان کي ٺٺا لڳندا هئا، پر هاڻي سمجهه ۾ اچي ٿو ته سندس قول ۾ سورهن آنا صداقت هئي. تاريخ جي وهڪري تي سندس دور – رس نگاهه هئي.“ *
پوين ڏينهن ۾ ته پير صاحب جون تقريرون ٻڌڻ وٽان هيون. سندس به تقريرون مون کان اصل نه وسرنديون. هڪ ريڊئي پاڪستان حيدرآباد جي آڊيٽوريم ۾ ڪيائين. پلجان نٿو ته الياس عشقي صاحب ڊئريڪٽر هو ۽ موضوع غالباً ”چچ نامو“ هو. مون محسوس ڪيو ته اهلِ سنڌ کي شناس

هجي ته جيڪر شهر شهر ۾ جلسا ڪري، پير صاحب ڪان تاريخ تي ليڪچر ڏيارين.
ٻي تقرير ملتان ۾ ڪيائين. موضوع ”سنڌ ۽ ملتان جا تاريخي لاڳاپا“ هو. چا تقرير هئي. علم جو درياءُ وهي رهيو هو. مون پنجاهه ورهين جي زندگيءَ ۾ جيڪي غير معمولي تقريرون ٻڌيون آهن، تن ۾ ٽن ماڻهن جون تقريرون ڪڏهن به وساري نه سگهندس. هڪ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جون تقريرون. انهن ۾ ”الهامي آواز“ جو پڙلاءُ هوندو هو. ٻيو لاهور ۾ سنه 1962ع ۾ ملڪ راج انند جي تقرير. پاڻ به رنو ۽ لاهور جي باشندن کي به رئاريائين (تازو ڪلڪتي ۾ اخبار ۾ سندس لاجواب مضمون پڙهيم). ٽين پير صاحب جي ملتان واري تقرير ڪا اک نه هئي، جا ڳوڙهن سان پريل نه هئي. پير صاحب جي ڳلن تي به ڳوڙهن جا موتي چمڪي رهيا هئا. جڏهن تقرير ختم ڪيائين ته پريل ڳلي سان چيائين ته ”حياتيءَ جو جام پرجي آيو آهي. شايد ايندڙ سال اوهان هي آواز به ٻڌي نه سگهو.“ هال ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. ماڻهو ڄڻ ته پٿر پاهڻ ٿي ويا. جڏهن اسٽيج تان هيٺ لٿو ته وڏ ڦڙي مينهن وانگر تاڙيون وڄڻ لڳيون ۽ ماڻهو ديوانه وار، سندس هٿ چمڻ لڳا. ملتان جي نيشنل سينٽر جو ڊائريڪٽر غضنفر مهدي، ان واقعي

جو اکين ڏٺو شاهد آهي. اهو منظر مون کان عمر ڀر وسري نه سگهندو.

پير صاحب تاريخي ڪتابن جي تصنيف ۽ تاليف تي وڏي محنت ڪندو هو. ڪو به اهم تاريخي واقعو رڪارڊ ڪرڻ کان اڳ ان جي صحت جي تصديق ڪندو هو. ان مقصد لاءِ لنڊن جي انڊيا آفيس لئبريري، برٽش ميوزيم، جرمنيءَ جي بالڊين لئبرري ۽ هندستان جي رامپور لئبرريءَ مان فوٽو اسٽئٽ ڪاپيون ۽ مئڪرو فلمون گهرائنيدو هو.

اهي ذريعا ته مون کي معلوم آهن. انهن کان علاوه ڪٿان مواد جمع ڪندو هو، سو مان چئي نٿو سگهان. ايتري خبر اٿم ته جڏهن مير معصوم تي ڪتاب لکي رهيو



پير حسام الدين راشدي

هو ته سندس ڪتبن ڪي پڙهندو بجنسي پاڻ ايران ۽ افغانستنا وجي نڪتو. مير معصوم جي عادت هوندي هئي، ته هو هنڌين ماڳين، پٿر جي چپن، تي پنهنجا ڪتبا لڪائيندو ويندو هو. اها ڳالهه پاڻ مون ڪي ڏاڍيءَ خوشيءَ سان ٻڌائي هئائين ته افغانستان ۾ فلاڻن فلاڻن هنڌن تي مير معصوم جا ڪتبا پڙهيم.

پير صاحب جي عادت هوندي هئي ته صبح جو ناشتو ڪري، انگريزن وانگر، اعلى درجي جو سوٽ ڪوٽ نيڪ ٽاءِ پائي، پنهنجيءَ لئبرريءَ ۾، لڪڻ جي ميز ڪرسي اچي والاريندو هو. انگريزي طرز زندگيءَ کان متاثر هو. بيت الضياءَ ۾ سندس سمهڻ جي ڪمري ۾ فقط ونسٽن چرچل جي تصوير رکيل هوندي هئي. علي رضا هائوس ۾ دوستن مان ڊاڪٽر شمل ۽ نواب نور احمد لغاريءَ جون تصويرون رکيائين ۽ ڪجهه گهر جي ڀاتين جون.

منجهند جي مانيءَ تائين مسلسل لکندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اصل ڪتاب ۾ ڪو رنگين شعر اچي ويندو هو، ته جهومي اٿندو هو ۽ ڪا دير اهو شعر هلڪي آواز ۾ جهونگاريندو رهندو هو. ڪڏهن لکي لکي ٿڪبو هو، ته دل وندرائڻ لاءِ ڪراچيءَ جي صدر ۾ چڪر تي هليو ويندو هو.

منجهند جي ماني کائي لازمي طرح آرام ڪندو هو. شام جي چاءِ پي، يا ڪنهن يار دوست وٽ ويندو هو يا وري ڪراچيءَ جي صدر بازار جا چڪر ڏيندو هو. جتي سندس پهريون ٿاڪ اردو ڪتابن جو دڪان ڪتابستان پوءِ آغا فرزانه جو فارسي ڪتابن جو دڪان ۽ پوئين زماني جو ٿاڪ حميد ڪاشميريءَ جي ڪتابن جو دڪان هوندو هو.

ڪتابن ڪانپوءِ ٻئي نمبر تي ڪيس جنهن شيءِ جو گهڻي ۾ گهڻو شوق هو، سا هئي فوٽو گرافي. قسم قسم جون اعلى درجي جون ڪئميرائون خريد ڪندو هو. چڱو انبار گڏ ڪيو هئائين. سندس ڪڍيل تصويرن جو ته شمار ئي ڪونهي. ٻه تصويرون منهنجون به ڪڍيائين: هڪ علامه قاضيءَ ۽ سندس گهرواريءَ سان گڏ ۽ ٻي ملتان ۾ رڪن عالم جي روضي اڳيان.

پير صاحب کي عمدن ڪپڙن پائڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. ولائتي سوٽ به سبائيندو هو ۽ ديسي به. بوٽ به سٺا سٺا وٺندو هو. ڪنهن زماني ۾ ٽوپلو به پائيندو هو. سولو هئٽ به ۽ فليٽ هئٽ به.

پوين ڏينهن ۾ صوفياڻي راڳ ٻڌڻ جو شوق به ٿيس. ريڊيا ۽ ٽيپ رڪاربر ته هونئن ئي گهڻا هئس، پر پوين ڏينهن ۾ نواب نور احمد لغاريءَ هڪ شاهي ريڊيو ۽ ٽيپ رڪاربر ڏنس. الحمرا سوسائٽيءَ واري گهر جي لئبرريءَ ۾ ڪيس اڪثر ڪري انهيءَ ٽيپ رڪاربر تي سنڌي ڪلام ٻڌندي ڏسندو هوس. اهو زمانو اهو هو، جڏهن سمجهيائين ٿي ته حياتيءَ جو گهڙيال سالن تان هلي، هاڻي اچي مهينن تي بيٺو آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ پيرن فقيرن جي آستانن تي وڃڻ شروع ڪيو هئائين. قلندر شهباز ۾ ته شروع کان ئي سندس وڏو

اعتقاد هو.* غوث بهاول الحق ملتانيءَ جي روضي تي مون سان گڏ ڪيئي دفعا دعائون گهريائين. اُڇَ شريف جي اوليائن ۽ پاڪ پٽڻ تي بابا فريد گنج شڪر جي ابدي آرام گاهه تي دعا گهرڻ لاءِ خاص ماٿهو موڪليائين.

---

* جڏهن مان چين گهمي آيس ته آغا يوسف مون کان خاص طرح شانگهائيءَ جو احوال ورتو. پوءِ پاڻ ٻڌايائين ته انقلاب کان اڳ شانگهائيءَ جي اها حالت هئي ته هوٽلن جي هيٺان تهخانا هوندا هئا. انهن ۾ ڪروڙ پتي امير ڪيمخواب جي بسترن تي ليٽيل هوندا هئا. سندن پاسن کان نوجوان حسين زالون هونديون هيون، جي آفيم جون گوليون تماڪ ۾ ويڙهي، کين ڦل ڏاهي، پائيپ ۾ چڪڻ لاءِ ڏينديون رهنديون هيون. اهي امير سڄو وقت ان طرح آفيم جي نشي ۾ ٻڏا پيا هوندا هئا.

* اهو ڪتاب ابو سلمان شاهجهانپوريءَ لکيو هو. ڪتاب جو نالو غالباً غازي عبدالرحمان شهيد هو.

* موڪلائڻ مهل زماني جي دستور موجب هڪ لفافو منهنجي کيسي ۾ وڌائين. مون ڪانئس ان ڳالهه جي مافي وٺڻ لاءِ کيس ٻانهون ٻڌيون ته جواب ۾ پاڻ به ٻانهون ٻڌي بيهي رهيو ۽ چيائين ”بابو ٿيءُ. منهنجو چوڻ مڃ. مون کان ننڍو آهين.“ لفافي ۾ پنج هزار رپيا وڌا هئائين.

* 1963ع ۾، سندري اتم چنداڻي سنڌ گهمڻ آئي. جڏهن سنڌ ۾ اديبن ۽ شاعرن سان ملي ته پنهنجي راءِ قائم ڪيائين. روهڙي ريلوائي اسٽيشن تي موڪلائڻ مهل، پنهنجو تاثر بيان ڪرڻ لاءِ رازادارانه انداز ۾ مون کي چيائين، ”رباني، ڪي ماڻهو وڏا فنڪار هوندا آهن، پر ننڍڙا انسان. ڪي ننڍڙا فنڪار هوندا آهن پر وڏا انسان.“

* ڏسو برھانپور ڪي سنڌي اولياء صفحو 404

* حڪيم محمد سعيد ”پير حسام الدين راشدي اور ان ڪي علمي ڪارنامي“ ڪتاب جي پيش لفظ ۾ لکيو آھي، ”ويھينءَ صديءَ ۾ سنڌ ۾ ھڪ اھڙي شخصيت اڀري رھي ھئي. جنھن جون دوررس نگاھون پنھنجي قديم علمي سرمايي ۾ منھمڪ ھيون. اھا شخصيت پير حسام الدين راشديءَ جي ھئي، جو اسلامي عھد جي سنڌ جي ادبي، علمي ۽ تاريخي تحقيق جي اقليم جي تاجدار جي حيثيت ۾ اڌ صدي حڪمراني ڪندو رھيو. موصوف علامه شبلي ۽ سيد سليمان ندويءَ جي مڪتبہ فڪر سان منسلڪ ھو.“ ”ڏسو برھانپور ڪي سنڌي اولياء“ صفحو 404

* چون ٿا ته جڏھن حفيظ جالنڌريءَ ”شاھنامہ اسلام“ لکيو ته جوش مليح آباديءَ مٿس ھڪ شعر چيو:

اسلام ڪا شاھنامہ لکھني والي

اسلام ڪا شاھي سي تعلق ڪيا ھي؟

* ڏسو تاريخ مظھر شاھجھاني، ناشر: سنڌي ادبي بورڊ.

* ڊاڪٽر جي. ايم. مھڪريءَ مون کي ٻڌايو ته ”گولڪنڊي جي تاجدار ابوالحسن شاھ تانا، اورنگزيب جي پٽ کي چيو ته اوھان اسان تي چو ڪاھيو آھي؟ ھن چيس ته ان ڪري جو اوھان مرھٽن کي اسان سان وڙھڻ لاءِ پڙڪايو ٿا. ابوالحسن شاھ تانا چيس ته مرھٽن جي اسان کي اڳيان ڪھڙي حيثيت آھي؟ ھو ته اسان جا نوڪر آھن.

ڊاڪٽر مھڪريءَ جو چوڻ آھي ته اورنگزيب جي ڪاھ جو اصل سبب اھو ھو ته گولڪنڊي وارا سني ڪو نه ھئا.

* ڏسو سہ ماھي ”ادبيات“ اسلام آباد صفحو 174

* Minou Reeves: Behind the Peacock ThronE, p.p. 49.

* ان جو مطلب اهو ڪونهي ته پير صاحب خميني حڪومت جي فائدي ۾ هو. هڪ ته انهن ڏينهن ۾ حافظ، سعدي ۽ خيام جهڙن ”آفاقي شاعرن“ کي ”طاغوتي شاعر“ ڪوٺيو ويو، ٻيو ته ايران عراق جي جنگ لڳي. انهن ڳالهين پير صاحب کي ڏاڍو ڏکويو. خميني حڪومت جنگ شروع ڪانه ڪئي هئي. پر ان کي سالن جا سال جنگبندي منظور به ڪا نه هئي. انهيءَ پاليسيءَ جي نتيجي طور ايران ويران ٿي ويو. 10 لک ماڻهو موت جو شڪار ٿيا.

* جڏهن (مرحوم) پٽو صاحب پاور ۾ آيو ته پير صاحب جي وڏي پاءُ سان سندس خاندان جا اختلاف هئا، جنهن جون اخبارن ۾ به عام جام خبرون آيون هيون. پير صاحب چيو ته مان قلندر شهباز تي دعا گهرڻ ويس. اجا مزار تي موجود هوس، جو هڪ ڳورو پريل بدن وارو ماڻهو آيو ۽ مون کي اچي پيرن تي هٿ رکيائين. مان ڪيس ڪو نه سڃاڻندو هوس. سمجهيم ته غيبي اشارو آهي ته طاقت تنهنجي قدمن ۾ آهي. مان سيوهڻ مان ڪراچيءَ موٽي آيس. ٻن چئن ڏينهن ۾ پٽي صاحب جي پنڊيءَ مان ڪيس خودبخود فون آئي ته ”چاچا، هاڻي ته سيڪجهه پنهنجي هٿ ۾ آهي. ڪا سهڻي صلاح ڏيو.“

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page13.html

نبي ڪريم ﷺ تي صلوات پڙهڻ ته سندس پراڻي عادت هئي. هٿ ۾ تسبيح هوندي هئس، سا سدائين چرندي رهندي هئي. ڪي ماڻهو سمجهندا هئا ته شايد ايراني دوستن جي سنگت ۾ تسبيح فئشن طور کڻي ٿو پر حقيقت ۾ ائين ڪو نه هو.

گلشن خاڪي آمريڪا ۾ ڪنهن يونيورسٽي ۾ تقابل اديان جو مضمون پڙهائيندي هئي. پير صاحب وٽ عام جام ايندي هئي ۽ گهر جي ڀاتين وانگر ٽڪندي هئي. تڏهن جوان جمان حسين عورت هئي. پير صاحب جي ڪري مون سان به دعا سلام ٿيس. هڪ دفعي چيومانس ته ” پير صاحب جو پيرن فقيرن جي مزارن تي وڃي ٿو، سو ڪيتري قدر درست آهي؟ رب ته ساھ جي رڳن ڪان به ويجهو آهي.“
ڏاهي زال هئي، سوچي چيائين ته ”زباني، مان توکي گلاب جي گلن جي مٺ ڀري ڏيان، تون خاڪ ۾ ڪڏڙي ڪوٺي، مٽيءَ ۾ پوري ڇڏ. هفتي کن ڪانپوءِ مٽي هٽائيندين ته توکي ڇا نظر ايندو؟“ مون چيو، ” شايد، گلاب جا سڪل پن، يا اهي پن به ڳري مٽيءَ سان ملي مٽي ٿي ويندا.“
چيائين، ”هاڻي انهيءَ مٽيءَ سان لپ ڀري، نڪ جي ويجهو آڻ، توکي گلاب جي گلن جو هلڪو ئي سهي، پر ٿورو گهڻو واس ايندو يا نه ؟ “
مون چيو ته، ”يقينن ايندو.“
چيائين ته، ”پوءِ پاڪ ۽ متبرڪ جسم جڏهن ڪنهن مٽيءَ ۾ لهن ٿا ۽ دفن ٿين ٿا، تڏهن اها مٽي واسجي متبرڪ ٿيندي يا نه ؟“
گلشن جي ڳالھ ٻڌي هڪ واقعو ياد آيم.

امام مالڪ کي نبي ڪريم ﷺسان ايڏي ته محبت هوندي هئي، جو سڄي عمر مديني منور ۾ پيرين اگهاڙي گهميو ته متان جتيءَ سان اهڙي ڪنهن هنڌ تي پير اچي وڃي، جنهن هنڌ نبي ڪريم ﷺ پير رکيو هجي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب مون سان ڳالهه ڪئي ته هڪ دفعي ڪنهن مواليءَ پڇيس ته ”مڪو افضل يا مدينو؟“

امام مالڪ نهه پهه جواب ڏنو ته ”مڪو، چو ته ان ۾ بيت الله آهي.“ موالي ٿورو مشڪيو. امام مالڪ دانهن ڪئي، ”ترس، ترس، مديني ۾ اهو هنڌ، جتي ٻنهي جهانن جا سردار ابدي آرام ۾ آهن ۽ اها مٽي، جيڪا سندن جسم مبارڪ کي ڇهي ٿي، سا بيت الله ته ڇا عرش کان به افضل آهي.“

الله جي رسول جي ته ڳالهه ئي جدا آهي پر قلندر شهباز جهڙا لعل واقعي جيئري ئي جنتي آهن. انسان برابر مٽيءَ جي مٺ آهي. پر ڪا ڪا مٽي اعليٰ شان ۽ شرف واري آهي.

هڪ سنڌي درويش چيو آهي؛

ملڪن فلڪن سجدا ڪيا ٿئي
واهه مٽي تنهنجو ملهه

پير صاحب جي مذهبي عقيدن بابت ڪن، ڪن ماڻهن کي صحيح تصور نه آهي. هو ائين پائيندا آهن ته پير صاحب آزاد خيال ماڻهو هو. پر حقيقت ائين نه آهي. پير علي محمد

راشديءَ سڪر ۾، پير صاحب جي وفات ڪانپوءِ، سندس ياد ۾ ڪوٺايل هڪ جلسي ۾ اهڙي قسم جي راءِ جي سختيءَ سان ترديد ڪئي هئي، منهنجي ڄاڻ موجب به هو صحيح معنيٰ ۾ موحد مسلمان هو ۽ رسول ﷺ سان محبت ته سندس ايمان جو جز هئي. البت مذهبي ڪٽرپڻي جي خلاف هو. مولانا دين محمد وفائيءِ جي ڪتاب ”شاهه جو مطالعو“ جي مقدمي ۾ لکيو اٿس؛

”...... مذهبي ڇيڙ ڇاڙ جا وڏا مرڪز انهيءِ زماني ۾ هوندئن ته گهٽائي هئا پر سيني ۾ برک هو ٺٽو. اهي مرڪز شاهه جي آسپاس هئا... ٺٽي ۾ مخدوم هاشم عليه رحمته جو اسڪول قائم هو، جنهن مهراڻ جي اڻ کٽ موجن ۽ اڻ ڳاڻو لهرن هوندي به سنڌ کي عربي صحرا سمجهي، خدا ڄاڻي، ڪهڙي خيال خاطر ”هاشمي ڪوز“ ايجاد ڪيا هئا. اتي پڻ شاهه جو گهڻو اچڻ وڃڻ هو. سندس ڪيترا دل گهريا دوست انهن ۾ موجود هئا. جن جون دليون نه فقط وسيع ۽ ويڪريون هيون. بلڪه آئيني وانگر اجريون ۽ ڪير جهڙيون صاف ۽ شفاف هيون. مٿن نڪو هو داغ ۽ نڪو ڏبو. انهن جا قلب ايڏا ڪشادا هئا، جيڏو اسان جي مٺي محمد جو مذهب.“

پير صاحب نڪي ته مذهبي تنگ نظريءَ جو قائل هو ۽ نه وري مذهبي ڀيد ڀاؤ ڪري، ٻين مذهب وارن سان نفرت،

سندس مذهب ۾ جائز هئي. ان باري ۾ گويا پاڻ محي الدين ابن عربيءَ جي مسلڪ کي پسند ڪندو هو، جيڪو سمورن پيغمبرن کي ڪلمه الاهيءِ جي مختلف رخن جو حامل قرار ڏيندو هو ۽ چوندو هو ته هر پيغمبر خود ئي هڪ ڪلمو يا هيئن چئجي ته ڪلمه الاهي آهي.

ابن عربي ”اسماءِ الاهيءَ“ جي ورد وظيفي ۾ مشغول رهندو هو ۽ پير صاحب پيغمبر تي صلوات پڙهندو رهندو هو. ابن عربيءَ جي شهره آفاق نظم ۾ سندس دل جو آواز ٻڌي سگهجي ٿو.*

”منهنجي دل هر صورت کي جاءِ ڏيڻ جي قابل بڻجي وئي آهي.

اها هرڻن لاءِ چراگاه آهي ۽ راهبن لاءِ خانقاه،

اها بتن لاءِ مندر آهي ۽ حاجين لاءِ ڪعبو

اها الواح تورات به آهي ۽ قرآن ڪريم به آهي،

مان عشق الاهيءَ جي دين جو پوئلڳ آهيان،

جنهن طرف عشق جو قافلو روانو ٿئي،

اهو ئي منهنجو دين آهي ۽ منهنجو ايمان آهي

***

مير علي شير قانع، صحيح معنيٰ ۾، سنڌ جو پهريون تاريخ نويس هو. ان سان گڏ شاعر پڻ هو. پاڻ جيڪڏهن سنڌ جي تاريخ لکڻ جو ڪم هٿ ۾ نه کڻي ها، ته ان جا ڪيترائي

اهم باب گمناميءَ ۾ غرق ٿي وڃن ها. باشعور مصنف هو، پنهنجن تصنيفن جي مڪمل فهرست پڻ ڇڏي ويو. تاهم، پير صاحب وڏي محنت ۽ سرجوشي ڪري، سندس ڪن نامعلوم تصنيفن جو سراغ لڳايو آهي.
ڪنهن به وڏي عالم جي اٿي وڃڻ ڪانپوءِ سندس تصنيف ۽ تاليف بابت ڪيترائي شڪ ۽ شبها پيدا ٿين ٿا. اڳين زمانن جا عالم ته پري ٿيا، پر هاڻوڪي زماني جي ممتاز سنڌي عالم شمس العلماءُ، مرزا قليچ بيگ جي لکيل ڪتابن جو صحيح تعداد به اڃا تائين ته معلوم نه ٿي سگهيو آهي. آخرين معتبر راءِ، آغا رشيد فرزانه پور جي ليکي وڃي ٿي. پير صاحب ايراني حڪومت کان حيدرآباد ۾ جڏهن ”خانه فرهنگ“ قائم ڪرايو ته رشيد فرزانه پور ان جو پهريون پهريون ڊائريڪٽر مقرر ٿي آيو. پير صاحب جي چوڻ تي چاڻايل سينٽر جي ڪم ۾ ، مون پنهنجي حال سارو سندس مدد ڪئي. رشيد فرزانه پور مرزا قليچ بيگ تي پي ايچ ڊي ڪئي ۽ ان سلسلي ۾ سندس جملي تصنيفن جي فهرست پڻ ڏاهي.
پيو ته ٺهيو، اسان سنڌ وارن خود اڃا تائين شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي به اتفاق ڪو نه ڪيو آهي، ته ڪهڙو ڪلام سندس آهي ۽ ڪهڙو پرائو. سڀ کان دلچسپ روايت اها آهي (جيڪا چڱن ڀلن راوين بيان ڪئي آهي) ته ڀٽائي

صاحب پوين ڏينهن ۾ پاڻ ئي پنهنجي رسالي کي ڍنڍ ۾ ٻوڙي ڇڏيو هو. (رڳو ان ۾ اهو اضافو ڪو نه ڪيائون ته وري شمس تبريز وانگر پاڻيءَ ۾ هٿ وجهي رسالو ٻاهر ڪڍي، فقيرن کي ڏنائين ته مٿس پاڻيءَ جو ڦڙو به ڪو نه هو)

ڀٽائي صاحب ائين ڇو ڪيو، ان باري ۾ راوين فرمايو آهي ته کيس انديشو هو ته متان خدا جي خلق سندس ڪلام سمجهي نه سگهي ۽ ابتي سبتي معنيٰ ڪڍي، گمراهه ٿي وڃي.

اهو اندديشو ان برگزيده هستيءَ ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو، جيڪا سنڌ جي ستن هزارن سالن* جي تهذيب ۽ تمدن جي نقطه عروج Culminating Pointآهي، جنهن جي برڪت پريءَ ذات ۾ سنڌ جو علم، ادب ۽ شعر پنهنجي معراج تي پهتو ۽ جنهن پنهنجي ڪلام جي اهميت ۽ خصوصيت، پاڻ ئي شعوري طرح، هنن چٽن لفظن ۾ بيان ڪئي؛

جي تو بيت ڀانيان، سي آيتون آهين،

نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.“

راوين بهرحال پنهنجي ڪارستاني ڪري ڇڏي. ڀٽائي صاحب جي بيتن ۾،پرينءَ جي پار کي ڳولڻ بدران، گمراهيءَ جو گمان ڏنائون. ڀٽائي صاحب جو جيئري ئي

اهڙن راوين سان شايد ٿورو گهڻو واسطو پيو هو. فرمايو هئائين؛

”ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چڪيو.“

پر خدا جي خدائيءَ ۾، ڪنڌن جي وچ ۾ گل به ڦٽندا آهن. سنڌ ته الله وارن جو گهر آهي. انهن ۾ هڪڙو هو شهيد عبدالرحيم گرهوڙي، ڀٽائي جي آيتن کي قرآن وانگر چائين ۽ چيائين؛

پلو آهي پٽ ڏٽي، سارو ئي سبحان

جوڙي جنهن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحيح ڪيو.“

پير صاحب سنڌ جي تاريخ جو مطالعو ڪيو هو. راوين جا سور به سمجهندا هئس، سو، ٻئي ڪنهن تي انحصار ڪرڻ بدران پنهنجي نور چشم حسين شاهه کي وهاري، پنهنجي ”بابو ڏيٺا“ ٺهرايائين ۽ ان ۾ پنهنجن تحريرن ۽ تصنيفن جا نالا وضاحت سان لکيائين هاڻي اميد آهي ته سندس سوانح نگارن کي مستقبل جا راوي ڪو نه مجهائيندا.

دار المصنفين اعظم ڳڙهه جي ناظم، سيد صباح الدين عبدالرحمان، هيڪاري سندن ڪم سولو ڪري ڇڏيو آهي، شروع شروع ۾ پير صاحب ئي ساڻس منهنجي واقفيت ڪرائي هئي. پير صاحب جي وفات کانپوءِ مان ڪيس ۽ ڊاڪٽر فرمان فتحپوريءَ کي دعوت ڏيئي، حيدرآباد وٺي آيس. مون کي فرمائش ڪيائين ته ”سنڌي ادبي بورڊ پير

صاحب جا جيڪي ڪتاب شايع ڪيا آهن، سي هٿ ڪري ڏي.“ اهڙيون فرمائشون شايد ٻين دوستن کي به ڪيون هئائين. وفات کان اڳ پير صاحب جي ڪتابن ۽ علمي ڪارنامن جو جائزو وٺي، هڪ مفصل مقالو لکيائين، جو انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل اينڊ ويسٽ ايشين اسٽڊيز ڪراچيءَ جي هڪ تقريب ۾ پڙهيائين. مذڪوره اداري اهو مقالو بعد ۾ ”پير حسام الدين راشدي اور ان ڪي علمي ڪارنامي“ نالي ڪتاب جي صورت ۾شايع ڪيو. سيد صاحب ڪتاب جي پيش لفظ ۾ لکيو آهي.

”راقم جناب پير صاحب ڪي بهتيجي جناب حسين راشدي اور سندهي ادبي بوڊ ڪي ڊائريڪٽر جني تاريخ جو مطالعو ڪيو هو. ڀٽائي جي آيتن کي قرآن وانگر چائين ۽ چيائين؛

ئي شعوري طرح، هنن چئن لفظن ۾ بيان ڪئي؛

و. ڏيندواب غلام رباني، جناب مشفق خواجه اور ڊاڪٽر ابو الليث صديقي ڪا شڪر گذار هي ڪه انهون ني مرحوم ڪي بعض تصانيف بروقت فراهم ڪرڪي اس مقالي ڪي تياري مين مدد ڪي.

پير صاحب مرحوم کي علمي ڪارنامون ڪا جائزه اس ڪتاب ۾ پوري طور پي نهين هوسڪا. اس مين جوڪمي

ره گئي هي اميد هي ته آئينده ڪسي علم دوست ڪي ذريعي پوري هوجائيگي“. *

سيد صباح الدين عبدالرحمان پنهنجي دور جو هندستان پاڪستان جو مڃيل عالم هو. سندس تاريخ جو مطالعو وسيع هو. پاڻ شبلي نعماني ۽ سيد سليمان ندويءَ جو جانشين هو. اهي تاريخ ساز ماڻهو هئا.

سيد صاحب جي عظمت جي اها ئي هڪ ثابتي ڪافي آهي ته دار المصنفين مان ”معارف“ نالي جيڪو رسالو شايع ڪندا هئا، سو مهيني جي مقرر تاريخ تي شايع ٿيندو هو، سيد صاحب مون کي پاڻ ٻڌايو ته شادي هجي غمي، مينهن هجي طوفان، زلزلو هجي يا ملڪ جو ورهاڱو ، ”معارف“ مقرر تاريخ تي شايع ٿيندو آهي. مون چيو ته ”سيد صاحب جڏهن انگريزن کان آزادي ملي ۽ هندستان ۽ پاڪستان مان لڏپلاڻ ٿي؟“ چيائين ته ”تڏهن به رسالو مقر تاريخ تي شايع ڪيوسون.“

چناچ، سيد صاحب پير صاحب جي علمي ڪارنامن بابت پنهنجي پيش لفظ ۾ جيڪي فرمايو آهي، سو محض سندس ”ڪسر نفسي“ سمجهڻ کپي. منهنجي خيال موجب پير صاحب جي ڪتابن ۽ علمي ڪارنامن جو پاڻ جيڪو جائزو ورتو اٿس. سو اجا تائين ته بي مثال آهي. مون سنڌي يا اردوءَ ۾ پير صاحب جي ”علمي ڪم“ تي ان کان بهتر

تبصرو اجا ته ڪو نه پڙهيو آهي. يقينن مستقبل ۾ پير صاحب جي سوانح نگارن لاءِ گهڻو ڪارائتو ثابت ٿيندو. تاهم، مون حسين شاه جي ٿاهيل بايوبديٽا ۽ سيد صاحب جي علمي جائزي جي آڌار تي ، پير صاحب جي ڪتابن جي فهرست ۽ انهن بابت ٿورين گهڻين هلڪين سلڪين ڳالهين جو هت ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهيو، جيڪي ان زماني سان تعلق رکن ٿيون، جڏهن اهي ڪتاب اجا ڪراچيءَ ۾ ڇپجي رهيا هئا. اسلام آباد ۾ هي مضمون لکڻ وقت ”مهراڻ“ رسالي جي ”پير حسان الدين راشدي نمبر“ ۽ سيد صباح الدين عبدالرحمان جي ڪتاب ڪانسواءِ ، خود پير صاحب جو ڪو به ڪتاب، حوالي لاءِ مون وٽ موجود ڪو نه آهي. پيو ته نهيو خود سندس سوانح حيات، ” هو ڏوٿي، هو ڏينهن“ به ڪانهي.

فارسي ڪتاب

مثنوي چنيسر نامو(سن اشاعت 1956)

ادارڪي بيگلار

پير صاحب جي ايڊٿ ڪيل شروعاتي فارسي ڪتابن مان آهي، سنڌ جي مشهور عشقيه داستان ليلان چنيسر کي فارسي ويس پهرايو آهي.

ڪتاب جو مقدمو سنڌي زبان ۾ آهي.

مقالات الشعراءَ(سن اشاعت 1957ع)

علي شير قانع

هي ڪتاب احمد جيواجيءَ جي پيرس آگي قدم پرنٽريءَ ۾ ڇپيو هو. اها پريس ڊان اخبار جي پراڻي آفيس جي پاسي ۾ هوندي هئي. مان ان زماني ۾ نئين زندگي رسالي مان نوڪري ڇڏي، سنڌي ادبي بورڊ ۾ نئون نئون نائب سيڪريٽري مقرر ٿيو هوس. احمد جيواجي جويي صاحب جو  دوست ۽ نهايت پيارو انسان هو. مون کي هاڻي ساڻس ملئي ورهيه ٿيا. ڪتاب جي سرورق تي ٿٿي جي لونگيءَ جو رنگين گرد پرش ڏنو هئوسون.

پير صاحب ڪتاب تي ايڏي ته محنت ڪئي هئي، جو جويي صاحب هڪ دفعو چيو ته هن ڪتاب ۽ تڪملئه مقالات الشعراءَ ايڊٽ ڪرڻ تي، پير صاحب کي ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ملڻ گهرجي.

ڳالهه سهڻي ۽ سورنهن آنا هئي. پر اسان سنڌ وارا هڪٻئي سان حسد ۽ مسهائپ لاءِ هر هنڌ مشهور آهيون. اسلام آباد ۾ هڪ پٺاڻ هڪ دفعي مون کي چيو ته ”يار ، توهان کي ڪو دشمن ڏارڻ جي کهڙي ضرورت آهي؟ اوهان سنڌي ته هڪٻئي جا ئي ڪافي دشمن آهيو.“

پريا ٿيه ورهيه گذري ويا، پر الله جي ڪنهن به ٻانهي کي اهڙو خيال نه آيو ته پير صاحب کي ڊاڪٽوريٽ ڏيارڻ لاءِ ڪو هٿ پير هڻجي.

تازو، سنڌ يونيورسٽي جي (سابق) وائيس چانسلر محترم مظهر صديقيءَ کي خط لکي، اهڙي استدعا ڪيم. دلجاءِ ڏنائين. غالبن سنت ئي سينيٽ ۽ سنڊيڪيٽ کان اهڙو ٺهراءُ به منظور ڪرايائين. پيڻ مهتاب راشديءَ به خير جي ان ڪم ۾ هٿ ونڊايو. ممڪن آهي ته پير صاحب کي، مئي پڇاڙان، پنهنجن وڻان ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ملي وڃي ۽ جويي صاحب جو خواب آخرڪار پورو ٿئي. ممڪن آهي ته ان وچ ۾ ڪو سنڌي سپاجهڙو سندس نالو ڪاٽا ڪرائي ڇڏي !

سيد صباح الدين جي چوڻ موجب مقالات الشعرا سنڌ جي فارسي شاعرن جو پهريون پهريون تذڪرو آهي. جو سنڌ ۾ 1174ع ھ ۾ لکيو ويو.

پير صاحب ڪتاب تي وڏي محنت ڪئي آهي. 137 ڪتابن مان استفادو ڪري، حاشين ۾ معلومات جا انبار لڳائي ڇڏيا اٿس.

ڪتاب ۾ ٿيٿيھ تصويرون ڏنل آهي، جن ۾ سرمد شهيد ۽ ميان مير به شامل آهن.

ميان مير دارا جو مرشد هو. سندس مقبرو لاهور ۾ آهي. پير صاحب مون کي پاڻ سان گڏ اتي دعا لاءِ وٺي ويو هو ۽ چيو هئائين ته ، ”رباني، هي اسان جو پنهنجو سنڌي بزرگ آهي.“

ميان مير جي حياتيءَ جو احوال پيڪيجز لميٽيڊ لاهور جي مالڪ سيد بابر عليءِ ڇپايو آهي. سيد بابر علي وڏي سرمائيدار هجن سان گڏ، علم ۽ ادب جوبه وڏو سرپرست آهي. ڪيئي ڪتاب ڇپايا اٿس ۽ غالبن انهن کان وڌيڪ سهڻا ڪتاب پاڪستان ۾ ڪنهن به ڪو نه ڇپايا آهن. ٿورا ڏينهن اڳ، مون کي پنهنجا ٻه نوان ڪتاب تحفي طور موڪليائين. پويون ڪتاب حضرت بلال تي هو. اڳ ۾ سندس ڏيءَ حنا، پيءُ جي ڇپايل ڪتابن جو سڄو سيٽ موڪليو هو.

ميان مير جي مزار تي مون پويون دفعو ڊاڪٽر شمل سان گڏ حاضري ڏني هئي. ان کانپوءِ ٻئي ڄڻا پاسي ۾ دارا جي بيگم نادره جي مزار تي وياسين ۽ فاتح پڙهيسون.

سرمد شهيد جي مزار دهليءَ ۾ بادشاهي مسجد جي ڏاڪڻين جي اڳيان آهي. هو به دارا جو مرشد هو. اورنگزيب کيس شهيد ڪرايو هو.

خود دارا جي مزار همايون بادشاه جي مقبري جي صحن ۾ آهي. مون هن سال سرمد ۽ دارا ٻنهي جي مزارن جي پڻ زيارت ڪئي هئي.

مقالات الشعراءَ ۾ پير صاحب حاشين ۾ جيڪي واڌارا ڪيا آهن، تن ۾ دارا شڪوه ۽ مرزا ڪامران تي ايترو ته گهڻو لکيو اٿس، جو انهن کي جدا ڪري، ان موضوع تي هڪ

جدا ڪتاب ٿاهي سگهجي ٿو. ڪيترن ئي جاين تي خود قانع جي ڪن بيانن جي به درستي ڪئي اٿس.
مقالات الشعراءَ پير صاحب جي علم ۽ تحقيق جو هڪ اعليٰ شاهڪار آهي.
تڪمله مقالات الشعراءَ(سن اشاعت 1958ع)
ابراهيم خليل ٺٽوي
هيءُ تذڪرو مقالات الشعراءَ جي سلسلي جي ڪڙي آهي. ڪتاب جو مسودو مرحوم احسن ڪربلائيءَ وٽ هو. ڪائنس لاهور جو مشهور مستشرق پروفيسر مولوي محمد شفيع خريد ڪري ويو هو. پير صاحب کي اهو مسودو پنجاب يونيورسٽي مان هٿ آيو هو.
پير صاحب پنهنجيءَ شاندار روايت موجب، ڪتاب جي ايڊيٽنگ ۾ڪمال ڪري ڇڏيو، مثلن مخدوم ابراهيم خليل، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ بابت ڪتاب ۾ فقط هيترو لکيو هو ته:
”تصانيف ڪثير دارند، جمله يڪ صد و چارده.“
ليڪن،پير صاحب، مخدوم صاحب جي 138 ڪتابن جو سراغ لڳايو ۽ ٻڌايو ته انهن مان ڪهڙا ڇپيل ۽ ڪهڙا اڻ ڇپيل آهن.

مخدوم محمد هاشم عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيا. انهن جا موضوع تفسير، سيرت، حديث، ڪلام ۽ تصوف هئا.
سيد صباح الدين جو رايو آهي ته جنهن ڪثرت سان سنڌ ۾ مذهبي ڪتاب لکيا ويا، تن جي بنياد تي سنڌ کي ”صغير عرب“ ڪوٺيو وڃي ها ته بيجا نه هو.
تڪمله مقالات الشعراءَ ۾ سنڌ جي بزرگن مخدوم عبدالله ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبداللطيف خاڪي، مخدوم محمد ابراهيم مدني، مخدوم عبد الله، مخدوم غلام حيدر ڍٽوي، مخدوم ابو القاسم نقشبندي، مخدوم عبدالڪريم ٺٽوي، مخدوم فضل الله، مخدوم فيض احمد ٺٽويءَ جا حالات به ڏنل آهن.
ايران جي شهره آفاق عالم، آغا سعيد نفيسيءَ هي ڪتاب ايڊٽ ڪرڻ تي پير صاحب کي دل سان مبارڪباد ڏني هئي ۽ ڪتاب جي تقريظ ۾ لکيو هو ته ”جڏهن فارسي بر صغير ۾ زوال پذير هئي، تڏهن سنڌي ادبي بورڊ صميمانه ۽ صادقانه انداز ۾ فارسي زبان جي ترويج ڪري، دانشمندي جو ثبوت ڏنو.“
سيد صباح الدين جو چوڻ آهي ته 1976ع ۾ بين الاقوامي سيرت ڪانفرنس ۾ پاڻ ڪراچي آيو هو. ايران مان به ڪيترائي نمائندا آيا هئا. پير صاحب انهن کي ۽ سيد صاحب

ڪي گهر دعوت تي سڏيو. ان موقعي تي سيد صاحب پير صاحب ڪي ”شمع“ ۽ ايراني عالمن ڪي ”پروانن“ وانگر ڏٺو.

مثنويات و قصائد قانع (سن اشاعت 1961ع)

مير علي شير قانع

هن ڪتاب ۾ قانع جون مثنويون ۽ قصيدا آهن. ڪتاب جي جلد پوش جي ڊزائين مون ٺهرائي هئي. ان جو بلاڪ اسڪيچ بلاڪ ميڪرس ٺاهيو هو.

هشت بهشت(سن اشاعت 1963ع)

عبدالڪريم عطا ٺٽوي

هي مثنويون عبدالحڪيم عطا ٻٽيهن ورهين جي عرصي اندر لکيون، وڏي ڇمار ماڻي هئائين.

سيد صباح الدين عبدالرحمان لکيو آهي ته ”انهن مثنوين ۾ ان دور جي مذهبي ۽ سماجي حالتن جي به عڪاسي ٿئي ٿي. مناجات، لغت ۽ مذهبي خيالن جو اظهار، جنهن گهرائيءَ سان ڪيو ويو آهي. ان مان ان زماني جي دينداريءَ ۽ خدا ترسيءَ جو به اندازو ٿيندو.“ حقيقت به غالبن ائين ئي هوندي. پر مون کي هڪ واقعو ياد اچي ٿو. عطا ۽ ٻين شاعرن ۽ عالمن جا جيڪي مخطوطا ٺٽي مان بورڊ کي هٿ آيا، سي ظاهر آهي ته وقت گذرڻ ڪري، ضعيف ٿي ويا هئا. حيدرآباد دکن جي نواب جي ڪتبخاني

جو جلد ساز، شيخ محبوب، ڪراچيءَ لڏي آيو هو ءُ اتي پنهنجو دڪان کوليو هئائين. پنهنجي ڪم جو بادشاهه ڪاريگر هو. تقريبن انهن سمورن مخطوطن جي جلد بندي ڪري، انهن کي نئين زندگي عطا ڪيائين. تقريبن ساڍا چار سئو مخطوطا ۽ فرامين وغيره ان طرح بورڊ جي لئبرريءَ ۾ محفوظ ٿي ويا.

جيڪي مخطوطا جلد بنديءَ کان زور هئا، يا منتشر اوراق هئا، سي ڪپڙي جي هڙن ۾ ٻڌا رکيا هوندا هئا. مولانا اعجاز الحق قدوسي، حبيب الله رشدي ۽ مولوي محمد صديق ماعر انهن مخطوطن جي نقل نويسيءَ جو ڪم ڪندا رهندا هئا. هڪ دفعي (مرحوم) مولوي اعجاز الحق قدوسيء *هڪ هڙ کولي، مون کي عبدالحڪيم عطا جو هڪ مسودو ڏيکاريو، جنهن ۾ فارسي زبان ۾ عطا جو هڪ نظم هو. ان نظم ۾ عطا ٺٽي جي هڪ پير مرد ۽ هڪ خوبرو ڇوڪر جي پاڻ ۾ گفتگو بيان ڪئي هئي. پير مرد ان خوبرو ڇوڪر تي فدا هو.

شيخ سعديءَ جي گلستان جو باب پنجم ”در عشن“ ته پڙهڻ وٽان آهي. هي نظم ماڇهين زور هو. ان جا ڪي بند مون کي اڃا ياد آهن. پر لکڻ جي لائق نه آهن. مرحوم مولوي صاحب ۽ مان اهو نظم پڙهي حيران ٿي وياسين، ته اسان جا هي بزرگ، اعليٰ علمي ڪتابن لکڻ سان گڏ هي شوق

به فرمائيندا هئا. مون ان ڳالھ تي غور ڪري، هي نتيجو ڪڍيو ته انسان غالبن هر دور ۾ هڪجهڙو رهيو آهي.
انهن ئي ڏينهن ۾ ادبي بورڊ وٽ هڪ پيو مخطوطو وڪامڻ آيو. جنهن جي خريداريءَ ۾ اسان جي ڪا به دلچسپي ڪا نه هئي ۽ مالڪ قيمت به وڏي ٻڌي. غالبن مغلن جي زماني جو هوندو. مخطوطو فارسي زبان ۾ هو. ان ۾ جاءِ بجاءِ مردن ۽ عورتن جون رنگين تصويرون، ڪي ته ماڳهين جنسي فعل ۾ مشغول، ڏيڪاريل هيون. سڀ ”مغل ميني ايچرس“ جي نموني جون پينٽنگس هيون. غالبن مخطوطو جنسيات جي موضوع تي هو. مون پندرنهن ويھ منٽ مس ڏٺو هوندو، ان ڪري چئي نه ٿو سگهان ته ڪنهن جو لکيل هو، ڪڏهن لکيل هو ۽ ڪنهن لاءِ ٺاهيل هو.
پر، ان هڪ اڌ جزوي مثالن کي ڇڏي، ٻئي ۽ ٻين هنڌن تان جيڪي مخطوطا بورڊ کي مليا، سي مذهب، تصوف، تاريخ، تذڪري ۽ شعر شاعريءَ تي هئا. ڇا چئجي انهن جو علمي معيار ۽ ڇا چئجي سندن ڪتابت. سنڌ جي قديم علمي روايت جا روشن ثبوت هئا.
قرآن پاڪ جو هڪ اهڙو شاندار نسخو هٿ آيو ، جو فن خطاطيءَ جو شاهڪار هو. ان جي هر صفحي جي وچ ۾ قرآن ڪريم جو عربي متن ۽ چئني ڪندن کان دنيا چار مشهور تفسير حسيني، بيضاوي وغيره ڏنل هئا.

چون ٿا ته قرآن ڪريم جي سڀ ڪان سهڻن قلمي نسخن جو وڏي ۾ وڏو ذخيرو ايران جي شهر مشهد مقدس ۾ آهي ۽ انهن مڙني قلمي نسخن ۾ سڀ ڪان سهڻو نسخو اهو آهي، جو سنڌ جي ميرن سوغات ڪري ڏنو آهي.
اورنگزيب عالمگير جي هٿ اکرن ۾ قرآن ڪريم جو هڪ پارو به بورڊ جي لائبريريءَ ۾ هوندو هو. غالبن نٿي مان مليو هو.
ان ڪانسواءِ شاهجهان، اورنگزيب، ٻين مغل بادشاهن ۽ سنڌ جي حاڪمن جا فرمان ۽ ماڻهن ڪي ڏنل جاگيرن جا پروانا ۽ سندون هيون. انهن تي شاهي مهرون لڳل هيون.
شعر شاعريءَ جا جيڪي فارسي بياض هٿ آيا، تن جي ڪتابت جي ڪهڙي ڳالھ ڪجي، اکر هئا يا موتيءَ جا داڻا
تاريخ مظهر شاهجهاني؛ (سن اشاعت 1964ع)
يوسف ميرڪ
پير صاحب کي هن ڪتاب جي ايڊٽ ڪرڻ تي وڏو ناز هو، ان ڪري به خوش هو، جو سر هينري ايلئٽ جهڙي مستشرق کي هن مخطوطي جي زيارت نصيب ڪا نه ٿي هئي.
سنڌي ادبي بورڊ هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو آهي، پر هينئر غالبن سنڌي توڙي اصلي فارسي ايڊيشن ٻئي وڪامي ويا آهن . ٻيهر ڇپجڻ گهرجن.

منشور الوصيعت؛ (سن اشاعت 1964ع)
ميان نور محمد ڪلهوڙو
پير صاحب ڪتاب تي وڏي محنت ڪئي، ان ڪي ايبٽ ڪرڻ ۾ پنجيتاليهن ڪتابن مان مدد ورتي هئائين.
هي ڪتاب ان ڪري به و عربيجو فن خطاطيءَ جو شاهڪار هو. لڪيل هو، ڪڏهن لڪيل هو ۽ ڪنهن لاءِ ثاهيل هو.ي جو ثبوت ڏنو.جڏهن فاهم آهي جو ان م جهوڪ شريف واريءَ جنگ بابت مواد ڏنل آهي.
مون سنڌ جي تاريخ بابت ويهن پنجويهن ورهين جي صحبت ۾ پير صاحب کان جيڪو پڙو، ان مان اهو تاثر ورتم ته ٿي ماڻهو سنڌ جي تاريخ جا قومي سورما سڏجن جي لائق آهن: هڪ دولهه دريا خان، ٻيو مخدوم بلال ۽ ٽيون شاه عنايت شهيد جهوڪ وارو.
پر، سنڌ ۾ جيڪي عام ڳالهيون پڌيون اٿم، تن موجب عوام جو هيرو دودو سومرو آهي. پر، شايد دودي بابت مستند تاريخي مواد گهٽ آهي ۽ ڏند ڪٿائون گهڻيون آهن.
ٻهراڙين ۾ دودي سومري جي ڳالهه ڪنئي ويندي آهي. جڏهن سازيندا نه هوندا آهن، تڏهن ڳالهه ڪٿڻ وارا ٿامي جو ٿالهه وڄائيندا آهن. دودي سومري جي ڳالهه سنڌ جو رزميه داستان آهي. ٻڌڻ وارن تي عجب ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي.

چون ٿا ته شڪارپور جي هڪ هندو سيٺ اها ڳالهه ڪٿائي، جڏهن فنڪار دودي جي شهادت ڪي ويجهو پهتو، ته سيٺ دانهن ڪئي ” ترس ميان، ڳالهه اتي بند ڪر، اسان دودي جهڙو مڙس نه مارائيندا سون.“
پير صاحب مون کي ٻڌايو هو ته مغلن ۽ ڪلهوڙن جي لشڪر ڻاهه ڪرڻ جو بهانو ڪري، قرآن ڪريم وچ ۾ ڏيئي، شاهه عنايت شهيد کي دغا سان ماريو هو.
منشور الوصيعت ۾ پير صاحب، ٻئي ڪيترين ئي مفيد مواد سان گڏ جهوڪ شريف واريءَ جنگ جي سلسلي ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي ۽ ٻين جا خط ڏنا آهن.
ترخان نامو:(سن اشاعت 1965ع)
مير محمد نثوي
ارغون ۽ ترخان خاندانن جي سنڌ جي تاريخ آهي. هن ڪتاب جي ايڊيٽنگ جو ڪم پير صاحب شروع ته گهڻو اڳي ڪيو هو، پر ان جي اشاعت ۾ گهڻي دير ان ڪري پيئي، جو سالن جا سال ان جي ڇپائي اڌ ۾ ڇڏي ڏني هئائين. جڏهن ڪتاب ڇپجي پورو ٿيو ته مون کي ياد آهي ته بائينڊرن ڏاڍيون دانهون ٿي ڪيون ته ڪاب ۾ ايترا ته شجرا آهن، جو ڪين ويڙهي، ڪتاب جو جلد ٻڌڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿي آهي.

جيڪي ماڻهو پير صاحب جي ديني نظرين متعلق غلط راءِ رکندا آهن، تن کي گهرجي ته هو پاڻ پڙهي ڏسن ، ته ترخان نامي ۾ پير صاحب بزرگان دين جا حالات قلمبند ڪرڻ ۾ ڪيڏيءَ محبت سان ڪم ڪيو آهي ۽ انهن لاءِ ڪيڏي نه عقيدت ڏيکاري آهي.

مڪلي نامو: (سن اشاعت 1965ع)

علي شير قانع

مڪلي ٽڪريءَ کي سنڌ جي تاريخ ۾ خاص اهميت حاصل آهي. مير علي شير قانع ٺٽوي صفحن جو هڪ ڪتابڙو ”مڪلي نامه“ جي نالي فارسي زبان ۾ لکيو هو. پير صاحب ان کي بنياد بڻائي، مڪليءَ تي تحقيق ڪئي. اٺن سون صفحن جو اضافو ڪيائين. مير علي شير قانع جي انهن چند صفحن کانسواءِ سڄو ڪتاب گويا سنڌي زبان ۾ پير صاحب جو ئي لکيل آهي. سيد صباح الدين عبدالرحمان جو چوڻ اهي ته ”هندستان جي ڪنهن به قبرستان تي اهڙو مفيد ۽ مرتب لٽريچر مشڪل ملي !“

پير صاحب جي وفات کانپوءِ سندس ياد ۾ ڊاڪٽر شمل، مڪلي ٽڪريءِ تي هڪ ليڪچر ڏنو هو، جنهن ۾ ڄڻ ته ڪوزي ۾ علم ۽ معلومات جو درياءُ سمايو هئائين. اهو ليڪچر بعد ۾، انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل ايشين اسٽڊيز ڪتابڙي جي صورت ۾ ڇاپيو، جيڪي علم دوست ماڻهو

سنڌ جي تاريخ ۽ خاص طرح مڪليءَ ۾ دلچسپي رکن ٿا، تن کي اهو ڪتابڙو پڙهڻ گهرجي.
حديقته الاوليا : (سن اشاعت 1967)
سيد عبدالقادر ٺٽوي
هي تذڪرو سن 1016ھ ۾ لکيو ويو، ان ۾ ٻائيتاليهن بزرگن جو احوال شامل آهي. جن ۾ سنڌ جا هيٺيان ست مشهور اولياءَ پڻ شامل آهن.
(1) غوث بهاول الحق ملتاني، (2) قلندر لعل شهباز، (3) پير پٺو (4) مخدوم نوح بکري، (5) مخدوم بلال (6) مخدوم ساهڙ لنجار ۽ (7) مخدوم نوح هالائي
روضته السلاطين ۽(سن اشاعت 1967)
جواهر العجائب
فخري هروي
پير صاحب کي فارسي شاعرن جي تذڪرن سان گهري دلچسپي هئي. غالبن ان جو سبب اهو هو ته کيس ان ڳالھ تي فخر محسوس ٿيندو هو ته فارسي زبان ۾ تذڪره نويسيءَ جو بنياد سنڌ ۾ پيو. ان ڳالھ جي حمايت ۾ اهو دليل ڏيندو هو ته فارسي زبان ۾ پهريون تذڪرو ”تذڪره الشعرا“ ملتان ۾ سن ڇھ سئو هجري کان اڳ لکيو ويو. ان کانپوءِ عوفيءَ سن 625 ھ ۾ سنڌ ۾ لب الباب لکيو. ان کانپوءِ دولت شاھ جو تذڪره الشعرا 892 ھ ۾ مرتب ٿيو. 896 ھ

۾ مير علي شير نوائيءَ مجالس النفائس لکيو. ان کانپوءِ فخري هروي سنڌ ۾ 953 کانپوءِ روضته السلاطين ۽ تقريبن 962 ھ ۾ جواهر العجائب لکيو. اهي سڀ ڳالهيون پير صاحب روضته السلاطين جي مقدمي ۾ لکيون آهن ۽ ان ڳالهه تي فخر ڪيو آهي ته تذڪره نويسيءِ ۾ موضوع جي تخصيص جي شروعات به سنڌ ۾ ٿي.

سيد صباح الدين عبدالرحمان ٻڌايو آهي ته پير صاحب روضته السلاطين جا خطي نسخا پيرس، برلن، لينن گراڊ استنبول مان حاصل ڪيا هئا.

مون ٻئي هنڌ ان ڳالهه جو اشارو ڏنو آهي ته هو پنهنجي ڪتاب جو بنيادي نسخو تيار ڪرڻ لاءِ سڄيءَ دنيا مان مائڪرو فلمون يا فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون گهرائيندو هو.

هينئر ياد ٿو اچيم ته هڪ دفعي مون کي چيائين ته ” بورڊ جا چونڊ ڪتاب بابا غفوروف لاءِ روسي سفارتخاني کي ڏيئي اچ“ اهي ڪتاب بابا غفوروف کي موڪليا هئائين، جو روس جي پريزيڊيم جو ميمبر هو ۽ مسلمان عالم هو. تن ڏينهن ۾ بورڊ جي آفيس ڪراچيءِ ۾ هوندي هئي. مون کي هاڻي شڪ ٿو جاڳي ته شايد بابا غفوروف تي لينن گراڊ مان روضته السلاطين جي خطي نسخي جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي وٺي ڏيڻ جو ڪم رکيو هئائين.

ٻي ڳالھ ياد ٿي اچيم ته روضته السلاطين جي ايڊيٽنگ جو ڪم پاڻ ورھين جي ورھيه چڏي ڏنو ھئائين. ان جو سبب اھو ڪو نه ھو ته ڪو ڪيس دنيا جي ٻين ملڪن مان مائڪرو فلمن جو انتظار ھو. پر اصل ڳالھ ماڳھين ٻي ھئي. چا ھو ته روضته السلاطين تي ڪم ڪندي، ھڪ عالم ، (غالبن اختر جھونا ڳڙھي) کي دل جو دورو پيو. ڪجھ وقت ڪانپوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي ان نسخي تي ڪم شروع ڪيو ته ڪيس به دل جو دورو پيو. 1958ع ۾ انھيءَ ئي عارضي سببان وفات ڪيائين.

ساڳئي سال پير صاحب کي به دل جو دورو پيو، جنھن جوپھريائين ڪراچيءَ ۽ پوءِ منيلا ۾ علاج ڪرايائين. ان ڳالھ تان ڪيس ڪو وھم ويھي ويو، ان ڪري پاڻ روضته السلاطين کي ھٿ لائيندي به چرڪندو ھو، جڏھن منيلا مان علاج ڪرائي موٽيو، تڏھن به روضته السلاطين کي سالن جا سال انھيءَ ڊپ ۾ ھٿ ڪو نه لاتائين ته متان ڪيس وري دل جو دورو پوي.

بھرحال، ڪجھ ورھيه پوءِ، چرڪي چرڪي، ان مخطوطي جو ڪم ھٿ ۾ ڪنيائين ۽ ان کي سھڻي نموني ۾ مڪمل ڪيائين.

تذڪره شعراءِ ڪشمير (سن اشاعت 1967ع)

پير صاحب هي تذڪرو ڇپائڻ جلدن ۾ ايڊٽ ڪيو هو، پر اهي جلد بورڊ شايع ڪو نه ڪيا هئا، ان ڪري مون کي انهن بابت ڪا گهڻي خبر ڪانهي. البته، جمشيد روڊ تي، جڏهن پاڻ ”بيت الضيا“ نالي گهر ۾ انهن ڪتابن تي ڪم ڪندو هو ته انهن جا ڪاغذ سندس لئبرريءِ ۾ ميز تي اڪثر ڏسندو هوس، پاڻ ڪڏهن به انهن جي باري ۾ مون سان ڳالهه ڪا نه ڪيائين.

سيد صباح الدين عبدالرحمان انهن جي ڏاڍي واکاڻ ڪئي آهي ۽ لکيو اٿس ته ”جڏهن هي ڪتاب ڇپجي ماڻهن جي اڳيان آيا، تڏهن چئِ ته پنهنجيءَ زبان سان چئي رهيا هئا ته سندن ايڊيٽنگ جو خاڪو ملائڪن تيار ڪيو هوندو ۽ تڪميل جنن ڪئي هوندي.“

اڳتي هلي لکي ٿو ته ، ”هن جهڙو علمي ڪارنامو موجوده صديءَ ۾ بر صغير ۾ ٻيو ڪو به اهل قلم سر انجام ڏئي نه سگهيو آهي.“

دود، چراغ، محفل:(سن 1969ع)

هن ڪتاب بابت به مون کي ڪا خاص خبر چار ڪانهي ته ڪاٿي ڇپيو، ڪيئن ڇپيو ۽ ڇو ڇپيو. البت سيد صباح الدين عبدالرحمان پير صاحب جي ڪتاب مان هيٺيون اقتباس ڏنو آهي، جنهن مان ان جي اشاعت جو پس منظر معلوم ٿئي ٿو:

* سيد حسن نصر؛ ٽي مسلمان فيلسوف، مترجم؛محمد منور

_ * سبيءَ ۽ مهر ڳڙهه جي دريافت ٿيل قديم تمدن کي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ڪڙي سمجهڻ گهرجي، ڇو ته سبيءءَ تائين صاف سنڌي ڳالهائي وڃي ٿي.

*سيد صاحب تازو هندستان ۾ روڊ جي حادثي ۾ وفات ڪئي

* مرحوم مولانا اعجاز الحق قدوسيءَ پنهنجي زندگيءَ جو احوال منهنجي عمر جا 75 سال عنوان سان لکيو هو. مون کي ان جي ڇپائيءَ لاءِ چيو هئائين. سندس زندگيءَ ۾ ته اها فرمائش پوري ڪري ڪو نه سگهيس. پر سندس وفات بعد اهو خير جو ڪم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيس.

”خدا ڄاڻي ته غالب صديءَ جو ڪٿان آواز اٿيو، ان جي گونج ڪراچيءَ به پهتي. پهريائين ته صدا بصحرا ثابت ٿي. بعد ۾ جڏهن ورسيءَ ۾ به ٿي مهينا رهجي ويا، تڏهن هڪ ڏينهن صبح جو مرزا ظفر الحسن پان چٻاڙيندو، اهڙي انداز ۾ آيو، جيئن سودخور پٺاڻ ڪنهن شريف جي گهر، نسوار جي ٿڪ اڇلائيندو، ايندو آهي. هٿ ۾ ڏنبو ته ڪو نه هئس. پر غالب پنسل هئس. صبح جو هميشه پنهنجي لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندو آهيان... بعد ۾ معلوم ٿيو ته مرزا صاحب کي ڪراچيءَ جي شهر ۾ غالب تي لکڻ وارو ڪو نه ٿي مليو. جيڪي پاڻ کي اصل ۾ ”غالبيا“ ڪوٺائيندا هئا، سي وقت اچڻ تي کسڪي ويا هئا... مرزا اها حقيقت ته مون کي ڪا نه ٻڌائي، پر ”سنڌي ماڻهو“ سمجهي اهڙا داو

هنيائين، جو مان واقعي سنڌي ماڻهو ٿي سندس چڪر ۾ ڦاسي ويس ۽ غالب جي پنهنجيءَ شخصيت تي ته نه، البت ان سلسلي جي ٻئي ڪنهن عنوان تي لکڻ جو ساڻس قول ڪيم.“

مون اهو ڪتاب اڄ ڏينهن تائين ڪو نه ڏٺو آهي. البته، پير صاحب وٽ، مرزا ظفر الحسن سان ملاقات ٿي. ان کان چڱو عرصو اڳ سندس ڪتاب ”ذڪر يار چلي“ پنهنجو پاڻ ڪتابن جي دڪان تان خريد ڪري پڙهيو هئم. ڪتاب حيدرآباد دکن سان وابسته سندس يادگيرين جو تذڪرو هو. ڏاڍو وڻيم ۽ مصنف سان پر پٺ محبت ٿي ويم. گهڻا گهڻا سال پوءِ پير صاحب جي الحمرا سوسائٽيءَ واري گهر ۾ مرزا سان ملاقات ٿيم. پاڻ ۾ حالي احوالي ٿياسون. مرزا منهنجي واتان پنهنجي ڪتاب جي تعريف ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مون کي پنهنجا سڀ ڪتاب تحفا موڪلي ڏنائين. پر انهن ۾ ” ذڪر يار چلي“ واري رنگيني نظر ڪا نه آهي. مرزا پنهنجي ڪتاب ۾ سبط حسن جي ڪتاب ”شهر نگاران“ جو ذڪر ڪيو هو. اهو ڪتاب وڏيءَ مشڪل سان هٿ آيو. پڙهيم. ”ذڪر يار چلي“ جي مقابلي ۾ ڪا شيءِ ڪا نه هو. سبط حسن جو نالو وڏو هو، باقي حيدرآباد دکن تي لکڻ جو حق ته مرزا ظفر الحسن ادا ڪري ويو هو. پاڻ فيض ۽ مخدوم محي الدين جو عاشق هو. فيض جو

مداح ته مان به هئس پر مخدوم جو فقط نالو ٻڌو هئم. مرزا ظفر الحسن جي ڪتاب جو اٺون باب پڙهڻ کانپوءِ مان به مخدوم جو غائبانه گرويدو ٿي ويس. سندس هڪ سٽ ڪيترائي ڏينهن زبان تي رهي:
”گذر بهي جا ڪه تيرا انتظار ڪب سي هي“
مرزا ظفر الحسن کي پيريءَ ۾ گناهه بخشائڻ جو خيال آيو. حج تي ويو. اتان به مون کي محبت پريو خط لکيائين ته هت تو لاءِ دعائون گهريون اٿم. ويچاو جيئن ئي اتان موٽيو ته وفات ڪري ويو.
مون ڪجهه عرصو اڳ سندس رهائشگاهه تي حاضري ڏني ۽ سندس بيگم کي تعزيت ڏني.

## مير معصوم بکري

مير معصوم بکري، جنهن جو منارو سکر شهر ۾ اجا ڪر کنيو بيٺو آهي، اڪبر بادشاهه جو درٻاري امير هو،پير صاحب جو محبوب هو.
پير صاحب سندس حياتيءَ جو احوال وڏيءَ محنت سان لکيو آهي. ڪتاب لکڻ جو اصل پس منظر غالبن اهو آهي ته جڏهن پاڻ ۽ وڏو پاٽس سکر ۾ اخبار نويسي ڪندا هئا، تڏهن وڏي پاٽس، مير معصومجي مناري ۽ مقبري تان ڪتبا نقل ڪيا هئا، جنهن ڪري بيمار ٿي پيو هو. اها ڳالهه

پير صاحب جي دل ۾ هن ڪتاب لکڻ لاءِ محرڪ جذبو ٿي جاڳي.
هي ڪتاب پير صاحب جي غالبن آخرين تصنيف آهي، جنهن کي پان پنهنجيءَ نگرانيءَ هيٺ ڇپايائين.
مثنوي مظهر الاثار؛ (سن اشاعت 1957ع)
شاهه جهانگير ڪرماني
سيد صباح الدين عبدالرحمان جو چوڻ آهي ته پير صاحب کي هن مثنوي ايڊٽ ڪرڻ جو خيال ان ڪري آيو جو سنڌ ۾ ويهي هڪ شاعر نظاميءَ جي رنگ ۾ مثنوي لکي هئي.
تحفه الڪرام:(سن 1971ع)
مير علي شير قانع
سيد صباح الدين عبدالرحمان تذڪره شعراءِ ڪشمير کي پير صاحب جو بهترين فارسي ڪتاب قرار ڏنو آهي. ليڪن منهنجي خيال موجب تحفه الڪرام پير صاحب جو بهترين فارسي ڪتاب سڏجڻ جي لائق آهي.
هي ڪتاب پير صاحب ايراني شهنشاهيت جي پنجويه سئو ساله جشن لاءِ ايڊٽ ڪيو هو. غالبن سندس ارادو هو، ته سنڌ جي هن تاريخ کي ٽن حصن ۾ شايع ڪندو. پر ڪتاب جي ڪم کي ايڏو ته وٺي پکيڙيائين جو جشن جي موقعي تائين فقط پهريون ڀاڱو تيار ڪري سگهيو.پوءِ به هڪ سبب سمجهيم ٿو. ممڪن آهي ته مان غلط هجان . ليڪن

منهنجو اندازو آهي ته پير صاحب کي اميد هئي ته ايراني حڪومت هن ڪتاب جي اشاعت جو وڏو قدر ڪندي. اسان کي دلجاءِڏني هئائين ته خرچ ڪرڻ کان نه ڪيٻايو، ايراني حڪومت ڪتاب جون هيترين سو ڪاپيون خريد ڪندي. ڪتاب علي نواز وفائيءَ جي پريس ۾ ڇپيو هو ۽ پير صاحب ان تي بيحد محنت ڪئي هئي. غالبن اڳي ايڏي ڪنهن به ڪتاب تي محنت ڪا نه ڪئي هئائين. پر ايراني حڪومت ڪتاب جو ڪو به قدر ڪو نه ڪيو. ڪيئي سو ته ڇا، پنجاهه ڪاپيون جيڪي ڪتاب جي شايع ٿيڻ تي اسان کين پير صاحب جي چوڻ تي موڪليون، تن جو بل به ادا نهڪيائون.

پير صاحب ، حسب عادت، سڄو غم پي ويو، ليڪن انهيءَ پس منظر ۾ ڪتاب جا رهيل ٻه حصا ايڊٽ ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيائين.

پير صاحب سنڌ جي تاريخ جي ٽن بنيادي ماخذن يعني چچ نامي، تاريخ معصومي ۽ تحفته الڪرام ۾ سڀ کان وڌيڪ تحفته الڪرام کي اهميت ڏيندو هو. چچ نامي جو ذڪر ته ڇٽو پاٽو ڪندو هو. البت تاريخ معصوميءَ جو حوالو ڏيندو هو. پراون ڪتابن جو ڪو به قدر ڪو نه ڪيو، سا ڳالهه به ايڏي وڏي ڪا نه هئي، ان کان به اهم ڳالهه هئي ته پنهنجن به ان جو ڪو نوٽيس ڪو نه ورتو. ان جو

سبب هي هو ته پير صاحب ڪتاب تي دل لائي جيڪا محنت ڪئي هئي، سا هڪ اهڙيءَ زبان (فارسي) ۾ هئي، جنهن سان هاڻي سنڌ جا ماڻهو آشنا نه رهيا آهن. جيڪڏهن هو اها محنت ڪتاب جي سنڌي ڇاپي کي ايڊٽ ڪرڻ تي ڪري ها ته سندس انهيءَ ڪم جو ڪو قدر ٿئي ها!
مان انهن ئي ڏينهن ۾ کيس مشورو ڏيندو هوس ته ڪتاب جي هڪ پاسي فارسي عبارت ۽ سامهون واري صفحي تي سنڌي ترجمو ڏيو، پر پاڻ اها ڳالھ ڪا نه مڃيائين. ائين ڪرڻ ڪري سندس ناماچار به وڌي ها ۽ تاريخ مظهر شاهجهانيءَ جي سنڌي ڇاپي وانگر سندس سڀني فارسي ڪتابن جو وڪرو به ٿئي ها. هاڻي سندس ۽ اسان جن ٻين عالمن جا ڪيترا ايڊٽ ڪيل فارسي ڪتاب ورهين گذرڻ لانپوءِ به بورڊ وٽ ڍير ٿيا پيا آهن. انهن کي سنڀالڻ به هڪ مسئلو آهي.
در حقيقت، عوام جي تقدير بدلائڻ وارا محب وطن مصنف، تاريخ نويس ۽ شاعر بنيادي طرح پنهنجن ماڻهن جي ذهني تربيت جو ڪم سرانجام ڏيندا آهن، ۽ اهو لفظ مادري زبان ۾ تصنيف ۽ تاليف وسيلي ئي ٿي سگهي ٿو، ورنه شاھ ڀٽائيءَ جهڙو باشعور فنڪار Committed Artist ائين ڪو نه چوي ها ته:

جي تون فارسي سکيو، گولو توءِ غلام
اچيو تان آب گهري، بکيو تان طعام
اي عامن سندو عام، خاصن منجهان نه ٿيو.
مون شاه صاحب کي انگريزي اصطلاح موجب Committed Artistانڪري ڪوٺيو آهي، جو ٿي سو ورهيه اڳ، مارئيءَ جي واتان پنهنجي دل جي ڳالهه هنن لفظن ۾ ڪئي اٿس.
”جيئن ڳنڍيون منجهه ڳنڍير
تيئن مون من ماروئڙن سين“
تحفته الڪرام فارسي پير صاحب جي علم ۽ فضل، محنت ۽ اورچائيءَ جو شاهڪار آهي. بلڪه، منهنجيءَ ڄاڻ موجب، هن ڪتاب ۾ ئي پير صاحب جو فن پنهنجي عروج تي پهتو.
مرزا غازي بيگ ترخان
اور اس ڪي بزم ادب
هڪ ڏينهن مير علي احمد خان ٽالپر فون ڪئي ته ”رباني صاحب، هن نالي سان پير صاحب ڪو ڪتاب ڇپيو آهي، اهو ته پلائي ڪري هٿ ڪري ڏي.
مون کي ڪل ئي ڪا نه هئي، پڇا ڳاڇا ڪيم ته پتو پيو ته برابر اهڙو ڪتاب انجمن ترقي اردو ڇپيو آهي.

مير صاحب کي ڪتاب جي ڪاپي هٿ ڪري ڏنم. پاڻ کي پڙهڻ جو اڄ ڏينهن تائين موقعو ڪو نه مليو. سيد صباح الدين عبدالرحمان ڪتاب جي وڏي تعريف ڪئي آهي.

حالات فيضي(سن 1967ع)

مون هي ڪتاب نه پڙهيو آهي ۽ نه ڏٺو آهي. نه وري پير صاحب کان ڪڏهن ان جو ذڪر ٻڌم.

محمد صادق ميان (؟) (سن اشاعت 1967ع)

حسين شاهه جي ٿاهيل بايوڊيٽا موجب، هي ڪتاب يا ڪتابڙو سه ماهي پارس ۾ ڇپيو هو. اهو رسالو، پايان ٿو ته ڪراچيءَ ۾ فارسي ڪتابن جي دڪان جو مالڪ ڪيندو هو. سندس نالو آغا فرزانه هوندو هو. هو حافظ نالي به هڪ رسالو ڪيندو هو. ممڪن آهي ته مون کان پل ٿيندي هجي ۽ پارس جو ناشر ڪو ٻيو هجي.

ديوان بيرم خان(سن اشاعت 1968ع)

هن ڪتاب جي به مون کي ڪا خبر ڪانهي. نه وري ڪڏهن پير صاحب کان ئي ان جو ذڪر ٻڌم.

مثنوي مهرو ماهه؛

جمالي دهلوي(سن اشاعت 1974ع)

هي ڪتاب به مون نه ڪڏهن ڏٺو آهي ۽ نه وري ڪڏهن به ان جو پير صاحب کان تذڪرو ٻڌم.

سنڌي ڪتاب (سن اشاعت 1930ع)

اسلامي ڪتب خانا
حسين شاھ جي ٿاهيل بايوڊيٽا موجب، هي پير صاحب جو پهريون پهريون ڪتاب آهي. اصل ڪتاب اردوءَ ۾ آهي. پاڻ ان جو ترجمو ڪيو اٿس. ننڍڙو ڪتاب آهي. پاڪستان کان اڳ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جو ڇپايل آهي. گهڻي زماني کان اڻلڀ آهي، ان ڪري مون مهراڻ جي ايڊيٽر نفيس احمد شيخ کي ڪاپي ڏني هئي ته مهراڻ رسالي ۾ دوباره شايع ڪري.
مهراڻ جون موجون(سن اشاعت 1955ع)
ماهنامي نئين زندگيءَ جو انتخاب آهي. ڪتاب تي، محنت جويي صاحب ڪئي هئي. مولوي صاحب عبدالواحد سنڌيءَ کي ڪتاب جي ”مرتب“ لاءِ پير صاحب جو نالو کپندو هو. مان تڏهن نئين زندگيءَ جي آفيس ۾ هئس.
ماڪ پنا رابيل:(سن اشاعت 1965ع)
ماهنامي نئين زندگيءَ جو انتخاب آهي. ڪتاب ۾ فقط پير صاحب جو پيش لفظ يا مقدمو آهي.
تذڪره امير خاني(سن اشاعت 1961ع)
ٺٽي جي امير خاني سادات جو دلچسپ تذڪرو آهي. خاص ڪري شاديءَ رات گهوٽ ڪنوار جا ساٺ سوڻ ۽ رسمون پڙهڻ وٽان آهن. ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جو ڇپايل آهي.
ميرزا عيسيٰ خان ترخان: (سن اشاعت 1967ع)

غالباً سنڌي ادبي بورڊ جو ڇپايل آهي. مون ڏٺو آهي پر پڙهيو ڪو نه آهي.

سعدي علي رئيس(سن اشاعت 1972ع)

پير صاحب کي هڪ ڪتاب هٿ آيو، جنهن جو وڏي شوق سان ڊاڪٽر رياض السلام سان ذڪر ڪندو رهندو هو. ان جي آڌار تي غالباً ڪو ڪتابڙو ٿاهي مهراڻ رسالي ۾ ڇپائي ڇڏيائين.

ٺٽي جي تاريخي جاگرافي:(سن اشاعت 1973)

هي مضمون به مهراڻ ۾ ڇپيل آهي. در اصل مهراڻ ۾ ڇپيل پير صاحب جي تصنيفن کي ڪتاب ڪوٺڻ غلط آهي. اهي طويل مضمون يا مقالا آهن.

جڏهن پير صاحب هن عنوان تي ڪم ڪري رهيو هو ته مان ساڻس گڏ هئس. ان سلسلي ۾ مهراڻ رسالي جي پير حسام الدين راشدي نمبر ۾ پنهنجي مضمون ”سنڌ جي تاريخ جو محقق، پير حسام الدين راشدي“ مان هيٺيون اقتباس پيش ڪريان ٿو:

”هڪ ڏينهن پاڻ، سندس پائيٺو شمن راشدي ۽ مان ڪراچي کان ٺٽي آياسين. تن ڏينهن ۾ پير صاحب کي ٺٽي جي تاريخي جاگرافيءَ وارو تحقيقي مضمون لکڻو هو. انهيءَ مضمون لاءِ کيس ٺٽي ۾ تاريخي اهميت وارا ڪي هنڌ ڏسڻا هئا ۽ انهن جون تصويرون به ڪڍڻيون هيون.

اسان صبح جو سوير جمشيد روڊ واريءَ سندس رهائشگاهه تي گڏ ٿياسين ۽ موٽر ۾ ٺٽي روانا ٿياسين. ڪلاڪ ڏيڍ سفر بعد، مڪليءَ تي آثار قديمه کاتي جي ريسٽ هائوس ۾ اچي لٿاسين. هٿ منهن ڌوئي، ٺٽي شهر ۾ گهڙياسين. هڪ سونهون ساڻ ڪنيوسون. ڪئميرائون، قلم ۽ ڪاغذ ساڻ کڻي، شهر جي اتر، اولهه، ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ ميلن جا ميل پنڌ ئي پنڌ هلندا رهياسين. پير صاحب ۽ شمن فوٽن ڪڍڻ تي ۽ مان انهن جي فهرست مرتب ڪرڻ تي. شهر ۾ مختلف قبيلن ۽ خانوادن جا پراڻا پاڙا ڳولي لهڻ ۽ انهن جون تصويرون ڪڍڻ جي ٺڪائيندڙ ڪم پوري ٿيڻ بعد، شهر کان پري پري، مغلن جي زماني جي باغن ۽ واهن جا هنڌ وڃي ڏٺاسين. پورچوگيزن جي باهه وارو هنڌ به ڏٺوسين. مسجد دابگير جون تصويرون به ڪڍيوسين، جنهن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عرب ۽ عجم جي طالب العلمن کي درس ڏيندو هو. خود مخدوم صاحب جي رهائش گاهه واري هنڌ تي به حاضري ڏني سون، سندس پيڙهيءَ مان هڪ عمر رسيده خاتون جا انهيءَ زماني ۾ ستر پنجهتر ورهين جي عمر جي هئي ۽ مقامي ماڻهن جي روايت موجب، سمورو وقت ورد وظيفي ۾ گذاريندي هئي. اڪثر اوقات نماز جي مصلي تي هوندي هئي، تنهن کي پيغام موڪليوسون، جنهن بيبيءِ سڳوريءَ اسان جي حق ۾ دعا گهري.“

هڪ ٻي ٻجي منجهند تائين پنڌ ئي پنڌ، هلي هلي جڏهن پگهر ۾ شل ٿي وياسين، پيرن ۾ لڦون پئجي ويون ۽ ٿڪ جي ٻسڙ ۽ مٽي نڪ جي ناسن ۾ ساهه کي گهٽڻ لڳي. تڏهن وڃي مس مس پير صاحب ڪم بند ڪرڻ تي مجبور ٿيو.

ان ڏينهن مون پنهنجين اکين سان پير صاحب کي جڏهن عشق ۽ عقيدت سان ٿڪي جي مٽيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ جا ذرڙا ڳوليندي ۽ گڏ ڪندي ڏٺو، تيئن وري ٻئي ڪنهن به عالم کي ڪو نه ڏٺم

تذڪره مشاهير سيوستان:

هي به هڪ مضمون آهي جو مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿيل آهي. ان ۾ سيوهڻ جي مشاهيرن جو احوال آهي. خاص طرح قلندر شهباز جي روضي جي تعمير جو ذڪر توجهه لائق آهي.

مولوي دين محمد وفائي (1974ع)

هي ڪتاب اصل م مولوي دين محمد وفائيءَ جي تصنيف آهي. اهم ۽ سٺو ڪتاب آهي. پير صاحب ان جي ٿئي چارئي جلد ايڊٽ ڪرڻ لاءِ بورڊ مان ڪڍي ويو هو. اهي ورهين جا ورهيه وٽس رهيا، پر ڪم اتي جو اتي رهيو. مولوي وفائي صاحب جي فرزند علي نواز وفائيءَ گهڻو زور بار وڌس. تڏهن هڪ جلد ڏنائين. پر ان تي ڪا خاص محنت ٿيل ڪا

نه هئي. باقي جلد اهي ئي وٽس رهيا. سندس وفات کانپوءِ برادرم حسين شاھ راشديءَ امانت واپس ڪئي.
سنڌي ادبي بورڊ هينئر غالباً ان سلسلي جو پهريون جلد به شايع ڪيو آهي.
هو ڏوٿي هو ڏينهن:
هي ڪتاب پير صاحب جي پنهنجي آتم ڪهاڻي آهي، جا لاڙڪاڻي جي نواز علي نياز (مرحوم) نالي هڪ شاعر جي وفات کان متاثر ٿي لکيائين. شروع ۾ آتم ڪهاڻي لکڻ جو ارادو ڪو نه هوس. تن ڏينهن ۾ دل جي علاج لاءِ منيلا ۾ پنهنجي وڏي پاءُ وٽ رهندو هو.
ڪتاب سالن جا سال وٽس رکيو هو، جو ناشر ڪو نه ٿي سجهيس. فارسي ڪتاب ته بورڊ واريءَ فارسي ۽ عربي ڪتابن جي اسڪيمن هيٺ ڇپيا هئا. پر هي ڪتاب ڪيئن ڇپجي، ان ڳالھ منجهائي وڌس. مون کي مسودو پڙهڻ لاءِ ڏنائين. ڇھ ٻارنهن مهينا ته مون وٽ به رکيو هو، پر ان کي پورو پڙهي ڪو نه سگهيس. ان تان ڪجھ ناراض ٿيو ۽ ڪتاب موٽائي ڪٽي ويو. اڳتي هلي مان ئي وري مسودو وٽانئس واپس ڪراچيءِ مان ڪٽي آيس ۽ بورڊ کان اجازت وٺي، پريس ۾ ڇپڻ لاءِ ڏنم. ان ريت، هي ڪتاب آخرڪار ڇپجي ويو. جيڪڏهن مان هٺ نه وجهان ها ته شايد اڃا ڪي سال ڪتاب اڻ ڇپيل هجي ها ۽ تنهن وچ ۾ مسودي

جو الائي ڪھڙو حال ٿئي ھا. بھرحال جڏھن ڪتاب شايع ٿيو تہ ڪنھن سنڌ دشمن ان جي خلاف پڪاريو تہ منجھس اعتراض جوڳو مواد آھي.
مون ۽ حسين شاھ جواب تيار ڪيو. مولانا قاسمي صاحب مفيد مشورا ڏنا. جويي صاحب ان کي آخرين طرح درست ڪيو. سرڪار اسان جي جواب تي اطمينان جو اظھار ڪيو. ڪتاب ۾ اعتراض جوڳي ڳالھ بہ ڪا نہ ھئي.
ڪتاب جو نالو جويي صاحب جو تجويز ڪيل آھي ۽ اھو پير صاحب جي وڏي پاءُ جي ڪتاب ”اھي ڏينھن اھي شينھن“ جي مناسبت سان رکيل آھي. جويي صاحب ڪتاب جي ڇپائي تي نگراني بہ ڪئي ھئي ۽ ان تي سٺي محنت بہ ڪئي ھئي. ڇپائي ميان الھ بچائي يوسف زئيءَ شوق سان ڪئي ھئي. پير صاحب خوش ٿي کيس ھڪ عمدو قلم تحفي طور ڏنو ھو.
ڳالھيون ڳوٺ وڻن جون : (1981ع)
پير صاحب جي مضمونن جو مجموعو آھي ۽ سندس زندگيءَ جو آخرين ڪتاب آھي. تن ڏينھن ۾ ڪئنسر جي منحوس بيماري کيس وڪوڙي ويئي ھئي. پر ھمت ڪري، پنھنجا مضمون گڏ ڪرائي، انھن کي ڪتابي صورت ۾ ڇپائي ڇڏيائين. مضمون گڏ ڪرڻ ۾ مھراڻ جي ايڊيٽر نفيس احمد شيخ ڪافي محنت ڪئي ھئي. ڪتاب جي ڇپائيءَ

جي نگراني جويي صاحب ڪئي هئي. تنهن ڪٿي به سندس ذڪر ڪو نه ڪيو. ان ڳالهه جو ناشاد کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پير صاحب ته بيماريءَ ڪري لاچار هو. سو ڪنهن به طرح مياردار ڪو نه هو.

ڪتاب جي ڇپائيءَ لاءِ پئسا سنڌ سرڪار جي ڪلچر ڊپارٽمينٽ مان جناب حميد آخوند ڏنا. ڪتاب جي اشاعت تي غالباً لک رپين کان وڌيڪ رقم خرچ ٿي. ليڪن تمام سٺو ڪم ٿي ويو. پير صاحب جا مضمون هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا.

پاڪستان ايڪيڊمي آف ليٽرس هن ڪتاب تي شاهه عبداللطيف ايوارڊ ويهه هزار رپيا انعام ڏنو، جيڪو پير صاحب جي پوٽي علي رضا ورتو. پير صاحب تيسين هي جهان ڇڏي چڪو هو.

## اردو ڪتاب

1 – مولانا محب علي سنڌي:

مون هي ڪتاب ڪو نه ڏٺو آهي. نه وري پير صاحب کان ئي ان جو ڪڏهن ذڪر ٻڌم.

2 – سنڌي ادب

ننڍڙو ڪتابڙو آهي. منهنجو پڑهيل آهي. پير صاحب جي ابتدائي تصنيف آهي. حڪومت پاڪستان جي محڪمه

مطبوعات شايع ڪيو هو. سنڌي ادب جو هڪ مختصر تعارف آهي.

3 – هفت مقالات

هي ڪتاب مون کو نه ڏٺو آهي.

زير طبع ڪتاب

فارسي

1 – مثنوي مهروماه از عطا ٺٽوي

2 – گلدسته نورس بهار

3 – انشاي عطارد

4 – آثار فارسي برڪت بهاي گورستان مڪلي

5 – تذڪره رياض العارفين

6 – مثنوي زيبا نگار

7 – تاريخ رشيدي

منهنجيءَ معلومات موجب پير صاحب فقط پوئين ڪاب يعني تاريخ رشيديءَ تي توجه مان محنت ڪري رهيو هو. ان جي اشاعت جو ڏاڍو شوق به هئس. پر، جڏهن ڏٺائين ته زندگيءَ جي ڪتاب کي ايڊٽ ڪرڻ جي مهلت ڪا نه ڏني. تڏهن ڪتاب جو اڌورو ڪم ڊاڪٽر رياض الاسلام کي سونپيائين.

سنڌي

1 – ٽالپرن جي تاريخ

2 – رسالو پير علي گوهر
3 – راشدي ڪونڌر ۽ سندن علمي ۽ ادبي خدمتون
4 – پوراني سادات جو تذڪرو
منهنجيءَ معلومات موجب مٿين سمورن ڪتابن ۾ پير صاحب کي پوراني سادات تي ڪم ڪرڻ جو شوق ۽ ارادو هو. ان لاءِ مون کان بورڊ مان رسمي طرح ليٽر به ورتو هئائين. ليڪن زندگيءَ مهلت ڪا نه ڏنس. ان ڪتاب جو گهڻو ذڪر ڪندو هو. ليڪن پين ڪتابن تي ڪجهه مواد گڏ ڪيو هجيس ته به عجب ڪونهي.
پير صاح مون سان ڳالهه ڪندو هو ته سنڌ ۾ ڪتاب کي جديد نموني ۾ ايڊٽ ڪرڻ جو ڪم ڊاڪٽر گربخشاڻي واري شاهه جي رسالي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي واريءَ تاريخ معصوميءَ کان پوءِ پيو.
حقيقت به غالبًا نهن ۾ ائين ئي هئي. پر اڳتي هلي خود پير صاحب تاريخ جي ڪتابن کي جنهن محبت ۽ محنت سان ايڊٽ ڪيو، ان سنڌ ۾ تاريخ نويسيءَ جي فن کي نئين نهج تي آندو.
هڪ ته پير صاحب تاريخ جي تشريح ۾ سنڌ سان محبت جو انگ آندو. ٻيو ته اڳي اسان جا تاريخ نويس ٻڌل سڌل ڳالهين ۽ ڏند ڪٿائن کي بنا تصديق جي پنهنجن ڪتابن ۾ نوڪي چڙهيندا هئا. هاڻي اسان جو نئون نسل اهي ڪتاب

پڙهي، سو سوال ۽ اعتراض ڪري ٿو ۽ هڪ ليکي ائين ڪرڻ ۾ حق بجانب آهي.
پر پير صاحب جا ايڊٽ ڪيل ڪتاب اهڙن نقصن ۽ عيبن کان گهڻو ڪري پاڪ صاف آهن.
تاريخي ڪتابن کي ايڊٽ ڪرڻ جو سندس طريقو هي هوندو هو ته اول ڪنهن نه ڪنهن نسخي کي ”اساس“ يا ”بنياد“ بنائيندو هو. پوءِ ان جي نقل نويسيءَ جو ڪم ٿيندو هو، ان ڪانپوءِ نقل جي اصل سان پيٽا ٿيندي هئي ته ڪا غلطي ته رهجي ڪا نه وئي آهي. اهو ڪم پاڻ ڪندو هو. پيٽا جي ڪم مڪمل ٿي ڪانپوءِ ان قلمي ڪتاب جا ٻيا نسخا هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ملڪ جي اندر به ۽ ملڪ کان ٻاهر به. ظاهر آهي ته سپ نسخا ته ڪيس يا بورڊ کي ڪير به ڏيڻ لاءِ تيار ڪو نه هوندو هو. سو انهن جون مئڪرو فلمون ۽ فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون گهرائيندو هو. انهن جي بنيادي يا اساسي نسخي سان پيٽا ڪندو هو. ان طرح ڪتاب جو آخرين صحيح متن تيار ڪندو هو. ان ڪانپوءِ ماٿهن، هنڌن ۽ ماڻن جون فهرستون ٺاهيندو هو، حواشي ۽ اضافا مڪمل ڪندو هو. آخر ۾ ڪتاب جو مقدمو لکندو هو. پنهنجي پيغام جو بارود مقدمي ۾ ڀريندو هو يا وري حواشين ۽ اضافن ۾ ، جيئن مڪلي نامي ۾ ڪيائين.

ان کانپوءِ ڪتاب جي ڇپائي شروع ٿيندي. پروف پاڻ ڏسندو هو ۽ وڏي احتياط سان. بعض پروفن ۾ اضافا ڪندو ويندو هو. ڪمپازيٽر ويچارا ڪريڪشن ڪري، ڪري ٿڪجي پوندا هئا. ڪنهن کي اعتبار ۾ ڳالھ ايندي ته بعضي تيرهن تيرنهن پروف به ڏنائين. عام طرح ٽي پروف ڪافي هوندا آهن. پر ان طرح ڪتاب لکڻ ۽ ڇپڻ ڪري ڇڻ ته ان موضوع تي چڱي پلي انسائيڪلو پيڊيا تيار ٿي ويندي هئي. اهو ئي سبب آهي جو هاڻي سندس ڪتاب ڏيهي توڙي پرڏيهي علمي مرڪزن ۾ وڏي حيثيت رکن ٿا.

چون ٿا ته ڪنهن زماني ۾ هن ڌرتيءَ تي پاڻيءَ ۽ پهاڙن کانسواءِ ٻيو ڪجھ ڪو نه هو.، نه وڻ ٽڻ هو، نه ڪو جانور هو ۽ نه وري ڪو بني بشر. پر ڌرتيءَ تي مسلسل تبديليون ٿي رهيون هيون. مثلن ڪڪرن ۾ گجگوڙ ٿيندي هئي، کنوڻ تجلا ڏيندي هئي، ٻرندڙ جبل ڦاٽي پوندا هئا، مينهن وسندا هئا، زبردست طوفان ۽ سيلاب ايندا هئا، انهن اثرن ڪري، وڏا وڏا پهاڙ آهستي آهستي ڀُري فنا ٿي ويا. انهن پهاڙن ۾ ڪيتريون ئي ڪيميائي شيون هيون جي به ڀُري، رجي سمنڊ ۾ هليون ويون. اتي انهن سان ٻيون جيڪي ڪيميائي شيون مليون تن مان ملي هڪ خاص ڪيميائي شيءِ جڙي پيئي، جنهن کي ڪاربان ڪوٺين ٿا. ڪاربان مان ٻيا ڪيترائي ڪيميائي مرڪب ٺهيا. اهي ٽڻي

به پوندا هئا، پر ڪي ڪي ڪجھ عرصو ائين جو ائين رهندا هئا. اهي ننڍين ننڍين گولن جي شڪل وٺندا هئا. اهي گولا جڏهن ٽٽندا هئا ته ٻن هڪجيترن حصن ۾ ورهائجي ويندا هئا. پوءِ هر هڪ حصو ڪيميائي مواد کڻو ڪندو هو ۽ پاڻ وري ٻن هڪجيترن حصن ۾ ورهائجي ويندو هو. اهڙيءَ ريت، اهي ڪاربان جا گولا پاڻ جهڙا گولا ٺاهڻ ۾ مشغول هوندا هئا.

ڪاربان جا گولا ٻين گولن سان ملي ويندا هئا، ان ڪري نوان نوان مرڪب وجود ۾ ايندا هئا. انهن ۾ هڪ مرڪب جو رنگ سبز هو. اهو مرڪب سج جي اس وسيلي کنڊ ۽ نشاستو ٺاهيندو هو. انهيءَ سبز رنگ واري مرڪب مان اڳتي هلي ٻوٽا پئدا ٿيا.

گرم ۽ جهڳ واري سمنڊ ۾ ٻوٽن سان گڏ ننڍيون ننڍيون شيون به پيدا ٿيون. اهي ننڍين ننڍين ڪچن ٻوٽن کي کائڻ لڳيون.

اهڙيءَ ريت دنيا ۾ پاڻيءَ جا جاندار پئدا ٿيا. پر اهي پتڪڙا ڪمزور هئا. پوءِ انهن جاندارن مان به رفتي رفتي وڏا جانور پئدا ٿيا.

جانون جي پئدا ٿيڻ کان لکين سال پوءِ دنيا ۾ ماڻهو پيدا ٿيو. پر اهو به شروع ۾ ائين ڪو نه هو، جيئن هاڻي آهي، اهو

به ارتقا جي عمل مان گذريو ۽ ڪيس انسان بنجڻ ۾ هزارين ورهيه لڳي ويا.

* * *

بظاهر ته هيءُ سڄوئي ”سبب“ ۽ ”نتيجي“ جو دلچسپ داستان لڳي ٿو. سائنسدان اهو اعتراف ڪن ٿا ته ڪائنات هڪ خاص رنگ ۽ ڍنگ ۾ تبديل ٿيندي. ، نوان نوان روپ وٺندي رهي ٿي. ساديءَ مان پيچيده صورت ۾ بدلجي، جيئن پوءِ تيئن سنوربي، سڌرندي، ڦهلجندي رهي ٿي. * گويا، هن ڪائنات کي بدلائيندڙ قوت انڌي نه آهي، پر اها وڏي فهم ۽ ادراڪ واري آهي ۽ هڪ خاص سٿاءَ ۽ ترتيب سان، ڪائنات جي نظام کي تبديل ڪندي، هڪ خاص رخ ڏانهن وٺي وڃي رهي آهي. پر اها قوت ڪهڙي آهي، ان جو محرڪ ڪير آهي؟ ان بابت سائنسدان خاموش آهن. هيءَ ڪائنات ”سبب“ ۽ ”نتيجي“ جو جهان آهي، پر خود سبب جو سرجڻهار ڪير آهي؟ ان بابت به هو خاموش آهن.

هو اهو ته چون ٿا ته ارتقا جو عمل اڃا تائين جاري آهي، پر جيڪڏهن ڪانئن سوال ڪجي ته جيئن انسان اڄ ڪان هزارين لکين سال اڳ جو سفر پورو ڪري، هاڻي موجوده جامو ڍڪي بيٺو آهي، تيئن اڄ ڪان هزارين لکين سال پوءِ، موجوده جامو مٽائي، وري ڪو نئون رنگ روپ اختيار ڪندو، ته ان ڳالهه جي به ڪين ڪا سڌ ڪانهي. بين لفظن ۾

هيئن چئجي ته انساني زندگيءَ جي منزل، مقصد ۽ منتهيٰ
جي اجا ته ڪين ڪا به خبر ڪانهي.
ويهين صديءَ جو سڀ کان ڏاهو سنڌي انسان، علامه آءِ آءَ
قاضي به انهيءَ سوال بابت پنهنجي هڪ عقيدتمند کي رڳو
حافظ جو هڪ شعر ٻڌائي سگهيو:
ڪس نمي داند ڪه منزل مقصود ڪجاست
ابن قدر هست ڪه بانگ جرس مي آيد
سوال آهي ته اها بانگ جرس به گهڻن کي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي؟
شايد حافظ يا روميءَ جو پيو به هڪ اهڙو شعر آهي ته
تا نگردي آشنا زين پرده رمزي نشنوي
گوش نامحرم نه باشد جاي پيغام سروش
ويچارو انسان زندگيءَ جي مهاڇار ۾ اهڙو ته ڇو ڪنيو ٻڌو
پيو آهي، جو ”بانگ جرس“ ۽ ”پيغام سروش“ ٻڌڻ جي
سرت منجهس ڪٿان آئي؟ سنڌ جي ماحول ۾ ته اهي ڇڻ
ڪتابن ۾ لکڻ جون ڳالهيون آهن. هت ته رت ڪٺورو ڏئي
پٽ ڪٺورو ونٺو پوي ٿو. سر جيئدان ئي وڏي ڳالھ آهي.
ارتقا جي نظريي موجب، ”ڏاڍو سو گابو“ وڏيءَ مڇيءَ جو
ننڍي مڇيءَ کي ڳڙڪائي وڃڻ فطرت جو اصول آهي.
گهڻيون گلاب جون مکڙيون اهڙيون آهن، جن کي ٽڙي،
گل ٿيڻ جو موقعو ملي ٿو؟ مون ڪيئي اهڙا ساوا سلا ڏٺا
آهن، جي نسرڻ کان اڳ ئي ڪومائجي ويا.

هڪ سنڌي درويش شايد اهڙو ئي ڪو منظر ڏسي چيو هو:
”نا اميديءَ جي نجهري ، پيهي پس الله“
هن دنيا جي طلسم ۾، انسان غريب لاءِ ان ڪان سواءِ ٻيو ڪهڙو چارو آهي ته اونداهيءَ رات ۾ گهاٽي جهنگل اندر ڦاٿل مسافر وانگر، پنهنجي جان به بچائي ۽ زندگي جي پر اسرار سفر کي به جاري رکي. جيئن ته منزل نامعلوم آهي، ان ڪري ان پراسرار سفر جو ڪو نه ڪو مقصد به پان ئي مقرر ڪري.
*
**
پير حسام الدين راشديءَ پنهنجي ستر ساله زندگيءَ ۾ ائين ئي ڪيو. پر سنڌ جي بي رحم معاشري ۾ اها ڪا آسان ڳالهه نه هئي.
مان پاڻ ڳوٺن جو رهاڪو آهيان. اسان جي ڳوٺن ۾ نڪي روزگار جا ذريعا، نه ترقيءَ جا رستا، نه علاج جي آساني، نه تعليم جي سهوليت، نه سفر جي آساني ۽ نه وندر ورونهن. جيڪڏهن الله ۽ رسول جو خوف نه هجي، ته ماڻهو ، ماڻهوءَ کي ڪچو کائي. سنڌ جي ڳوٺن ۾ رهندڙ عام مسڪين ماڻهوءَ ۽ ڍور جي زندگيءُ ۾ ڪو ٿورڙو فرق آهي. ٻئي ڀٽارا آهن. اسان جا ڳوٺ گويا ڀٽائيءَ جي بيت جي تصوير آهن:

”مون کي ماروئڙن، سچ ڳڻائي سيج ۾.“
پير صاحب هڪ ڳوٺڙي ۾ ڄائو. پانئجي ٿو ته ڦوه جوانيءَ ۾ بک ۽ ڏک جا ڏينهن ڏٺائين. هڪ دفعي مون سان پاڻ ڳالهه ڪيائين ته ”جواني ۾ جڏهن ڳوٺ رهندو هوس، تڏهن مٿي سان پٽڪو ٻڌندو هوس ۽ پيرن ۾ موچڪي جتي پائيندو هوس، هيڪر ست ميل پيرين پيادو پنڌ ڪري، ٻئي ڳوٺ مان ڪنهن دوست کان ڏهه رپيا اڌارا وٺڻ ويس. پر اهو دوست اڳيئي ڪيڏانهن نڪري ويو هو، سو لاچار وري ست ميل پنڌ ڪري، هٿين خالي پنهنجي ڳوٺ موٽي آيس.“
مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب، پنهنجي مضمون ”سورن لڌو سجهه، پاڻ پيهي آيا“ ۾ لکيو آهي ته ”هندستان ۾ تعليم جي تڪميل ڪانپوءِ جڏهن آءُ واپس وطن وريس ته پهريون بزرگ دوست ۽ مهربان، جيڪو مون سان مڻ ۽ مبارڪ ڏيڻ آيو، سو پير حسام الدين راشدي هو. ان وقت پير صاحب ڪو آپريٽو سوسائٽيءَ جو ملازم هو ۽ سوسائٽيءَ پاران زميندارن کي مليل قرضن جي وصولي ڪندو هو.“
پير صاحب ان ڳوناٽي ماحول ۾ رهي، بک ۽ ڏک جا ڏنگ سهي سهي، آخر ڪڪ ٿيو، يا اجا به ڪن ٻين حالتن تنگ ڪري وڌس؛ سو بخت آزمائڻ لاءِ وڏي پاءُ سان گڏ، سکر هليو ويو. اتي به اڻ هوند جي حالت اها هئي جو ٻنهي پائرن

جي چوڻ موجب ”ڪڏهن ڪڏهن ساڌ پيلي مان خيراتي چولا پرساد وٺي، ويلا ٿارڻا پوندا هئا.“
سنڌ جي عظيم تاريخ نويس جي زندگيءَ جو آغاز اجهو ائين ٿيو. پر عقلمند ماڻهوءَ وانگر وک وک سنڀالي کنيائين. جڏهن زندگيءَ جي سفر جا پنجاهه ورهيه پورا ڪيائين، تڏهن ديس پرديس سندس عظمت جو اعتراف ٿيو. حڪومت پاڪستان سندس علمي خدمتن جي اعتراف ۾ کيس ”ستاره امتياز“ عطا ڪيو، ته پاڙيسري ملڪ ايران پنهنجو وڏي ۾ وڏو علمي اعزاز ” نشانِ سپاس درجه اول“ ڏنو.
پاڪستان جو ڪو به علمي ادارو مشڪل سان ملندو، جنهن جي بورڊ آف گورنرس تي مرڪزي يا صوبائي سرڪار کيس ميمبر مقرر نه ڪيو هجي. خود پاڻ پنهنجي صوبي ۾ ڪن علمي ادارن جا بنياد وڌائين.
بيشمار قومي ۽ بين الاقوامي ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ پنهنجي ملڪ جي نمائندگي به ڪيائين ۽ انهن جي ڪن اجلاسن جي صدارت به ڪيائين.
مشرقي ۽ اسلامي ملڪن سان ، مغربي ملڪن جي محققن ۽ عالمن سان لڳ لاڳاپا پئدا ڪيائين. پروفيسر رياض الاسلام پير صاحب تي پنهنجو مضمون ”بيت الضيا سي الحمرا تڪ“ ۾ جن غير ملڪي عالمن جو ذڪر ڪيو آهي

تن مان ڪي هي آهن: پنڊت برج موهن دتاتريه ڪيفي (هندستان)، پوفيسر زڪي وليدي طوغان (ترڪي)، پروفيسر گنڪو وسڪي (روس)، مولانا صباح الدين عبدالرحمان (هندستان)، پروفيسر انيمري شمل (مغربي جرمني)، پروفيسر بائيل (برطانيه)، پروفيسر عبدالغني مرزا يوف (روس)، پروفيسر بابا حميان غفوروف (روس)، قاضي عبدالودود (هندستان“ آقاي باقر زاده (ايران)، پروفيسر عبدالقادر (ترڪي)، پروفيسر لطفي صورت گر (ايران).

انهن کان علاوه مون کي اهو معلوم آهي ته برطانيه جي عالم سائمن ڊگبي ۽ اٽليءَ جي عالم بوسانيءَ سان به سنڌس سٺا تعلقات هئا. ايران ته گويا سنڌس ٻيو گهر هو. استاد فروزان فر، عبدالحسين زرين ڪوب، آغا هنرفر، ڊاڪٽر جعفر محبوب، علي اڪبر جعفري ۽ آغا خدا بندلو ڪيس تمام ويجها هئا.

سنڌس ڏک ڏولائي جا ڏينهن آخر پورا ٿيا. سڪر سٺائي، عزت ۽ آبرو ڏنائين. ڪراچيءَ جهڙي گجنڊڙ شهر ۾ قسمت ڪيس محلاتن مثل بنگلا ڏنا ۽ سواريءَ لاءِ موٽرون مهيا ڪيون. سنڌس هوائي سفر شروع ٿيو. مغرب ۽ مشرق جا گهڻائي ملڪ گهميائين ۽ انهن ۾ پنهنجا پرستار پيدا ڪيائين.

مختلف ملڪن جي بادشاهن، صدرن ۽ وزيرن سندس گلي ۾ اعزازي تمغا پاتا. ايران جي بادشاهه، چين جي وزير اعظم، روس جي مرڪزي وزير، عراق جي صدر سان ڪچهريون ڪيائين.
بهمڻ نالي ڪچي ڳوٺڙي ۾ پئدا ٿيل ٻارڙي، جنهن کي اسڪولي تعليم به ڪا نه ملي هئي، واقعي وڏو ڪمال ڪري ڏيکاريو !
جڏهن بيمار ٿيو ته دنيا جي هڪ سپر پاور انتهائي ادب ۽ احترام سان کيس پاڻ وٽ علاج لاءِ سڏيو. پر قرآن ڪريم جو فرمودو آهي ته هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي.
سو ، جڏهن محسوس ڪيائين ته جهانن جي مالڪ ياد فرمايو آهي، تڏهن سنڌ جي سوا لک پيرن واري قبرستان مڪليءَ ۾ پنهنجي ابدي آرامگاهه منتخب ڪيائين. جڏهن سندس ساهه جي پکيئڙي پنهنجا پرڙا کنيا، تڏهن هميشه لاءِ پنهنجون اکڙيون ٻوٽي ڇڏيائين.
صورتي از بي صورتي آمد برون
باز شد انا اليه راجعون
***
گذريل سال پاءُ حسين شاهه ۽ مان، پروفيسر شمل سان گڏ سندس مزار تي حاضري ڏيڻ وياسين. جڏهن سندس تربت تي وجي ويٺس ته سندس ڳالهيون، قول، قرار، نقل، نظير،

چرچا، گهپا، ٺهڪ، گفتا، ڪچهريون، هدايتون، نصيحتون، محبتون ۽ صحبتون ياد آيون.
پاڻ کان پڇيم ته اهو سپ ڪجهه خواب هو يا جيڪي ڪجهه هاڻي ڏسي پسي رهيو آهيان، سو خواب آهي؟ زندگي ڇا هي؟ موت ڇاهي؟ پير صاحب جهڙا گلاب جا گل، خاڪ مان ڇو نڪتا ۽ وري خاڪ ۾ ڇو هليا ويا؟
جڏهن آسپاس نهاريم ته مڪليءَ جي قبرستان ۾ سمنڊ جي ڇولين وانگر، هڪٻئي پٺيان، قبرن جون قطارون ڏٺم. ڪي ڀهي ڍير ٿي ويون هيون، ڪي اڃا قائم هيون، ڪنهن ۾ پير حسام الدين راشدي، ڪنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، ڪنهن ۾ مخدوم محمد هاشم، ڪنهن ۾ مخدوم معين، ڪنهن ۾ دولهه دريا خان ته ڪنهن ۾ ڄام نظام الدين جا هڏڙا نظر آيا.
ڪنن ۾ ايراني خانم جهڙيون نازڪ بدن محبوبائون مٽيءَ جي مٽن هيٺان دٻيل ڏٺم. ڪنهن زماني ۾ سندن هڪڙيءَ مٺي مرڪ لاءِ ماڻهو مرندا هئا. اڄ وسائل ڏيئن وانگر، سندن ڏرا ڏيئي ويل اکين جي جوت خم ٿي ويئي هئي. منهن جو ماس ڇڻي ويو هو ۽ وات خاڪ سان پريل هو.
اوچتو مون کي ابتدائي آفرينش جي ڏينهن وارا، ڪاربان جا اهي گولا ياد آيا، جيڪي پنهنجو پاڻ ٻن هڪجيترن حصن ۾ ٽٽي پوندا هئا ۽ پوءِ هر هڪ حصو ڪيميائي مواد

گڏ ڪري، وري پاڻ ۾ هڪجيترن حصن ۾ ورهائجي ويندو هو.
منهنجي ذهن ۾ طوفان جي تيزيءَ وانگر هڪ سوال اٿيو ته ” هي سڀ ڪجھ ڇاهي؟“
ڳوڙهن ڀريل اکين سان آسمان ڏانهن جواب لاءِ نهاريم، پر منهنجون سوالي نگاهون مون وٽ خالي موٽي آيون.
مٿو رب ته ساھ جي رڳن کان به ويجهو آهي. اهو سوچي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پاتم ته فقط پنهنجيءَ دل جو ڌڙڪو ٻڌم.
مايوس، غم ۾ ٻڏل، ڀريل گلي، آلين اکين ۽ ڳورن پيرن سان جڏهن قبرستان مان ٻاهر نڪتس ته عمر خيام جي هڪ رباعي ياد آيم:
” مٽيءَ جي رانديڪن جي ڪهڙي مجال آهي،
جو ڪاريگر کان پڇن،
ته ڇا لاءِ ٺو ٺاهين ۽ ڇا لاءِ ٺو ڊاهين؟“
چون ٿا ته عمر خيام جي دل ۾ جيڪا ڇٽنگ لڳي، سا ابن سينا جي ٻاريل مچ مان اڏامي آئي هئي. ابن سينا دنيا جو هاڪارو حڪيم، مفڪر، مدبر ۽ فيلسوف ۽ سائنسدان هو. کيس ”حجته الحق“ ۽ ”شيخ الرئيس“ جا خطاب مليا. اهڙا اعليٰ انسان اسلامي دنيا ورلي ڪي پئدا ڪيا.

ڏهن ورهين جي عمر ۾ سڄو قرآن ڪريم حفظ ڪري چڏيائين. ارڙهن ورهين جو ٿيو ته پنهنجي زماني جي سمورن علمن تي عبور حاصل ڪري ورتائين. جڏهن وڏو ٿيو ته ڪڏهن حاڪمن ۽ بادشاهن جو وزير هوندو هو، ته ڪڏهن حاسدن جي حسد جو نشانو ٿي، سڪل کوه جي تري ۾ قيد هوندو هو، پر علم سان سندس اها محبت، جو اتي به ڪتاب لکندو رهندو هو. رڳو حافظي جي زور تي هزارين صفحا لکي ويندو هو. عجيب انسان هوندو هو. جڏهن اقتدار ۾ هوندو هو ته گهوڙي تي سوار ٿي، بادشاهن سان گڏ، ميدان جنگ ڏانهن ويندي به ڪاتب کي ڪتاب لکائيندو ويندو هو.
زماني جي اٿل پٿل ڪري، سندس ڪيترائي ڪتاب ضايع ٿي ويا، پر ڪي بچي به ويا. انهن ۾ ”القانون“ ۽ ”الشفا“ جا يورپ جي زبانن ۾ ترجما ٿيا ۽ سوين سال يورپي يونيورسٽين ۾ شاگردن کي نصاب ۾ پڙهايا ويا. سندس عظمت جي ايڏي ته ڌاڪ هئي جو يورپ جي ڪليسائن ۾ سندس تصوير سونهن ڪاڻ ديوارن تي ٽنگي ويندي هئي ۽ ڊانٽي جهڙو فيلسوف ان کي بقراط ۽ جالينوس جي وچ ۾ رکندو هو.
ابن سينا کي سندس هڪ شاگرد چيو ته ” تو هان نبوت جي دعويٰ چو نه ٿا ڪريو؟ “ سندس خيال هو ته ”ابن سينا کان

مٿي ڪير ٿي سگهي ٿو؟ “ ابن سينا مشڪيو پر ڪو به جواب ڪو نه ڏنائينس.
صبح جو جڏهن بانگ آئي ۽ شاگرد وضو ڪرڻ لاءِ ٻاهر تلاءَ ڏي وڃڻ لڳو ته ابن سينا چيس ته ” ٻاهر نه وڃ، ٿڌ لڳي ويندءِ، بيمار ٿي پوندين.“ پر هو نه مڙيو. تلاءِ مان وضو ڪري، فجر جي نماز پڙهيائين. * ابن سينا سڏي چيس ته ” مان نبوت جي دعويٰ ان ڪري نٿو ڪريان، جو تنهنجو استاد آهيان، هن زماني جو مڃيل طبيب آهيان، منهنجو قول طب ۾ سند جي حيثيت رکي ٿو، زنده آهيان. مون توکي ٿڌي پاڻيءَ سان وضو ڪرڻ کان منع ڪئي، پر تو منهنجيءَ نصيحت کي ڪو نه ليکيو. انهيءَ جي هدايت تي عمل ڪيو، جو ڪو زمانو ٿيو ته عرب ۾ رهندو هو، امي هو ۽ جنهن سان تنهنجي ڪڏهن به ملاقات ڪا نه ٿي هئي. پيغمبر ۽ مفڪر ۾ اهو ئي فرق آهي.“
ابن سينا جو دعا ۾ وڏو اعتقاد هو. جڏهن سائنس يا فلسفي جي ڪنهن مسئلي ۾ منجهي پوندو هو ته مسجد جو منهن ڪندو هو. سندس ذهن ۾ فڪر ۽ فلسفي جا آفتاب ۽ ماهتاب هر وقت طلوع ۽ غروب ٿيندا رهندا هئا. هن پاڻ ٻڌايو آهي ته منهنجا ڪيترائي فلسفيانه مونجهارا خوابن ۾ حل ٿي ويندا هئا. سندس سوچ ڌرتيءَ تي زلزلا آڻيندي هئي. پر پاڻ فقط خشڪ مزاج فيلسوف ڪو نه هو، وڏو اهل دل انسان

هو.مئي نوشيءَ سان دل وندرائيندو هو. جڏهن نسواني حسن جو ڪو غير معمولي شاهڪار ڏسندو هو ته سندس دل جا سپ گلاب ۽ رابيل ٽڙي پوندا هئا. موج ۽ مستيءَ ۾ ايندو هو ته ڳائڻ لڳندو هو. وڏو موسيقار هو. ڪڏهن ڪڏهن شعر به چوندو هو، هڪ شعر ۾ تارن پرئي آسمان کي خطاب ڪندي چيو اٿس:

” چمڪندڙ تارن سان جڙيل. نيرا گنبذ، اي آسمان

مون کي ٻڌاءِ ته سهي،

ته تون پنهنجيءَ مرضيءَ سان متحرڪ آهين

يا ڪنهن حڪم هيٺ دائمي گردش ۾ آهين؟ “

ابن سينا جو اهو سوال هر دور ۾ انساني ذهن ۾ سوين سوال اٿاريندو رهيو آهي.

اسان جي هن جهان ۾ هر روز هزارين انسان ڄمن ۽ مرن ٿا. پر ماڻهو ڄمي ۽ مري ڇو ٿو؟ اهو سوال به روز ازل کان اڄ ڏينهن تائين انساني ذهن ۾ سوين سوال اٿاريندو رهيو آهي.

هڪ ڳالهه بهرحال پڌري آهي، ته جيئن نيري آسمان ۾ هڪڙا تارا پنهنجيءَ جوت ۽ جمال سببان ٻين کان وڌيڪ روشن آهن، تيئن هن جهان ۾ به هڪڙا انسان، پنهنجي قول ۽ فعل جي سونهن سببان ، ٻين کان وڌيڪ مثالي ۽ ممتاز آهن.

سنڌ جو مورخ، منهنجو مربي ۽ محسن، پير حسام الدين راشدي عيسوي ويهين صديءَ ۾ سنڌ جي آسمان جو هڪ روشن تارو هو. سنڌ جي نسل جو مٿس سلام رهندو.

---

* ابو الڪلام آزاد : غبار خاطر
* سيد حسين نصر: ٽي مسلمان فيلسوف – اردو ترجمو : محمد منور

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book24/Book_page15.html